عند ذكر الصالحين تنزل الرحمة

# الانوار الاحمديه

فی

## حالات المشائخ النقشبنديه

حصو ٻيون

حالات حضرت سرورِ كائنات فخر موجودات صلی الله عليه وسلم

وحالات حضرات خلفاء الراشدين رضوان الله تعالیٰ عليهم اجمعين

وحالات حضرات مشائخ نقشبنديه تا حضرت خواجه باقي بالله قدس سرهم

ازتاليفات

حافظ القرآن فخرِ عاشقانِ حضرت مجدد الحاج جناب حضرت واعظ الاسلام

مولانا مولوی نظر محمد رحمة الله عليه سومرو ونسباً نقشبندی مشرباً

ناشر

نور احمد سومرو

عند ذكر الصالحين تنزل الرحمة

# الانوارُ الاحمدِيّه

فی

## حالاتُ المشائخ النّقشبنديّه

حصو پهريون

حالات حضرت سرورِ کائنات فخرِ موجودات صلی اللہ علیہ وسلم

وحالات حضرات خلفاء الراشدين رضوان اللہ تعالیٰ عليهم اجمعين

وحالات حضرات مشائخ نقشبنديہ تا حضرت خواجہ باقی باللہ قدس سرہم


از تاليفات

حافظ القرآن فخرِ عاشقانِ حضرت مجدّد الحاج جناب حضرت واعظ الاسلام

مولانا مولوی نظر محمد رحمۃ اللہ علیہ سومرو ونسباً نقشبندی مشرباً



ناشر

نور احمد سومرو

سائيز ٢٠ x ٣٠
٨

سال طباعت سنه ١٤٠٧ھ
١٩٨٦ع

تعداد هڪ هزار

دفعو پهريون

ڪتابت نور احمد سومرو نسبًا نقشبندي مشربًا

ڇپائيندڙ

مقام طباعت

قيمت

## ملڻ جو هنڌ

نور احمد سومرو مدرسه مجدديه شهداد پور ديهات شريف
تعلقه ڪنڊيارو ضلع نواب شاهه سنڌ

# پيش لفظ

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْم

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِیْ خَلَقَ الْاِنْسَانَ وَعَلَّمَهُ الْبَيَانَ وَفَضَّلَهٗ عَلَى الْمَلٰئِكَةِ وَالْجَانِّ فَصَارَ بَعْضُهُمْ بِاِطَاعَتِهٖ مِنْ حِزْبِ اللّٰهِ وَبَعْضُهُمْ بِالْعِصْيَانِ مِنْ حِزْبِ الشَّيْطَانِ وَوَعَدَ الْاَوَّلَ مِنَ الرَّوْحِ وَالرَّيْحَانِ وَاَفَاضَ عَلَيْهِ مِنَ الْمَعْرِفَةِ وَالْعِرْفَانِ وَنَطَقَ فِیْ شَانِهِ الْقُرْاٰنُ بِاَنَّهُمْ رِجَالُ اللّٰهِ وَبِاَنَّهُمْ عِبَادُ الرَّحْمٰنِ - اَلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَلَمْ يَلْبِسُوْا اِيْمَانَهُمْ بِظُلْمٍ اُولٰئِكَ لَهُمُ الْاَمْنُ وَهُمْ مُهْتَدُوْنَ ٥ وَصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا وَمَلْجَاْنَا وَمَاْوٰنَا الَّذِیْ بُعِثَ فِیْ اٰخِرِ الزَّمَانِ وَشَفِيْعِنَا فِیْ يَوْمِ الْمِيْزَانِ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهِ الَّذِيْنَ قَلَعُوا الشِّرْكَ وَالطُّغْيَانَ اَمَّا بَعْدُ معلوم هجي ته الله تعالیٰ جي فضل ۽ ڪرم سان هي ڪتاب سڳورو "اَلْاَنْوَارُ الْاَحْمَدِيه فِيْ حَالَاتِ الْمَشَائِخِ النَّقْشَبَنْدِيه" جو ٻهريون حصو گمنامي جي گوشه کان ظاهر ٿي منظر عام تي آيو آهي جنهن جي شڪرانه کان زبان عاجز آهي ـ

اگر بر رويد از تن صد زبانم　　　ادائے شکر لطفش کے توانم [1]

سنڌي زبان ۾ حالات مشائخ نقشبنديه ۾ اڄ تائين ڪو بہ ڪتاب اهڙو مفصل ۽ محبت جي موتين سان مڙهيل، سچائي ۽ صفائي جو سرچشمہ شايع نہ ٿيو آهي - هي حضرت والد بزرگوار مرحوم جي روحاني قوت جو فيض آهي جو ان ڪتاب جا ٣ ٽي حصا لکيا آهن - پهرئين حصه ۾ حالات حضرت سرور ڪائنات فخر موجودات صلی الله عليه وسلم ۽ حالات سيدن اولاد اطهار ۽ اصحاب اخيار ۽ حالات خلفاءِ الراشدين جي تفصيل سان ذڪر ڪيل آهي - ۽ حالات حضرات مشائخ نقشبنديه جي سلسلہ وار حضرت امير المومنين خليفہ اوّل رفيق غار سيدنا ابوبڪر صديق رضی الله تعالیٰ عنه کان حضرت خواجه باقي بالله قُدِّسَ سِرُّهٗ تائين آهي - ٻئي حصه ۾ فقط حالات حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قُدِّسَ سِرُّهُ الْاَقْدَس جي آهي - ٽئين حصه ۾ حالات حضرت خواجه محمد معصوم عروة الوثقیٰ فرزند ثالث (ٽيون) حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قُدِّسَ سِرُّهُمَا کان ٻنهي

---

[1] يعني منهنجي جسم ۾ جيڪڏهن سؤ زبانون ڄمن تڏهن بہ الله تعالیٰ جي شڪرانہ جي ادائي نہ ڪري سگهان -

شيخ مرشد حضرت سراج الاولياء خواجه عبدالرحمٰن قُدِّسَ سِرُّهم تائين لکي آهي
هن ڪتاب جو پيو حصو حالات حضرت امام ربّاني مجدد الف ثاني قُدِّسَ سِرَّهٗ
جي ڇپجي ويو آهي - باقي ٽئين حصي جي ڇپائڻ جو پڪو ارادو آهي - ان شاءَ الله تعاليٰ ڪلمتي
فرمائي - يَرْحَمَ اللهُ عَبْدًا قَالَ آمِيْنًا ؕ له

# هن ڪتاب جي مصنّف جو مختصر تعارف

جاڻڻ گهرجي ته هن ڪتاب جو مصنّف راقم الحروف جو والد بزرگوار آهي - سندن تفصيلي
تعارف "الانوار الاحمديه في حالات المشائخ النقشبنديه" جي ٽئين حصي جي مقدمه ۾ ذڪر ڪيل آهي ۽
ڪجهه بيان مجموعه نظم ديهاتي جي شروع ۾ ڪيل آهي تنهن ڪري زياده تفصيل سان بيان
هت لکڻ ضروري نه ٿو سمجهان " فَمَنْ شَاءَ التَّفصِيل فَلْيَرجع ثَمَّه ؕ ٢

**نالو ۽ نسب** سندن نالو مبارڪ نظر محمد هو - پاڻ شهر ديهات تعلقه ڪنڊياري
ضلع نواب شاهه جي سومرا خاندان جا فرزند ۽ مشهور شخصيت قاضي عبدالرحمٰن
مرحوم جا خلف رشيد هوا -

**ولادت باسعادت ۽ تعليم ۽ تربيت** سندن ولادت باسعادت ٢٥ ربيع الاول سنه ١٣٠٠ع جمعي جي رات اسر جي
وقت ٿي - پهريائين تعليم قرآن شريف جي پنهنجي آباڻي شهر ديهات ۾
آخوند عبدالخالق ابڙي ڀگ ديهات واري وٽ حاصل فرمايائون - پوءِ ٿوري وقت سِنڌي جي
بالا ۾ تعليم لاءِ رهيا - فارسي درسي ڪتاب سڀ محبت ديرو سيال ۾ حضرت مولانا مير محمد
صاحب سيال رحمة الله عليه وٽ پڙهيائون - محبت ديري سيال ۾ پنهنجي شاگردي جي
وقت جي تڪليف جو ذڪر هن طرح نظم ۾ ڪيو آهي -

مَحَبَّتْ دَيْرِ وِچِيْ ڪُنَه آهِيْ ٽِيْرُوْ    جِيْ ڀَڪْ مَرِيْ وَنُوْ گِيْرُوْ جِيْ ڪَنْ ڪِيُوْ هِيْرُوْ

مَحَبَّتْ ديري سيال کان پوءِ درگاه شريف دَارُ الْاِرْشَاد ٽنڊي سائينداد ۾ عربي جي تعليم
حاصل ڪرڻ لاءِ سندن والد بزرگوار حضرت قاضي عبدالرحمٰن رحمة الله عليه، حضرت
رَأسُ الْمُحَقِّقِيْن رَئِيْسُ الْمُدَقِّقِيْن زَيْبُ زِيْنَتْ مُجَدِّدِيْن تَاجُ الْاَوْلِيَا حافظ القرآن حضرت
خواجه محمد حسن جان سرهندي مجددي فاروقي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي مدرسه مجدديه ۾
داخل فرمايائون - پاڻ انهيءَ مدرسه مان فَارِغُ التَّحْصِيْل ٿيا - پوءِ دهلي شريف ڏانهن روانا ٿيا

له رحمت ڪري الله تعاليٰ انهيءَ تي جنهن آمين چئي - ٢ه پوءِ جنهن جي خواهش زياده تفصيل
جي هجي پوءِ پهرين حصي جي مطالعه ڪري - ١٢

تقريبًا ٥-٦ مهينا مولوي صاحب عبدالرّب جي مدرسہ مان علم طب وغيره جي تعليم ورتي سندن ڏانهن موٽي آيا ۽ دستار فضيلت جي. صاحب مدرس حضرت صاحب جي وڏي صاحبزادہ سجادہ نشين، قطب العارفين، فخر الاولياء حضرت خواجه عبدالله جان المعروف بہ حضرت شاہ آغا قُدِّسَ سِرُّہٗ سان گڏ بدائون پوءِ پنهنجي ڳوٺ ديهات ۾ تصنيف تأليف، تدريس ۽ دين جي تبليغ، ترقي ۽ ترويج ۾ مصروف رهيا. حڪمت جو ڪم بہ ڪندا هوا. گويا ڪ طبيب روحاني ۽ حڪيم جسماني هوا ڪيترين خلق خدا جي سندن صحبت جي برڪت سان هدايت تي پهتي ۽ گهڻي خلق خدا جي ظاهري ۽ باطني مرض کان آزادي ـــ

هر ڪجا چشمہ بود شيرين　　مردم و مور و مرغ گرد آيند

**سندن تصنيف ۽ تاليف**

سندن تصنيفات مان هڪ ڪتاب مجموعه نظم ديهاتي آهي جنهن ۾ بن عيدن جا خطبا ۽ جمعن جا خطبا منظوم ۽ قصيدا ۽ مناجاتون آهن. ٻيو "اَلْاَنْوَارُ الْاَحْمَدِيَه فِيْ حَالَاتِ الْمَشَائِخِ النَّقْشَبَنْدِيَه" جا ٣ حصا جنهن جو بيان گذريو. ٽيون "اَلدُّرُّ الْمَنْظُوْمُ فِيْ تَذْكِرَةِ الْمَخْدُوْمِ قُدِّسَ سِرُّهُ الْمَكْتُوْمُ" هي ڪتاب حضرت مخدوم نوح رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْهِ جي سوانح حيات ۽ مناقبات ۾ وڏي تفصيل سان لکيل آهي. چوٿون "اَحْسَنُ التَّقْرِيْرِ فِيْ جَوَابِ التَّحْرِيْرِ" مولوي صاحب محمد عثمان صاحب تفسير تنوير الايمان جي تعصّب آميز اعتراضن جي جواب ۾ هي رسالو لکيو اٿن مولوي صاحب محمد عثمان انوار احمديہ جي ٻئي حصي تي اعتراض ڪيو هو انهن اعتراضن جي جواب ۾ هي رسالو لکيل آهي. پنجون قاديانن جو رد. شاگرد ۽ استاد جي سوال جواب جي نموني ۾ وڏي تحقيق سان لکيل آهي. هي رسالو ڇاڙي عمر ۾ تحرير فرمايائون جو پورو ڪري نہ سگهيو. ڇهون رسالو ابتدا اسلوڪ فارسي جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيو اٿن هي رسالو والا شان حافظ القرآن حضرت قبلہ خواجہ محمد حسن جان قُدِّسَ سِرُّہٗ جو لکيل آهي. ٻيا بہ مختلف رسالا گمراہ فرقن جي جواب ۾ لکيا اٿن.

**محنت ۽ رياضت**

پاڻ چاليهہ ورهن جي عمر ۾ وڏو ڪمال حاصل فرمايائون. سلوڪ ۽ طريقت جون سڀ منزلون طي فرمايائون. پنهنجي طريقي تي پوري طرح پابند هوا. پنهنجي زماني ۾ وڏا عامل ۽ ڪامل هوا.

اسانجي ڳوٺ ديهات جي پرسان جيٻاڻن جي ڳوٺ ۾ سرائي گاڀرخان جيٻاڻي مرحوم گالهہ ڪندو هو تہ هڪ ڀيري حضرت خواجہ صاحب جن پنهنجي حضرت صاحب قبلہ خواجہ

محمد حسن جان قُدِّسَ سِرُّهٗ ديهات ۾ تشريف فرما ٿيا - جڏهن ديهات مان روانا ٿيا ته آڳو حضرت صاحب جي بستري تي حضرت مولانا مولوي نظر محمد صاحب مرحوم جا دستخط ڪر ڪاغذ تي لکيل ڏٺا - لکيل هو ته "قبلا آئون روزانه بلاناغه رات جو هڪ سو پيرو سو قرآن پڙهندو آهيان جيڪو هن حڪم هيٺ ته ڇا زياده پڙهان" هن مان سندن محنت جو اندازو لڳائڻ گهرجي - پاڻ حافظ القرآن هوا - تهجد جي نماز ۽ فجر جي نماز کان بعد سج اڀري تائين مراقبه ۽ نماز اشراق کان پوءِ مسجد کان ٻاهر نڪرڻ معمول هوندو هين ڏينهن جو وعظ، نصيحت ۽ ظاهري طب جو شغل به هوندو هين، پري پري کان ماڻهو کائون علاج ڪرائڻ لاءِ ايندا هوا - باوجود ان گوناگون مصروفيت جي هوندي به تصنيف ۽ تاليفات جي ڪم کي نه ڇڏيائون - بلڪ جنهن ڪتاب جو مسودو لکڻ ۾ هٿ وڌائون انکي تڪميل تي پهچايائون -

## وفات حسرت آيات

عين جواني ۾ کين دق جي بيماري لاحق ٿي گهڻيون دوائون ۽ علاج ڪرايا ويا - مگر ڪنهن علاج ۽ دوا مان فائدو نه ٿيو - نه

هر چه کردند از علاج و از دوا — گشت رنج افزون حاجت ناروا
از قضا سرکنگبین صفرا فزود — روغن بادام خشکی می نمود

تدبير کان تقدير خداوندي غالب هئي جو سومر ڏينهن پيبهري ۽ ٽيبهري جي درميان ۹ جمادی الاخری ۱۳۴۵ھ مطابق ۱۲ ڊسمبر ۱۹۲۶ع سندن روح مبارڪ قفس عنصري مان پرواز ڪري پنهنجي اعلیٰ مڪان تي پهتو - اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْن

## "قطعهٔ تاريخ وفات"

از حضرت خواجه محمد اسماعيل جان سرهندي مجددي فاروقي قدس سره

(سندن تخلص روشن آهي).

آه کين حاجي حافظ مولوي محترم — رفت از ملک وجود الآن اقليم عدم
آنچنان زاهد که باشد شمهٔ از زهد او — تا ابد گر من بتقوايش نفرسايم قلم
گر گلِ حسرت ببايد از بهش عالم بجا — زانکه در گيتي وجودش بود از بس مغتنم
حور غلمان از قدومش ام فرحان خوش — مردمان از فقدنش اندر جهان در درد غم
سال تاريخ وفاتش جست روشن از غيب — گفت هاتف وجودش جا به فيض اتم

راقم الحروف احقر نور احمد عفي عنه تاريخ ۱۶ جمادی الاولیٰ ۱۳۸۶ھ مدرسه مجدديه شهر ديهات شريف

# فهرست مضامين ڪتاب مستطاب الانوار الاحمديه (حصو پهريون)


| مضمون | صفحو |
|---|---|
| حالات حضرت سيد المرسلين صلي الله عليه وسلم | ١ |
| طائف ڏانهن تشريف آوري | ٧ |
| شق صدر | ٧ |
| معراج جو بيان | ٧ |
| انصارن جو اسلام قبول ڪرڻ | ٨ |
| مديني شريف ڏانهن هجرت جو بيان | ٩ |
| حضور جن جي وصال جو بيان | ١٤ |
| سندن حليو شريف | ١٦ |
| معجزن جو بيان | ١٩ |
| صفات معنويه ۽ اخلاق عاليه | ٢٢ |
| ان صلي الله عليه وسلم جا وفا | ٢٦ |
| شجاعت ۽ بهادري | ٢٧ |
| علم ۽ حڪمت | ٢٧ |
| عقل | ٢٧ |
| عصمت ۽ پاڪائي | ٢٨ |
| حضرت جن صلي الله عليه وسلم جا اصحابي فقراء عليهم الرضوان جن کي اهل صفه چوڪري ڇڄي ٿوڻ جانا اصحاب ڪي | ٣٤ |
| ذڪر بعض اصحاب ڪبار احمد مختار صلي الله عليه وسلم اُهي نالا مبارڪ جن جي اوّل ۾ الف آهي | ٣٥ |

| مضمون | صفحو |
|---|---|
| جن جي اول ۾ ب آهي | ٣٥ |
| جن جي اول ۾ ت آهي | ٣٥ |
| جن جي اول ۾ ث آهي | ٣٥ |
| جن جي اول ۾ ج آهي | ٣٥ |
| جن جي اول ۾ ح آهي | ٣٦ |
| جن جي اول ۾ خ آهي | ٣٦ |
| جن جي اول ۾ د آهي | ٣٦ |
| جن جي اول ۾ ذ آهي | ٣٦ |
| جن جي اول ۾ ر آهي | ٣٦ |
| جن جي اول ۾ ز آهي | ٣٦ |
| جن جي اول ۾ س آهي | ٣٦ |
| جن جي اول ۾ ش آهي | ٣٦ |
| جن جي اول ۾ ص آهي | ٣٧ |
| جن جي اول ۾ ض آهي | ٣٧ |
| جن جي اول ۾ ط آهي | ٣٧ |
| جن جي اول ۾ ظ آهي | ٣٧ |
| جن جي اول ۾ ع آهي | ٣٧ |
| جن جي اول ۾ ف آهي | ٣٨ |
| جن جي اول ۾ ق آهي | ٣٨ |
| جن جي اول ۾ ڪ آهي | ٣٨ |
| جن جي اول ۾ ل آهي | ٣٨ |
| جن جي اول ۾ م آهي | ٣٨ |

| مضمون | صفحه |
|---|---|
| جن جي اول ۾ ن آهي | ٣٨ |
| " " و " | ٣٨ |
| " " ه " | ٣٨ |
| " " ي " | ٣٨ |
| حضور جن جا غلام | ٤٤ |
| حضور اقدس صلي الله عليه وسلم جون ٻانهيون ٻانها | ٤٤ |
| حضور اقدس صلي الله عليه وسلم جا خدمتگار | ٤٤ |
| حضور اقدس صلي الله عليه وسلم جا منشي ۽ وزير | ٤٥ |
| حضور اقدس صلي الله عليه وسلم جا مقرر ڪيل نائب يا امير | ٤٧ |
| حضور اقدس صلي الله عليه وسلم جي دربار جا شاعر جيڪي سندن شان ۾ ۽ اسلام جي مسئلن جي تعريف ڪندا هوا ۽ ڪافرن جي هجو ڪندا هوا | ٤٧ |
| نظم در حضور حضرات اصحاب ڪرام عاشقان سيد الانام عليه الصلوات والسلام | ٤٨ |
| منقبتات بدرگاه سيد السادات صلي الله عليه وسلم | ٤٨ |
| حالات امير المؤمنين حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالى عنه | ٥٠ |
| حالات حضرت سيدنا عمر ابن الخطاب رضي الله تعالى عنه | ٧٠ |
| حالات حضرت سيدنا عثمان ابن عفان رضي الله تعالى عنه | ٧٥ |
| حالات حضرت مشڪل ڪشا سيدنا علي ڪرم الله وجهه | ٨٢ |
| حالات مجتبائي زمان حضرت سلمان فارسي رضي الله تعالى عنه | ٩٧ |
| حالات حضرت امام قاسم بن محمد بن ابي بڪر الصديق رضي الله تعالى عنهم | ١٠١ |
| حالات امام الخلائق امام جعفر صادق بن محمد بن علي بن امام حسين بن علي المرتضى رضوان الله تعالى عليهم اجمعين | ١٠٣ |

| مضمون | صفحه |
|---|---|
| حالات حضرت امام محمد باقر رضي الله تعالى عنه | ١٠٩ |
| حالات حضرت امام زين العابدين رضي الله تعالى عنه | ١١١ |
| حالات قرة العينين امير الثقلين حضرت امام حسين رضي الله عنه | ١١٢ |
| بيان ڪيو دائره ولايت حضرت امير المؤمنين علي ابن ابي طالب رضي الله تعالى عنه | ١١٣ |
| حالات حضرت سيدة النساء فاطمة الزهراء رضي الله تعالى عنها | ١١٦ |
| حالات حضرت سلطان العارفين بايزيد بسطامي قدس سره الاقدس | ١١٧ |
| حالات حضرت سلطان المشائخ خواجه ابوالحسن خرقاني قدس سره | ١٢٧ |
| حالات حضرت شيخ ابو علي فارمدي طوسي قدس سره | ١٣٧ |
| حالات حضرت غوث صمداني خواجه ابو يوسف همداني قدس سره | ١٤٠ |
| حالات حضرت خواجه واقف اسرار رحماني عبدالخالق غجدواني قدس سره | ١٤٦ |
| حالات حضرت خواجه محمود انجير فغنوي قدس سره | ١٥٩ |
| حالات حضرت خواجه علي راميتني قدس سره | ١٦٢ |
| حالات حضرت خواجه محمد بابا سماسي قدس سره | ١٧٠ |
| حالات مجتبائي ذوالجلال مقبول بارگاه لايزال حضرت سيد امير ڪلال قدس سره | ١٧٣ |
| حالات حضرت خواجگان پير پيران خواجه بهاءالدين نقشبند بلاگردان قدس سره | ١٧٦ |
| حالات حضرت يعقوب چرخي قدس الله تعالى سره الاقدس | ١٩٧ |
| حالات حضرت خواجه عبيدالله احرار قدس الله تعالى سره الاقدس | ٢٠٢ |
| حالات حضرت خواجه محمد زاهد وخشي قدس سره | ٢١٧ |
| حالات حضرت خواجه درويش محمد قدس سره | ٢١٩ |
| حالات حضرت خواجه محمد امڪنگي سمرقندي قدس سره | ٢٢٢ |
| حالات حضرت خواجه محي الدين محمد باقي ملقب بخواجه بيرنگ رضي الله تعالى عنه | ٢٢٦ |

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ
نَحۡمَدُهٗ وَنُصَلِّيۡ وَنُسَلِّمُ عَلٰى رَسُوۡلِهِ الۡكَرِيۡمِ

# حالات

حضرت سيّد المرسلين خاتم النبيين شفيع المذنبين انيس الغريبين رحمة العٰلمين سيّدنا و شفيعنا و سيلتنا في الدارين حضرت مُحَمَّدُ مصطفى اَحْمَدُ مجتبى صلى الله عليه وسلم - منهنجي زبان ناپاڪ کي ڪهڙي طاقت آهي، جو ان پاڪن کان پاڪ صاحبِ لولاڪ صلى الله عليه وسلم جي مدح ۾ ڪملحقهُ ٻولي - زبان لال قلم جي حال آهي -

مُحَمَّدُ جي خدا ٿو مدح ڄاڻي　　خدا جي مدح ٿو ڄاڻي مُحَمَّدُ
رسول الله جو رب ٿيو ثنا خوان　　سدا رب کي واکاڻي مُحَمَّدُ
يَا صَاحِبَ الۡجَمَالِ وَيَا سَيِّدَ الۡبَشَرِ　　مِنۡ وَجۡهِكَ الۡمُنِيۡرِ لَقَدۡ نُوِّرَ الۡقَمَرُ
لَا يُمۡكِنُ الثَّنَاءُ كَمَا كَانَ حَقُّهٗ　　بعد از خدا بزرگ توئي قصه مختصر

سرور عالم، سڀني اولاد آدم جو نسب مبارڪ "عمدة المقالات" ۽ "انيس المبين وغيرهما" ۾ حضرت آدم صفي الله على نبينا و عليه الصلوٰة والسلام تائين هن طرح آندل آهي - حضرت رسول اکرم[ع١] سيّدنا محمّد مصطفىٰ شفيع روز جزا خير الورىٰ صلى الله عليه وسلم ابن عبدالله[ع٢] ابن عبدالمطلب[ع٣] ابن هاشم[ع٤] ابن عبد مناف[ع٥] ابن قصي[ع٦] ابن ڪلاب[ع٧] ابن مره[ع٨] ابن ڪعب[ع٩] ابن لوي[ع١٠] ابن غالب[ع١١] ابن فهر[ع١٢] ابن مالڪ[ع١٣] ابن نضر[ع١٤] ابن ڪنانه[ع١٥] ابن خزيمه[ع١٦] ابن مدرڪه[ع١٧] ابن الياس[ع١٨] ابن مضر[ع١٩] ابن نزار[ع٢٠] ابن معد[ع٢١] ابن عدنان[ع٢٢] ابن اد[ع٢٣] ابن اود[ع٢٤] ابن حمل[ع٢٥] ابن قيذان[ع٢٦] ابن سيّدنا اسماعيل[ع٢٧] عليه الصلوٰة والسّلام ابن سيّدنا ابراهيم[ع٢٨] الخليل عليه الصلوٰة والسلام ابن تارخ[ع٢٩] ابن ناخور[ع٣٠] ابن اشرع[ع٣١] ابن ارعو[ع٣٢] ابن عامر[ع٣٣] ابن شالخ[ع٣٤] ابن ارفخشد[ع٣٥] ابن سام[ع٣٦] ابن سيّدنا نوح[ع٣٧] عليه الصلوٰة والسلام ابن ملڪ[ع٣٨] ابن متوشلخ[ع٣٩] ابن اخنوخ[ع٤٠] وهو سيدنا ادريس عليه السلام ابن برد[ع٤١] ابن مهلائيل[ع٤٢] ابن قينان[ع٤٣] ابن انوش[ع٤٤] ابن شيث[ع٤٥] عليه السلام ابن سيّدنا ابوالبشر آدم[ع٤٦] عليه الصلوٰة والسلام اگرچه عدنان کان

بعد نالن جي تحقيق ۾ اختلاف آهي. "اَوَّلُ مَا خَلَقَ اللهُ نُوْرِيْ" سڀني کان اڳ الله جل جلاله منهنجو نور پيدا ڪيو آهي. "ڪُنْتُ نَبِيًّا وَّ آدَمُ بَيْنَ الْمَاءِ وَالطِّيْنِ" آدم عليه السلام پاڻي ۽ مٽي ۾ هو ته آئون پيغمبر هوس.

هن کان سواءِ جي حديثون پاڻ حضرت سرور ڪائنات مفخر موجودات صلي الله عليه وسلم کان مروي آهن تن مان ثابت آهي ته سندن نور، الله جل جلاله سڀني کان اڳ پيدا ڪيو هو. پر سندن ظهور هن جهان ۾ راجح روايت موافق سومر جي ڏينهن تاريخ ١٢ ربيع الاول سال فيل موافق سنه ٣٠ حڪومت ڪسريٰ جي واقع ٿيو. حمل جي ڏينهن ۾ سندن والده ماجده رضي الله تعاليٰ عنها خواب ۾ ڏٺو ته هڪ شخص ٿو چوي ته تنهنجي شڪم مبارڪ ۾ اهڙي شخص جي رونق افروزي ٿي آهي. جو اهو ساري عالم جو سردار آهي. جڏهن پيدا ٿئي ان جو نالو محمد (صلي الله عليه وسلم) رکج. ورري ولادت جي وقت سندن والده شريفه رضي الله تعاليٰ عنها ڏٺو ته ڪا نئين نور جو ظهور اهڙي قدر ٿيو جو شام ولايت جون جايون ڏسڻ ۾ آيون. فاطمه ڌيءُ عبد الله والده عثمان ابي العاص کان روايت آهي ته رات مثابه برات ولادت سيد السادات عليه وعلي آله الصلواة والتحيات جي آئون والده ماجده آنحضرت صلي الله عليه وسلم وٽ حاضر هيس، مون ڏٺو ته آسمان کان تارا پيا لڙڪن ۽ حرم جي زمين کي ايترو قدر ويجها ٿيا جو معلوم پيو ٿئي ته متان زمين تي ڪري پيا آهن. سٺن ڏينهن تائين پنهنجي والده ماجده صاحبه جو کير پيتائون، تنهن کان پوءِ ابولهب جي ٻانهي ثوبيه کين کير پياريو.

قريش جو دستور هو ته ٻارن کي ٻهراڙيءَ وارين کير پيارينديون عورتن جي حوالي ڪندا هوا، اهي ٻارن کي پنهنجي گهرن وٺي وينديون هيون، جڏهن سندن کير پيئڻ جي مدت پوري ٿيندي هئي تڏهن ٻار کڻي اينديون هيون. ٻارن جا والدين کين نقد ۽ جنس ڏئي خوش ڪندا هوا پر جڏهن ته اجا حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم ٻن مهينن جا هوا جو سندن والد حضرت عبد الله بن عبد المطلب وفات ڪئي، اصح روايت موجب ته سندن تولد کان اڳ وفات ڪئي هئي انهيءَ ڪري کين يتيم سمجهي ڪا به عورت کين گهر وٺي وڃڻ لاءِ راضي نه ٿي سمجهيو. اهو شرف حضرت حليمه جي قسمت ۾ هو. اها صاحب اقبال ان محبوب ذي الجلال

کي پنهنجي وطن طائف ۾ کڻي پيارڻ لاءِ وٺي ويئي. جنهن ڏينهن کان حضرت رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن سندس گهر ۾ تشريف فرمائي، برڪت ۽ فراخي انجي گهر ۾ گهڙي سامائي. حضرت جن پستان سڄي جو کير پي ڪيو پاسو پنهنجي ڀاءُ رضاعيءَ واسطي ڇڏيندا هوا ۽ اها گويا جبلي عدالت هُئي. ٻاراڻيءَ حالت ۾ ڪڏهن به ڪپڙي کي پيتي ٻگهڙ منظور ڪين فرمايائون. انهي پاڪن جي پاڪ شاهه لولاڪ صلي الله عليه وسلم ڪمال حيا سببان ڪڏهن به پنهنجي بدن مبارڪ کان ڪپڙو پري نه ڪيو. جي اتفاقاً ڪنهن به وجه سان ڪپڙو بدن مبارڪ کان پري ٿيندو هو ته ملائڪ سگهورا اچي سرورِ ڪائنات صلي الله عليه وسلم جي خدمتگاري لاءِ مقرر هوا ڪپڙو ناهي ڇڏيندا هوا. جڏهن اهو شاهه جوشا عالم جي پناهه صلي الله عليه وسلم گهڻو لڳو ۽ ٻن ورهين جي عمر جو ٿيو حضرت حليمه جا ٻار جي جهنگل ۾ مال چاريندا هوا. انهن سان جهنگل کي پنهنجي تشريف سان نوازيائون. اهڙيءَ طرح ڪيترا ڏينهن انهن نينگرن سان پاڪ پيشاني حضور اقدس صلي الله عليه وسلم جن تشريف ٿي فرمايائون. هڪ ڏينهن وقت ٻه ملائڪ سگهورا آيا انهن ڪين سمهاري سيني مبارڪ کان ناف نوراني تائين چاڪ ڪيائون ۽ دل مبارڪ ڪڍي ادب ۽ نيان سان ڌوتائون ۽ ان کي سڪينه (جو عالم قدس جي چيز پيل دوا جي نموني هُئي) کان ڀريائون وري انهيءَ جاءِ تي رکي اهو شگاف سبيائون ۽ ڪين ڪنهن به قسم جي تڪليف ڪانه ڏنائون. اهو احوال حضرت حليمه جي پٽ ڏسي پنهنجي والده کي ڳالهه ڪئي ته اسانجي مڪه شريف واري ڀاءُ کي ٻن آدمن اچي شڪم مبارڪ چاڪ ڪيو. حضرت حليمه اها ڳالهه ٻُڌي جلد اچي پهتي ڏٺائين ته پاڪ وينا آهن ۽ رنگ مبارڪ متغير ٿي ويو اٿن. بي بي صاحبه کانئن حال پڇيو پاڪ سارو احوال ڪيائون. حليمه سعديه کي اها ڳالهه ٻڌي ڏاڍو ڊپ ٿيو ۽ ڪين مڪه شريف ۾ آڻي عزيزن جي حوالي ڪيا.

ڇهن ورهين جي عمر ۾ سندن والده شريفه انتقال فرمايو. سندن ڏاڏي عبدالمطلب ڪين نيپاج لاءِ ورتو ان پٺ ٻن ورهين کان پوءِ انتقال ڪيو وري ڪين سندن چاچو ابو طالب نپائڻ لڳو نهايت تعظيم ۽ محبت سان حضرت جن جي خدمت ڪيائين. جڏهن سندن عمر مبارڪ ٢٥ ورهين جي ٿي تڏهن سندن

وصفون واکا ڻيل ۽ ديانت، امانت سان سينگاريل سڀني ماڻهو ڪين محمد امين (صلی الله عليه وسلم) چوندا هوا۔ حضرت خديجة الڪبریٰ رضی الله تعالیٰ عنها جو ان وقت تمام مالدار هئي، تنهن حضرت جن کي پنهنجي سوداگري سامان سان شام ڏانهن روانو ڪيو۔ جڏهن پاڻ واپس آيا تڏهن حضرت خديجة الڪبریٰ، حضرت جن کي نهايت سچائي ۽ صفائي وارو ڏٺو۔ خصوصاً ميسره حضرت خديجة الڪبریٰ جو نوڪر جو حضرت جن صلی الله عليه وسلم سان گڏ هو انهيءَ حضرت صلی الله عليه وسلم جا گهڻا معجزا سفر ۾ ڏٺا هوا بي بي صاحبه سان بيان ڪيائين۔ اهو احوال سڻي حضرت خديجة الڪبریٰ رضی الله تعالیٰ عنها پنهنجي آپ سان حضرت جن صلی الله عليه وسلم جي نڪاح ۾ داخل ٿي۔

جڏهن حضرت جن صلی الله عليه وسلم جي عمر چاليهن ورهن کي پهتي ۽ نوع نبوت جو اوڏو اچي پهتو ڪين خواب سچا نظر اچڻ لڳا ۽ پاڻ غار حراء ۾ خلوت اختيار ڪيائون۔ انهن ربيع الاول سومر جي ڏينهن حضرت جبرئيل عليه السلام وٽن آيو ۽ وحي آندائين ۽ ڪين چيائين ته "اِقْرَءْ" يعني پڙه پاڻ فرمايائون ته آءٌ پڙهيل نه آهيان وري حضرت جبرئيل عليه السلام ڪين پاڪ پائي چڱي طرح زور ڏنو، جنهن ڏنو، جنهن بعد وري چيائين ته هاڻي پڙه۔ پاڻ فرمايائون ته آئون پڙهيل نه آهيان وري به جبرئيل عليه السلام اڳي وانگر معاملو ڪيو اهڙي طرح ٽي ڀيرا ٿيو پوءِ "اِقْرَءْ بِاسْمِ رَبِّكَ الَّذِىْ خَلَقَ ۝ خَلَقَ الْاِنْسَانَ مِنْ عَلَقٍ ۝ اِقْرَءْ وَرَبُّكَ الْاَكْرَمُ ۝ الَّذِىْ عَلَّمَ بِالْقَلَمِ ۝ عَلَّمَ الْاِنْسَانَ مَا لَمْ يَعْلَمْ ۝" تائين پڙهيائين۔ وحي جي نازل ٿيڻ سبب بدن مبارڪ کي تڪليف ٿي ۽ فرمايائون ته موکي ڍڪيو، موکي ڍڪيو، ائين چوندي حضرت بي بي خديجة الڪبریٰ رضی الله تعالیٰ عنها وٽ تشريف آندائون ۽ فرمايائون ته موکي جان جو خوف آهي۔ حضرت خديجة الڪبریٰ حضرت جن صلی الله عليه وسلم کي ڪپڙي سان ڍڪيو ڪين گهڻي فرحت ۽ تسڪين ٿي حضرت بي بي صاحبه رضی الله تعالیٰ عنها جن حضرت جن جون وصفون بيان ڪري فرمائڻ لڳي ته اوهان کي الله تعالیٰ جَلَّ جَلَالُهٗ ضايع نه ڪندو۔

ابتدا ۾ پاڻ دعوت اسلام جي لڪائيندا هوا۔ سڀ ۾ پهريائين جوانن ما

حضرت ابوبڪر الصديق رضي الله تعالىٰ عنه ايمان آندو ۽ عورتن ۾ حضرت
خديجة الڪبرىٰ رضي الله تعالىٰ عنها ۽ ننڍن ۾ حضرت علي ڪرّم الله وجهه
تنهن کان پوءِ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنه جي ترغيب سان حضرت
عثمان بن عفان ۽ عبدالرّحمٰن بن عوف ۽ سعد بن ابي وقاص ۽ زبير ۽ طلحه
رضي الله تعالىٰ عنهم جن اسلام قبول ڪيو. جڏهن آيت ”فَاصْدَعْ بِمَا تُؤْمَرُ“
نازل ٿي. يعني توکي حڪم آهي ان کي صاف صاف چٽائي سان بيان ڪر، تڏهن پاڻ
ڪريمن اسلام جي دعوت ۽ بتن جي مذمت ظاهر شروع ڪرڻ لڳا. ڪافر انهيءَ
سبب حضرت جن جا دشمن ٿيا ۽ ڪيئن قسمين ايذاءَ پهچائڻ لڳا. ڪڏهن
مٿن ڌوڙيون ڪندا هوا. ڪڏهن سندن دروازي مبارڪ تي ڇيڻا ۽ پليتون
اڇلائيندا هوا. ۽ جڏهن پاڻ واعظ فرمائيندا هوا ڪين العياذ بالله ڪوڙو
چوندا هوا. ڪڏهن حضرت جن صلي الله عليه وسلم تي انهن پٿر اڇلائيندا هوا
۽ شور ۽ لُڙُ مچائيندا هوا. هيڪر نماز پڙهڻ وقت مٿن اٺ جي اوجهري اچي
رکيائون ۽ جهڙي طرح حضرت جن کي تڪليف ڏيندا هوا اهڙي طرح جيڪي اسلام قبول
ڪندا هوا انهن کي پڻ ايذائيندا هوا ته من اسلام کان ڦرن ۽ اسان سان ملن
ڪن کي پنهنجي زرهه پهرائي اُسَ ۾ ويهاري ڇڏيندا هوا. ڪن جي ڳچيءَ ۾ رسا
وجهي ٻارن جي هٿن ۾ ڏيندا هوا ۽ اهي ٻار انهن اسلام جي عاشقن، نبي ڪريم
صلي الله عليه وسلم جي پيارن کي گهليندا هوا ۽ ڪن کي گرم واريءَ ۾ اگهاڙو ڪري
سمهاريندا هوا ۽ گرم پاهڻ انهن جي سينن تي رکندا هوا. حضرت بلال رضي الله تعالىٰ عنه
هڪ سردار قريش اميه بن خلف جو غلام هو، هو انکي نهايت تڪليف ڏيندو هو. گرم واريءَ
پٿرن ۾ ٻڌي ڇڏيندو هو، چوندو هوس ته وحدانيت يعني الله جلَّ جلاله جي
هيڪڙائي ڇڏي لات ۽ عزىٰ جي بتن جا نالا آهن ۽ انهن کي الله ڪري مڃ. اهو
سخت تڪليف کان بيهوش ٿي ويندو هو مگر جڏهن هوش ايندو هوس ”احدٌ
احدٌ“ چوندو هو يعني هڪ خدا جلَّ جلاله کي ٿو مڃيان. حضرت ابوبڪر الصديق
رضي الله تعالىٰ عنه جن اميه بن خلف کي پنهنجو هڪ غلام ۽ گهڻو مال ڏئي حضرت بلال
رضي الله تعالىٰ عنه کي خريد ڪري آجو ڪيو. لبينه کي حضرت عمر رضي الله تعالىٰ عنه

ايام جاهليت ۾ ايتري قدر مار ڏيندا هوا جو پاڻهي ٿڪجي انکي ڇڏي ڏيندا هوا ۽ فرمائيندا هوا ته هي خيال نه ڪر ته مون توتي رحم ڪيو آهي بلڪ ٿڪو آهيان اهڙي طرح ڪيس وري مار ڏيندا هوا - حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنه انکي پئسا خرچ ڪري آجو ڪيو - زنّيرة کي ابوجهل ايتري قدر تڪليف ڏني هئي جو اها انڌي ٿي پيئي ان تي ابوجهل چيو ته لات ۽ عزىٰ تنهنجيون اکيون انڌيون ڪيون آهن مگر هو ۽ جواب ۾ چوندي هئي ته نه الله تعالىٰ جلّ جلاله منهنجيون اکيون انڌيون ڪيون آهن -

عمّار بن ياسر ۽ انجي والدين کي به نهايت ايذا پهچائيندا هوا، هڪ ڏينهن اُن ۾ انکي عذاب ٿي ڏنائون جو حضرت رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جو اتان لنگهڻ ٿيو، حضرت جن صلى الله عليه وسلم اهو حال ڏسي فرمايو ته "آل ياسر صبر ڪر جو توهانجي واسطي جنّت آهي" - حضرت جن مسلمانن کي ايتري قدر تڪليف ۽ ايذا ۾ ڏسي فرمايو ته هت امن ڪونهي، حبش ڏاهن وڃو ڪنهن جي جوائي جو بادشاه ڪنهن تي ظلم ۽ ايذا نٿو ڪري - جن هن الله تعالىٰ جلّ جلاله اسانکي قوت عطا فرمائيندو ته ڏهن موٽي ايندا اسون - جڏهن ته رجب مهيني ۾ سنه ٥ نبوي، ڏهن يارهن آدمين هجرت ڪئي، منجمله انهن ۾ حضرت عثمان بن عفان رض پنهنجي اهليه سان جا بي بي رقيه حضرت رسول انور صلى الله عليه وسلم جي نياڻي هئي ۽ حضرت زبير ابن العوام ۽ ٻيا پڻ هوا. اها پهرين هجرت اسلام ۾ واقع ٿي - پوءِ حضرت جعفر بن ابي طالب وغيره ويو - غرض ته اسّي جڻن هو رپان هجرت ڪئي - ڪفار قريش جي جڏهن پڌ وته مسلمانن کي حبش ۾ پناه ۽ آرام مليو آهي ته ڏهن سڙي خاڪ ٿي ويا ۽ عمر ابن العاص کي تحفا ڏئي نجاشي ڏاهن موڪليائون مهاجر يعني جي هجرت ڪري ويا آهن انجي حوالي ڪري مگر نجاشي اها ڳالهه منظور نه ڪئي بلڪ ڪفار قريش کي خوار ڪري پنهنجي دربار کان تڙائي ڪيي بائين ۽ مسلمانن کي نهايت تسلي ڏنائين - (مواهب اللدنيه صر ١٨ ج ١)

هڪ پيري ڪافرن پاڻ ۾ ٺهراءُ ڪيو ته بني هاشم ۽ بني عبد المطلب يعني اولاد هاشم ۽ عبد المطلب سان نڪاح ۽ خريد فروخت نه ڪجي انهي مضمون جو هڪ اقرار نامه

لکي خانه ڪعبه ۾ لٽڪائي ڇڏيائون ته جنهن تي ٽن سالن تائين عمل ڪيائون - آخرڪار آنحضرت صلي الله عليه وسلم کي وحي سان معلوم ٿيو ته اقرار نامي کي سُري کائي ڇڏيو آهي ۽ الله جل جلاله جي نالي کان سواءِ باقي ڪجهه نه رهيو آهي - پاڻ اهو ذڪر ابوطالب سان ڪيائون - ابوطالب ڪنهن قريش کي چيو ته جي هي سچ آهي ته پوءِ اينئون ٿي جو انهيءَ عهد مائٽي کي جي ڇني ڇڏڻ ۽ بدسلوڪي ڪرڻ کان بس ڪرڻ گهرجي - جڏهن اقرار نامو ڏٺائون ته في الواقع ان کي سُري کائي ڇڏيو هو، جنهن ڪري ڪيس رد ڪري ظلمن کان بس ڪيائون

نبوت جي ڏهين سال ابوطالب حضرت جن جي چاچي ۽ حضرت خديجة الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها وفات ڪئي پاڻ تمام غمگين ٿيا - جيئن ته انهي ورهه جو نالو "عام الحزن" يعني ڏک جو ورهه رکيائون - هن کان پوءِ ڪافرن زيادي شوخي اختيار ڪئي ۽ پيغمبر خدا صلي الله عليه وسلم کي قسمين قسمين جون تڪليفون پهچائڻ لڳا -

### طائف ڏانهن تشريف آوري

آخرڪار آنحضرت صلي الله عليه جن زيد بن حارثه کي پاڻ سان همراه ڪري طائف شريف ڏانهن دعوت اسلام جي لاءِ تشريف فرما ٿيا مگر انهن به دعوت قبول نه ڪئي پاڻ اتاهون واپس تشريف فرمايائون

### معراج جو بيان ۽ شق صدر

ٻارهين سال نبوت ۾ ڪين معراج ٿيو - ٢٧ رجب امهاني دي ابي طالب جي گهر تشريف فرما هوا جو جاءِ جي ڇت ڦاٽي پئي - حضرت جبرئيل عليه السلام آيو ۽ کين اتاري مسجد حرام ڏانهن وٺي ويو ۽ اُتي سيني مبارڪ ۽ شڪم مبارڪ کي شق ڪري ۽ زمزم شريف جي پاڻي سان دل مبارڪ ۽ جيڪي سيني جي اندر آهي ۽ شڪم مبارڪ کي ڌوتائين ۽ سون جو ٿالهه ايمان ۽ حڪمت سان ڀري آندو هوائين ان سان سندن دل مبارڪ ڀريائين تنهن کان پوءِ براق کي جنت کان آندو هوائين، سندن سواري واسطي پيش ڪيائين - پاڻ ان تي چڙهي مسجد اقصيٰ ڏانهن تشريف فرما ٿيا حضرت جبرئيل عليه السلام ساڻن همراه هوا، نبين سڳورن عليهم السلام جا ارواح حاضر هوا پاڻ خدا تعاليٰ جل جلاله جي حڪم موجب امام ٿي ٢ رڪعتون نماز پڙهايائون تنهن کان پوءِ آسمان ڏانهن روانا ٿيا - پهرين، ٻئي، ٽئين، چوٿين، پنجين ۽ ڇهين آسمان جو سير ڪري ستين آسمان تائين پهتا - اتي براق کي ڇڏيائون ۽ رفرف

تيز رفتار تي سوار ٿيا جا نهايت روشن هئي - رفرف لغت ۾ وڇاڻي کي چوندا آهن رها تخت روان واڳر نوراني سبز مسند هئي ۽ ڪرسي وغيره سڀ مڪان طي ڪري اهڙو قرب خاص حاصل ڪيائون جو نه ڪنهن نبي مرسل ۽ نه ڪنهن مَلَڪ مقرب کي مليو هو،

سائين الله جَلّ جَلَالُهٗ ڪلام ڪيو ۽ ديدار ڪرايو - اُتي اهڙا علم ۽ فيض عطا ٿيا جنهن جي ڪنهن کي خبر نه آهي، جيئن قرآن شريف ۾ آيو آهي. فَاَوْحٰٓى اِلٰى عَبْدِهٖ مَآ اَوْحٰى يعني وحي موڪليو الله جَلّ جَلَالُهٗ پنهنجي ٻانهي ڏي جو ڪجهه وحي موڪليائين قرب تمام ۽ حصولِ شرف ڪلام ۽ ديدار ۽ ٻين نعمتن وٺڻ کان پوءِ موٽڻ فرمايائون مشهور آهي ته بسترو مبارڪ اڃا ڪوسو هو ۽ حجره جي در جو ڪڙو واچائي لُڏي رهيو صبح جو جڏهن ٻاهر هيءُ حال بيان فرمايائون جنهن تي ڪافر ٺٺوليون ڪرڻ لڳا. ڪن وري حضرت ابوبڪر الصديق رضي الله تعالىٰ عنه کي وڃي چيو ته ڀلا اڃا به تون محمّد صلى الله عليه وسلم کي سچو چوندين جو اهو چوي ٿو ته اڄ رات مسجد اقصىٰ ۽ ستن آسمانن جو سير ڪري آيو آهيان. حضرت ابوبڪر الصديق رضي الله تعالىٰ عنه چيو ته جي اهو پاڻ اها ڳالهه ٿو چوي ته بي شڪ ائين هوندو. انهي وقت حضور ۾ حاضر ٿيو ۽ معراج جو حال ٻُڌي اعتبار ڪيائين ۽ تصديق ڪيائين، انهي سبب حضرت ابوبڪر جو لقب صدّيق ٿيو.

حضرت پيغمبر صلى الله عليه وسلم جو دستور هو ته حج جي ڏينهن ۾ جڏهن عرب جا قبيلا ايندا هوا ته تڏهن پاڻ انهن سان تشريف فرما ٿيندا هوا ۽ اسلام جي دعوت ڏيندا هوا پر ڪو به قبول نه ڪندو هو ۽ چوندا هوا ته جيسين تائين انهن جا قريب ۽ پاڙي وارا جي اُنهي حال کان زياده واقف آهن اسلام قبول نه ڪن تيسين تائين ٻاهر وارن جي واسطي مطيع ٿيڻ مصلحت نه آهي.

**اَنْصَارَنْ جو اِسْلَام قبول ڪرڻ**

آخر يارهين سال نبوت ۾ پاڻ قوم انصار قبيله خزرج رهندڙ مدينه منوره جي لڳ رواج موافق تشريف فرمائي ۽ دعوت اسلام جي فرمايائون. انهن مان ڇهه آدمي مسلمان ٿيا ۽ اقرار ڪيائون ته ايندڙ سال پڻ وري ايندا سون اهي آدمي جڏهن مدينه منوره ۾ موٽي پهتا ۽ اسلام جو حال ظاهر ڪيائون

ص ۸ جو حاشيه) له في المواهب ص ۱۵۱/۲ ج ۱ و علقوا الصحيفة في جوف الكعبة المكة هلال المحرم سنة سبع من النبوة ٢ه في المواهب ص ۲۰۵ ج ۱ فقال ابن سعد سنة ١٢ -

تڏهن مديني شريف جي گهٽيءَ گهٽيءَ ۽ گهر گهر ۾ سنڌن ثناخواني جو هنگامو ٿيو. وري
ٻئي سال ٻارهن آدمي آيا انهن مان پنج پراڻا ۽ ست نوان هوا. جن اسلام قبول ڪيو حضرت
جن صلي الله عليه انهن جي عرض ڪرڻ تي مصعب بن عمير رضي الله تعاليٰ عنه کي قرآن
شريف ۽ اسلام جي احڪام سيکارڻ لاءِ انهن سان موڪليائون. حضرت مصعب رضي الله
تعاليٰ عنه اتي تعليم قرآن جي ۽ دعوت اسلام جي پڌري ڪئي ۽ اڪثر آدمي انصارن مان
اسلام کان مشرف ٿيا.

## مدينه شريف ڏانهن هجرت جو بيان

ٽيهين سال ستر انصارن جي شرفائن مان مسلمان ٿيا ۽ حضرت جن
کي عرض ڪيائون ته اوهين جي مدينه منوره هلو ته اسين خدمت ڪرڻ ۾ ڪنهن
به قسم جي ڪوتاهي ڪا نه ڪندا سين ۽ جان مال سان حاضر رهندا سين ۽ جو به
اوهان سان مدينه شريف ۾ جهڳڙي ڪرڻ لاءِ ايندو ان سان لڙڻ ۾ ڪجهه به
قصور نه ڪندا سين. آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن اصحابن سڳورن رِضْوَانُ
اللهِ تعاليٰ عَلَيْهِمْ اجمعين کي اجازت ڏني ته مدينه طيبه ڏانهن هجرت ڪريو. جي
تنهن تي اصحابي سڳورا لِڪَّ ۾ روانه ٿيڻ لڳا. مگر حضرت امير المؤمنين عمر ابن الخطاب
رضي الله تعاليٰ عنه ترار ڪڍي پڌريائين ڪعبه سڳوري ۾ آيو ۽ طواف ڪيائين تنهن
کان پوءِ ڪافرن کي سامهون ٿي فرمايائين ته شال اُهي خراب ٿين جو پنهنجي
پيءُ ماءُ کان ۽ جنهن کي پنهنجي زال رنڊ ڪرڻي هجي يا پنهنجي اولاد کي يتيم ڪرڻو هجي
سو منهنجي سامهون اچي. اٿين جيئي مدينه شريف روانو ٿيو قريشن مان ڪنهن کي
به طاقت نه ٿي جو ان شيردل امير عادل کي روڪي سگهي غرض ته سڀ اصحاب
سڳورا رِضْوَانُ اللهِ تَعَالىٰ عَلَيْهِمْ اَجْمَعِيْنِ سواءِ حضرت ابوبڪر الصديق ۽ حضرت
عَلِي رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنْهُمَا جي هجرت ڪري ويا. حضرت ابوبڪر الصديق رضي الله
تعاليٰ عنه کي حضرت جن صلي الله عليه وسلم فرمايو ته تون منهنجي رفاقت ۾ هلندين
حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه انهي بشارت ٻڌڻ کان نهايت خوش ٿيو
رات جي وقت حضرت جن صلي الله عليه وسلم حويلي مبارڪ ۾ تشريف فرما هوا ته
ڪافرن اچي دروازه مبارڪ کي گهيرو ڪيو. پاڻ حضرت علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهُ
کي پنهنجي جاءِ تي سمهاريائون ۽ فرمايائون ته ڪافر توکي ايذاءِ پهچائي نه سگهندا. وٺ
جيڪي ماڻهن جون امانتون هيون اهي پڻ حضرت علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهُ جي حوالي ڪيائون

۽ فرمايائون ته "هيءَ امانتون انهن جي مالڪن کي ڏئي پوءِ مدينه شريف اچج" - پاڻ حضرت جن
صلي الله عليه وسلم دروازي وٽ سورة يٰسٓ "فَاَغْشَيْنٰهُمْ فَهُمْ لَا يُبْصِرُوْنَ" تائين
پڙهي خاڪ جي هڪ مُٺ ڪافرن ڏانهن اُڇلائي ۽ پاڻ ان طرح ٻاهر نڪري آيا جو ڪنهن کي خبر
پئي ۽ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه کي انهي گهر کان همراهه ڪري پيادا روانا ٿيا. پاڻ
جُتي مبارڪ لاهي ڇڏي ۽ پائون ۽ آڱرين تي هلڻ لڳا، جيئن پيرن جو نشان معلوم نه ٿئي. سندن
پير مبارڪ زخمي ٿي پيا. تڏهن حضرت ابوبڪر الصديق رضي الله تعاليٰ عنه حضرت جن
کي پنهنجي ڪلهي تي سوار ڪري غار ثور تائين پهچايو. قربان ان ڪلهي تان جنهن تي
رسول الله صلي الله عليه وسلم سوار ٿيو. ٽي ڏينهن اتي رهيا. حضرت ابوبڪر الصديق
رضي الله تعاليٰ عنه جي نياڻي حضرت اسماءَ ڏهاڙي پون پنهنجين واسطي طعام نيندي هئي
صبح جو ڪافر تلاش ڪندي ڪندي غار جي ڪناري تائين پهتا ان وقت حضرت ابوبڪر
صديق رضي الله تعاليٰ عنه کي آنحضرت صلي الله عليه وسلم لاءِ نهايت فڪر ۽ تردُّد ٿيو
حضرت جن صلي الله عليه وسلم ڪيس فرمايو ته "غمگين نه ٿيءُ، اَللهُ جَلَّ جَلَالُهٗ اسان
ساڻ آهي". ٽن ڏينهن کان پوءِ اتان روانا ٿيا ۽ تاريخ ١٢ ربيع الاول مدينه منوره پهتا
پهريائين قبا جي محله ۾ قيام فرمايائون ۽ اتي خميس جي ڏينهن تائين رهيا
تنهن کان پوءِ شهر ۾ رهڻ جو ارادو فرمايائون. شهر جي هر شخص آرزو
ڪئي ته اوهين منهنجي پاڙي ۾ رهو. حضرت جن صلي الله عليه وسلم ڏاچي
تي سوار ٿيا هر ڪنهن پاڙي جا ماڻهو همراه هوا پاڻ فرمايائون ته ڏاچي
الله جَلَّ جَلَالُهٗ جي امر تي هلندڙ آهي، جتي وهندي اتي رهندس. غرض ته
ڏاچي سگوري جنهن جاءِ تي هن وقت مسجد نبوي صلي الله عليه وسلم آهي
اتي ويهي رهي پاڻ انهي جاءِ تي لٿا. ابو ايوب انصاري سندن اسباب پنهنجي
گهر کڻي ويو، ان جي گهر رهيا، جيستائين مسجد نبوي صلي الله عليه وسلم ۽ سندن
جاءِ تيار ٿي. اها زمين جنهن تي ڏاچي ويٺي هئي، ٻن يتيمن جي هئي. حضرت
ابو بڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي مال مان ڏهن دينارن تي خريد ڪئي وئي
حديثن جي ڪتابن مان ثابت آهي ته مسجد شريف جي اڏاوت وقت پاڻ هڪ پٿر
پنهنجي دست حق پرست سان رکي، حضرت ابوبڪر الصديق رضي الله تعاليٰ عنه
کي فرمايائون ته اُن جي پرسان تون پٿر رک، پوءِ حضرت عمر بن الخطاب رضي الله تعاليٰ عنه
۽ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه کان پٿر رکايائون ۽ فرمايائون "هٰؤُلَاءِ الْخُلَفَاءُ مِنْ بَعْدِيْ" يعني

موڪلان پوءِ اهي خيفا ٿيندا، تيو بہ اهڙيءَ طرح جيئن پاڪ ارشاد فرمايائون.

هجرت جي ٻئي سال قبله جو ڦرڻ ٿيو ۽ انهيءَ سال رمضان شريف جا روزا فرض ٿيا ۽ انهيءَ سال کان جهاد جو حڪم ٿيو. جيئن ته هن کان پوءِ ڪافرن سان جنگيون، جنگ احد، جنگ حمرالاسد، جنگ رجيع، جنگ بيرمعونه، جنگ بدر ثانيه جنگ خندق، جنگ بني قريظه، جنگ بني المصطلق، جنگ خيبر، جنگ موته، جنگ حنين، جنگ تبوڪ ۽ ٻيون وڏيون سخت لڙايون ٿيون، جن جو احوال تفصيل وار وڏن ڪتابن ۾ ثابت آهي.

هجرت جي ٽئين سال ۾ جنگ سويق ۽ جنگ نجد جي ٿي ۽ حضرت ام ڪلثوم رضي الله تعالیٰ عنها جو نڪاح حضرت عثمان بن عفان رضي الله تعالیٰ عنه سان ٿيو ۽ حضرت عمر ابن الخطاب رضي الله تعالیٰ عنه جي نياڻي حفصه جو نڪاح حضرت سرور ڪائنات صلی الله عليه وسلم سان ٿيو ۽ حضرت امام حسن فرزند ارجمند حضرت علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهُ تولد ٿيو ۽ شوال ۾ جنگ احد جي ٿي جنهن ۾ حضور جن جو ڏند مبارڪ شهيد ٿيو ۽ سيد الشهداء حضرت حمزه رضي الله تعالیٰ عنه جن ٻيا ۽ انصار جي ستر اصحابن سڳورن سميت شهيد ٿيا.

هجرت جي چوٿين سال جنگ بيرمعونه ٿي، جنهن ۾ انصارن مان ستر جوان جن کي قاري ڪري چيائون، شهيد ٿيا ۽ حضرت جن صلی الله عليه وسلم چاليهه ڏينهن صبح جو فجر جي نماز ۾ دعاءِ قنوت پڙهي ۽ جن قبيلن وارن انصارن سڳورن کي شهيد ڪيو هو تن کي بد دعا ڪئي فرمايائون. پهرين ذي القعده جي جنگ بدر صغريٰ ٿي. جنگ رجيع پڻ انهي سال ۾ ٿي، جنگ بني نضير به پڻ ربيع الاول مهيني ۾ ٿي انهيءَ سال شراب حرام ٿيڻ جي آيت نازل ٿي. انهي سال ۾ ام المؤمنين زينب ڌيءَ خزيمة ۽ فاطمه ڌيءَ اسد ماءِ حضرت علي ابن طالب رضي الله تعالیٰ عنه وفات ڪئي.

هجرت جي پنجين سال، مهيني محرم ۾ جنگ ذات الرقاع ٿي ۽ صلوٰة الخوف شروع ٿي ۽ ربيع الاول ۾ جنگ دومة الجندل ٿي جو هڪ جاءِ جو نالو آهي ۽ شعبان ۾ جنگ مريسيع جي ٿي جو نالو پاڻي جو آهي. جنگ بني المصطلق پڻ انهي کي چوندا آهن جويريه ڌيءَ حارث جي انهي جنگ جي قيدين مان هئي آنحضرت صلی الله عليه وسلم جن ان کي آجو ڪري نڪاح ۾ آندو ۽ آيت تيمم جي انهيءَ سال ۾ نازل ٿي ۽ ذي قعده ۾ جنگ خندق جي ٿي جنهن کي جنگ احزاب به چوندا آهن ۽ انهي جنگ ۾ حضرت سيد الابرار صلی الله عليه وسلم

ذوالفقار تلوار ڪڍي حضرت علي حيدر ڪرار ڪَرَّمَ اللهُ وَجهَهُ جي چيلهه ۾ ٻن ڪري
جنهن شهسوار معرڪه ڪار ڪفار عمرو بن عبدود کي هزار پهلوانن سميت جن
مان هڪ هڪ سئو پهلوانن جي مٽ هو ڪُٺائين ۽ آنحضرت صلي الله عليه وسلم سندس
حق ۾ ارشاد فرمايو "لَمُبَارَزَةُ عَلِيِّ ابْنِ اَبِيْ طَالِبٍ يَوْمَ الْخَنْدَقِ اَفْضَلُ مِنْ اَعْمَالِ
اُمَّتِيْ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ". يعني خندق جي ڏينهن حضرت علي ابن ابي طالب ڪَرَّمَ اللهُ
وَجْهَهُ جي جنگ زور ڀري آهي منهنجي اُمت جي عملن کان ڏينهن قيامت تائين.
انهيءَ سال ۾ جنگ بني قريظه ۽ صلوٰة خسوف جو حڪم ٿيو ۽ حج فرض ٿيو.
سال ڇهين هجرت ۾ جنگ بني لحيان جي ربيع الاول جي مهيني ۾ ٿي ۽ استسقا
جي نماز جو حڪم صادر ٿيو. افڪ جو واقعو پڻ انهيءَ سال ۾ ٿيو. جناب ام المؤمنين
عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها جي پاڪ هجڻ ۾ قرآني آيتون لٿيون. انهيءَ
سال ۾ منبر مبارڪ ٺهرايائون ۽ سيني ملڪن جي بادشاهن ڏانهن خط موڪليائون
ڪسوف سج جو ٿيو ۽ نماز ڪسوف جي شروع ٿي.
سال ستين هجرت ۾ خيبر جي فتح ٿي. جيڪا هن حضرت علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهُ
دروازو نه پٽي ها ته فتح ٿيڻ جي ٻي صورت نه ٿي سگهي ها. مسلمانن جي لشڪر مان
پندرهن ڄڻا شهيد ٿيا ۽ يهودين مان ٩٣ قتل ٿيا ۽ بي بي صفيه ڌي حيي جي، جيڪا حضرت
هارون عليه السلام جي اولاد مان هئي، حضرت جن صلي الله عليه وسلم ان کي
آجو ڪري ساڻس نڪاح فرمايو. انهيءَ سال ۾ آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن
کي هڪ يهودياڻي زهر ڏنو هو. سج لهڻ کان پوءِ آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي
جي معجزه سان سج اڀريو ۽ متعه، جو اوائل اسلام ۾ حلال هو سو انهيءَ سال حرام ٿيو
سال اٺين هجرت ۾ ذوالحج جي مهيني ۾ حضرت ماريه قبطيه رضي الله تعاليٰ عنها
مان حضرت ابراهيم ابن رسول الله صلي الله عليه وسلم تولد ٿيو. پاڻ مبارڪ
ڏيندڙ کي ٻانهون عطا ڪيائون ۽ انهيءَ سال ۾ مسجد شريف نبوي ۾ منبر رکايائون
۽ انهيءَ سال ۾ مڪه معظمه جي فتح ٿي، جنهن بعد ابو سفيان، حضرت امير معاويه
رضي الله تعاليٰ عنه، هند، عڪرمه ابن ابوجهل ۽ ابو قحافه والد حضرت
امير المؤمنين ابو بڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جن اسلام قبول ڪيو ۽ جنگ حنين جي
پڻ انهيءَ سال ۾ ٿي، انهيءَ جنگ ۾ گهڻيون غنيمتون هٿ آيون جيڪي مؤلفة القلوب ۽ ٻين عربن کي
ورهائي ڏنائون. تنهن کان پوءِ جنگ طائف ۽ عمره جعرانه جي ٿي ۽ ڪعب بن زهير قصيده

بانت سُعاد جو حصو ۾ پيش ڪيو.

سال نائين هجرت ۾ آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه کي حج تي موڪليو ۽ کين ڏهه آيتون سورة براءة جي اول واريون پڻ ڏنائون ته خلق کي پڙهي ٻڌاءِ. حضرت علي ڪرم الله وجهه کي به ساڻن موڪليائون انهيءَ سال ۾ نجاشي حبش ۾ وفات ڪئي. آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن مدينه منوره ۾ اُنجي نماز پڙهي. شافعي مذهب وارن جو غائب تي نماز جنازه جي جواز لاءِ اهو دليل آهي ۽ حنفي ٿا چون ته اهو مخصوص حضرت پيغمبر عليه الصلوٰة والسلام سان آهي جو ته نجاشي جي جنازه کي سندن اکيان ظاهر فرمايو ويو. پوءِ در حقيقت اها نماز حاضر جي ٿي. انهيءَ سال اُمّ ڪلثوم حرم پاڪ حضرت عثمان رضي الله تعالیٰ عنهما جو انتقال ٿيو.

سال ڏهين ۾ جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم جن پاڻ حج لاءِ تشريف فرما ٿيا انهيءَ حج ۾ پاڻ اهڙيون ڳالهيون ڪيائون جئين ڪو موڪلائي ٿو، انهي سبب انهيءَ حج کي حجة الوداع چوندا آهن. پاڻ حج ادا فرمايائون ۽ خطبن ۾ احڪام ۽ نصيحتون فرمايائون ۽ هن طرح پڻ فرمايائون ته شايد ايندڙ سال ۾ توهان ۾ نه رهان. مسلمانن جي مال ۽ جان جي حفاظت ۾ خونريزي جي منع ۾ گهڻو تاڪيد فرمايائون ۽ فرمايائون ته مرد پنهنجي زال جا حق سڃاڻي ۽ عورتن سان سلوڪ ۽ احسان ڪيو وڃي ۽ خدا تعالیٰ کان سندن معاملهه ۾ ڊڄو، يعني انهن کي بيجا تڪليف ۽ رنج نه ڏيو ۽ مردن جي لاءِ عورتن کي تاڪيد ڪيائون ته مردن جي تابعداري ڪن ۽ ڌاريا مرد گهر اچڻ نه ڏين ۽ قرآن شريف جي موافق عمل ڪرڻ جو تاڪيد ڪيائون ۽ فرمايائون ته جي الله جل جلالهٗ جي ڪتاب يعني قرآن جي احڪامن کي چڱيءَ طرح مضبوط جهليندؤ ته گمراه نه ٿيندؤ. انهي سال ذي الحج جي نائين تاريخ جمعه جي ڏينهن آيت "اَلْيَوْمَ اَكْمَلْتُ لَكُمْ دِيْنَكُمْ وَاَتْمَمْتُ عَلَيْكُمْ نِعْمَتِيْ وَرَضِيْتُ لَكُمُ الْاِسْلَامَ دِيْنًا" نازل ٿي (يعني اڄ مون ڪامل ڪيو توهان جي لاءِ دين توهان جو ۽ پوري ڪئي مون توهان تي نعمت پنهنجي ۽ پسند ڪيو مون توهان جي واسطي دين اسلام جو)

حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه انهيءَ آيت مان حضرت جن صلي الله عليه وسلم جي وفات جو اشارو معلوم فرمايو ۽ انهي قريب سورة "اِذَا جَآءَ نَصْرُ اللّٰهِ" نازل ٿي انهيءَ مان دانائن اصحابن سڀني رضوان الله تعالیٰ عليهم اجمعين حضرت جن صلي الله عليه وسلم جي وفات جو اشارو معلوم ڪيو اگرچه ظاهري طرح اهن

آيتن ۾ خوشي جي خبر پوي ٿي، مگر في الحقيقت وڏي رنج جو سبب هيون. هڪ ڀيري پاڻ خطبي ۾ ارشاد فرمايائون ته هڪ ٻانهي کي اختيار ڏنو ويو آهي، گهري ته ناز ۽ نعمت دنيا جا اختيار ڪري، گهري ته انهي چيز کي اختيار ڪري، جا الله جَلَّ جَلَالُهُ وٽ آهي ارشاد فرمايائون ته انهيءَ دنيا کي اختيار نه ڪيو، بلڪ آخرت کي قبول ڪيو. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جن انهي رمز کي صحيح ڪري ورتو ۽ زار زار وڏُ لڳا پيا انهيءَ روئڻ تي حيران ٿيا ته آنحضرت جن صلي الله عليه وسلم هڪ ٻئي شخص جي ڳالهه ڪئي ان تي روئڻ جو ڇا سبب آهي؟ تنهن کان پوءِ معلوم ٿيو ته انهيءَ ٻانهي کان مراد خود آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن آهن.

# حضور جن جي وصال جو بيان

حضرت عائشه رضي الله تعاليٰ عنها کي فرمايائون ته جو مون خيبر ۾ گرِه کاڌو هو انجي تڪليف هميشه رهندي هئي ۽ هاڻ جي رڳ ڪٽجي سبب ڪٽجي وئي آهي. گرِه کان اهو لقمون مراد آهي جو يهودياڻي ٻڪريءَ جي گوشت ۾ ڪين زهر ڏنو هو عرض ڪين مٿي جو سور ۽ بخار جي تڪليف ايتري قدر وڌي وئي جو پاڻ نماز لاءِ مسجد ۾ نه وڃي سگهيا ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه کي ارشاد فرمايائون ته امامت ڪرائي تنهن کان پوءِ حڪم موجب حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جن امامت شروع ڪئي. ٻه ڀيرا آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن نماز پڙهڻ لاءِ مسجد شريف ۾ انهيءَ حالت سان تشريف فرما ٿيا. هڪ ڀيري حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جي پٺيان نماز پڙهيائون ۽ هڪ ڀيرو انجي برابر ويٺا هوا. مشهور قول موافق ١٢ ربيع الاول ڏينهن سومر جي ٻن پهرن لڙڻ بعد حضرت عائشه رضي الله تعاليٰ عنها جي سينه مبارڪ تي وفات فرمايائون. إِنَّا لِلّٰهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُونَ سندن عمر مبارڪ ٦٣ ورهه هئي. سندن وصال يارهين هجري ۾ ٿيو. ڪنهن بزرگ تاريخ وفات هن ربت لکي آهي:

هو بود هميشه بر زبانش تاريخ شده ست هو ازين رو

سندن وفات تي گويا قيامت برپا ٿي وئي. اصحابن ۽ اهل بيتن سڳورن کي اهڙو صدمو پهتو جنهن جو بيان ڪري نٿو سگهجي. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه بي هوش ٿي ويو ۽ سندن عقل مبارڪ فراق ۾ ڪونه رهيو اهڙي حد تائين، جو چوڻ لڳو ته جو رسول الله صلي الله عليه وسلم بابت چوندو ته وفات فرمائي اٿن ته انکي قتل ڪري

ڇاڪاڻ ته بند ۾ مگر حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جن جو الله جل جلاله کي هوش سالم رکيو، جنهن ۾ ڪيتريون اونهيون حڪمتون هيون. حضرت عمر ابن الخطاب رَضِيَ اللّٰهُ تعاليٰ عنه کي انهي چوڻ کان روڪيائون ۽ هي خطبو پڙهيائون

مَنْ كَانَ يَعْبُدُ مُحَمَّدًا فَإِنَّ مُحَمَّدًا قَدْ مَاتَ وَمَنْ كَانَ يَعْبُدُ اللّٰهَ فَإِنَّ اللّٰهَ حَيٌّ لَا يَمُوْتُ وَمَا مُحَمَّدٌ اِلَّا رَسُوْلٌ ۚ قَدْ خَلَتْ مِنْ قَبْلِهِ الرُّسُلُ ؕ اَفَاۡئِنْ مَّاتَ اَوْ قُتِلَ انْقَلَبْتُمْ عَلٰۤى اَعْقَابِكُمْ ؕ وَمَنْ يَّنْقَلِبْ عَلٰى عَقِبَيْهِ فَلَنْ يَّضُرَّ اللّٰهَ شَيْئًا ؕ وَسَيَجْزِى اللّٰهُ الشّٰكِرِيْنَ ۝ [1]

انهي خطبه جي پڙهڻ سان سڀني کي جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم جي وفات جو يقين ٿيو ۽ سڀني جا حواس جاءِ تي آيا. حضرت علي ۽ عباس، فضل، قثم ۽ اسامه بن زيد جن آنحضرت صلي الله عليه وسلم کي غسل ڏنو ۽ ٽن ڪپڙن ۾ ڪفن ڏنائون. نماز جي واسطي هيءَ ڳالهه مقرر ڪيائون ته سڀڪهن جتي جا ماڻهو نماز پڙهندا وڃن ۽ حضرت عائشه رضي الله تعاليٰ عنها جي حجري ۾ جتي انتقال ٿيو اتي اهو الٰهي خزانو سپرد ڪيائون. دفن ڪرڻ کان پوءِ سندن فراق ۾ اهل بيتن ۽ اصحابن رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين جي بيقراري ۽ گريه زاري جو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. سيد حضرت خاتون جنت بي بي فاطمه رضي الله تعاليٰ عنها وٽ حاضر ٿيا. حضرت بي بي صاحبه رضي الله تعاليٰ عنها جن فرمايو ته توهان جي دلين کي ڪيئن پسند آيو جو پنهنجي پيغمبر جي بدن مبارڪ کي مٽي ۾ وجهي آيا آهيو. اصحابن سڀ گورن فراق جي مجروحن عرض ڪيو ته اي نياڻي رسول الله صلي الله عليه وسلم جي، خدا جي حڪم کان مجبور آهيون. حضرت فاطمه رضي الله تعاليٰ عنها کي ايتري قدر صدمو پهتو جو جيستائين حيات هُئي تيستائين کٿ هن بدن کلي ۽ دفن کان پوءِ مزار پُر انوار سيّد المقربين والابرار صلي الله عليه وسلم جي تي اچي توري خاڪ خوشبوءِ ناڪ کي اکين مبارڪن تي لڳائي زار زار روئندي هي شعر پڙهيائين

مَاذَا عَلٰى مَنْ شَمَّ تُرْبَةَ اَحْمَدَ ۞ اَنْ لَّا يَشُمَّ مَدَى الزَّمَانِ غَوَالِيَا
صُبَّتْ عَلَيَّ مَصَائِبُ لَوْ اَنَّهَا ۞ صُبَّتْ عَلَى الْاَيَّامِ صِرْنَ لَيَالِيَا

يعني جنهن جي انهي جو سنگهي خاڪ قبر احمد صلي الله عليه وسلم جي، ته ڪهڙي جي جونه سنگهي ساري عمر ڪا خوشبو. جي مصيبتون مون تي پيون آهن سي جيڪڏهن ڏينهن تي پون ها ته هوند راتيون ٿي پون ها

[1] جيڪو شخص ته عبادت ڪري محمد (صلي الله عليه وسلم) کي پوءِ تحقيق محمد (صلي الله عليه وسلم) وصال ڪيائين ۽ جيڪو ته عبادت ڪري الله (تعاليٰ) کي پوءِ تحقيق الله (تعاليٰ) جيئرو آهي نه فوت ٿيندو ۽ ناهي محمد (صلي الله عليه وسلم) مگر رسول تحقيق گذريا اڳي انهيءَ کان رسول پوءِ جيڪڏهن وفات ڪيائين يا قتل ڪيو ويو ته ڦرندؤ توهان پنهنجن کڙين تي ۽ جيڪو شخص ڦرندو پنهنجن کڙين تي ته هرگز نقصان ڪونه ڏيندو الله (تعاليٰ) کي ڪا شيءِ

حديث شريف ۾ آيو آهي، آنحضرت صلي الله عليه وسلم فرمايو ته "جنهن حج کان پوءِ منهنجي قبر مبارڪ جي زيارت ڪئي تنهن گويا منهنجي صُوري حالت ۾ زيارت ڪئي ۽ فرمايائون ته جنهن مونکي ڏٺو سو دوزخ ۾ نه ويندو - ارشاد فرمايائون ته جيڪو منهنجي زيارت ڪري انلاءِ منهنجي شفاعت واجب آهي.

سندن وفات کان پوءِ حضرت بلال رضي الله تعاليٰ عنه شام جي طرف هليو ويو ڇهن مهينن کان پوءِ خواب ۾ ڏٺائين ته حضرت جن صلي الله عليه وسلم فرمايئين ته " اي بلال ڪهڙو ظلم ڪئي جو مون وٽ زيارت لاءِ پٽ نٿو اچين ". جڏهن حضرت بلال رضي الله تعاليٰ عنه خواب مان جاڳيو تڏهن مدينه مطهره ڏانهن متوجه ٿيو - الله تعاليٰ تمامي مسلمانن کي ۽ سڀني جي طفيل هن راقم الحروف (نظر محمد) کي آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي زيارت ۽ شفاعت نصيب ڪري بِحُرمَةِ النَّبِيِّ وَاٰلِهٖ وَاَصحَابِهِ الْاَمجَادِ يَرحَمُ اللهُ عَبدًا قَالَ اٰمِينًا

## سندن حليو شريف

آنحضرت صلي الله عليه وسلم جو قد وچولو، پر ڏگهائي ڏانهن مائل هو جنهن مجلس ۾ پاڻ ويٺا هوندا هوا ان ۾ حضرت جن صلي الله عليه وسلم سڀني کان بلند معلوم ٿيندا هوا - رنگ مبارڪ سرخ سفيد ملاحت سان هو. سر مبارڪ ان سرورِ عالم جو وڏو هو، وار مبارڪ ان وحدانيت جي درياءَ جا سهڻا ڪارا، نرمي وارا ڪجهه گهنڊي دار هوا - پيشاني مبارڪ ان پرين جي ڪشادي ۽ روشن هئي - ڀِروُن ان ڀلارين ڪاريون ڪماني شڪل سان معلوم ٿينديون هيون پر درحقيقت مليل نه هيون - ٻنهي جي وچ ۾ ڪجهه فرق هو ۽ ٻنهي جي وچ ۾ هڪ رڳ هئي جا غصي جي وقت گل گلاب کان زياده ڀڙڪندي هئي ۽ وڏي ٻيهندي هئي - اکيون مبارڪ ان نور جون وڏيون ۽ سفيدي ۾ سرخي آميز هيون ڏيئون نهايت ڪاريون، سرمي جي پائڻ کان سواءِ پڻ ائين معلوم ٿينديون هيون گويا سرمو پيل آهي - پنبڻيون ان پاڪ پيشاني جون وڏيون ۽ خوب صورت هيون. رخسار مبارڪ ان رهنماءِ دو عالم جا گوشت ۾ ڀريل ۽ نرم هوا، نه زياده نه گهٽ. نڪ مبارڪ نوراني محبوب سبحاني جو نه ننڍو هو نه وڏو بلڪ خوب صورت هو. ڏند ان مبارڪ سفيد ۽ چمڪندڙ موتي ۽ جواهر اُگهيا ٿي شرمسار، مرڪڻ وقت وڄ جي مثل چمڪندڙ معلوم ٿيندا هوا - اکيان

ڪنهن شيءِ جو نقصان نه لائيندو ۽ الله (تعاليٰ) شاڪرن (احسان مڃيندڙن) کي ست ثواب ڏيندو - ١٢

ٽوڻا وچولي ۽ سان ٽُسڻ ۾ ايندا هوا - ڇاتي مبارڪ ان چوڙهين جي چنڊ جو نه ڏٺو نه گول بلڪ ڪي قدر مدور ۽ منور هو - چوڏهين رات جي چنڊ وانگي چمڪندو هو ڏاڙهي مبارڪ گهاٽي سيني تي پوندي هئي - پاڪ حضرت صلي الله عليه وسلم کي ٽرا نه هوا ۽ چپن مبارڪن جا وار ڪترائيندا هوا ۽ سندن سر مبارڪ ۽ ڏاڙهي شريف ۾ سترهن وار مبارڪ اڇا هوا - گردن مبارڪ صاف شفاف خوب صورت گويا قدرت الاهي جو مشاهدو هو - ڪُلها مبارڪ ان ڪاملن جي ڪامل جا گوشت ۾ پربل ۽ خوبصورت - هٿ مبارڪ ان هيڻن جي هٿيا صلي الله عليه وسلم جا ڏگها ۽ سهڻائي وارا هوا - ترِيون مبارڪ ڪشاديون گوشت ۾ پربل ۽ تمام نرم هيون - بغل مبارڪ ان محبوب پروردگار صلي الله عليه جا سفيد ۽ خوشبودار جنهن ۾ وار نه هوا - ان الاهي اسرار نبي مختيار صلي الله عليه وسلم جي هٿن جون آڱريون جوڏگهيون ۽ خوشنما هيون - سينو مبارڪ ان سرورِ عالم صلي الله عليه وسلم جو سهڻو موچارو هو، ان تي هڪ سنهون خط وارن جو ناف نوراني يعني دن مبارڪ تائين هو - پٺ مبارڪ شڪم مبارڪ سان لڳل هئي ٻن ڪلهن جي وچ ۾ مهر نبوت جي هئي ۽ اهو گوشت جو ٽڪرو ڪبوتر جي آني وانگر ڊگهو هو، جنهن جي چوڌاري ترو ۽ وار هوا - رنگ ڪارو زردي ڏاهڻ مائل قدم ۾ ديناً ڪان گهٽ هو، ان مان مشڪ جي بوءِ ايندي هئي ۽ هئي جو مشهور آهي تہ ان تي ڪلمون لکيل هو، سو محدثن وٽ ثابت نہ آهي - هٿن مبارڪن ۽ ڪلهن ۽ سيني ۽ پنين کان سواءِ ٻئي ڪنهن عضوي تي وار نه هوا - شڪم مبارڪ ان شاهِ عالم جو تمام اڇو، صاف ۽ شفاف هو، سينو شڪم سان برابر هو - پنيون مبارڪ صاف ۽ گول هيون انهن ۾ باريڪي موجود هئي - قدمن مبارڪن جي ترين تي گوشت هيو مگر وچ کان خالي هيون - آڱريون مبارڪ پيرن مبارڪن جون قوي ۽ خوشنما هيون ۽ ابهام يعني آڱوٺي جي پيرسان جا آڱر هئي سا آڱوٺي کان وڏي هئي غرض تہ -

خوبي و شڪل و شمائل حرڪاتِ سڪنات		آنچه خوبان همہ دارند تو تنها داري [1]

حضور جن صلي الله عليه وسلم جيئن سامهون ڏسندا هوا اهڙي طرح پٺيءَ ويٺ

[1] (ديباچا) محبوب جيڪي سڀ سهڻيون وصفون رکن ٿا اهي تو اڪيلي ۾ موجود آهن -١٢

سڀ ڇيڙ ڪي ڌرتي تي فرمايائون ۽ انهيءَ جو سبب هيءُ هو، جو سندن بدن مبارڪ نور هو جيئن شمع جو اگ پوءِ هڪ جهڙو آهي ۽ سڀ ڪنهن طرف جي شيءِ معلوم پيئي ٿئي ۽ انهيءَ سبب ڪان سندن پاڇو زمين تي نه پوندو هو. پاڻ هلڻ جي وقت گردن مبارڪ هيٺ جهڪائي بي تڪليف تڪڙ سان ۽ قوت سان ايتري قدر هلندا هوا جو ائين معلوم ٿيندو هو ته ڄڻ پيرن جماڻي تاڪُن ۽ مٿاهين کان هيٺاهين تي تشريف ٿا آڻن.

حضرت ابوهريره رضي الله تعالىٰ عنه ٿو فرمائي ته ”مون رسول الله صلى الله عليه وسلم جهڙو ڪو به تکو ڪونه ڏٺو. پاڻ سواءِ تڪليف جي هلندا هوا ۽ اسين نهايت تڪليف سان هلندا هوس مگر پهچي نه سگهندا هوس“.

پاڻ قدم مبارڪ هڪ ٻئي جي برابر رکي هلندا هوا. جسم مبارڪ کان اهڙي خوشبوءِ ايندي هئي جو جيڪو حضرت جن صلى الله عليه وسلم جي هٿ ڏيڻ کان مشرف ٿيندو هو سارو ڏينهن انهي هٿ مان خوشبوءِ نه وينديءَ هئي ۽ جنهن گهٽيءَ مان حضرت جن صلى الله عليه وسلم لنگهندا هوا، اها گهٽي مبارڪ خوشبوءِ ۾ مهڪندي وينديءَ هئي ۽ ماڻهو يقين سان ڄاڻندا هوا ته هن گهٽيءَ مان حضرت جن صلى الله عليه وسلم جي تشريف آهي. ان پريٽ جي پگهر مبارڪ ۾ اهڙي خوش بوءِ هئي جو اهو ڪنوارن کي لائبو ايندو ۽ ان جي خوشبوءِ سڀني سرهاڻن تي غالب هئي. حضرت صلى الله عليه وسلم جي قضا حاجت لاءِ وڃڻ فرمائيندا هوا ته اتان هون خوشبوءِ ايندي هئي ۽ زمين سندن فضلي (پاخانو) کي ڇپائي ڇڏيندي هئي. پيشاب فيض ماب ۾ گندگي ۽ بدبوءِ نه هوندي هئي. دنيا جي شين ۾ ڪين خوشبوءِ ۽ چڱو کاڌو ۽ حرمن مبارڪن رضوان الله تعالىٰ عليهم اجمعين سان محبت رکڻ گهڻي پسند هئي. ٽن شين کان پاڻ حظ ورتائون ۽ ٽين شيءِ يعني طعام کان فائدو ورتائون بلڪ ارادو ڪري پاڻ بکيا رهندا هوا اهڙي حد تائين جو شڪم مبارڪ کي پٿر ٻڌندا هوا ۽ باوجود ايتري بک جي مباشرت نساءِ تي ايتري قدر قادر هوندا هوا جو هڪ رات ۾ سڀني حرمن پاڪن وٽان ٿي ايندا هوا ۽ اها ڳالهه معجزه جي قسم مان آهي. سندن ڦيٽي مبارڪ کان ڪارا ڪوه مٿا ٿيندا هوا بدن تي مک نه ويهندي هئي. سندن ڪپڙن مبارڪن ۾ جونءِ نه پوندي هئي ڪين پاڪيزگي ۽ صفائي پسند هوندي هئي. ميرائي گدلائي ۾ رهڻ جي صورت ڪين

پسند ڪاند هئي وارن ڏوڙڻ ۽ تيل لائڻ جو پاڻ حڪم فرمايو اٿن - سندن معجزا مبارڪ ڪيترا ئي
ٿيا اگرچه جو شخص آنحضرت صلي الله عليه وسلم جا اخلاق، افعال، اقوال، عادات ۽ عجائبات
جوابات جي ڪاڻ صادر ٿيا آهن - حالانڪ پاڻ اڻ پڙهيل هوا ند علم جي تعليم ورتائون نه
ڪتابن کي مطالعو فرمايائون نه علم جي طلب ۾ سفر فرمايائون - هميشه جاهلن عربن ۾ رهيا
باوجود اهڙن مڙني ڳالهين جي پاڻ يتيم ۽ بي ڪس هوا اهو احوال مشاهدو ڪري تنهن کي ڪو
شبهو نه رهي سگهندو ته اهڙيون ڳالهيون قوت بشري کان ٻاهر آهن ۽ سواءِ تائيد غيبي
۽ توفيقات لاريبي جي ممڪن ناهي اهڙين ڳالهين جي باوجود جن جو بيان اڳتي اينداو نه ڪنهن
معجزه جي ضرورت آهي نه ڪنهن نشاني جي تنهن هن ۾ مختصر معجزا خلاصي طرح لکجن ٿا -

# معجزن جو بيان

اَللّٰهُ جَلَّ جَلَالُهٗ ڪين مڙني پيغمبرن جو سردار فرمايو عليه وعليهم السلام ۽ مڙني
پيغمبر اُن جي جهنڊي هيٺان هوندا - حضرت جن صلي الله عليه وسلم والده ماجده
رضي الله تعاليٰ عنها جي شڪم مبارڪ مان تو هڙيل ۽ ڪُنَّ ڏيل تولد ٿيا - جڏهن والده
شريفه کان جدا ٿيا تڏهن سر مبارڪ مسجد ۾ رکيائون ۽ آڱر مبارڪ مٿي کنيائون ۽
ڪلمون شهادة جون زبان فيض ترجمان تي آندائون - جڏهن دائي پنهنجي ڪم ۾
مشغول هوندي هئي تڏهن پينگهو پاڻهي لڏندو هو ۽ آڱر مبارڪ پنهنجي چوسندا هوا
ان مان کير ۽ ماکي جي لذت ايندي هين - سندن بول ۽ غائط ڪنهن نه ڏٺو - حضرت
جن صلي الله عليه وسلم کي ڪنهن به ننڊ نه پيو - اکيون مبارڪ ان صلي الله عليه وسلم
جون ننڊ ۾ ۽ دل بيدار رهندي هئي - جڏهن وهت تي چڙهندا هوا اگرچه ڪيترو ئي
هيڻو هوندو هوا ٻئي شتابي پئي وهڻ کان ڪنهن کي ويندي هئي - ڏاڍي شخص سان ڪشتي
ڪيائون تي انکي اڇيائون تي - اڱڻ پٿرن تسبيحون پڙهيون تي ۽ مٿن ٻهڻ ۽ پٿرن
سلام ڪيا تي - جتي ويهي ستيائون تي ان جاءِ کي خوشبوءِ ناک ڪيائون تي - مسجد جو
ٿنڀ سندن جدائي ۾ روئي ان کي پاڪ ۾ وڃي مانڪ رايائون تي - وڻ سندن فرمان
موجب پاڙان پٽجي واڪاڻ آيا تي ۽ اذن سان پنهنجي جاءِ تي موٽي ويا تي - ڪکڙن مٿن پاڻ جو
ڪيو تي ۽ ٻڪرين سان ڪلام ڪيو تي - ۽ ايمان آندو تي - سندن آڱرين مبارڪن مان پاڻي
نڪتو تي جنهن مان سارو لشڪر ڍاول ٿيو تي - ڪافرن جي لشڪر کي هڪ مٺ خاڪ جي سان

ڇاڄايا ٿون ۽ ڪيترن ڳجهن ڳالهين جون خبرون ڏنا ٿون - ڳوڙهه ۽ هن سان ڪلام ڪيو ٿي - سندن (صلی الله عليه وسلم) معراج وقت براق تي چڙهڻ، ستن آسمانن، زمينن ۽ ملڪوت، عرش، ڪرسي، حجاب، سدرة المنتهیٰ، طوبیٰ جي وڻ، قاب قوسين او ادنیٰ ۽ ظاهري اکين سان جناب قدس خداوندي جل جلاله جو ديدار، گفتگو کان مشرف ٿيڻ ۽ انوارات موٽڻ جو واقعو مشهور آهي - ڪڇي جي ٻتن ان صلی الله عليه وسلم کي سجدو ڪيو ٿي - نهر ۾ ڏيل ٻڪري سان ڳالهايو - الله جل جلاله سندن سينو مبارڪ چيرايو ۽ ايمان ۽ حڪمت سان ڀرايو، جنهن جو بيان اڳي گذري آيو آهي - سندن ولادت وقت ڪنگرا ڪسریٰ جي ماڙين جا ڪري پيا ۽ ٻحيره ساوه (ساوه جي ندي) سڪي ويو ۽ فارس جي باه هزار ورهين جي ٻريل وسامي وئي - سندن پيغمبر هئڻ لاءِ ٻار پينگهي ۾ شاهدي ڏني - هڪ ڀيري حضرت جابر رضی الله تعالیٰ عنه جي جاءِ تي خندق جي ڏينهن جون جي سير مان، ڪيترن ماڻهن کي کارايائون ۽ اهڙيءَ طرح حضرت ابو طلحة رضی الله تعالیٰ عنه جي جاءِ تي ٿوري غذا مان گهڻن کي ڍؤ ڪرايائون - حضرت انس رضی الله تعالیٰ عنه جون جون ٻه ٽي مانيون حضرت جن صلی الله عليه وسلم جي حضور ۾ کڻي ويو، اهي اسي کان زياده ماڻهن کي کارايائون - هڪ ڀيري بشر جي پٽ ٿورين کارڪون تازيون حضور ۾ آنديون ياڻ انهن مان معجزي طور ساري لشڪر کي ڍايائون ۽ تهن هوندي به ڪيتريون بچي پيون - هڪ ڀيري پيالو جنهن ۾ سندن هٿ مبارڪ نٿي گهڙي سگهيو ان ۾ پنهنجو هٿ مبارڪ وڌائون ته ڏهن سندن آڱرين مان پاڻي وهڻ لڳو جنهن مان ساري لشڪر کي وضو ڪرايائون ۽ اڃايلن کي پاڻي پيارايائون، جن مان سڀ اڃ ۾ هوا، هڪ ڀيري پنهنجي وضو جو ڏوپ تبوڪ جي تلاءِ ۾ وڌائون جنهن ۾ پاڻي ڪونه هو تنهن مان ايترو پاڻي نڪتو جو هزارها لشڪر وارن پاڻي پي ڍؤ ڪيو - هڪ ڀيري حديبيه جي کوه ۾ وضوءَ جو پاڻي وڌائون اگرچه کوه ۾ پاڻي ڪونه هو، ايترو پاڻي جوش ڪري نڪتو جو پندرهن سو آدمين پاڻي پيتو - پاڻ حضرت جن صلی الله عليه وسلم کارڪن جي انجي ٿوهي جي برابر هيون، حضرت عمر فاروق رضی الله تعالیٰ عنه کي فرمايو ته چئن سون سوارن کي تمر لاءِ حوالي ڪري ڏئي چنڊي جا حضرت فاروق اعظم رضی الله تعالیٰ عنه سيني سوارن کي انهن مان ٿمر ڏنو ۽ ٻي برابر تري تدر کارڪون بچي پيون - حضرت جن صلی الله عليه وسلم

هڪ مٺ خاڪ جي ڪافرن جي وڏي لشڪر ڏانهن اڇلي جي سڀ انڌا ٿي پيا- هڪ صحابي سڳوري جي اک نڪري پئي هئي- پاڻ حضرت جن صلي الله عليه وسلم اها اک پنهنجي هٿن مبارڪن سان سندس اک جي جاءِ تي لڳائي ته اها زياده صحيح ۽ خوبصورت ٿي وئي- خيبر ۾ حضرت علي المرتضيٰ ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهُ جون اکيون اڳي پيون هيون پاڻ انهن تي ٿُڪ مبارڪ لاتائون جي انهيءَ وقت چڱيون ٿي ويون ۽ وري ڪڏهن نه ڏکيون ۽ پاڻ ملڪي جهنڊو ڏئي روانو فرمايائون- حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه کي خبر ڏنائون ته توسان بلوو ٿيندو جنهن کان پوءِ جنت آهي، جيئن حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه بلوي ۾ شهيد ٿيو- حضرت امام حسن رضي الله تعاليٰ عنه جي باب ۾ فرمايائون ته الله تعاليٰ ان جي سبب مسلمانن جي وڏين جماعتن ۾ صلح ڪندو- جيئن ته حضرت امام حسن رضي الله تعاليٰ عنه حضرت معاويه رضي الله تعاليٰ عنه سان صلح ڪيو ۽ هڪ شخص جنهن الله جَلَّ جَلَالُهُ جي واٽ ۾ جهاد ڪيو هو پاڻ فرمايائون ته اهو دوزخي ٿيندو ۽ ٿيو به اهڙيءَ طرح، يعني انهيءَ شخص پاڻهي پاڻ کي هلاڪ ڪيو- هڪ صحابيءَ کي جنگ ۾ ڌڪ لڳو هو حضرت جن صلي الله عليه وسلم ان تي پنهنجو هٿ ڦيريو، گهڙيءَ ۾ چڱو ڀلو ٿي پيو- حڪم بن العاص خبيث، حضرت جن صلي الله عليه وسلم جي رفتار جي نقل مسخري طرح ٿي ڪئي- آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن ان کي فرمايو ته "تون اهڙو ئي رهه" پوءِ اهو هميشه خبيث اهڙيءَ طرح ٿاٻاڪا ٿيندو هو ۽ انهيءَ حال سان مري ويو- حضرت جن صلي الله عليه وسلم هڪ ڦنڊيءَ ٻڪريءَ جي ٿڻن کي هٿ مبارڪ لاتو، جنهن ڪڏهن کير نه ڏنو هو، سا کير ڏيڻ لڳي- حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه جي لاءِ پاڻ خبر ڏني هوائون ته "ڪربلا ۾ شهيد ٿيندا"- اهو ان موافق ٿي چڪو- بيت المقدس جي فتح لاءِ خبر ڏني هوائون، جا حضرت امير عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي وقت ۾ فتح ٿي- پاڻ خبر ڏني هوائون ته "سفيد محل ڪسريٰ ۾ جو خزانو آهي اهو مسلمانن ۾ تقسيم ٿيندو" موافق ان جي اها فتح حضرت امير عمر ابن الخطاب رضي الله تعاليٰ عنه جي وقت ۾ واقع ٿي- حضرت امير عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي نسبت ۾ خبر ڏني هوائون ته "فتنن ۽ فسادن جي سبب کان بند رهندو"- موافق انهيءَ حضرت عمر ابن الخطاب رضي الله تعاليٰ عنه جي وقت ۾ انتظام خلافت جو چڱي طرح رهيو- پاڻ حضرت جن صلي الله عليه وسلم خبر ڏني هئي ته ازواج

مطهر اُنهن مان ساڻن پهريائين اها ملحق ٿيندي جا سخيا ٿي هجي“ موافق انهي حضرت زينب رضي الله تعالىٰ عنها جو سڀني کان اڳي انتقال ٿيو. اها اُمّ المؤمنين رضي الله تعالىٰ عنها سڀني حرمن مبارڪن کان سخيا ٿي هُئي. حضرت علي رضي الله تعالىٰ عنه کي دعا فرمايائون ته ”سرديءَ گرميءَ جو اثر توکي نه ٿيندو“. وري ان مشڪل ڪشاءِ شيرِ خدا، محبوبِ خيرالورىٰ کي ڪڏهن نه سيءُ ٿيو نه گرمي ٿي. حضرت ابن عباس رضي الله تعالىٰ عنه کي علم دين ۽ علم تاويل جي سمجهڻ لاءِ دعا فرمايائون. هو ان موافق علم ۾ دريا ٿي پيو. حضرت انس رضي الله تعالىٰ عنه کي گهڻي مال ۽ گهڻي اولاد ۽ وڏي عمر لاءِ دعا فرمايائون. سندن دعا جي تاثير سان سَئو اولاد، سَئو ورهيه عمر، لَئِس ۽ سندس ٻَڳي ورهه ۾ ٻه ڀيرا ڦر ڏيندي هُئي. عتبة بن ابي لهب لاءِ هيءَ الفاظ فرمايائون: ”اَللّٰهُمَّ سَلِّطْ عَلَيْهِمْ كَلْبًا مِنْ كِلَابِ“ يعني اي ڏڻي! منهنجا ڪُتن مان ان تي ڪتو ڇڏ. سندن بددعا تاثير ڪيو جو عتبة بن ابي لهب کي شينهن کائي ويو. سڀ ور وڏو معجزن مان قرآن ڪريم آهي. جو ڪنهن فصيح عرب جي فصيحن مان، ان مان تمام ننڍي سورة تي آيت جي برابر جيترو نه ٿي سگهي ۽ اهو معجزو هميشه زماني جي ورق تي باقي رهندو. منجهس ۽ تبديل جو اثر ان ۾ هرگز نه ٿيندو. معجزات رياضيات ان سرور ڪائنات عليه افضل الصلوٰة واكمل التحيات ايجاز ۽ اختصار سان ئي اڪتفا ڪيم.

## صفات معنويه ۽ اخلاق قدسيه ان (صلى الله عليه وسلم) جا

سندن خلق عادتن سڳورن جو اندازو قرآن شريف جي آيتن مان ڪري جي جو سندن خلق کي ربّ عزّ نواله عظيم فرمايو آهي. اِنَّكَ لَعَلٰى خُلُقٍ عَظِيْمٍ ۝ قياس ڪن زگلستان من بهار مرا. پڻ پاڻ حضرت جن صلى الله عليه وسلم فرمايو آهي اِنَّمَا بُعِثْتُ لِاُتَمِّمَ مَكَارِمَ الْاَخْلَاقِ. يعني مان انهي واسطي مبعوث ٿيو آهيان جو اڳوڻن سڀني پيغمبرن جي بزرگي ۽ چڱاين کي تمام پوري ڪريان. جهڙو صفوت حضرت آدم عليه السلام جي ۽ فهم حضرت ادريس عليه السلام جي ۽ شڪر حضرت نوح عليه السلام جو ۽ جوڌ حضرت هود عليه السلام جو ۽ عبادت حضرت صالح عليه السلام جي ۽ خُلت حضرت ابراهيم عليه السلام جي ۽ عزم حضرت موسىٰ عليه السلام جو ۽ صبر حضرت ايوب

عليه السلام جو ۽ عدل حضرت داؤد عليه السلام جو ۽ تمڪين حضرت سليمان عليه السلام جي ۽ ڇڳڻ عمن جي آءِ ڪرڻ ۽ ڀڄڻ ان عمن کان روڪڻ جي صفت جا حضرت يحيٰ عليه السلام رکندو هو ۽ زهد حضرت عيسيٰ عليه السلام جو ۽ اهوئي سبب آهي جو حق تعاليٰ آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي وصف خلق عظيم ڪري فرمائي آهي، انهي واسطي اهي مڙئي نبين سڳورن جو وصفون الله جل جلاله منجهن موجود ڪيون هيون - آنچه خوبان همه دارند تو تنها داري

جناب حضرت عائشه صديقه رَضِيَ اللهُ تَعَالَىٰ عَنْهَا وَعَنْ اَبِيْهَا کان مروي آهي ته آنحضرت صلي الله عليه وسلم جو خُلق قرآن شريف هو - يعني جو حڪم ڪرڻ جو ۽ منع جو ۽ ادب اخلاق جيڪي قرآن شريف مان معلوم ٿي ٿيا- ان تي عمل ٿي فرمايائون ۽ خُلق ان سرور عالم صلي الله عليه وسلم کي ايتري قدر هو جو هرگز ڪنهن کي ٻارن جي توفيق مان نه هو - پر حضرت بي بي صاحبه رضي الله تعاليٰ عنها کان منقول آهي ته پنهنجي گهر ۾ اهڙو سلوڪ ڪيائون جيئن ٻيا عام ماڻهو ٿا ڪن، پنهنجي گهر جو ڪم ٿي فرمايائون ۽ جاءِ کي ٻهارو ٿي ڏنائون پنهنجا ڪپڙا ٿي سبيائون ۽ جُتي مبارڪ کي ٿي ڳنڍيائون - اٺ کي پاڻي ٿي پيارائون ۽ ٻڪرين کي ٿي ڏڏائون ۽ نوڪرن کي ڪمن ۾ مدد ٿي ڏنائون ۽ انهن سان گڏ طعام ٿي کاڌائون ۽ پنهنجو سامان بازارن کان ٿي کڻيائون ۽ حويلي مبارڪ ۾ ٿي آڻيائون صلي الله عليه وسلم

زهد:- آنحضرت صلي الله عليه وسلم جو ايتري قدر زهد هو جو دنيا کي ان جي نظر مبارڪ اڳيان ظاهر ڪيائون ان ڏانهن ڪو التفات نه فرمايائون، زره پنهنجي يهوديءَ وٽ گهر رکيائون - ٿي ڏينهن ٻار ٻه ڏينهن ٻگو ٻگ جوَن جي ماني ڍؤ ڪري نه کاڌائون - ڪڏهن گهر ۾ هڪ مهينو سانده باه نه ٻاريائون - پاڻي ۽ کارڪ تي گذران ٿي فرمايائون، رات جو ڪڏهن بکايل ٿي آرام فرمايائون ۽ ڏينهن جو روزو ٿي رکيائون

تواضع:- آنحضرت صلي الله عليه وسلم جو تواضع بي حد ۽ بيشمار هو. جيڪي ٿي مليا ان کي سلام ٿي ڏيائون ۽ ابتدا مصافحه يعني هٿ ڏيڻ سان ٿي ڪيائون اصحابن سڳورن جي مجلس ۾ پير مبارڪ ڪڏهن نه ڊگها ڪيائون - ڪنهن ٿي سوڙهه نه ڪيائون ۽ جيڪو به وٽن آيو ٿي انجي تعظيم ۽ تڪريم ٿي فرمايائون ۽ جنهن جو ڪو ڪم هو ان وٽ وڃي انجي حاجت روائي ٿي ڪيائون ۽ نماز پڙهندي

کو کم وار و آبوتي، نماز تخفيف سان تي پڙهيائون، انجي حاجت پوري ڪري نماز ۾ مشغولي تي فرمايائون ۽ زمين تي ٽيڪ ڏنائون ۽ آرام تي فرمايائون ۽ ٻانهي زر خريد جي دعوت قبول تي فرمايائون.

سخاوت:- ان سرورِ عالم صلي الله عليه وسلم جي سخاوت ايتري قدر هئي جو سائل کي ڪڏهن به دروازي مبارڪ تان نموٽايائون. هڪ ڏينهن سو هزار درهم وتن آندائون مڙني کي توڙي هيٺان هاريائون ۽ ماڻهن کي وراهي ڏنائون جڏهن اٿيا ته هڪ ڪجهه به ڪو نه بچايائون.

حلم مبارڪ:- يعني بردباري آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي اهڙي نهايت تائين هئي جو اگرچه سندن عزيزن ۽ يارن يسرين کين گهڻو اينائي ڏنو مگر انهن جا بار بُردباري سان تي سٺيائون ۽ انهن جو بدلو نه تي وٺندا هئا، ڪڏهن نه انهن کي پٽيائون - ڪافرن سان به سندن اهو ئي سلوڪ هيو.

جنگ احد ۾ آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي چاچي حضرت حمزة رضي الله تعالى عنه کي ڪافرن شهيد ڪري ۽ ان جي جگر کي ڪڍي پوءِ چباڙي اجلائي ڇڏيائون ۽ ٻين ستر ڄڻن وڏي عزت وارن اصحابن سڳورن کي شهيد ڪري پوءِ انهن جي ڪنن کي وڍي ڇڏيائون - پر انهي جنگ ۾ آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي سر مبارڪ کي زخمي ڪيائون ۽ ڏند مبارڪ کي شهيد ڪيائون ايتري قدر جو رت ان سرورِ عالم جي سر مبارڪ ۽ ان محبوب ربُّ العٰلمين جي مُنهن مبارڪ تي جاري ٿيو. تڏهن اصحابن سڳورن انهي حالت کي ڏسي گهڻي پريشاني ۽ بي تابي ظاهر فرمائي ۽ آنحضرت صَلي الله عليه وسلم جي خدمت ۾ عرض ڪيائون ته يا رسُولَ الله صلي الله عليه وسلم هنن ڪافرن جو ظلم ۽ بي ادبي حد کان لنگهي وئي آهي - هاڻي هنن کي پٽ فرمايو - پاڻ فرمايائون (صلي الله عليه وسلم) ته "حق تعالى مونکي پٽڻ جي واسطي نه موڪليو آهي، بلڪ خلق جي رحمت ۽ هدايت جي واسطي موڪليو آهي" - پوءِ هيءَ دعا فرمايائون. "اَللّٰهُمَّ اغْفِرْ لِقَوْمِيْ وَاهْدِ لِقَوْمِيْ فَاِنَّهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ" يعني اي الله! بخش منهنجي قوم کي هدايت ڪر منهنجي قوم کي پوءِ بيشڪ هي ماڻهو نٿا ڄاڻن ۽ ناداني ڪان اهي گالهيون ڪري رهيا آهن - هن قصه کي ابن حبان پنهنجي ڪتاب صحيح ۾ معتبر

سند سان ذڪر ڪيو آهي ۽ ٻين محدثن پڻ هن قصه کي روايت فرمايو آهي
۽ طبراني ۽ حاڪم ۽ ابن حبان ۽ بيهقي ۽ ٻين محدثن معتبرن هڪ
يهودي عالم جي زباني روايت ڪئي آهي جنهن جو نالو زيد هو ان ٻڌي چيو ته مون
اڳوڻن ڪتابن ۾ رسول آخر زمان صلي الله عليه وسلم جي تعريف ڏٺي هئي ۽ مون ان ۾ وصفون
آنحضرت صلي الله عليه وسلم ۾ ڏٺم مگر ٻن وصفن جو حال مونکي معلوم نه هو، هڪ
هيءَ ته ڪاوڙ تي بردباري غالب هئي، ٻيو هيءَ ته سخت ڳالهين ٻڌڻ کان ڪاوڙ نه اچي بلڪ
هيڪاري نرمي زياده ٿئي، سو مان هميشه هن خيال ۾ رهندو هوس ته انهن ٻن وصفن
کي ڪهڙي طرح آزمايان - گهڻو وقت انتظار ۾ هوندو هوس، اتفاق سان هڪ ڀيري
آنحضرت صلي الله عليه وسلم مونکان ڪا کجور قرض طور خريد ڪيائون ۽ قيمت
ادا ڪرڻ لاءِ هڪ مدت مقرر فرمايائون - آءٌ ان مدت کان ٻه ٽي ڏينهن اڳي وٽن ويس
۽ قيمت گهرڻ لاءِ تنگ طلبي ڪرڻ شروع ڪيم پر ڏٺم ته حضور جن صلي الله عليه وسلم
ٻڌي مانُ ڪيو ويٺا آهن ۽ ائين به نه ٿي فرمايائون ته تنهن جو اڃا وعدو پورو نه ٿيو آهي
تڪڙ جو ڪهڙو سبب، وري اڳئين کان وڌيڪ چڪتان ڪرڻ لڳس وري جو ڏٺم ته ٽن گهڻا
اصحاب سڳورا ويٺا آهن انهيءَ ڪري ويتر ڪين گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳس، خيال ڪيم ته من ڪين
ماڻهن جي حياءَ کان ڪاوڙ اچي جنهن ڪري مونکي به گهٽ وڌ ڳالهائين پر ڪين ڪنهن به قسم
جي ڪاوڙ نه آئي آخر آءٌ هيتري قدر پهتس جو ڪپڙن جو ڇوڙ لڳس ته توهان جي سموري خاندان
جا ماڻهو اوهان وانگي قرض ادا ڪرڻ ۾ ٽارا حوالا ڪندا آهن، ڪنهن به قرض خواه توهان
وٽان آسانيءَ سان قرض وصول نه ڪيو هوندو، انهيءَ ڳالهه ٻڌڻ سان حضرت امير
عمر رضي الله تعالى عنه کي ڪاوڙ آئي ۽ آءٌ اٿيس، حضور جن صلي الله عليه وسلم
جي پهرين پاڻ شريف ۽ چادر مبارڪ زور سان وٺي ڇڪڻ لڳس ۽ ڪاوڙ جي نموني اکيون
ڪري ڏانهن ڏسي چيم ته هاڻي اڄ منهنجو قرض ادا ڪر، آنحضرت صلي الله عليه وسلم
اڃا ويٺا ۽ حضرت امير عمر رضي الله تعالى عنه جو مٿن عاشق جان نثار هو، بيقراري
ترارڪي منهنجي سر تي اچي پهتو ۽ چوڻ لڳو ته اي دشمن خدا جا تون باز نه ٿو اچين، هڪڙي
تنهن جو سر ٿو لاهيان - رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم کي پنهنجي عاشق انو
حضرت امير عمر رضي الله تعالى عنه جي طرف ڏٺو ۽ فرمايائون ته مونکي تو ۾ هيءَ اميد

نه هئي، تو کي گهرجي ها ته مونکي سمجهائين ها ته هن يهوديءَ جو قرض چڱي طرح آساني
سان ادا ڪريو ۽ هن يهوديءَ کي سمجهائين ها ته نرميءَ سان قرض وصول ڪر، سوانجي
ابتڙ تون ئي چاڪيءَ رهيو آهين؟ - حضرت امير عمر رضي الله تعالى عنه پنهنجي ڪيل
حالت کان نادم ٿيو ۽ عرض ڪيائين "يا رسول الله صلى الله عليه وسلم هن کان وڌيڪ
مون ۾ سهڻ جي طاقت نه آهي. جيڪڏهن اوهين فرمايو ته مان هن جو قرض ادا ڪريان
پاڻ فرمايائون ته وڃ ان جو جيترو قرض آهي ان کي ڏي ۽ ويهه ٽوپا کارڪن جا زياده
ڏئيس، جو ته جا تو ان سان بدسلوڪي ۽ سخت گوئي ڪئي آهي اهو عوض ٿئي. اهو شخص
يهودي جو ٿيو ته مون انهيءَ ڳالهه بدران شرط ايمان آندو ۽ سنن پيغمبري جو قائل
ٿيس. - بي صحيح روايت ۾ حضرت ابوهريره رضي الله تعالى عنه کان آيو آهي ته هڪ
ڏينهن آنحضرت صلى الله عليه وسلم اسان سان ڪنهن گفتگو ۾ ويٺا هيا پوءِ اچي حويليءَ
مبارڪ ڏانهن تشريف فرمائڻ لڳا، اسين به ساڻن گڏ اٿياسين، هلندي لڳس رستي ۾ هڪ بدوي
جهنگل رهڻ وارو مليو ان چاڪيو جو حضور جن جي چادر مبارڪ کي جا سندن سر مبارڪ
تي هئي زور سان ورتي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ لڳو ايتري قدر جو سندن گردن مبارڪ ڳاڙهو
ٿي ويو، قريب هو جو سندن سر مبارڪ ڀت سان وڃي لڳي ها آنحضرت صلى الله عليه وسلم
ان بدويءَ ڏانهن متوجه ٿي فرمايائون ته تنهنجو جو مطلب آهي سو چئو، اُن چيو ته هي ٻئي
منهنجا اُٺ مونکي اَنَ سان ڀري ڏي هن واسطي جيڪو تو وٽ مال آهي اهو مال خدا
جو آهي - تنهنجو ۽ تنهنجي پيءُ جو نه آهي - پاڻ فرمايائون ته "تون سچ ٿو چوين، هي مال
حق تعالى جو آهي منهنجو ۽ منهنجي پيءُ جو نه آهي پر چادر ته منهنجو حق آهي، ان کي
تو زور سان جو ڇڪيو ۽ مونکي ايذاءُ جو پهچايو - انهيءَ جو عوض ته آءٌ تو کان
وٺندس" بدويءَ چيو ته آءٌ هرگز نه ڏيندس - پاڻ اهو جملو بار بار ٿي فرمايائون ۽
نهايت خوشيءَ سان مرڪندا ٿي ويا ۽ هو به جواب ڏيندو ٿي آيو. انهيءَ گفتگوءَ ۾
ٿوري دير گذري ته هن آنحضرت صلى الله عليه وسلم جن هڪ شخص کي سڏي
فرمايو ته هن جي هڪ اٺ تي ڪارڪون، ٻئي اٺ تي کجور هن جي حوالي ڪر. هن حديث
کي ابوداؤد پنهنجي سنن ۾ روايت ڪيو آهي - عزيزي -

وفا: پنهنجو واعدو پورو ڪرڻ لازم ٿي ڄاتائون ۽ هرگز واعدي کي ڀڄي نه ٿي ڏنائون

**شجاعت:-** شجاعت ۽ بهادريءَ ۾ ڪنهن کي تاب نه ڪيائون. جڏهن دشمن جي جنگ ۾ ڀڄي آيا سڀني کي پنهنجو تابع ڪيائون اوّل سڀني کان سوڀ ڪيائون.

**حياء:-** حياء سنڌ ۾ ايتري قدر هو جو ڪنواريءَ ڇوڪريءَ کان به زياده حياء ڪندا هئا. ڪنهن کي ڪا شيءِ ناپسند ٿيندي هئي ته بيان نه ڪندا هئا، جو ڪين ڏٺو ٿي پسند نه هوندو هو ته انهيءَ کي ڪجهه نه ٿي چيائون مگر الله جَلَّ جَلَالُهُ جي حقن ۽ ٻانهن جي حقن وٺڻ ۾ تاخير نه ڪندا هئا.

**علم ۽ حڪمت:-** حڪمت ۽ علم اهڙي حد تائين هئين جو الله جَلَّ جَلَالُهُ جي درگاهه کان پهريَنْ ۽ پوين جا علم سکيائون.

**عقل:-** عقل حضور جن کي بالڪل حد کان وڌيڪ هو. حضرت وهب بن منبه رضي الله تعاليٰ عنه جو فرمودو آهي ته مون ايڪهتر ڪتاب اڳوڻن نبين جا پڙهيا آهن انهن سڀني ڪتابن ۾ هيءُ مضمون ڏٺو اٿم ته دنيا جي ابتدا پيدائش کان وٺي قيامت تائين، حق تعاليٰ پنهنجي ڪار خاني ۾ انتها کان عقل جي جيڪا نعمت پنهنجي عاقلن کي عطا ڪئي آهي. اها سموري حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي عقل جي اڳيان هڪ ذري جي برابر آهي. سموريءَ دنيا جي ريگستان جي نسبت کان. جيئن ته ابو نعيم حليه ۾ ۽ ابن عساڪر اها روايت حضرت وهب کان آندي آهي.

حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي قَدَّسَ اللهُ سِرَّهُ پنهنجي ڪتاب عوارف المعارف ۾ فرمايو آهي. جنهن هڪ عارف روايت ڪئي آهي ته حق تعاليٰ عقل جا سَو حصا ڪيا آهن، نوانوي حصا آنحضرت صلي الله عليه وسلم کي الله جَلَّ جَلَالُهُ عطا فرمايا باقي رهيل، هڪ حصو عقل جو ساري مخلوقات کي عنايت ٿيو جنهن ۾ امير، فقير، ولي ۽ نبي سڀ اچي ويا. حضور اقدس صلي الله عليه وسلم جي عقل جا ڪيترا نقل ڪتابن ۾ موجود آهن، هڪ نقل تبرڪاً لکجي ٿو.

هڪ شخص آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي حضور ۾ آيو عرض ڪيائين ته يا رسول الله صلي الله عليه وسلم مون ۾ چار عادتون تمام بڇڙيون آهن هڪ زنا ٻي چوري ٽين شراب پيئڻ، چوٿين، ڪوڙ ڳالهائڻ، سو انهن چئن عادتن کان يڪبار ڳي موڪل ڇڏڻ ممڪن نه آهي انهن چئن عادتن مان هڪ عادت جاڻ مايو ان کي ڇڏي ڏيان. رسول اڪرم صلي الله عليه فرمايو ته ڪوڙ ڳالهائڻ

ڇڏي ڏي". هن ڳالهه سڀني سمجهي قبول ڪري گهر ويو. رات جي وقت ان کي شراب پيئڻ ۽ زنا ڪرڻ جو ارادو ٿيو پر خيال ٿيس ته صبح جو آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي حضور ۾ حاضر ٿيندس، جي حضور جن مونکان پڇن ته تو اڄ رات شراب ته ڪونه پيتو؟ ۽ زنا ته ڪانه ڪئي؟ جي سچ ڳالهائيندس ته خوار ٿيندس ۽ حد زنا ۽ شراب جي مون تي جاري ٿيندي ۽ جي انڪار ڪندس ته ڪوڙ ثابت ٿي پوندو. حالانڪ ڪوڙ کان مون توبه ڪئي آهي. آخر انهن ٻن عادتن کي ڇڏيائين. پوءِ جڏهن ٻه گهڙيون گذري ويون ۽ ماڻهو سمهڻ لڳا ان وقت چوريءَ جو ارادو ڪيو، پر خيال ڪرڻ شرط ويچار ڪيائين ته جي انهيءَ چوريءَ جو حضور جن صلي الله عليه وسلم مون کان پڇندا پوءِ جي مون اقرار ڪيو ته خوار ٿيندس ۽ هٿ ڪاٽيو ويندو ۾ (جو چوريءَ جي شرعي سزا آهي) ۽ جي ڪوڙ ڳالهايم ۽ انڪار ڪيم ته توبه جي خلاف ڪم ٿي پيو. حاصل ڪلام انهيءَ چوريءَ جي عادت کان به بس ڪيائين ۽ صبح جو حضرت رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جي خدمت بابرڪت ۾ مشرف ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته يا رسول الله صلي الله عليه وسلم اوهان اهڙي عادت کان مونکي توبه ڪرائي جو جيڪي ٻيون عادتون بڇڙيون هيم سي از خود مونکان ڇٽي ويون. آنحضرت صلي الله عليه وسلم بالڪل خوش ٿيا.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَطَاهِرِ الزَّكِيِّ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَسَلِّمْ

**عصمت ۽ پاڪدامني**

عصمت ۽ پاڪائي ايتري قدر هئي جو هرگز سواءِ ملڪ يمين ۽ نڪاح جي ڪنهن عورت تائين هٿ مبارڪ نه پهچايائون. سندن دل مبارڪ خلق تي مهربان ۽ سندن سينو مبارڪ منشرح ۽ خوف خدا جَلَّ وَعَلا جي ۾ رنڱيل ۽ مهمان نواز هوا. خدا جَلَّ وَعَلا جي حڪمن تي هلندڙ ۽ عبادت ۾ ڪوشان مولا جَلَّ جَلَالُهٗ جي طلب ۾ راضي رهندڙ ۽ ٻئي رڳن کي تعظيم ڪندڙ ۽ ننڍن کي پاڻ ڏانهن ڪوٺيندڙ ۽ نعمتن کي جوڳو ڪري توڙي ٿورڙيون هجن شڪر ڪندڙ. تمام ٿورو ڳالهائيندڙ ۽ گهٽ کلندڙ ۽ گهڻو مرڪندڙ ۽ ترپون ڪشاديون ۽ مٺي ڳالهه ۽ دير سان خشم ۾ سگهو صلح قبوليندڙ ۽ لطيف طبع ۽ حرام کان پاسو ڪندڙ ۽ عملن ۾ چڱن صفتن سان پاڻ کي سينگاريندڙ ۽ بڇڙن اخلاقن کان نهندڙ

خوشي ۽ عيب ڳولهڻ ۽ سخت دل هجڻ ۽ گاريون ڏيڻ ۽ مال جي گڏ ڪرڻ احتڪار[1] ۽
طمع ۽ حرص ۽ بخل ۽ مڪاري ۽ خير جي روڪڻ ۽ سستي ۽ تڪبر ۽ حسد ۽ نقصان
پهچائڻ ۽ هٺ ۽ بيوفائي کان آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن (جو سراسر پاڪائي
۾ مستغرق هوا) پري ڀڄندڙ هوا - جي ڪي آن سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم
جا اخلاق هت ارقام[3] ٿيل آهن سي سيرت نبوي صلي الله عليه وسلم جي ٻين ڪتابن
جي اڳيان اهڙيءَ طرح آهن جيئن پوڙهي زال ڦوري سُٽ جي آڻي[2] پاڻ کي يوسف
صديق علي نبينا وعليه الصلواة والسلام جي خريدارن ۾ داخل ڪيو ۽ پنهنجي
خوشي وڌايائين ؎ نه مدحش مي توانم گفت اما بمدا حيش خود را مي ستايم

فائده عظيم:- حضرت خواجه امام رباني اويسي الرحماني محرم اسرار سبع مثاني
واقف رموز مقطعات قرآني، ماهر معاني متشابهات فرقاني، محبوب سبحاني سيدي
و مرشدي وسيلة يومي وغدي مُجدِّد مُنوّر الف ثاني قُدِّسَ سِرُّهُ الرُّوحاني مڪتوبات
شريف جلد اول در المعرفت مڪتوب ٢٥١ ۾ سوا يڪونجاه ۾ گهڻي بيان بعد ارقام ٿا فرمائن
ته جاڻڻ گهرجي ته اصحابي پيغمبر جا عليه وعليهم الصلواة والتسليمات مڙئي بزرگ
(صاحب عزت جا، اسرار آهن) مڙني کي بزرگيءَ سان يادڪرڻ گهرجي - خطيب بغدادي
حضرت انس رضي الله تعالى عنه کان روايت ڪئي ته حضرت رسول مقبول صلي الله
عليه وسلم فرمايو آهي اِنَّ اللهَ اخْتَارَنِيْ وَ اخْتَارَ لِيْ اَصْحَابًا وَ اخْتَارَ لِيْ مِنْهُمْ
اَصْهَارًا وَ اَنْصَارًا فَمَنْ حَفِظَنِيْ فِيْهِمْ حَفِظَهُ اللهُ وَمَنْ اٰذَانِيْ فِيْهِمْ
اٰذَاهُ اللهُ - يعني تحقيق حق تعالى برگزيده ڪيو مونکي ۽ برگزيده ڪيو منهنجي
سبب ڪري يارن ۽ سهرن ۽ نيازن ۽ مددگارن منهنجن کي پوءِ جنهن
سندن شان ۾ منهنجو خيال رکيو ان کي شال الله تعالى محفوظ ۽ مامون رکي
جيڪو رنجائي تو مونکي انهن جي حق ۾ رنجائيندو انکي الله تعالى

مطلب ته جيڪو اصحابن سڳورن جي عزت رکندو ان جي الله تعالى هر طرح نگهباني
ڪندو ۽ جيڪو انهن کي رنجائيندو الله تعالى ان تي ڏهر ڪندو.

[1] اِحْتِكَارُ الطَّعَامِ جَمْعُهُ وَحَبْسُهُ يَتَرَبَّصُ بِهِ الْغَلَاءَ كذا في مختار الصحاح - يعني طعام جو گڏ ڪرڻ ۽ ذخيرو ڪرڻ مهانگي ٿيڻ جي انتظار لاءِ ١٢-
[2] آئون ان جي مدح نه ٿو ڪري سگهان پر ان جي مدح جي سان پاڻ کي پيو ساراهيان ١٢-
[3] ارقام معنيٰ لکڻ ١٢-

طبراني حضرت ابن عباس کان روايت نوکري ته حضرت رسول مقبول فرمايو عليه وعلىٰ اٰله الصلوٰة والسلام مَنْ سَبَّ اَصْحَابِیْ فَعَلَيْهِ لَعْنَةُ اللّٰهِ وَالْمَلٰٓئِكَةِ وَالنَّاسِ اَجْمَعِيْنَ - يعني جيکو گاريون ڏي منهنجي اصحابن کي پوءِ ان تي لعنت آهي خدا تعاليٰ جي ملڪن جي ۽ ماڻهن مڙني جي - ابن عدي حضرت بي بي عائشه کان روايت ڪئي "رضي الله عنها وعن ابيها" ته حضرت رسول الله فرمايو عليه وعلىٰ اٰله الصلوٰة وَالسَّلَامُ اِنَّ شِرَارَ اُمَّتِیْ اَجْرَؤُهُمْ عَلٰی اَصْحَابِیْ - يعني منهنجي اُمت جا بڇڙا ماڻهو اُهي آهن جي منهنجن اصحابن جي بي ادبي ڪرڻ ۾ جرأت ٿا ڪن - ڪي جهڳڙا جهيڙا جي اصحابن سڳورن جي وچ ۾ واقع ٿيا آهن انهن کي چڱي معنيٰ تي حمل ڪرڻ گهرجي، اصحابن سڳورن کي نفساني خواهش کان پري طرح پري سمجهڻ گهرجي، جو ته مخالفت جي بناء ٿيل اجتهاد ۽ تاويل تي هئي نه هوا ۽ هوس تي، مخالفت ڪندڙن لاءِ حضرت علي ڪَرَّمَ اللّٰهُ وَجْهَهٗ جو فرمودو آهي اِخْوَانُنَا بَغَوْا عَلَيْنَا لَيْسُوْا كَفَرَةً وَلَا فَسَقَةً لِمَا لَهُمْ مِنَ التَّاوِيْلِ - يعني فرمايو حضرت علي امير معاويه ۽ ان جي جماعت جي حق ۾ ته اُهي اسان جا ڀائر آهن، اسان تي سرڪش ٿيا آهن نه اُهي ڪافر ٿيا نه اُهي فاسق ٿيا جو ته انهن وٽ تاويل موجود آهي - جڏهن ته جمهور اهل سنت جماعت جا انهي عقيدي تي آهن پر چاهڻ گهرجي ته جن حضرت امير علي ڪَرَّمَ اللّٰهُ وَجْهَهٗ سان لڙائي ڪئي سي خطا تي هوا ۽ حضرت علي ڪَرَّمَ اللّٰهُ وَجْهَهٗ حق جانب هئي پر جڏهن ته هي خطا، خطا اجتهادي آهي ملامت کان پري آهي ۽ مواخذي کان مرفوع - جيئن ته شارح مواقف جي آمدي کان نقل ٿو ڪري ته جمل ۽ صفين جا واقعا انهن روءِ اجتهاد جي هوا - شيخ ابو شڪر سلمي تمهيد ۾ تصريح ڪئي آهي ته اهل سنة جماعة جو عقيدو هن طرح آهي ته حضرت امير معاويه ۽ ان جي جماعت سڀ خطا تي هو مگر اها خطا اجتهادي هئي - شيخ شهاب الدين احمد بن حجر هيتمي پڻ انهي طرح جو مضمون صواعق محرقه ۾ لکيو - حضرت امام غزالي رضي الله عنه تصريح ڪئي آهي ته اهو جهڳڙو خلافت جي امر تي نه هو بلڪ حضرت سيدنا عثمان رضي الله عنه جي قصاص ۾ تاخير سبب هو ۽ شيخ ابن حجر جو اهو فرمايو آهي ۽ ابو شڪور سلمي جو حنفي مذهب جي اڪابر علمائن مان آهي لکي ٿو ته حضرت امير معاويه جو جهڳڙو

خلافت جي باري ۾ هو جو ته پيغمبر عليه وعلىٰ آله الصلوٰة والتسليمات حضرت معاويه
کي فرمايو هو اِذَا مَلَكْتَ النَّاسَ فَارْفِقْ بِهِمْ يعني جڏهن تون ماڻهن جو حاڪم
ٿئين ته پوءِ انهن تي نرمي ڪج، انهي حديث کي امام مسلم ابن ابي شيبة ڪانِ مصنف
۾ روايت ڪيو آهي ۽ طبراني ڪبير ۾ انهن لفظن سان، ۽ احمد، ابي هريرة کان
هن طرح روايت ڪئي آهي. "اِذَا وُلِّيْتَ اَمْرًا فَاتَّقِ اللّٰهَ وَاعْدِلْ" يعني حضرت رسول
مقبول صلى الله عليه وسلم حضرت امير معاويه کي فرمايو ته جڏهن والي تون ٿئين
حڪمراني جو، پوءِ الله جَلَّ وَعَلَا جو خوف ڪج ۽ خلق ۾ انصاف ڪج -

حضرت رسول مقبول صلى الله عليه وسلم جي انهي فرمان مان امير معاويه
کي خلافت جي طمع پيدا ٿي هئي، پر معاويه انهيءَ اجتهاد ۾ خطاوار هو ۽ حضرت سيدنا
وهادينا علي ڪَرَّمَ اللّٰهُ وَجْهَهٗ حق دار هو، ڇو ته امير معاويه جي خلافت جو حق (جيئن ته
مٿئين فرمودي رسول مقبول جي مان معلوم پيش گوئي آهي) حضرت امير علي ڪَرَّمَ اللّٰهُ وَجْهَهٗ
جي خلافت جي زماني کان پوءِ هو. هن ٻن قولن (امام غزالي ۽ شيخ ابو شڪور سلمي)
۾ توفيق هن طرح ڏباري سگهجي ٿي ته، ٿي سگهجي ٿو ته ابتدا ۾ لڙائي جو باعث تاخير قصاص
جو هُجي، تنهن کان پوءِ طمع خلافت جي پڻ پيدا ٿي هُجي - بهر تقدير اجتهاد پنهنجي
جاءِ تي واقع آهي، جي خطاوار آهي ته به ان کي هڪ درجو آهي ۽ حق دار (علي ڪَرَّمَ اللّٰهُ وَجْهَهٗ)
کي ٻه درجا بلڪ ڏهه درجا -

اي يار! سلامتي جي واٽ هن نازڪ جاءِ تي هيءَ آهي ته اصحابن سڳورن جي واقعن[1]
جي بيان ڪرڻ کان ماٺ ۾ گذاري ۽ انهن جي تڪرارن[1] جي احوال ڪرڻ کان بالڪل اعراض[2]
ڪري ڇڏجي - حضرت پيغمبر فرمايو آهي عليه الصلوٰة والسلام اِيَّاكُمْ وَمَا شَجَرَ بَيْنَ
اَصْحَابِيْ (ذَكَرَهُ اِبْنُ الْاَثِيْرِ الْجَزَرِيُّ فِيْ نِهَايَةِ) يعني پاسو ڪريو پرهيز ڪريو انهن
ڳالهين ڪرڻ کان - جي اختلاف ۽ جهڳڙا منهنجي اصحابن جي وچ ۾ ٿيا آهن متان
انهي سبب ڪري انهن ڏانهن بي ادبي ٿئي - پڻ فرمايائون عليه وآله الصلواة والسلام
اِذَا ذُكِرَ اَصْحَابِيْ فَاَمْسِكُوْا رَوَاهُ طِبْرَانِيْ عَنْ اِبْنِ مَسْعُوْدٍ وَثَوْبَانَ وَابن عدي
عن عمر رضي الله تعالىٰ عنه - يعني جڏهن وقت منهنجي اصحابن جو وهان وقت ذڪر

[1] جهڳڙن [2] يعني منهن موڙڻ گهرجي ١٢ -

ڪيو ڏيڻ پوءِ پاڻ کي هن ڪان بند ڪيو متان اصحابن جي حق ۾ بي ادبي ڪري وٺو- پاڻ فرمايا
عليه الصلوٰة والسلام اَللّٰهَ اللّٰهَ فِيْ اَصْحَابِيْ اَللّٰهَ اللّٰهَ فِيْ اَصْحَابِيْ لَا تَتَّخِذُوْهُمْ غَرَضًا
يعني ڊڄو خدا عَزَّوَجَلَّ ڪان منهنجن اصحابن جي حق ۾ پوءِ ڊڄو خدا جَلَّ وَعَلَا ڪان منهنجي
اصحابن جي حق ۾ پوءِ ڊڄو خدا جَلَّ وَعَلَا ڪان منهنجي اصحابن جي حق ۾ انهن اصحابن
کي ٻنهن جي تير جو نشانو نه ڪريو- قَالَ الشَّافِعِيُّ وَهُوَ مَنْقُوْلٌ عَنْ عُمَرَ بْنِ عَبْدِ الْعَزِيْزِ
اَيْضًا تِلْكَ دِمَاءٌ طَهَّرَ اللّٰهُ عَنْهَا اَيْدِيَنَا فَلْنُطَهِّرْ عَنْهَا اَلْسِنَتَنَا- يعني امام شافعي رضي الله
تعاليٰ عنه فرمايو، ساڳيو انهيءَ طرح جو فرمودو نقل آهي عمر بن عبد العزيز کان- هيءَ
رت آهن جو پاڪ ڪيو الله تعاليٰ انهن کان هٿن اسان جن کي پوءِ گهرجي ته پاڪ رکون
اسان زبانن پنهنجن کي (يعني انهن جي بابت ۾ گهٽ وڌ چوڻ پنهنجي زبان کي پليت ڪرڻ آهي)

انهيءَ عبارت مان معلوم ٿيو ته اصحابن سڳورن جي خطا کي پڻ زبان تي نه آڻڻ
گهرجي، انهن جي ذڪر خير کان سواءِ ٻيو ذڪر ڪنهن به قسم جو نه ڪرڻ گهرجي- احاديث
نبوي معتبرن سندن سان آيون آهن ته حضرت پيغمبر صلي الله عليه وسلم جن
حضرت امير معاويه جي حق ۾ دعا فرمائي آهي- "اَللّٰهُمَّ عَلِّمْهُ الْكِتَابَ وَالْحِسَابَ وَقِهِ
الْعَذَابَ" [1] اَخْرَجَهُ اَحْمَدُ فِيْ مُسْنَدِهٖ مِنَ الْعِرْبَاضِ بْنِ سَارِيَه- ٻي جاءِ تي حضرت
رسول مقبول صلي الله عليه والسلام حضرت معاويه جي حق ۾ دعا فرمائي "اَللّٰهُمَّ
اجْعَلْهُ هَادِيًا وَّمَهْدِيًّا- [2]

ظاهر آهي ته رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي دعا مقبول آهي- يزيد پليت
فاسقن جي جماعت مان آهي ڪيس لعنت ڪرڻ ۾ توقف هن بناءِ تي آهي ته اهل سنت جماعت
جو مقرر قاعدو آهي ته مقرر شخص تي لعنت ڪرڻ اگرچه ڪافر هجي جائز نه آهي، مگر
ان شخص تي لعنت ڪرڻ جائز آهي، جنهن لاءِ يقين سان معلوم ٿيو هجي ته پڇاڙي
ان جي ڪفر تي هجي، جهڙو ابي لهب ۽ ان جي زال، "جن ٻنهي جو ڪفر تي مرڻ تبت يدا
جي سورة ۾ ثابت آهي" نه انهيءَ سبب يزيد تي لعنت ڪرڻ درست نه آهي جو يزيد
پليت لعنت جو لائق نه آهي بلڪ لائق لعنت جو آهي- اِنَّ الَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ اللّٰهَ وَ
رَسُوْلَهٗ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ [3] يعني تحقيق جيڪي ايذاءُ ٿا ڏين

[1] اي الله! ان کي ڪتاب ۽ حساب سيکار ۽ کيس عذاب کان بچاءِ ١٢- [2] اي الله! ان کي هادي (هدايت ڪندڙ) ۽ مهدي (جنهن جي هدايت قبول ڪئي وڃي) بناءِ ١٢- [3] سورة احزاب رڪوع ٧ پاره ٢٢

الله ۽ ان جي رسول کي، لعنت آهي الله تعاليٰ جي انهن تي دنيا ۾ ۽ آخرت ۾ پڻ. مڪتوب شريف ٢٦٦ ۾، سو چاهڻ جلد در المعرفت ۾ حضور اقدس خواجه امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله عنه جن مٿان لکيا عقيدا ۽ احوال ۽ حضرات خلفاء الراشدين (حضرت صديق اڪبر حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان، حضرت علي رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين) جي فضيلت هڪ ٻئي تي علي ترتيب الخلافت (يعني اول پهريون حضرت صديق اڪبر پوءِ حضرت عمر فاروق پوءِ حضرت عثمان، پوءِ حضرت علي رضي الله عليهم) ثابت ڪري اهو قائم ٿا فرمائن ته جيڪي بين اصحابن سڳورن کان حضرات شيخين حضرت صديق اڪبر ۽ حضرت عمر فاروق رضي الله عنهما جي پالي هجڻ جا منڪر آهين، سي يزيد پليد جا سنگتي آهن.

علمائن سڳورن اهل سنة جماعت جي يزيد تي لعنت ڪرڻ ۾ توقف انهيءَ سبب ڪيو آهي جو اهل سنت جماعت جي قاعدي کان برخلاف آهي، نه انهي سبب جو يزيد لعنت جو لائق نه آهي. اهڙيءَ طرح جيڪي حضرات شيخين جي فضيلت کان منڪر آهن انهن کي جو لعنت نه ٿي ڪرڻ ۾ اچي نه انهيءَ سبب ته هو ڪي لائق لعنت جا نه آهن. بلڪ هن ڪري جو قاعدي کان برخلاف آهي. قاعدو اڳئين مڪتوب ۾ ڳڻيو جو اينداءُ حضرت پيغمبر صلي الله عليه وسلم کي حضرات خلفاء الراشدين (صديق اڪبر، عمر فاروق، عثمان، علي) جي اينداءُ ڏيڻ سبب ڪري پهچي ٿو سا ڳوانهيءَ ايذاء جهڙو آهي جو حضرات امامين، حسن و حسين رضي الله عنهما جي ايذاء ڏيڻ سبب حضرت رسول مقبول کي ٿو پهچي عليه وعليهم الصلواة والتسليمات.

قَالَ عَلَيْهِ وَعَلٰى اٰلِهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ اللّٰه! اللّٰه، اللّٰه، فِيْ اَصْحَابِيْ لَا تَتَّخِذُوْاهُمْ غَرَضًا مِنْ بَعْدِيْ فَمَنْ اَحَبَّهُمْ فَبِحُبِّيْ اَحَبَّهُمْ وَمَنْ اَبْغَضَهُمْ فَبِبُغْضِيْ اَبْغَضَهُمْ وَمَنْ اٰذَاهُمْ فَقَدْ اٰذَانِيْ وَمَنْ اٰذَانِيْ فَقَدْ اٰذَى اللّٰهَ فَيُوْشِكُ اَنْ يَّاْخُذَهٗ وَقَالَ عَزَّ وَجَلَّ اِنَّ الَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ

معنيٰ:- ڊڄو خدا کان! ڊڄو خدا کان!! ڊڄو خدا کان!!! منهنجي اصحابن جي حق ۾ يعني تن کي سواءِ تعظيم ۽ توقير جي ياد نه ڪيو ۽ نڪو ڏوراپو نه ڪيو، انهن کي مثل نشانه جي. پوءِ جي دوست ٿا رکن انهن اصحابن کي منهنجي دوستيءَ سبب، ته مان دوست تو

رڪان انهن کي ۽ جو بغض تو رکي انهن اصحابن سان، مون سان بغض سبب
نه بغض تو رکان انهن سان، پوءِ جو ايذائي انهن اصحابن کي، تحقيق جنهن اهو ۽
مونکي ايذايو ۽ جنهن مونکي ايذايو پوءِ تحقيق انهي ۽ الله کي ايذايو، جن الله کي
ايذايو، پوءِ قريب آهي جو وٺي انهن کي عذاب الله تعالىٰ جو. رواه الترمذي وقال
هذا حديث غريب مشڪوٰة) ۽ فرمايو الله جل جلاله تحقيق اهي شخص جي ايذاء
ڏين ٿا الله کي ۽ ان جي رسول کي لعنت ڪري ٿو انهن تي الله تعالىٰ دنيا ۾ ۽ آخرت ۾ ا هـ مختصرًا

## حضرت جن صلي الله عليه وسلم جا اصحابي فقراء عليهم الرضوان
## جن کي اهل صفه جو ڪري سڏجي ٿو تن جا نالا مبارڪ

صحابن سڳورن اهل صفه وارن جا مناقبا آيل آهن اهي سڳورا رڳو مسجد نبوي
صلّي الله عليه وسلم جا خدمتگار هئا ۽ عبادت تي ڪمر همت جي ٻڌندا هئا، ڪسب معاش
ڪان ٿهندا هئا، دنيا جي سڀني ڪمن کان منهن موڙيندا هوا- الله جل جلاله جا آيت٠
وَلَا تَطْرُدِ الَّذِينَ يَدْعُونَ رَبَّهُمْ بِالْغَدَاوةِ وَالْعَشِيِّ يُرِيدُونَ وَجْهَهُ، له پيغمبر
پيغمبر صلي الله عليه ته انهن مونکي، سا بر سندن شان ثابت ڪندڙ آهي ۽ سرور
ڪائنات صلي الله عليه وسلم سندن حق ۾ ڪيترين بشارتون فرمايون آهن-
نالا مبارڪ:- بلال بن رباح- ابو عبد الله- سلمان فارسي- ابو عبيدة
عامر بن عبد الله بن جراح- ابو اليقظان- عمّار بن ياسر- ابو مسعود هذلي
عبدالله بن مسعود، ان جو پاءُ مقداد بن اسود- عبدالله بن عمر رضي الله
تعالىٰ عنه- خباب بن ارت- صهيب بن سنان- عتبة بن غزوان- زيد بن خطاب
- ابو ڪبشه- ابو المرثد ڪنانه بن حصين عدوي- حذيفه بن اليمان- عڪاشه بن محصن
مسعود بن ربيع القاري- ابوذر جندب بن جناده غفاري- صفوان بن بيضا- ابودرداء
عويم بن عامر- ابولبابه بن عبد المنذر- عبدالله بن بدر الجهني رضي الله تعالىٰ عنهم
اَرْحَمْنَا رَبَّنَا بِحُرْمَتِهِمْ آمين وَاَدْخِلْنَا فِيْ زُمْرَتِهِمْ يَارَبَّ الْعٰلَمِيْنَ ٥ ئه
پر ابو هريرة- ثوبان، معاذ بن الحارث، سائب بن خلاد، ثابت بن وديعة، ابو عيسىٰ ابن عويم

له ۽ جيڪي پنهنجي پالڻهار کي صبح ۽ سانجهي جو سندس رضامندي گهرندا ٿي سڏيندا آهن تن کي نه تڙ۔ سورة انعام رڪوع علا آيت ٥٢ پاره ٧
ئه رحم ڪر اسان تي رب اسان جا، مهابي انهن (اصحابن) جي آمين ۽ داخل ڪر اسان کي انهن (اصحابن) جي جماعت ۾ اي رب جهانن جا

ساعدي، سالم بن عمر بن ثابت - ابو البشر ڪعب بن عمر - صهيب بن سنان - عبد الله بن انس
حجاج بن عمر والاسلمي رضي الله عنهم پڻ انهيءَ درجي ۾ داخل آهن، ڪن آهن ڪن سببن
ڪي تحقق فرمايو آهي -

## ذڪر بعض انهن اصحابن احمد مختار صلي الله عليه وسلم
## جا نالا مبارڪ جن جي اول ۾ الف آهي

ا :- ابوذر غفاري - ابو عبيدة بن الحارث بن عبد المطلب - ابي بن ڪعب انصاري - ابان بن سعيد - ابوهريرة عبد الرحمن بن صخر الدوسي - اسامة بن زيد - اشجع - منذر بن عامر العبدي - ابو الحڪم خلف بن عبد الملڪ انصاري - اشعث - محمد بن قيس - ابو محصن عڪاشه اسدي - اوس بن ثابت، حسان - جوياء - انس بن نضر ابو حمزة - انس بن مالڪ - اسعد بن زرارة انصاري - ابو امامة باهلي - ابو بردة بن قيس بن عامر - ابو موسيٰ اشعري عبد الله بن قيس - ابو برزة عبد الله بن نسلة - انصاري - ابو بڪر - بن حارث - ابو حذيفة بن هاشم بن عتبة بن عبد الشمس بن عبد مناف - ابو دجانة سماڪ بن حرثة الانصاري - ابو درداء بن عويم بن عامر الانصاري - ابو الهيثم مالڪ بن تيهان الانصاري - ابو طلحه زيد - ابو ضميرة - اسماء بن حارثه بن سعيد الاسلمي - اسعد بن شريح - ابو العاص بن ربيع زوج زينب رضي الله عنها - اسعد بن عروة - اڪال بن نعمان انصاري - ابو ڪبشة سليم - ابو مخدوده سلمي بن سلمه - ابو مسعود عتبه - ابو ايوب خالد بن زيد الانصاري - ابو اعور سعيد بن زيد عدوي - ابو نافع - ابو قتادة الانصاري - ابو اسيد مالڪ بن ربيعة الانصاري - ابو البشر ڪعب بن عمر الانصاري - ابو قتادة الانصاري بن نعمان - ابو سعيد خدري بن سعيد بن مالڪ الانصاري ...

ابو الطفيل عامر بن واثله ليثي آخرين اصحاب بحسب وفات

ب :- بلال بن رباح حبشي مؤذن - بعلي بن منيه - بعلي بن تقيف - براء بن عازب انصاري - براء بن مالڪ - براء بن معرور سلمي - بريدة بن حصيب اسلمي - بشر بن ارطاة قرشي - بشير بن سعد - بلال بن حارث

ت :- تميم بن اوس داري - تميم بن مولي الخراش الخزرجي - تميم بن يحارث الخزرجي -

ث :- ثابت بن قيس الانصاري خطيب - ثابت بن ضحاڪ الانصاري - ثعلبة بن غنم بن عدي الانصاري - ثوبان حڪمي - ثابت بن هزال انصاري

ج :- جعفر طيار، يا حضرت حيدر ڪرار رضي الله تعاليٰ عنهما - جرير بن عبد الله بجلي

جابر بن عبدالله انصاري - جهجاه بن سعيد غفاري - جابر بن صخر بن امير انصاري
جعفر بن ابي سفيان - جابر بن عامري - جنادة بن امية ازدي - جنادة دوسي -

ح :- حمزة بن عبد المطلب سيد الشهداء چاچو حضرت رسول كريم صلى الله عليه وسلم
جو رضاعي ڀاءُ - حارث بن هشام - خزيمة بن ثابت ذو شهادتين - حارث بن خزيمة
انصاري - حكيم بن حزام قرشي - حسان بن ثابت انصاري شاعر مداح پيغمبر صلى الله عليه وسلم
حارث بن نوفل - حارثة بن سراقة انصاري - حارثة بن عمر انصاري - حارثة بن نعمان انصاري - حجر بن عدي
حنظلة بن مالك - حذيفة بن عقفان مالكي - حذيفة بن اليمان صاحب راز عليه الصلوٰة والسلام جو - حصين بن حارث بن عبدالمطلب -
حكم بن سعيد بن عاص بن اميه - حويطب بن عبد العزى - حارثة بن ابي حازم اصمري -

خ :- خالد بن وليد قرشي مخزومي - خفاف بن بديه - خباب بن الارث - خوات بن الجبير -

د :- دحية بن خليفة

ذ :- ذو البجادين عبد الله بن عبد السهم - ذو الشمالين بن عمير بن عبد بن عمرو جهني -
ذو اليدين بن جون تا - ذرعه بن عامر اسلمي -

ر :- ربيعة بن اكثم بن شجرة - ربيعة بن كعب بن مالك - رافع بن خديج
انصاري - رفاعة بن مالك بن عجلان انصاري - رفاعة بن عمر بن نوفل انصاري
ركانة بن عبد يزيد بن هاشم بن عبد المطلب - رويفع بن ثابت بن سكن -

ز :- زيد بن حارثه - زيد بن ثابت انصاري - زياد بن ملحان - زهير بن عجزة
زبرقان بن حصين بن بدر - زهير بن قيس الشنوي - زهرة بن خونة بن عبدالله
زيد بن صفوان - زيد بن ارقم بن زيد - زيد بن حاطب - زيد بن سهل انصاري

س :- سلمان فارسي - سعيد بن معاذ - سهيل رومي - سهل بن عدي - سهل
بن قيس سلمه بن ثابت - سعد بن سويد سليم انصاري - سهل بن سعد - سمرة
بن جندب - سكران بن عمرو - سنان بن ابي سنان - سلمة بن عبدالله - سلمة
بن اسلم - سعيد بن عاص بن اميه - سعيد بن ثابت - سعيد بن ربيع - سلمة بن عمرو
سلمة بن مسعود - سعيد بن عدي - سهل بن جمان - سويد بن سعد - سعد بن عبادة
سويد بن نعمان - سهل بن بيضا - سهل بن حنيف -

ش :- شيبة بن عثمان - شرحبيل بن حسنه - شداد بن اوس انصاري -

ص :- صفوان بن امیہ - صہیب بن سنان - صلة بن اثم
ض :- ضرار بن قرن مزنی - ضمام بن ثعلبة سعدی -
ط :- طارق بن شہاب - طفیل بن حارث - طفیل بن عمرو - طلحہ بن عقبۃ انصاری - طلحہ بن اسحاق
ظ :- ظہیر بن رافع بن اسحاق -
ع :- عباس بن عبد المطلب چاچو حضرت سرور عالم صلی اللہ علیہ وسلم جو - عمار بن یاسر - عیسیٰ عبداللہ بن ام مکتوم - عمرو بن امیہ ضمیری - عامر بن فہیرہ - عبادہ بن خشخاش - عبداللہ بن عمرو انصاری بدری - عبداللہ بن جبیر - عقارۃ بن مخلد عمرو بن جموح - عمر بن حمام بن جموح - عتبۃ بن ربیع - عبید بن معالی عبید بن تیہان - عبداللہ بن مسلمة - عباس بن عبادة - عبداللہ بن رواحة عبادۃ بن صامت - عروة بن مسعود ثقفی علاء حضرمی - عبداللہ بن مسعود ہزلی - عبداللہ بن زید انصاری - عکاشہ بن محصن اسدی - عمرو بن الحق - عباد بن ملحان - عبید بن امیہ بن وہب - عبداللہ بن سہل عبداللہ بن صعصعة - عمارة بن حقیبة - عمرو بن اوس - عمرو بن معد یکرب - عمرو بن عاص عبادۃ بن بشیر - عبادة بن الحرث - عامر بن ثابت - عائذ بن معویة - عبدالرحمن بن قبطی عتاب والد سعید - علی بن عاص - عبداللہ بن انس - عبداللہ بن ثابت - عبداللہ بن سعید عبداللہ بن مالک - عبداللہ بن عتیک - عمار بن اوس عمار بن حزم - عمرو بن طفیل بن عمرو - عبدالرحمن بن عبداللہ - عبدالرحمن بن خیل - عبداللہ بن بدیل - عبدالرحمن بن خالد بن ولید - عبدالرحمن بن ربیعہ - عبدالرحمن بن سماک - عبدالرحمن بن عاید عبداللہ بن انیس - عمران بن حصین - عبداللہ بن عباس - عبیداللہ بن عباس - عبداللہ بن مغفل مزنی عبداللہ بن عمرو بن العاص سہمی - عبداللہ بن قرط ازدی - عثمان بن عامر قرشی - حضرت ابو بکر صدیق رضی اللہ تعالیٰ عنہ جو والد شریف کنیت ان جو ابو قحافہ عبداللہ بن ابی جد - عثمان بن ابی العاص - عثمان بن طلحة - عتبہ بن عبید - عرباض بن ساریة - عبید بن زید - عقیل بن ابی طالب حضرت علی جو بہاء رضی اللہ تعالیٰ عنہما عبداللہ بن جعفر بن ابی طالب - عدی بن حاتم طائی - عمیر عوف بن مالک - عدی بن عمیرہ - عثمان بن مظعون - عبداللہ بن قیس - عبید بن خلف قرشی - عبداللہ بن حارث - عبداللہ بن عمر بن الخطاب - وَقَدْ مَضٰی اِسْمُہٗ فِیْ ذِکْرِ اَسْمَاءِ اَصْحَابِ الصُّفَّةِ

رضي الله تعاليٰ عنهما - عبدالله بن زبير - عبدالله بن سهل - عمارة بن عقبة - عكرمه بن ابي جهل - عبدالله بن ابي اوفيٰ -

ف :- فضيل بن عباس - فيروز ديلمي - فضالة بن عبيد

ق :- قيس بن سعد انصاري - قبيصه بن ذويب - قتادة بن نعمان - قثم بن عباس بن عبدالمطلب

ڪ :- ڪعب بن عجرة - ڪلثوم الادسي -

ل :- لبيد عامري شاعر -

م :- محمد بن ابي بڪر صديق - مصعب بن عمير - معاذ بن جبل انصاري - مقداد بن الاسود - محمد بن مسلمه - معاويه بن ابي سفيان - مسور بن مخرمة - مقدام بن معد يڪرب - مغيرة بن شعبة - مغيرة بن سعد -

ن :- نوفل بن حارث - نوفل بن معاوية - نعمان بن مقرون - نعيم بن اوس داري

و :- واثله بن اسقع - وليد بن عقبه - وحشي - هي نالو عمدة للقلمات ۾ لکيل آهي -

هه :- هاشم بن عتبة - ى :- يسار

چهه نالا مبارڪ باقي ڏهن "عشرة المبشرة" مان جن کي رسول مقبول صلي الله عليه وسلم بهشت جي بشارت عطا فرمائي آهي. جي قطعي بهشتي چئبا - هڪ ياڪ سڳورا اهي آهن جن وٽ جي هيٺيان بيعت فرمائي - طلحه بن عبدالله - زبير بن عوام - سعد بن ابي وقاص سعيد بن زيد - عبدالرحمن بن عوف - ابوعبيدة ابن الجراح - حضرات چار يار سڳورا حضرت صديق اڪبر - حضرت عمر فاروق - حضرت عثمان بن عفان - حضرت علي بن ابي طالب ڪان سواءِ آهن - سڀئي سڳورا اتحاد ۾ ڏهه ٿيا رضوان الله تعاليٰ عنهم وعن سائر الصحابة اجمعين -

حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله عنه مڪتوبات شريف جلد پهرئين در المعرفت مڪتوب انوجاه عه ۾ ارشاد ٿو فرمائي ته مشائخ طريقه عاليه نقشبنديه جي "قدس الله تعاليٰ اسرارهم" سير سلوڪ جي ابتداء عالم امر ڪان اختيار ڪئي آهن ۽ عالم خلق جي سير کي ان جي پٺيان انهيءَ سير ۾ عالم امر جي ضمن ۾ قطع ڪاڪن - ٻين سلسلن جي مشائخن سڳورن جو سير اهڙي طرح ناهي - قدس الله تعاليٰ اسرارهم - انهي سبب ڪري

له تحقيق حضرت عبدالله بن عمر الخطاب جو نالو (مبشر) اصحاب صفه جي ذڪر ۾ گذري چڪو آهي (شال الله تعاليٰ انهن کان راضي ٿئي)

نقشبندي طريقي جي وات ٻين طريقن جي واٽن کان مقصود جي پهچڻ لاءِ ويجهي ۽ ويجهي آهي انهيءَ ڪري نهايت (پڇاڙي) ٻين طريقن جي انهيءَ پوري ٿي ٿئي جتان نقشبندين سڳورن جي شروعات ٿئي. "قياس کن زگلستانِ من بهارِ مرا"

وات ڏٺو بزرگوارن نقشبندين جي سڀ کان اها وات اصحابن ڪرامن جي آهي رِضْوَانُ اللهِ تعاليٰ عَلَيْهِمْ اَجْمَعِيْنَ جو ته اصحابن سڳورن کي پهرين صحبت حضرت خير البشر عَلَيْهِ وَعَلٰى آلِهِ الصلواة والتسليمات جي مان بطريق اندراج النهايت في البدايت ايتري قدر درجو حاصل ٿي ٿيو جو ڏاڍي ڪامل، جو جيڪي اصحابن سڳورن کان پوءِ ٿيا آهن، انهن کي نهايت سيرِ سلوڪ جي ۾ اهڙو درجو حاصل نه ٿيڻو آهي، انهيءَ سبب ڪري وحشي ۽ جنهن جنگ احد ۾ حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي چاچي سڳوري حضرت امير حمزه رضي الله تعاليٰ عنه کي شهيد ڪيو هو، اسلام آڻڻ کان پوءِ مسيلمه ڪذاب کي حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جي وقت ۾ واصل جهنم جو ڪيائين) قاتل حضرت حمزه عليه الرحمة جو جنهن هڪ ڀيري صحبت حضرت خير البشر صلي الله عليه وسلم جي کان شرف لڌو هو، پلاڻي ۾ زياده آهي حضرت اويس قرني رضي الله تعاليٰ عنه کان جو خير التابعين آهي.

حضرت عبد الله بن مبارڪ رضي الله تعاليٰ عنه کان پڇيو ويو ته حضرت امير معاويه درجه ۾ زياده آهي يا عمر بن عبد العزيز (جو قطب زماني جو هو) جواب ۾ حضرت عبد الله فرمايو اَلْغُبَارُ الَّذِيْ دَخَلَ اَنْفَ فَرَسِ مُعَاوِيَةَ مَعَ رَسُوْلِ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ خَيْرٌ مِّنْ عُمَرَ بْنِ عَبْدِ الْعَزِيْزِ كَذَا مَرَّةً - جا امير معاويه رضي الله تعاليٰ عنه جي گهوڙي جي نڪ ۾ حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم سان همرڪاب هئڻ وقت داخل ٿي هئي سا ڪيترا دفعا عمر بن عبد العزيز کان ڀلي آهي - پوءِ فڪر ڪرڻ گهرجي -

جنهن جماعت (نقشبندي) جي ابتدا ٻين جي نهايت ۾ داخل ٿي پوءِ انهن جي نهايت ته الائي ڪيتي پهتي هوندي - اها ڳالهه ٻين جي علمن ۾ ڪا هن ماپي سگهندي. "وَمَا يَعْلَمُ جُنُوْدَ رَبِّكَ اِلَّا هُوَ" ـ

قاصري گر کند اين طائفه را طعن وقصور: حاش للّٰه که برآرم بزبان اين گله را

همه شيران جهان بسته اين سلسله اند: روبه از حيله چسان بگسلد اين سلسله را

رَزَقَنَا اللّٰهُ سُبْحَانَهٗ وَاِيَّاكُمْ مَحَبَّةَ هٰذِهِ الطَّائِفَةِ الْعَزِيْزِ وُجُوْدُهَا

ان شاء الله تعاليٰ اسان ۽ توهان کي هن جماعت (نقشبندين) جي محبت عطا ڪري، جا عزيز الوجود آهي (يعني ٿورا ملندا)

حضرت رسول مقبول صلي الله عليه جو فرمودو آهي. "خَيْرُ الْقُرُوْنِ قَرْنِي" سڀني زمانن کان منهنجو زمانو زور ڀلو ۽ موچارو آهي. مذهب اهل تشيع جو چوڻ آهي ته حضور جن صلي الله عليه وسلم جي وقت ۾ نفاق، عداوت، بغض ۽ ڪينو گهڻو هو. انهيءَ قول ۾ رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي قول جا مخالف ٿا ٿين، ڇو ته جنهن زماني ۾ بغض، عداوت ۽ فساد گهڻو هجي، اهو زمانو "شَرُّ الْقُرُوْنِ" چئبو. يعني سڀني زمانن کان بڇڙو، نه خَيْرُ الْقُرُوْنِ يعني سڀني زمانن کان موچارو ۽ ڀلو. پڻ انهيءَ مذهب اهل تشيع وارا الله جَلَّ جَلَالُهُ جي فرمودي جا مخالف ٿا ٿين. ڇو ته اَللّٰهُ جَلَّ وَعَلَا سورة فتح جي ڇهاتين ۾ فرمايو آهي "رُحَمَاءُ بَيْنَهُمْ" يعني اصحابي سڀئي پاڻ ۾ هڪ ٻئي تي رحيم ۽ مهربان آهن. پوءِ جنهن زماني وارن کي الله جَلَّ وَعَلَا "رُحَمَاءُ بَيْنَهُمْ" جي عزت بخشي هجي، پوءِ جو مخالف ڪواڄي چوي ته "اَعْدَاءُ بَيْنَهُمْ" يعني اصحابي سڀئي پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا دشمن هوا، هرگز مخالف جي ڳالهه ورن ۾ نه آڻجي بلڪ ان کي ڪافر چئبو جو الله جَلَّ وَعَلَا جي حڪم جو مخالف ٿيو. حضرت رسول مقبول صلي الله عَلَيْهِ وَسَلَّمَ جي صحبت جي برڪت کان اَللّٰهُ جَلَّ وَجَلَالُهُ اصحابن سڀني جي سيني مبارڪ کي عداوت فساد ۽ ڪيني کان پاڪ ڪري ڇڏيو، انهن پاڪن ذاتن سان بغض رکڻ ڪفر آهي جو خود اَللّٰهُ جَلَّ وَعَلَا سڳي آيت ۾ ٿو فرمائي. "لِيَغِيْظَ بِهِمُ الْكُفَّارَ" يعني انهن اصحابن سڀني ذاتن کي ڪافر بغض ٿا رکن، جن پاڪن سان اهل تشيع جا ماڻهو بغض ٿا رکن ۽ انهن کي بد شڪتا ڳالهائن انهن مان ڪي ته اُهي حضرات آهن جن جي لاءِ بهشت جي بشارت ثابت آهي. جهڙ ڪ حضرت طلحة، حضرت زبير رضي الله عنهما. حضرت طلحة رضي الله تعالىٰ عنه رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جو اهو جان گذار عاشق آهي، جنهن پنهنجي حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي ڪجهه بي ادبي ڪئي هُئي انهيءَ عوض ۾ حضرت طلحة رضي الله تعالىٰ عنه پنهنجي پيءُ کي قتل ڪري ان جي سِرَ کي حضرت رسالت پناه صلي الله عليه وسلم جي خدمت ۾ ڪڻي آيو هو، جنهن سبب ڪري الله جَلَّ وَعَلَا حضرت طلحة جي انهيءَ فعل کان راضي ٿي قرآن شريف ۾ سندس ثناخوان ٿيو. حضرت زبير اهو مرد مولا جو آهي جنهن جي حق ۾ حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم فرمايو "قَاتِلُ زُبَيْرٍ فِي النَّارِ" يعني حضرت زبير جو قاتل دوزخي آهي. پوءِ جو حضرت زبير تي طعنو يا لعنت ٿو ڪري سو حضرت زبير جي قاتل کان ڪو گهٽ نه آهي جو ان کي دوزخي نه چئجي. ڪيترين حديثن انهن سڀني

روايت ڪيون آهن. حضرت ابوهريره رَضِيَ اللهُ تَعَالیٰ عَنهُ اهو سڳورو آهي، جنهن هڪ هزار پنج سؤ حديثون حضور جن کان روايت ڪيون آهن. جنهن مان حڪم شريعت جا ثابت آهن جن کان سواءِ پنج هزار ٽي سؤ چوهٺ حديثون پاڻ روايت ڪيون اٿس. (قاري) پوءِ اهڙي پاڪ ذاتن طعنو ڪرڻ اڌ دين تي طعنو ڪرڻ آهي. امام غزاليؒ جو فرمودو آهي ته ”حضرت ابوهريره کان اٺن سون کان به زياده اصحابي ۽ تابعي راوي آهن. جن مان حضرت ابن عباسؓ ۽ ابن عمرؓ پڻ انڪان روايت ٿو ڪري ۽ حضرت جابر بن عبدالله، انس بن مالڪ حضرت ابوهريره کان روايتون ٿا ڪن“. حضرت ام المؤمنين عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ جي لاءِ حضرت رسول پاڪ صاحبِ لولاڪ فرمايو صلي الله عليه وسلم ”خُذُوا شَطرَ دِينِكُم“ يعني اڌ شريعت جي احڪامن جو حاصل ڪريو. وڏا وڏا اصحاب ڏکيا ڏکيا مسئلا حضرت بي بي صاحبه کان پڇندا هوا. هي بي بي صاحبه رضي الله عنها حبيب رب العٰلمين صلي الله عليه وسلم جي اهڙي ته پياري هئي جو حضور جن صلي الله عليه وسلم جي وفات سندن هنج ۾ ٿي ۽ سندن حُجري مبارڪ ۾ حضور جن صلي الله عليه وسلم مدفون ٿيا. اهڙي طرح حضرت صديق اڪبر، حضرت عمر فاروق ۽ حضرت عثمان جي حق ۾ ڪيترين حديثون متواتر جيڪي صحيحن ۾ ثابت آهن. هر هڪ صحابي سڳوري شريعت جي احڪامن جون ڪيتريون روايتون حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم کان روايت ڪيون آهن. ظاهري ڪري اهل تشيع جي مذهب وارا اهل بيت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي محبت جو اظهار ٿا ڪن، حقيقت ۾ حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي شريعت جي احڪامن کي باطل ڪرڻ ٿا گهرن، ڇوته جي اَلعَيَاذُ بِالله اصحابي سڳورا فسادي يا نفاق يا ڪفر ۾ هجن پوءِ انهن کان روايت به بند ٿيڻ جوڳي ناهي، ڇوته روايت مخبر جي بند ٿيڻ ۾ ايندي آهي. جڏهن روايت ڪرڻ جي به بند ٿيڻ جوڳي نه ٿي ته پوءِ شريعت جي حڪمن کان انڪاري ۽ بي خبري ٿي. شريعت جو انڪار ڪفر آهي پوءِ بي شڪ اهي اهل تشيع جا ڪافر آهن. هندو کي بعضي ڪافر چئبو آهي، هو جو نه آهن ته اهي ڪافر پيا، جي هنن کي چئبو ته اهين ڪافر آهيو ته به پاڻ کي ڪافر جي خطاب کان بري ٿا سمجهن، مگر نه ٿا چاهن ته ڪافر چئبو آهي ان کي جو شريعت جي حڪمن کي باطل ڪرڻ گهري. رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي پيارن عاشقن کي نَعُوذُ بِالله غاصب يا ڪافر چوڻ ڪفر ناهي ته ٻيو ڇا آهي. اصحابن

سڳورن جي زندگاني هن طرح گذري جيئن ته سنڌن حڪم ۾ قائم هوا - جنهن ڪم کان حضور جن صلي الله عليه وسلم ناراض هوا ان کان پري رهندا هوا ۽ پنهنجن پيرن، مائرن اولاد ۽ اهلين کي رسول مقبول صلي الله عليه وسلم تان قربان ۽ فدا ڪري ڇڏيو هوائون حضور جن صلي الله عليه وسلم ۾ اهڙو اعتقاد ۽ اخلاص هين جو سنڌن ٿُڪ مبارڪ پٽ تي پهچڻ نه ڏيندا هوا يڪدم جهلي وٺندا هوا بلڪ آب حيات وانگر پي ڇڏيندا هوا - حضور انور صلي الله عليه وسلم جي سيرواري رت کي پيئڻ صحابن سڳورن کان مشهور ۽ معروف آهي مالڪ بن سنان احد واري ڏينهن حضور جن صلي الله عليه وسلم جو نڪتل رت مبارڪ پيتو آهي - هڪ دفعه حضور جن صلي الله عليه وسلم سڱيون هڻايون هيون ان مان جو رت نڪتو، حضرت عبدالله بن زبير رضي الله عنه نوش فرمايو - جڏهن اها خبر رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي حضور ۾ پهتي - پاڻ فرمايائون ته ان کي دوزخ جي باه اوڏو نه ايندي - امام شجي جو موجود آهي ته ڪنهن ماڻهو حضرت عبدالله کان پڇيو ته توکي رت جو ذائقه ڪهڙي طرح معلوم ٿيو، جواب ۾ فرمايائين رت جو ذائقه ماکي جهڙو هو، بوءِ رت مبارڪ جي مشڪ جهڙي هئي -

هي سمورو مضمون مڪتوب شريف ع ۳۶ دفتر نورالخلائق تان آندو ويو آهي، مضمون جي تقديم ۽ تاخير ڪيم ۽ ڪو لفظ حاشيه تان لکيم - انهي ساڳي مڪتوب شريف ۾ عربي زبان ۾ هن ايت جا عجيب جملا فرمايا اٿن جن جو ترجمو تبرڪاً لکان ٿو -

"بوءِ پرهيزگار اي مخاطب، بوءِ پرهيزگار اي مخاطب، بوءِ پرهيزگار اي مخاطب، انهن دين جي اڪابرن (اصحابن سڳورن) ۾ طعني هڻڻ کان ۽ انهن اسلام جي وڏي شان رکندڙن جي گلا ۽ سٽ ڪرڻ کان جو ته اهي حضرت صحابي سڳورا اهي مرد آهن جن اسلام جي ڪلمي بلند ڪرڻ ۾ ڪوشش ورتي ۽ حضرت سيد الابرار عليه الصلواة و السلام جي مدد ڏيڻ ۾ ڪين گهٽايائون ۽ دين جي تائيد ۾ رات ڏينهن ظاهر باطن ۾ پنهنجا مال خرچ ڪيائون ۽ حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي محبت ۾ پنهنجن عزيزن، قريبن، اولاد، پنهنجن اهلين، پنهنجن وطنن، رهڻ جي جاين، چشمن، پوکن، وڻن ۽ نهرن کي ترڪ ڪيائون - پنهنجا ساهه رسول مقبول صلي الله عليه وسلم تان قربان ڪيائون ۽ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي محبت کي پنهنجي ۽ پنهنجي

مال ۽ اولاد جي محبت تي ترجيح ڏنائون - هي اُهي حضرات آهن جي سندن صحبت جي شرف کان مشرف ٿيا ۽ حضور انور صلي الله عليه وسلم جي صحبت جي نعمت حاصل ڪري نبوّت جي برڪتن کان مشرف ٿيا ۽ ڪيترن دين جو مشاهدو حاصل ٿيو ۽ معجزن کي ايتري حد تائين ڏٺائون جو انهن جي غيبت منجهي شهادت ۾ ٿي ۽ علم انهن جو عين ۾ پيو ۽ يقين انهن کي ايتري قدر ترقي ڏنو ويو جو انهن کان پوءِ ڪنهن کي به نه ڏنو ويو - انهن اصحابن سڳورن کان سواءِ ٻيا ماڻهو جيڪڏهن احد جبل جيترو سون خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪن ته به اصحابن سڳورن جي پائي يا اڌ پائي جَوَنِ جي خرچ ڪرڻ کي پهچي نه سگهندا - يعني جيڪو ثواب اصحابن سڳورن کي سير يا اڌ سير جَوَنِ جي خرچ ڪرڻ ۾ مليو سو ٻين کي احد جبل جيتري سون خرچ ڪرڻ ۾ به ملي نه سگهندو - حضرات اصحاب ڪرام رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين جي تعريف قرآن شريف ۾ ثابت آهي - "رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمْ وَرَضُوْا عَنْهُ" [1] ذٰلِكَ مَثَلُهُمْ فِي التَّوْرٰىةِ ۖ وَمَثَلُهُمْ فِي الْاِنْجِيْلِ ۚ كَزَرْعٍ اَخْرَجَ شَطْئَهٗ فَاٰزَرَهٗ فَاسْتَغْلَظَ فَاسْتَوٰى عَلٰى سُوْقِهٖ يُعْجِبُ الزُّرَّاعَ لِيَغِيْظَ بِهِمُ الْكُفَّارَ ۭ [2] اصحابن سڳورن سان جي بغض ٿا رکن تن کي الله تعاليٰ ڪافر فرمايو آهي - پوءِ جيئن ڪفر کان پرهيز ڪرڻ ضروري آهي تيئن اصحابن سڳورن جي بغض رکڻ کان پرهيز ڪرڻ گهرجي - انتهيٰ ملخصًا

خاص طرح ته قرآن شريف جون آيتون خواهه رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جون حديثون اصحابن سڳورن جي پڌائي ۾ ڪيتريون آيل آهن جو اهي ساڳيون حديثون ۽ آيتون حضرات اهل بيتن سڳورن ۽ حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي حرمن پاڪن جي پڌائي ۾ پڻ ڄاڻيون جو ته صحابي انکي چئبو آهي جنهن ايمان سان حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي خدمت ۾ رهي صحبت کان شرف ورتو هجي اگرچه صحبت هڪ گهڙي ڪئي هجيس - ان ڪري جيڪي به آيتون يا حديثون صحابن سڳورن جي پڌائي ۾ آيل آهن سي اهل بيتن جون پڻ فضيلتون ثابت ڪندڙ سمجهڻ گهرجن -

مولانا عبدالرب صاحب دهلوي قادري حنفي فردوس آسيه جي پهرين حصه ۾ قرآن شريف جون ڇويهه آيتون ۽ حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جو ٻارهن

[1] ترجمو:- الله کين راضي ٿيو ۽ اُهي کانئس راضي ٿيا (سورة البينة رڪوع ۱ پارو ۳۰)
[2] اها سندن وصف توريت ۾ آهي ۽ سندن وصف انجيل ۾ آهي (جا هي) انهيءَ پوک وانگر آهن جنهن پنهنجو سلو ڪڍيو پوءِ ان کي مضبوط ڪيائين پوءِ ٿلهو ٿيو پوءِ پنهنجي ڏانڊي تي سڌي بيٺي جو پوکيندڙن کي وڻي ته مومنن جي ذريعي ڪافرن کي ڪاوڙائي (سورة فتح ۲۶)

جن ئثون عام طرح اصحابن سڳورن جي پلاڻ ۾ چڱي طرح تحقيق سان تڪي پوءِ تو ٿڪي،
عقل وارن تي هي ڳالهه ڳجهي نه رهي ته اصحاب سڳورا حضرت رسول مقبول
صلي الله عليه وسلم جا سرڪار خداوندي جو لشڪر آهن ۽ اهي سڳورا بارگاهه محمدي
صلي الله عليه وسلم جي فوج آهن ۽ جي ڪنهن کي اکيون هجن ته غور ڪري جا جي ڏسي
ته سندن وسيلي سان اسلام کي ڪهڙي نه عزت پهتي ۽ نبوت جو ڪيترو نه دبدبو سندن
هٿان ظهور ۾ آيو.
حضور اقدس صلي الله عليه وسلم جا اصحاب سڳورا هڪ لک چوويهه هزار آهن
مگر جيڪي مقرر خدمتن تي مأمور هوا تن جا نالا مبارڪ هتي لکجن ٿا.

## ”حضور جن جا اصحابي جي سندن غلام هوا“

زيد بن حارثه. اسلم. ابو رافع. ثوبان. ابو ڪبشه. شقران. رباح.
يسار. مدعم. ڪرڪره رضي الله عنهم.

## ”غلام جي سائٽن سفر ۾ هند هوا ۽“

## سواري جي خدمت سندن حوالي هئي

انجشة الحادمي. سفينه. السنه. افلح. عبيد. طهمان. ذڪوان. مهران.
مروار. حنين. سندر. فضاله. مابور. هي حضرات خصي هوا

## ”حضور اقدس (صلي الله عليه وسلم) جون ٻانهيون“

سلمي. ام رافع. ميمونه. حضره. رضوي. ربيحه. ام ضميره. ميمونه
بنت ابي عسيب. ماريه. ريحانه. ٻيون ٻئي پاڪدامنون حضور اقدس صلي الله
عليه وسلم جي صحبت کان مشرف ٿيل آهن. رضوان الله عليهن اجمعين.

## ”حضور اقدس (صلي الله عليه وسلم) جا خدمتگار“

انس بن مالڪ، هي حضرت رات ڏينهن گهر ٻار جي ڪم ڪار ۾ هند هو. عبدالله
بن مسعود، هن حضرت ڪفش بردار جي خدمت اختيار ڪئي هئي ۽ حضور جن
جي عصا مبارڪ، ڏند ڏڻ ۽ تکيي ڪنڌ جي خدمت به سندن حوالي هئي. عقبه بن
عامر الجهني، اسلم بن شريڪ. بلال ابن رباح. هي حضرت بانگ ڏيڻ جي خدمت
تي مقرر هوا رضوان الله عليهم اجمعين.

# حضور اقدس (صلي الله عليه وسلم) جا وزير منشي

حضرت ابوبڪر - حضرت عمر - حضرت عثمان ۽ حضرت علي رضي الله عنهم اجمعين

## حضور اقدس (صلي الله عليه وسلم) جا منشي

زبير - عامر بن فهيره - ابي بن ڪعب - عمرو بن العاص - عبدالله بن الارقم - ثابت بن قيس حنظلة بن الربيع - مغيره بن شعبة - عبدالله بن رواح - خالد بن وليد - خالد بن سعيد رضوان الله عليهم اجمعين -

## حضور اقدس (صلي الله عليه وسلم) جا هميشگي آخري منشي

معاويه بن ابي سفيان - زيد بن ثابت رَضِيَ اللهُ عَنْهُمْ اَجْمَعِيْن

## حضور اقدس (صلي الله عليه وسلم) جا قاصد جي کي بادشاهن ڏانهن حضور جن جا خط مبارڪ کڻي ويندا هوا

عمرو بن امية الضميري :- هي سڳورو حضور اقدس صلي الله عليه وسلم جو خط مبارڪ نجاشي بادشاه حبش جي کي پهچايو هو.

دحية ڪلبي :- هن سڳوري حضور اقدس صلي الله عليه وسلم جو مڪتوب شريف قيصر روم کي پهچايو هو. اگرچه ان اسلام جو ارادو ڪيو هو. مگر اسلام نه آندائين ورتي ساڳيو اهو خط مبارڪ مسيلمه ڪذاب ڏانهن کڻي ويو، مگر انهيءَ کي به اسلام نصيب نه ٿيو ۽ جهنم ۾ ويو.

عبدالله بن حذافه :- هي حضرت حضور جن صلي الله عليه وسلم جو خط مبارڪ ايران جي بادشاه ڪسريٰ ڏانهن کڻي ويو هو پوءِ ان حضور جن جو خط مبارڪ ڦاڙي ڇڏيو پاڻ فرمايائون "انشاءالله تعاليٰ ان جي ملڪ کي ڦاڙي". آخر ان جو ملڪ برباد ٿي ويو.

حاطب بن ابي ملتبعة :- هي حضرت اسڪندريه جي بادشاه مقوقس ڏانهن حضور صلي الله عليه وسلم جو خط مبارڪ کڻي ويو هو. بادشاه کي اسلام نصيب نه ٿيو مگر ان پنهنجا تحفا ۽ هديا حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جن ڏانهن موڪليا جنهن ۾ ماريه قبطيه رضي الله تعاليٰ عنها ۽ ان جي ڀيڻ سيرين ۽ قيرايه هيون - ٻي پڻ هڪ ٻانهي، هڪ هزار گينيون، ويهه مصري وڳا، هڪ خچر شهبار نالي، هڪ غلام خصي هڪ گهوڙو، هڪ پيالو شيشي جو، ماکي، ڦلڦا سار (جو ترڪاري جو قسم آهي) موڪليا حضرت جن ماکي نوش فرمائي

شجاع بن وهب الاسدي رضؓ :- هيءَ حضرت بادشاه بلقاء ڏانهن خط کڻي ويو هو.
سليط بن عمرو رضؓ :- هي حضرت، هوذه بن علي ڏانهن يمامه جي طرف ويو هو.
عمرو بن العاص رضؓ :- هي حضرت، عمّان ڏانهن جعفر ۽ عبدالله ڏانهن ويو هو. ٻنهي آندو اسلام
مهاجر بن اميه مخزومي رضؓ :- هي حضرت، حارث بن عبد کلال ضميري ڏانهن يمن جي طرف ويو هو ان جيو ته آئون ذکر ڪندس.

## حضور جن جي حڪم موجب وعظ جي ڪم تي مقرر ٿيل

ابو موسيٰ اشعري - معاذ بن جبل - حضرت علي - جرير بن عبدالله - حضرت معاذ بن جبل ۽ حضرت علي رضي الله عنهما يمن ڏانهن تشريف فرما ٿيا هوا. يمن جي سموري خلق بنا قتال ۽ جنگ جي اسلام قبول ڪيو.

جرير بن عبدالله، ذي ڪلاع ۽ ذي عمر ڏانهن تشريف فرما ٿيا. اني ٻن ماڻهن کي اسلام جي دعوت ڏنائون. وعظ جي تاثير کان ٻئي مسلمان ٿيا. جرير حضور اقدس صلى الله عليه وسلم جي وفات تائين اتي رهي ويو. انهي وچوڙي جي ڪري حضرت جرير جي فراق ۾ اهڙي حالت ٿي جو چريائي کي قريب ٿيو.

مصعب بن عمير رضؓ هجرت کان اڳي مدينه منوره ۾ وعظ ڪرڻ لاءِ تشريف فرمائي هئي، جنهن ڪري سوين ماڻهو مسلمان ٿيا

## حضور اقدس (صلى الله عليه وسلم) جن جا بانگا

بلال بن رباح رضي الله عنه :- هي حضرت پهريون بانگو آهي، حضور جن کان پوءِ بانگ ڏنائين مگر ان وقت حضرت بلال شام کان مدينه منوره ۾ حضرت عمر فاروق رضي الله تعالىٰ عنه جي خلافت ۾ تشريف فرما ٿيو. حضرت عمر فاروق رضي الله تعالىٰ عنه ڪيس فرمايو ته اي حضرت بلال بانگ چؤ، جڏهن حضرت بلال بانگ شروع ڪئي ۽ حضور اقدس صلى الله عليه وسلم جي وقت پاڪ کي ياد ڪري رڙ ٻڌو ته ساري خلق رڙ ٻڌي نيٺ هو بانگ پوري نه ڪري سگهيو.

عمرو بن ام مڪتوم :- هيءَ حضرت، مسجد نبوي صلى الله عليه وسلم جو بانگو هو.
سعيد القرظي :- هيءَ حضرت، مسجد قباء جو بانگو هو رضي الله عنه.
ابو محذوره :- هيءَ حضرت مڪه معظمه ۾ بانگو هو، رضي الله عنه.

## حضور اقدس (صلى الله عليه وسلم) جا مقرر ڪيل نائب يا امير

باذان بن ساسان :- هن حضرت کي حضور جن صلى الله عليه وسلم ڪسريٰ جي مرڻ کان پوءِ يمن تي امير مقرر ڪيو هو.

خالد بن سعيد بن العاص :- هي حضرت صنعاء يمن جو امير مقرر ڪيل هو.

ابوموسيٰ اشعري :- هي حضرت زبيد، عدن، زمع ۽ ساحل جو امير هو.

زياد بن لبيد :- هيءُ حضرت، حضرموت تي امير هو.

معاذ بن جبل :- هيءُ حضرت، جند جو امير هو.

ابوسفيان بن حرب :- هيءُ حضرت، نجران جو امير هو.

عتاب بن اسيد :- هيءُ حضرت، مڪه معظمه جو عامل ۽ امير حج جو هو.

حضرت علي بن ابي طالب :- هيءُ حضرت، يمن جي خمس تي امير هو.

عمر بن العاص :- هيءُ حضرت، عمان جو امير هو.

## حضور اقدس (صلى الله عليه وسلم) جا حرس يعني پهريدار

محمد بن مسلمة :- هن حضرت جنگ احد ۾ پهرو ڏنو. زبير بن العوام :- هيءُ حضرت، جنگ احزاب ۾ پهري جي ڪم تي هو.

## حضور اقدس (صلى الله عليه وسلم) جا جلاد مقرر ڪيل جي حضور جن (صلى الله عليه وسلم) جي روبرو گنهگارن کي حد هڻندا هئا ۽ گردنون ڪاٽڻ جو ڪم ادا ڪندا هئا

حضرت علي ابي طالب - زبير بن العوام - هنن ٻن حضرات بني قريضه قبيله کي قتل ڪيو جي ست سؤ جوان هوا. مقداد بن عمر - محمد بن مسلمه، عاصم بن ثابت - ضحاڪ بن سفيان

## حضور اقدس (صلى الله عليه وسلم) جو ڪوتوال

قيس بن سعد بن عبادة الانصاري هو.

## حضور اقدس (صلى الله عليه وسلم) جي جا شاعر، جي سنبت شام ۾ اسلام ۾ مسلمانن جي تعريف ڪندا هوا ۽ قصيدا چوندا هوا ۽ ڪافرن جي هجو ڪندا هوا

ڪعب بن مالڪ - عبدالله بن رواحه - حسان بن ثابت -

هيءُ عبرت جي جاءِ آهي ۽ غور ڪرڻ گهرجي ته اهڙا پاڪ ماڻهو جن کان اسلام جا هي ڪم نڪتا هجن، تن درگاهه نبوي صلى الله عليه وسلم جي پيارن جي گلا ڪرڻ ۾ اڄ ڏاهي پاڪ ملا جي تير جو هدف ٿين - باقي جي ذات هي ڪنڊيل، بي نمازي، گانجو، شراب ۽ ڀنگ پيئندڙ ۽ يتي

۽ جوا ۽ اندي ڪين ندا ۽ شطرنج باز، ڪڪڙ ۽ ڪُتا ڏاڙ بند ۽ اهي مسلمان خاص ڪُتا ڏين - توبه، توبه، توبه، هرگز هرگز نه - سُبْحَانَكَ هٰذَا بُهْتَانٌ عَظِيْمٌ. رَبَّنَا عَلَامَهْ

## در حضور حضرات صحابه ڪرام عاشقان سيّد الانام عليه الصلواة والسلام

تون ثنا خواني صحابن جي ڪريان اي باوقار — سڀ صحابي هوا محمدؐ تي سدائين جانثار
مال ۽ اولاد ڪي مرسل تي جن قربان ڪيو — تي ويا گهر تان ڇڏي سردار جا خدمتگار
جي رسول الله کي ڏسندا ٿي رهيا، عاشق هزاري — انتظار ۾ رهيا تي عشق کان سي بيقرار
آ محمدؐ مصطفيٰ تن جي ثنا خواني ڪئي — تن جي ڪئي تعريف آ قرآن ۾ پروردگار
ويا ڏي سڀ عارفن ۽ اوليائن کان اهي — جن رسول الله سان صحبت ڪئي آهي ڪيا
آه جنهين نور الخلائق ۾ متين تقرير ڪئي — سو امام الاولياء سر هڻن ۾ جنهن جي مزار
هو صحابي رب جي سرڪار جو لشڪر ٿيو — بارگاهِ مصطفيٰ جي فوج عالم آشڪار
رحمت حق کان ٿيا مردود منڪر تن سندا — جي مخالف تن سندا ٿيا رو سياه ۽ نابڪار
ساه ڪن قربان ڪيو حضرت رسول الله تان — ڪي محمدؐ جا وزير آهن پيارا جار يار
ڪي سفر توڙي حضر ۾ ٿي رهيا سان رفيق — جن سندا ڪردار ۾ مهران نالا نامدار
ڪي ٿيا منشي سندن ۽ ڪي ٿيا ڪاتب پيارا — جي ٻه ها ڪامل سندا قاصد مڙئي هوشيار
ڪي هيا واعظ جنين اسلام جي دعوت ڏني — ڪي هوا ٻانگا مثل حضرت بلال شاندار
ڪي ٿيا نائب رسول الله جي ارشاد سان — سڀ ٿيا غازي ڪسرٰي جي ٿئي هيلهر ٿيا
ڪي هولڙا ڙار حضرت جا جنين پهرو ڏنو — قيس جهڙا ڪي هوا ڪامل سندا پهرو ڪو ٿار
ڪي هوا شاعر جنين اسلام جي مدحت ڪئي — تن ۾ هو حسان بن ثابت سگو رحمٰن دار
تن پلن پاڪن سندي جن جي شڪل شقي — ڦهڙ ٿيا ئي سندي تلوار تن تي تيار
جي گلا پاڪن سندي ڪن تن سندا ارمان ٿيو — مصطفيٰ آڏو اهي ٿيندا گهڻو ئي شرمسار
خير دنيا آخرت جا هن ديها ڪي ڏيو — يا خدا احمدؐ صحابن جي، جو آهيان عبيد
حُبّ تن جي شال منهنجي قلب ۾ جاري هجي — سڀ ٿين حامي سندن منجهه ڏيو ۽ روز شمار

## مناجات بدرگاه سيّد السادات صلى الله عليه وسلم

گهران توهر گهڙي دل سان شفاعت يا رسول الله — اوهان ئي ناه ڪو هيڻن حمايت يا رسول الله
اوهان کي ئي ڪيو الله افضل آ نبين کان — اوهان جي شان جي ناهي نهايت يا رسول الله

مقرر ناهي ڪا ٿيو اوهان جي معجزن جو ڪو    اوهان تي ختم ٿي بيشڪ رسالت يا رسول الله
اوهان تي ڳوڙها پيا آنڌ اي اڄها آڻ پڻ    ڦريو جيڪو انهيءَ کي ٿي شقاوت يا رسول الله
اوهان تي پڻ مرن پڙهيو هيئن جي حب ڪلو    اوهان جي حبِ ڪامل ٿي ڪفايت يا رسول الله
اوهان تي ٿيو فدا گهڙو ڪو ڙهو ٿيو شيدا    اوهان جي بر عڪس ٿا وڃي ضلالت يا رسول الله
اوهان جي مرحمت تي امِ معبد تي گهڙو اڪثر    اوهان جو فيض پهتو هر ولايت يا رسول الله
اوهان جي آڱرين جي آب مان سيراب ٿيا ڪئي    الهي مون ملي آئڪي ڪرامت يا رسول الله
اوهان سان زهر ڪا لهايو اهاڻي اين ري نعمت    ملي آئڪي صباحت ۽ ملاحت يا رسول الله
اوهان حاجت روا آهيو سڀ ثقلين جا سائين    اڄها اُمتي پڪار با بلاغت يا رسول الله
پيم ڏوهن سان ڏکارو رهائي وسڪون    ڪريو انوار ادا سان تي عنايت يا رسول الله
ڪڄو سڪرات ۾ منهنجي سائي اي ٻچا سائين    ٿئي ايمان منهنجي جي حفاظت يا رسول الله
شرين جي شرارت کان بچايو شاهه عالم جا    عدوَن شرع جي ڪئي عداوت يا رسول الله
ڏيو سڪ پنهنجي سنت جي سدا پڻ سرور عالم    شريعت لاءِ پڻ ڏيو استقامت يا رسول الله
مجدد الف ثاني جي محبت کان نوازيو مون    انهي جي منڪرن کي ڏيو هدايت يا رسول الله
تيان عاشق صحابن، اهل بيتن ۽ ولين تي    اهامون لاءِ ابرار آهي سعادت يا رسول الله
اهوئي عرض منهنجو آسائين بادرگاه تي    ڇڳي منهنجي ٿئي اڳئي قيامت يا رسول الله
اڳيان رستو ٿيو اڙلو اڃي آڏو ننڍو پولو    ٻچائي ۾ ڌڄو ڪائي فضاحت يا رسول الله
ڇڳو مونکان عمل ڪوئي نه ٿيو آن نڌ ڪاني ۾    اهائي تي رهي مونکي ندامت يا رسول الله
منا مرسل ڪرم ڪر آهيان مفلس نسورو تي    سدا مشهور تي آن جي سخاوت يا رسول الله
شفيع المذنبين عقبيٰ سندي ڏر تي جو سل    اوهان جي حشر ۾ آهي ڪفالت يا رسول الله
اُتي احسان پنهنجو ڪرا تما اميد ٿيو تو ۾    نه مونکان تي سگهي آهي عبادت يا رسول الله
ڪيا مون ڪيترائي ڪيس مون ئي ڪيو ۾ ڪريو    مُهابي يار پهرين باصداقت يا رسول الله
ڪيو مشڪل ڪشائي مون سندي آڏا رترين جا    طفيلي يار ثاني شه عدالت يا رسول الله
ڪيو هيٺين جي حالت تي نظر ڪا مهرباني جي    وسيلي باحيا وارث لطافت يا رسول الله
بچائي قبر واري پڙ کان تون پال پنهنجي ٿا    بنامِ شه علي صاحب شجاعت يا رسول الله
ڪيو قربان مونکي پنهنجي در تي مُهابين    انهن شاهن شجاعن باشها يا رسول الله

ڪرايو ڪانه يارت مان ڇُمان شرع پهچايو — مُهابي يضحڪ محسن ٿيا يارسول الله
اڳهاڻ التجا منهنجي امام الانبياء نور — نه مون ۾ آهه ڪائي لياقت يارسول الله
ڏيهاڻي عرضي نه ڇڏ دلگير تون ڪا دستگيري — ڪيم هي التجائون ڪر اجابت يارسول الله

## حالات امير المؤمنين حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه

هي ٻنهي کان پوءِ پلوءِ سڀني صحابين کان پر ڇهلو آهي. پهريون آهي جو اسلام کا ٻاڻي مشرف ڪرايئين - پهريون آهي جو خلافت جي پڳ سڀني کان اول ٻڌائين - پهريون آهي جنهن قرآن مجيد کي جمع فرمايائين - پهريون آهي جنهن اول بيت المال رکايو - پهريون آهي جنهن اول نالو قرآن جو مصحف رکيو - پهريون آهي جنهن کي اسلام ۾ عتيق جو نالو مليو - پهريون آهي جو پنهنجي والد شريف جي حياتي ۾ خليفو ٿيو - پهريون آهي جنهن کي صديق جو لقب مليو - اهو ثاني هو رسول الله صلى الله عليه وسلم سان اسلام ۾ - ثاني هو هجرت ۾، ثاني هو غار ۾ - ثاني هو عريش ۾ ۽ ثاني ٿيو قبر ۾ رضي الله تعالیٰ عنه

حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه جي ولادت باسعادت عام الفيل (سال فيل) کان ٻه سال چار مهينا پوءِ واقع ٿي - ستين پشت ۾ سندن نسب جناب رسول الله صلى الله عليه وسلم سان ٿو گڏجي - ٻالڪپڻ کان وٺي هو جناب پيغمبر صلى الله عليه وسلم جي صحبت کان مشرف ٿيا۔ [1]

حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنه جن ٿا فرمائن ته سورة احقاف جي آيت "حَتَّى إِذَا بَلَغَ أَشُدَّهُ وَبَلَغَ أَرْبَعِينَ سَنَةً" [2] حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه جي شان ۾ نازل ٿي ۽ قصو ان جو هيءُ آهي جو جڏهن حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه جي عمر مبارڪ ويهن ورهن جي ٿي - تڏهن حضرت رسالتمآب صلى الله عليه وسلم سوداگريءَ جي ارادي سان شام ڏانهن ويا ۽ هڪ جاءِ تي ٻير جي وڻ هيٺان نزول فرمايائون - ان وڻ جي ويجهو هڪ اهل ڪتاب درويش رهندو هو - اهو حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه وٽ ويو ۽ پڇيائين ته ٻير جي وڻ هيٺان ڪير آهي؟ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو ته محمد بن عبد الله بن عبد المطلب ان تي راهب چيو ته قسم الله جل جلاله جو

[1] في المواهب ص ٣٨ ج ١ - اخرج بن منده بسند ضعيف عن ابن عباس ان ابابڪر الصديق رضي الله تعالیٰ عنه صحب النبي وهو ابن ثمان عشرة والنبي صلى الله عليه وسلم ابن عشرين سنة الخ

[2] تان جو جڏهن پنهنجي جواني کي پهتو ۽ چاليهن ورهن کي پهتو - سورة احقاف ع ٢ پاره ٢٦

جو نه هي حضرت عيسيٰ ابن مريم عليهما السلام کان پوءِ نبي آهي ۽ ان وٽ جي هينئن حضرت عيسيٰ عليه السلام بعد محمد نبي صلي الله عليه وسلم کان سواءِ ٻيو ڪونه ڏٺو آهي - ان وقت کان حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جي دل ۾ اهو ڪلام ڄمي ويو ۽ پٿر تي ليڪو ٿي پيو ۽ انهيءَ ڏينهن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جن حضرت صلي الله عليه وسلم جي محبت ۽ صحبت اختيار ڪئي، انهيءَ وقت تائين جو آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن چاليهن ورهن جا ٿيا ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه اسلام آڻڻ جي وقت ۾ اٺٽيهن ورهن جو هو - حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمايو آهي ته هڪ ڏينهن حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جي مبعوث ٿيڻ کان اڳ مون خواب ۾ ڏٺو ته هڪ وڏو نور آسمان کان ڪعبي جي ڇت تي لٿو ۽ مڪي جي سيني گهرن ۾ ٻکرجي ويو تنهن کان پوءِ اهو نور هڪ جاءِ تي گڏ ٿيو آهي ۽ منهنجي گهر ۾ آيو، صبح جو اٿي انهيءَ خواب جو بيان يهود دين مان هڪ هڪ عالم کي ڪيم - انهيءَ چيو ته هي خواب خيال آهي - پوءِ ٽن ورهن کان پوءِ سفر ۾ وڃڻ جو اتفاق ٿيو - هڪ جاءِ تي هڪ راهب کان انهيءَ خواب جو تعبير پڇيم ان چيو ته تون ڪير آهين مون چيو ته قريش مان آهيان ان چيو ته الله جَلَّ جَلَالُهٗ اوهان مان هڪ پيغمبر پيدا ڪندو - انجي حياتي ۾ تون ان جو وزير ٿيندين ۽ ان کان پوءِ انجو خليفو ٿيندين - جيئن ته جڏهن جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم جن مبعوث ٿيا ۽ پاڻ حضرت ابابڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه کي اسلام جي دعوت ڏنائون - تڏهن حضرت ابابڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جن سواءِ فڪر ۽ سواءِ هڪ ساعت خيال ڪرڻ جي اسلام قبول ڪيو - جناب پيغمبر خدا صلي الله عليه وسلم جن سندن ڀلائي ۾ ٻين کي فرمائيندا هئا ته "توهان ۾ ۽ ابوبڪر ۾ هيءُ فرق آهي، جو ابوبڪر اسلام سواءِ حُجَّت ۽ دليل جي قبول ڪيو ۽ توهان حُجَّت سان" - جنهن وقت کان پاڻ اسلام قبول فرمايائون تنهن وقت کان سفر ۽ حضر ۾ حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جي اجازت کان سواءِ ڪڏهن به نه جدا ٿيا - غرض ته سندن ذات پاڪ کان اسلام کي ۽ مسلمانن کي گهڻو فائدو پهتو - اسلام جي شروعات ۾ جڏهن ڪافر پنهنجن زيردست مسلمانن کي گهڻو ايذاءُ ڏيندا هوا تڏهن پاڻ پئسا ڏيئي انهن کي ظالمن جي چنبي کان ڇڏائي وٺي

وڪيندا هوا - جيئن حضرت بلال ۽ حضرت عامر بن فهيره کي خريد ڪري آجو ڪيو هوائون
۽ جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم جن حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه
جي مال ۾ اهڙي طرح تصرّف فرمائيندا هوا - جيئن ڪو پنهنجي مال ۾ تصرّف ڪندو آهي ۽
جنهن ڏينهن حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه ايمان آندو هو، ان ڏينهن
وٽس چاليهه هزار دينار ۽ ڪن جي قول موجب چاليهه هزار درهم هوا، اهو سڀ
مال رسول الله صلي الله عليه وسلم تي خرچ ڪيائين - جڏهن مديني شريف ڏانهن هجرت
ڪيائون تڏهن وٽن پنج هزار دينار هوا - اهي سڀئي اسلام ۽ مسلمانن جي امداد ۾ خرچ ڪيائين.
هڪ ڀيري حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم
جن وٽ رڳو هڪ ڪرتو ڍڪي حاضر ٿيو - جنهن ۾ ٻيڙن جي بجاءِ هڪ ڪجهه جو ڪنڊو لڳل
هو - آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن پڇڻ فرمايو ته "اي ابوبڪر هيءَ ڪهڙي وضع آهي".
حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جن اڃا ڪو جواب نه ڏنو هو ته ايتري ۾ حضرت
جبرئيل عليه السّلام پڻ انهيءَ شڪل ۽ نموني سان تشريف فرما ٿيو - انهيءَ سبب حضرت سرور عالم
صلي الله عليه وسلم کي هيڪاري عجب لڳو - حضرت جبرئيل عليه السلام کان سبب پڇيائون
جواب ۾ چيائين ته اڄ الله جَلّ جَلالُهُ مونکي حڪم فرمايو آهي ته جهڙيءَ طرح ابوبڪر زمين تي پنهنجي
وضع بنائي آهي تون آسمان تي اهو نمونو ڪر ۽ مونکي الله جَلّ جَلالُه اوهان ڏانهن موڪليو آهي ته
ابوبڪر کي منهنجا سَلامَ چؤ ۽ دريافت ڪيو ته انهيءَ حال ۾ هو مونکان راضي آهي - هي ٻڌي
حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه زور سان وڏو آواز ڪري، ٽي ڀيرا چيو ته "آءٌ پنهنجي
ربّ کان راضي آهيان - آئون پنهنجي ربّ کان راضي آهيان - آئون پنهنجي ربّ کان راضي آهيان"
جناب رسولِ خدا صلي الله عليه وسلم جن پڇڻ فرمايو ته اي ابوبڪر اڄ توکان اهڙو ڪهڙو
ڪم ٿيو آهي جنهن جي سبب اَللهُ جَلّ جَلالُهُ پنهنجا سَلامَ ۽ رضا جا پيغام تو ڏانهن موڪليا آهن.
حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه ڪجهه جواب نه ڏنو - تنهن تي حضرت جبرئيل
عليه السلام فرمايو ته اوهانکي خبر نه آهي جو انهيءَ پنهنجو سڀ مال ۽ اسباب اَللهُ جَلّ جَلالُهُ
جي ذات ۾ خرچ ڪري ڇڏيو آهي - جنابِ رسول خدا صلي الله عليه وسلم جن ارشاد فرمايو
ته مونکي ڪنهن جي مال کان ايترو نفعو نه ٿيو آهي جيترو ابوبڪر جي مال کان.

جابر بن عبدالله کان روايت آهي ته آءٌ هڪ ڏينهن حضرت رسول مقبول الله عليه وسلم

جي حويلي جي دروازي مبارڪ تي مهاجرن ۽ انصارن جي جماعت سان حاضر هوس، هڪ ٻئي ۾ بزرگيءَ ۽ ڀلائيءَ جو ذڪر پئي ڪيوسون جو آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن تشريف فرما ٿيا ۽ فرمايائون ته ڪهڙي شغل ۾ آهيو؟ مون عرض ڪيو ته ماڻهن جي ڀلائيءَ جو بيان ٿا ڪيون. پاڻ فرمايائون ته جي اهو ذڪر آهي ته خبردار! ابوبڪر تي ڪنهن کي ڀلائي نه ڏجو، هن سبب جو اهو سڀني کان زور ڀلو آهي دنيا ۽ آخرت ۾.

جابر رضي الله تعالیٰ عنه کان صحيح سند سان روايت ثابت آهي ته هڪ ڏينهن آءُ ابوبڪر رضي الله تعالیٰ عنه جي اڳيان پئي هليس، دفعتةً آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته "تون انهيءَ شخص جي اڳيان ٿو هلين جو توکان دنيا ۽ آخرة ۾ ڀلو آهي، قسم آهي الله جل جلاله جو ته نبين ۽ رسولن کان پوءِ ڪنهن تي سج اڀريو نه لٿو جو ڀلو زور هجي ابوبڪر کان.

پڻ پيغمبر اڪرم صلي الله عليه وسلم جن ارشاد فرمايو ته "توهان تي ابوبڪر کي نماز ۽ روزي جي گهڻائي سبب فضيلت نه ٿيو ڏيان بلڪ ان چيز جي سبب کان فضيلت ٿو ڏيان جا انهيءَ جي (دل ۾) آهي.

جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته "اي ابوبڪر خبردار! يقيناً تون منهنجي سڄي امت کان اڳي بهشت ۾ ويندين."

جناب رسول خدا صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته "بيشڪ مون تي سڀني آدمين کان زياده احسان ڪرڻ وارو ابوبڪر آهي. جيڪڏهن آءٌ سواءِ خدا جي خليل يعني دوست ڪيان ها ته جيڪر اُمّتَ مان ابوبڪر کي دوست ڪيان ها پر اسلام جي اخوت (ڀائپي) موجود آهي — حضرت جن صلي الله عليه وسلم ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه کي فرمايو ته "تون منهنجو غار ۾ ۽ حوض جو رفيق آهين" — آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته "جي ابوبڪر جو ايمان سڀني جنن ۽ ماڻهن جي ايمان سان توريجي ته ابوبڪر جي ايمان جو پڙ ڳورو ويندو" — آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي ته "منهنجيءَ اُمّتُ تي سڀني کان زياده مهربان ابوبڪر رضي الله تعالیٰ عنه آهي." ۽ فرمايائون ته "جڏهن موکي آسمان تي معراج ٿيو، جنهن آسمان تان ٿي لنگهيس ان تي پنهنجو نالو لکيل ڏٺم، محمد رسول الله ۽ ان کان پوءِ ابوبڪر جو نالو هو" — آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته جنهن شخص مون سان جيڪو ڪجهه سلوڪ ڪيو ان جو بدلو مون ڪيس ان کان زياده ڏنو، مگر ابوبڪر جو مون تي احسان باقي آهي، خدا تعالیٰ ان جو بدلو ڏيندس" ـ جڏهن جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي

جو حڪم مليو تڏهن پاڻ حضرت جبرئيل عليه السلام کان پڇيائون ته مون سان هجرت ڪير ڪندو - حضرت جبرئيل عليه السلام فرمايو ته ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه -

آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته آئون انهن مان ٻه يون آهيان پوءِ ابوبڪر

عمر ابن ابي مليڪه رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو ته رسول الله صلي الله عليه وسلم ۽ صحابي سڀ گڏ رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين هڪ تلاءِ ۾ تشريف آندي آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته سڀ ڪو شخص پنهنجي رفيق جي طرف تري- پوءِ سڀڪو پنهنجي پنهنجي رفيق طرف تريو پر جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم ۽ حضرت ابوبڪر صديق ڪنهن به طرف نه تريا، پوءِ جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم، حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي طرف تريا- ۽ پاڻ انکي ڀاڪر پاتائون ۽ فرمايائون ته" اي ابوبڪر جي آءٌ ڪنهن کي پنهنجي وفات تائين خليل ڪيان ها ته توکي ڪيان ها" - آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته" خير يعني چڱاين جون ٽي سو سٺ عادتون آهن، جڏهن الله جَلَّ جَلَالُهُ ڪنهن ٻانهي سان چڱائي جو ارادو ٿو ڪري تڏهن ڪا به خصلت انهن مان انکي عطا ٿو ڪري ۽ انهن خصلت جي سبب جَنَّتْ ۾ داخل ٿيندو - حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه عرض ڪيو ته يارسول الله صلي الله عليه وسلم! انهن مان ڪا خصلت مون ۾ به آهي يا نه؟ پاڻ فرمايائون ته تو ۾ سڀ خصلتون آهن - آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته ابوبڪر جي دوستي ۽ ان جو شڪر منهنجي اُمّت تي واجب آهي -

جابر رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي ته آءٌ هڪ ڏينهن آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي خدمت ۾ حاضر هوس جو پاڻ ارشاد فرمايائون ته" هن وقت هڪ اهڙو شخص ٿو اچي جو حق تعاليٰ مون کان پوءِ ان کان بهتر ڪنهن کي نه ڪيو آهي ۽ انجي شفاعت قيامت جي ڏينهن پيغمبرن جهڙي هوندي" - جابر رضي الله تعاليٰ عنه ٿو فرمائي ته دير نه گذري ته حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه تشريف فرمايا، آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن اٿيا ۽ ڪين پاڪ پائي پيشاني تي چمي ڏنائون هن کان سواءِ قرآن شريف ۾ جاءِ بجاءِ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي ٻيلا ۾ آيتون نازل ٿيون آهن، جيئن ته جڏهن پاڻ حضرت بلال رضي الله تعاليٰ عنه

ڪي اميه بن خلف کان خريد ڪري آجو ڪيائون، تڏهن الله جَلَّ جَلالُهٗ سندن شان ۾ سورة وَاللَّيْلِ نازل ڪئي ۽ سڀني مسلمانن جو اتفاق آهي ته آيت "ثَانِيَ اثْنَيْنِ اِذْ هُمَا فِي الْغَارِ اِذْ يَقُوْلُ لِصَاحِبِهٖ لَا تَحْزَنْ اِنَّ اللّٰهَ مَعَنَا فَاَنْزَلَ اللّٰهُ سَكِيْنَتَهٗ."[1] صاحب کان مراد حضرت ابابڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ آهي صاحب جي معنيٰ صحبت وارو ۽ سنگت ۾ سچار آهي.

ابن عباس کان روايت آهي ته الله جَلَّ جَلالُهٗ جو فرمودو "وَشَاوِرْهُمْ فِي الْاَمْرِ"[2] حضرت ابوبڪر صديق ۽ امير عادل عمر بن الخطاب رضي الله تعالیٰ عنه جي شان ۾ آهي جڏهن وقت آيت اِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ[3] نازل ٿي تڏهن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه عرض ڪيو ته الله جَلَّ جَلالُهٗ جيڪي اوهان تي نازل فرمايو مون کي ضرور شريڪ ڪيائين پر هن آيت ۾ نه، پوءِ هي آيت نازل ٿي. "هُوَ الَّذِيْ يُصَلِّيْ عَلَيْكُمْ وَمَلٰٓئِكَتُهٗ"[4]

تبوڪ جي جنگ ۾ تڪليف ۽ ڏور اهڻ سبب ماڻهن وچڙ ۾ سُستي ڪئي تڏهن الله جَلَّ جَلالُهٗ سڀني ماڻهن کي عتاب فرمايو، مگر حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه کي ڏوراپو نه ڏنائون، ان کي مستثنیٰ ڪيائين "اِلَّا تَنْصُرُوْهُ فَقَدْ نَصَرَهُ اللّٰهُ" جو ته آخر ڪار جنگ ۾ ستر هزار آدمي هوا پر جنگ جو سامان ڪجهه نه هو، انهي جنگ جو نالو آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن "جيش العسر" رکيو ۽ فرمايائون ته جو شخص هن لشڪر جي ته بير ۽ درستي ڪري ان کي بهشت ملندو. جيئن ته ڏن صحابن سڀوئي گهڻو ڪجهه مال ڏنو هو مگر حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه سمورو مال سندن حضور ۾ حاضر ڪيو. جهڙيطرح حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم جي آڏو مال جي ڪجهه حقيقت نه ٿي سمجهي اهڙيطرح حضور نبوي صلي الله عليه وسلم جي اڳيان جان کي پٽ قربان ڪري ڇڏيو هوائون، جيئن ته حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه

---

[1] سورة التوبة رکوع ۱۵ آيت ۴۰ ـ [2] سورة آل عمران رکوع ۷ پاره ۴ ـ [3] سورة احزاب رکوع ۷ پاره ۲۲ سڄي آيت هي آهي اِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا ترجمو:- تحقيق الله (تعالیٰ) ۽ ملائڪ ان جا درود ڪلمو ڪن نبي تي، اي مسلمانو درود موڪليو نبي تي ۽ سلام چئو سلام چئي. [4] سورة احزاب پاره ۲۲ سڄي آيت سڀوري هن طرح آهي. هُوَ الَّذِيْ يُصَلِّيْ عَلَيْكُمْ وَمَلٰٓئِكَتُهٗ لِيُخْرِجَكُمْ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ وَكَانَ بِالْمُؤْمِنِيْنَ رَحِيْمًا ترجمو:- اهو آهي (الله تعالیٰ) تو رحمت موڪلي ٿو اوهان تي ۽ بخشش ٿا گهرن ملائڪ ان جا ته ڪڍي اوهان کي اونداهين کان نور ڏي ۽ الله (تعالیٰ) مومنن تي مهربان آهي

سان گڏ هجرت ڪري روانا ٿيا۽ غار ۾ اچي رهڻ فرمايائون. ان غار ۾ سوراخ هوا، جو حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه جن پنهنجي چادر ڦاڙي بند ڪيا هوا، پر هڪ سوراخ جي بند ڪرڻ لاءِ ڪجهه موجود نه هو، ان تي پاڻ پنهنجي پير مبارڪ جي کڙي ڏنائون، ان سوراخ ۾ نانگ هو، جنهن عاشق رسول الله امام اولياء الله حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه جي پير مبارڪ ۾ ڏنگ هنيو، مگر جڏهن ته جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سنڌن گوڏي مبارڪ تي آرام ۾ هوا. حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه گهڻي ايذاءِ جي باوجود ڪو لوڏ نه ڪڍائون ـــ جناب حضرت علي ڪرم الله وجهه کان منقول آهي ته جنگ بدر ۾ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن هڪ جاءِ ۾ رهيا مون صلاح ڪئي ته ڪو شخص اتي موجود رهي جيئن ڪو مشرڪ مٿن حملو ڪري نه سگهي. انهي لاءِ تي ڪنهن جي همت نه ٿي مگر حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه تلوار ڪڍي بيهي رهيا۽ ڪنهن کي ويجهو نه اچڻ ڏنائون ـــ ڪا ٻي به روايت آهي ته هڪ ڀيري قريش، جناب رسول الله صلي الله جي جهڳي ورتو ڪو هيڏانهن ڇڪي ڪو هوڏانهن ڇڪي۽ چيائون ته تون ئي ته اهو آهين جو چوين ته خدا هڪڙو آهي ـ حضرت رسول الله صلي الله جي ڪافرن جي هٿ کان ڇڏائڻ جو ڪنهن کي شرف حاصل نه ٿيو سواءِ ابوبڪر رضي الله تعالیٰ عنه جي جو سڀني ڪافرن کي هٽايائون۽ چيائون ته اي ڪمبختو! اوهين اهڙي شخص کي قتل ٿا ڪريو، جو چوي ٿو الله هڪڙو آهي ـ پوءِ حضرت جن صلي الله عليه وسلم چادر هٽائي روئڻ لڳا۽ فرمايائون ته ڏسيو ته "آل فرعون جو مؤمن ڀلو ور آهي يا ابوبڪر صديق"؟ ان تي سڀ ماٺ ۾ اچي ويا ورِي پاڻ فرمايائون ته "هڪ ساعت ابوبڪر جي، مومن آل فرعون جي هزار ساعتن کان ڀلي آهي، جو اهو آل فرعون جي ايمان ڳجهو رکندو هو۽ حضرت صديق اڪبر پنهنجو ايمان ظاهر ڪيو" ـ

حديث ۾ آيو آهي ته آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن وفات کان اڳ خطبو پڙهيو ۽ ان ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه جي گهڻي تعريف فرمايائون ـ جيئن ته هي بر

(اڳئين صفحي تان) ؎ سورة توبه رڪوع ١١ پاره ١٠ پوري آيت سڳوري هن طرح آهي ـ إِلَّا تَنصُرُوهُ فَقَدْ نَصَرَهُ اللَّهُ إِذْ أَخْرَجَهُ الَّذِينَ كَفَرُوا ثَانِيَ اثْنَيْنِ إِذْ هُمَا فِي الْغَارِ إِذْ يَقُولُ لِصَاحِبِهِ لَا تَحْزَنْ إِنَّ اللَّهَ مَعَنَا ۖ فَأَنزَلَ اللَّهُ سَكِينَتَهُ عَلَيْهِ وَأَيَّدَهُ بِجُنُودٍ لَّمْ تَرَوْهَا وَجَعَلَ كَلِمَةَ الَّذِينَ كَفَرُوا السُّفْلَىٰ ۗ وَكَلِمَةُ اللَّهِ هِيَ الْعُلْيَا ۗ وَاللَّهُ عَزِيزٌ حَكِيمٌ ٥ ترجمو: جي اوهين هن جي مدد نه ڪندا ته بيشڪ الله ان جي مدد ڪئي آهي، جڏهن ان کي ڪافرن ڪڍيو هو (ٻن مان ٻيو) هو جڏهن ٻئي غار ۾ هوا جڏهن پنهنجي سنگتي کي ٿي چيائين ته غم نه ڪر بيشڪ الله اسان سان آهي، پوءِ الله (تعاليٰ)، ان تي تسلي لاٿي ۽ اهڙن لشڪرن سان مدد ڪيائين (باقي ص ٥٧ تي)

فرمايائون ته ڪنهن جو احسان مال ۽ سلوڪ جو ۽ حق خدمت بدن ۽ جان جو مون تي ايترو قدر نه آهي جيترو ابوبڪر جو آهي، پنهنجي نياڻي منهنجي نڪاح ۾ ڏنائين ۽ مون کان مهر نه ورتائين ۽ بلال کي پنهنجي خاص مال مان خريد ڪري آجيو ڪيائين مڪه کان مدينه طرف هجرت جي سفر ۾ هر قسم جو اسباب پورو ڪري مونکي پهچايائين پنهنجي جان ۽ مال کي هميشه منهنجي غمخواري ۾ استعمال ڪيائين - هاڻي مسجد شريف جي سيني طرفن وارن دروازن مان ابوبڪر جي دروازه کي کليل ڇڏي ڏيوان ڪان پوءِ جڏهن آنحضرت صلي الله عليه وسلم کي مرض لاحق ٿيو ۽ مرض وڌندو ويو تڏهن پاڻ حڪم فرمايائون ته "ابوبڪر کي چئو ته ماڻهن کي نماز پڙهائي"، انهي حضرت عائشه رضي الله تعالیٰ عنها عرض ڪري فرمايو ته منهنجو پيءُ رقيق القلب يعني دل جو نرم" آهي تنهن ڪري اوهانجي جاءِ تي بيهڻ جو تاب نه آڻي سگهندو - پر پاڻ تمام زور سان حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه جي امامت لاءِ تاڪيد فرمايائون، تنهن ڪري حڪم موجب حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه پنجن ڏينهن تائين نماز پڙهائي، اگرچه ان وقت حضرت علي ڪرم الله وجهه ۽ ٻيا قريش به موجود هوا مگر حضرت ابا بڪر صديق اڪبر جي امامت جي تخصيص گويا سندن حياتي ۾ خليفه ڪرڻ جو اشارو آهي، جيئن ڪو بادشاه پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪنهن کي تخت شاهي تي ويهاري ۽ اها علامت انهيءَ امر جي آهي جو بادشاه ان کي پنهنجو ولي عهد بنائي - جڏهن جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم جن وفات فرمائي ان وقت خبر پئي ته انصار ثقيفه بني ساعده ۾ گڏ ٿي تجويز ڪئي آهي ته سعد بن عباده کي امير ڪن، اها ڳالهه ٻڌي حضرت ابوبڪر، حضرت عمر ۽ حضرت ابو عبيده بن الجراح رضي الله تعالیٰ عنهم اجمعين جن ثقيفه بني ساعده ڏانهن ويا - اتي پهچي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه جن هڪ نهايت سٺي تقرير ڪئي جنهن ۾ انصارن جون چڱايون ۽ مناقب بيان ڪيائون ۽ انهن جي حقن کي تسليم فرمايائون مگر خلافت جي باري ۾ جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم جي حديث پڙهيائون ته "اَلْاَئِمَّةُ مِنَ الْقُرَيْشِ" (يعني سردار ۽ بادشاه قريشن مان آهن) ۽ فرمايائون ته هنن ٻن ماڻهن، حضرت عمر ۽ حضرت ابو عبيده رضي الله تعالیٰ عنهما مان هڪ جي

(اڳئين صفحه تان آندل) جي توهان نه ڏنو ۽ ڪافرن جي ڳالهه هيٺ ڪيائين ۽ خدا جي ڳالهه هميشه مٿي آهي ۽ خدا زبردست حڪمت وارو آهي -

بيعت قبول ڪريو. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه تو فرمائي ته حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جي سڄي تقرير ۾ مونکي اهو پويون جملو ناگوار گذريو ۽ مونکي حضرت صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي موجودگي ۾ مان هن جي امام ٿيڻ بدران ڪنڌ ڪپائڻ منظور آهي. حضرت عمرؓ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنهما کي فرمايو ته اوهان هوندي ڪير امام ٿي سگهندو، اوهان هٿ وڌايو، حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه هٿ وڌايو ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه بيعت ڪئي ۽ اُن سان حضرت ابو عبيده ۽ سڀني حاضرين سڳورن بيعت قبول ڪئي ۽ ٻئي ڏينهن حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه ممبر تي چڙهيو مگر انهن اڃا ڪجهه نه فرمايو هو ته حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه جن الله جَلَّ جَلَالُهٗ جي حمد ۽ ثنا کان پوءِ فرمايو ته "اَللّٰهُ جَلَّ جَلَالُهٗ پنهنجن ڪمن ۾ جمع، اهڙي شخص کي بنايو جو اسان سڀني ۾ ڀلو آهي. صاحب، يعني سچو سنگتي رسول الله صلي الله عليه وسلم جو آهي - ثَانِيَ اثْنَيْنِ إِذْ هُمَا فِي الْغَارِ الْاٰيَةَ - اوهان انجي بيعت ڪريو تنهن تي سڀ اٿيا ۽ بيعت عام ڪيائون - وري حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جن حمد ثنا کان پوءِ فرمايو ته اي مسلمانو! آءٌ توهان جو والي آهيان ۽ حالانڪ آءٌ توهان کان ڀلو نه آهيان جيڪڏهن آئون توهان سان ڀلائي ڪيان - ته هن توهين منهنجي مدد ڪجو ۽ جيڪڏهن برائي ڪريان ته منهنجي اصلاح ڪجو - سچ امانت آهي ۽ ڪوڙ خيانت مگر انهي بيعت ۾ حضرت علي ۽ حضرت زبير رضي الله تعاليٰ عنهما جن شريڪ نه هوا - هڪ ڏينهن حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جن ممبر تي چڙهيا ۽ سڀني ڏانهن نهاريائون - ڪين حضرت علي ۽ حضرت زبير رضي الله تعاليٰ عنهم موجود نظر نه آيا - انهي کي گهرائي فرمايائون ته ڇا؟ اوهان هيءُ ٿا گهرو ته مسلمانن جي جماعت ڇڄي وڃي؟ حضرت علي ۽ حضرت زبير رضي الله تعاليٰ عنهما جن فرمايو ته "اي خليفه رسول الله صلي الله عليه وسلم، اسان جي نه اچڻ تي ڪجهه خيال نه فرمايو". انهن جي بيعت ڪيائون - حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمايو ته آئون ڏينهن ۽ رات ۾ ڪنهن به وقت امير هجڻ جو حريص نه هوس ۽ نه انجي رغبت هئم ۽ مون الله جَلَّ جَلَالُهٗ کان اها ڳالهه ڪجهه

۾ ظاهر ۾ گهري پير آءُ ڦتني کان ڌڪس ۾ مونکي اميد هجڻ ۾ آرام کونه آهي - مون پنهنجي ڪنن ۾ هڪ باهروڊو، آهي جنهن جي ڪٽڻ جي مونکي طاقت نه آهي پر الله جَلّ جَلَالُهٗ تقويت ڏني - حضرت علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ ۽ حضرت زبير رَضِيَ اللهُ تعاليٰ عَنْهُ جن فرمايو ته اوهانکي خليفو ڪرڻ اسانکي ناپسند نه آهي بلڪ ان جي شڪايت آهي، جو اوهان اسان کي صلاح ۾ شريڪ نه ڪيو ۽ اسانکي معلوم آهي اوهان سڀني ۾ خلافت لاءِ زور حقدار آهيو ۽ صاحب غار آهيو ۽ اوهانجي شرافت ۽ عظمت اسين چاڻون ۽ سمجهون ٿا ۽ اوهانکي حضرت رسول الله صلى الله عليه وسلم پنهنجي حياتيءَ ۾ امام نماز جو ڪيو - غرض ته سند خلافت تي سڀني جو اتفاق رهيو -

جناب رسول الله صلى الله عليه وسلم جي وفات کان پوءِ عرب جي ماڻهن مان جيڪو ته اسين نماز پڙهندا سون ۽ زڪواة نه ڏينداسون - حضرت ابابڪر رضي الله تعالى عنه جن انهن کي قتل ڪرڻ جو ارادو فرمايو - مگر حضرت عمر رضي الله تعالى عنه کين فرمايو ته اي خليفا رسول الله صلى الله عليه وسلم جا ! اوهين الفت ۽ نرمي اختيار فرمايو - هي ماڻهو وحشي جانورن مثل آهن - پاڻ جواب ڏنائون ته اي عمر "رضي الله تعالى عنه" مونکي اميد هئي ته خلافت جي ڪمن ۾ تون منهنجي مدد ڪندين - مگر تون انهيءَ صلاح ۾ مونکي رسوا ڪرڻ ٿو گهرين - تونجاهليت جي زماني ۾ وڏو جبّار هئين، اسلام ۾ چو سُستي ٿي وئين - ۽ فرمايائين ته آءُ ضرور انهيءَ شخص کي قتل ڪندس، جنهن زڪواة ۽ نماز ۾ جدائي ڪئي حضرت عمر رضي الله تعالى عنه جن فرمايو ته مونکي يقين ٿي ويو ته خدا تعاليٰ جَلّ جَلَالُهٗ هن مسئله ۾ اوهانجو شرح صدر فرمايو آهي - هيڏا اهل عرب انهيءَ هٺ تي هوا ته زڪواة نه ڏين ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالى عنه جو ارادو هو ته جيڪي هن زڪواة نه ڏيندا انهن کي قتل ڪندس هو ڏانهن اسامه بن زيد کي لشڪر سان روانو ڪيائين ته پنهنجي والد جي شهيد ٿيڻ جو بدلو وٺي - هي لشڪر خود حضرت رسول الله صلى الله عليه وسلم جي آخري وقت ۾ روانو ٿيو هو ۽ پاڻ پنهنجي هٿ مبارڪ سان جهنڊو ٻڌو هوائون

مگر جڏهن ته حضرت جن صلى الله عليه وسلم تي بيماريءَ جي سختي غالب ٿي ۽ ان جو لشڪر وڃڻ بند ٿيو. مگر تمام جلد حضرت رسول الله عليه جي وفات کان پوءِ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالىٰ عنه خليفو ٿيو ۽ انهيءَ لشڪر کي روانو ڪرڻ فرمايائون اگرچه حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنه کي عرض ڪيو ويو ته اهل عرب جا مرتد ٿي ويا آهن. پر پاڻ انهن سان مقابلو ڪيو وڃي. ان لشڪر ۾ جوان مرس ۽ بهترجوان مرس آهن ۽ هن وقت ان جي روانگي بند ڪجي. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته مونکي بنسبت انهيءَ مرڻ زياده پسند آهي جو جناب رسول صلي الله عليه وسلم جي شروع ڪيل ڪم کي پورو نه ڪيان. آخر هن لشڪر کي روانو ڪيائين. اگرچه زماني ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهه جي شجاعت زبان زد عام آهي ۽ تاريخ وارن حضرت خالد رضي الله تعالىٰ عنه کي خصوصيت سان لکيو آهي پر جو ڪم حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالىٰ عنه جن هن وقت ڪيو انهيءَ کان ته جيڪا شجاعت جو سندن سر مبارڪ تي زياده موزون معلوم پيو ٿئي.

انهيءَ سال ۾ مسيلمه ڪذاب يمامه جي طرف نبوت جي دعوىٰ ڪئي. ان جي قتل ڪرڻ لاءِ حضرت خالد کي لشڪر سان روانو ڪيائين انهيءَ اتي مسيلمه کي گهيرو ڪيو ۽ ڪيترن ڏينهن جي محاصري کان پوءِ انکي حضرت امير حمزه جي قاتل وحشيءَ قتل ڪيو. مسيلمه جي عمر ان وقت ڏيڍ سو ورهه هئي. حضرت رسول الله صلى الله عليه وسلم جي والد ماجد کان اڳ پيدا ٿيو هو. ان لڙائيءَ ۾ گهڻا قاري شهيد ٿيا. حضرت عمر رضي الله تعالىٰ عنه حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالىٰ عنه کي فرمايو ته جيترا قدر هن لڙائيءَ ۾ قاري شهيد ٿيا آهن جي ڪنهن ٻي لڙائيءَ ۾ شهيد ٿيا ته پوءِ قرآن شريف جي ضايع ٿيڻ جو انديشو آهي. قرآن شريف جو هڪ جاءِ گڏ ٿيڻ ضروري آهي حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالىٰ عنه جن زيد بن ثابت رضي الله تعالىٰ عنه کي فرمايو ته تون جوان عاقل آهين ۽ رسول الله صلى الله عليه وسلم جي وحي

جو ڪاتب هُئين تون قرآن شريف گڏ ڪر، انهيءَ ڪُجھ عذر ڪيو، پر پوءِ هي عظيم الشان ڪم شروع ڪيائين ۽ چمڙن ۽ ڪجيءَ جي ڏرهن ۽ پٿرين جي ڦٽين کان، جتي جتي دستياب ٿيو پئي لوحن يعني ڏرهن ۾ گڏ ڪيائين - هي قرآن شريف حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جي حياتيءَ ۾ وٽن رهيو ۽ وفات کان پوءِ حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه وٽ پهتو - حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمائيندا هوا تہ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه کي قرآن جي وجه کان زياده اجر ملندو - پاڻ ٻه ورهه ۽ ست مهينا خلافت ڪيائون جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم جي انتقال جي صدمه کان روز بروز ضعيف ۽ ڪمزور ٿيندا ويندا هوا - ستين جمادي الاخريٰ سنه ١٣ هه جي پاڻ سرديءَ ۾ غسل ڪيائون انهيءَ سبب کان کين بخار ٿي پيو ۽ مرض ڊگهارو ٿي ويو -

جڏهن سندن وفات قريب ٿي تڏهن حضرت عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها کي وصيت فرمايائون تہ مونکي جيڪي ڪپڙا پهريل آهن تن کي ڌوئي مونکي ڪفن ڏجو - ماڻهن وٽن اچي چيو تہ اسين ڪنهن طبيب کي وٺي اچون جو اوهان جي طبيعت ڏسي - پاڻ فرمايائون تہ منهنجي طبيب مونکي ڏسي چيو آهي "اِنِّيْ فَعَّالٌ لِّمَا يُرِيْدُ" يعني آئون جو گهرندس سو ڪندس -

حضرت سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنه، وٽن پڇڻ لاءِ تشريف فرمائيو ۽ چيائين تہ اي ابوبڪر (رضي الله تعاليٰ عنه) مونکي ڪا وصيت ڪر، پاڻ فرمايائون تہ خدا تعاليٰ جَلّ جَلَالُهٗ تنهنجي لاءِ دنيا فتح ڪرڻ وارو آهي تون ان مان گذران پوري ڪرڻ جيترو وٺ ۽ ياد رک! جيڪو صبح جي نماز ادا ٿو ڪري اهو الله تعاليٰ جَلّ جَلَالُهٗ جي عهد ۾ ٿو ٿئي، اهڙو ڪم نہ ڪج جو الله تعاليٰ جَلّ جَلَالُهٗ جي عهد شڪني ڪرين ۽ اها عهد شڪني تو کي منهن ڀر دوزخ ۾ وجهندي -

جڏهن حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جن گهڻي مرض سبب ٻاهر نہ نڪري سگهيا تڏهن ماڻهن کين عرض ڪيو تہ اوهين ڪنهن کي پنهنجو نائب مقرر ڪيو، پاڻ فرمايائون تہ مون عمر (رضي الله تعاليٰ عنه) کي پنهنجو نائب مقرر ڪيو آهي - ماڻهن عرض ڪيو تہ اهڙي تند مزاج ۽ سخت دل کي نائب

مقرر تا ڪريو، اوهين الله جَلَّ جَلالهُ کي ڪهڙو جواب ڏيندا، فرمائيندو. ان تي فرمايائون ته هي جواب ڏيندس ته يا الله! جَلَّ جَلالهُ، جو تنهنجي مخلوق ۾ سڀني کان وڌيڪ بلو هوا تنهنجي نائب ڪيم. وري حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه کي سڏائي فرمايائون ته آئون توکي وصيت ٿو ڪريان، جو الله جَلَّ جَلالهُ جا ڪجهه ڏينهن جا حق آهن انهن کي رات جو قبول نٿو ڪري ۽ جي رات جا حق آهن تن کي ڏينهن جو قبول نٿو ڪري ۽ انهيءَ نفل کي قبول نٿو ڪري جيستائين فرض ادا نه ڪري. قيامت جي ڏينهن جو ڳري پڙ وارن جو ڳرو ٿيندو ان جو سبب هوءَ آهي جو انهن دنيا ۾ حق جي تابعداري ڪئي هوندي ۽ پنهنجي مٿان حق جي تابعداري کي ڳرو سمجهو هوندو ۽ ان ترازو ولاءِ جنهن ۾ سواءِ حق جي ٻيو ڪجهه نه رکيو وڃي، لائق هي آهي جو وزن ان جو زياده ٿئي ۽ هلڪي پڙ وارن جو هلڪو پڙ ٿيندو ان جو سبب هي هوندو، جو دنيا ۾ انهن باطل جي پيروي ڪئي هوندي ۽ انکي پنهنجي مٿان هلڪو معلوم ڪيو هوندائون ۽ جنهن ترازو ۾ جو باطل کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه رکيو وڃي ان کي هلڪو ٿيڻ زيبا آهي. الله تعاليٰ جَلَّ جَلالهُ اهل جنت جو ذڪر انهن جي بهتر عملن سان فرمايو آهي ۽ انهن جي برائي کان درگذر فرمايو آهي. تڏهن جو ٺ وارو توجوي ته آئون انهن ماڻهن کان گهٽ آهيان ۽ انهن جي درجه کي نه ٿو پهچان ۽ دوزخ وارن جو ذڪر انهن جي بڇڙن اعمالن سان ڪيو آهي ۽ جو عمل نيڪ انهن ڪيو آهي ان کي انهن تي واپس ڪري ڏنو اٿس. تڏهن جو ٺ وارو توجوي ته مان انهن ماڻهن کان وڌيڪ بلو آهيان ۽ آيت رحمة ۽ آيت عذاب جي الله جَلَّ جَلالهُ ذڪر فرمائي آهي ته مؤمن کي رغبت ۽ خوف ٻئي هجن ۽ پنهنجو هٿ هلاڪت ۾ نه وجهي ۽ الله جَلَّ جَلالهُ کان، سواءِ حق جي ٻئي ڪنهن چيز جي سڌ نه ڪري. پوءِ عمر جيڪڏهن تون منهنجي نصيحت ياد رکندين ته موت کان زياده ڪا به شيءِ تو وٽ محبوب ۽ وڻندڙ نه ٿيندي ۽ ان موت جو اچڻ توتي ضروري آهي ۽ جيڪڏهن منهنجي نصيحت ضايع ڪندين ته موت کان سواءِ زياده ڪا به شيءِ توکي بڇڙي معلوم نه ٿيندي ۽ ان کان تون ڀڄي نه سگهندين نه ان کي هٽائي سگهندين.

سنڌن مناقبا ايتري قدر نه آهن جو هٿ لکي سگهجن وڏن ڪتابن ۾ مطالع ڪري گهرجن. سنڌن تحمّل ۽ بردباري، بي حد ۽ بي شمار هئي.

نقل آهي تہ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه کي ڪنهن گهريون ڏنيون پاڻ فرمايائون تہ جو حال منهنجو توکي ڳجهو آهي اهو هن کان گهڻو وڌيڪ آهي ٢٢ جمادي الاخريٰ سنہ ١٣ھ، ٦٣ ورهين جي عمر ۾ انتقال فرمايائون. اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ سندن خلافت جي مدت ٻہ ورهيه ٽي مهينا ۽ ست ڏينهن هئي جنهن شاعر فرمايو آهي.

صديق نقي دو سال سه ماه      بر مسند شرع مصطفيٰ بود

جڏهن تہ پاڻ نبيّن کان پوءِ ساري خلقت کان پهرين فرد يڪتا هوا. سندن سالِ وفات جو مادو لفظ احد مان ٿو نڪري. از لفظ احد سال وصالش پيدا ست ١٣

سندن وصيّت موافق حضرت جن رضي الله تعاليٰ عنه جي حرم مبارڪ اسماء بنت عميس جي کين غسل ڏيارڻ پوءِ حضرت عبدالرحمٰن بن ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنهما جن پاڻي وڌو ۽ سندن وصيّت موافق پهريل ڪپڙن ۾ کين ڪفن ڏنائون. حضرت امير عمر رضي الله تعاليٰ عنه جن قبر ۽ ممبر جي وچ تي چئن تڪبيرن سان جنازي جي نماز پڙهائي. حضرت عائشہ صديقہ رضي الله تعاليٰ عنها کي وصيّت ڪئي هوائون تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي پر سان دفن ڪجو ۽ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي ڪلهي مبارڪ وٽان سندن سر مبارڪ جي جاءِ ڪري. وصيّت موافق ائين ڪيو ويو. جڏهن جنازو مبارڪ دروازي تي نيائون وصيّت موافق دروازي مبارڪ تي عرض ڪيائون تہ صديق اڪبر اوهان جو يار غار آيو آهي ان لاءِ جيڪو حڪم ٿئي. دروازو پاڻهي کلي پيو. حضرت عمر، حضرت عثمان، حضرت طلحہ ۽ عبدالرحمن بن ابي بڪر رضوان الله تعاليٰ عليهم جن سندن مزار مبارڪ ۾ لاٿو ۽ پيشگوئي حضرت رسول مقبول جي صادق آئي. جيئن تہ تفسير روح البيان ۽ جواهر علويه ۾ روايت آندي آهي تہ هڪ ڏينهن آنحضرت صلي الله عليہ وسلم مسجد الله ۾ هيئنءَ صورت تشريف فرمائي. جيئن تہ حضور جن صلي الله عليہ وسلم جو ساڄو هٿ ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي ڪلهي تي هو ۽ کٻو هٿ عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه جي ڪلهي تي هو ۽ فرمايائون تہ آئون هن طرح وفات ڪندس ۽ اهڙي نموني آئون دفن ٿيندس ۽ اهڙي طرح سان ٿنهي جو حشر ٿيندو. صدق رسول الله صلي الله عليہ وسلم. سندن وڏي فضيلت مشهور هئي آهي جو سندن والد ۽ والده شريف

بڻيا اسلام تي هوا۔

## حضرت جن (رضي الله تعالیٰ عنه) جي تقويٰ، ارشاد ۽ اخلاق

هڪ ڀيري حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه جن پنهنجي غلام جي ڪمائي جو کير پيتو ورتي جو، ان کان پڇيائون ته هن ان چيو ته مون هڪ قوم جي ڪهانت (جنهن ڦيڻو جهالت جي وقت جو وجهڻ) ڪئي هئي انهن مون کي هي کير ڏنو هو - پاڻ پنهنجو آڱر مبارڪ ۾ وجهي، اهو کير قئ ڪري ڇڏيائون -

حضرت انيسه رضي الله تعالیٰ عنها فرمائيندي هئي ته حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه جن ٽي ورهه مون وٽ آيا آهن ٻه ورهه خلافت کان اڳي ۽ هڪ ورهه خلافت کان پوءِ منهنجي پاڙي ۾ هڪ قبيلو هو اهو پنهنجي ٻڪرين ڏهرائڻ لاءِ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه جن وٽ ٻڪريون آڻيندو هو، پاڻ انکي کير ڏهي ڏيندا هوا۔

حضرت عمر رضي الله تعالیٰ عنه جن ٽا فرمائن ته آءٌ مديني شريف جي پوڙهن ۽ انڌن وٽ پاڻي وغيره ڏيڻ واسطي، خيال ڪري ويندو هوس، مگر انهن جا سڀ ڪم اڳي پورا ٿيا پيا هوندا هوا۔ آئون انهي تلاش ۾ رهيس ته ڏسان ته ڪير آهي، جو سڀني جا ڪم پورا ٿو ڪري - تلاش کان پوءِ معلوم ٿيو ته حضرت ابو بڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه سڀني جا ڪم پورا ڪري ويندو هو -

حضرت زبير رضي الله تعالیٰ عنه جن ٽا فرمائن ته هڪ ڏينهن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه جن خطبو پڙهيو ۽ فرمايائون ته خدا کان حياء ڪيو، قسم آهي ان ذات جو جنهن جي قبضي ۾ منهنجو ساهه آهي - جهنگل ۾ جڏهن وقت پاخاني ۾ ٿو وڃان، خدا کان حياء جي سببان مٿو ڍڪيان - هڪ روايت ۾ آهي ته پنهنجي ڪمر کي پٽ سان ٿو لڳايان -

پاڻ هڪ پکيءَ کي ٻاجهي ۾ ويٺل ڏٺائون، ٿڌو ساهه کنيائون ۽ فرمايائون، "اي پکي! تنهنجي حياتي ۽ عشق تمام چڱو آهي جو وڻ جو ڦڙ ٿو کائين ۽ ان جي ٻاجهي هيٺان ٿو ويهين ۽ ان جو حساب نه ڏيندين - افسوس! آئون به تو جهڙو هجان ها" - جيڪڏهن ڪو سندن تعريف ڪندو هو ته پاڻ فرمائيندا هوا، مون کان منهنجي نفس جو تون زياده ڄاڻندڙ آهين ڇا؟ آئون ماڻهن کان پنهنجي نفس جو زياده واقف آهيان - خداوندا! انهن جي

گمان کان مونکي بهتر ڪري بخشش ڪر جنهن جو آهن کي علم نه آهي ۽ جو ڪجهه
هي چون ٿا ان جو مونکان مواخذو نه ڪر - پڻ فرمايائون ته افسوس! آءٌ مومن جي بدن
جو وار هجان ها ۽ وري فرمايائون ته افسوس! ماءُ ولد هجان ها. ڪاٿ وڻيان ها
يعني مونکي جانور ڪائن ها ۽ ويهو وڃان ها، يعني مونکي انسان وڏن ها ۽ فرمايائون آءٌ
گاه هجان ها جو مونکي چوپايا کائن ها - ۽ فرمايائون ته مسلمانن کي هر چيز جو اجر
ڏنو ويندو، ڪنڊي لڳڻ ۾ ۽ پيرن جي ڇڄڻ ۾ ۽ فرمايائون ته جو شخص خالص محبت
الهيءَ کان محبت ٿو چکي اهو ذائقو کيس دنيا جي طلب کان روڪي ٿو ڇڏي ۽ سيني آدمين
کان ان کي وحشت ٿو ڏياري ۽ فرمايائون اَلْعَجْزُ عَنْ دَرْكِ الْاِدْرَاكِ اِدْرَاكٌ ۽ فرمايائون
حق جي ڳالهه ڳري ٿي لڳي ۽ باوجود ڳرائي جي خوش گوار ۽ دل پسند آهي ۽ امر باطل
هلڪو آهي ۽ باوجود انجي بڇڙو آهي ۽ فرمايائون اَللّٰهُمَّ اَرِنِي الْحَقَّ حَقًّا وَارْزُقْنِيْ اِتِّبَا
وَاَرِنِي الْبَاطِلَ بَاطِلًا وَارْزُقْنِيْ اِجْتِنَابَهٗ وَلَا تَجْعَلْ مُتَشَابِهًا عَلَيَّ فَاَتَّبِعَ الْهَوٰى
۽ فرمايائون ته اها جي دعا آءٌ لاءِ قبول ٿئي ٿي.

سندن ڪلام مبارڪ سبب تواضع ۽ نياز سان ڀريل هو - سندن مُهر تي نقش
فِي الْعَبْدُ الذَّلِيْلُ لِرَبِّ الْجَلِيْلِ لکيل هوندو هو ۽ هڪ قول موجب نِعْمَ الْقَادِرُ اللّٰهُ
لکيل هو - كذا في عمدة المقامات

ڪڏهن گرميءَ ۾ نفلي روزا رکندا هوا ۽ ٿڌي ۾ افطار (روزو کولڻ) فرمائيندا هوا
۽ هي دعا سدائين گهرندا هوا - اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ خَيْرَ عُمُرِيْ وَخَيْرَ عَمَلِيْ خَوَاتِمَهٗ وَخَيْرَ اَيَّامِيْ
يَوْمَ لِقَائِكَ يعني اي رب! منهنجا عمر جي پڇاڙي چڱي ڪر ۽ خاتمو منهنجن چڱن عملن
تي ڪر ۽ منهنجي ڏينهن ۾ مو چاڙ و ڏينهن تنهنجي لقاء (ديدار) جو آهي - غرض ته
حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه پوري تحقيق سان نبين کان پوءِ ماڻهن ۾
مو چاڙ و هو - ڪنهن چڱو چيو آهي -

مبين اندر كمالات نبوت | ز امت بهتر از صديق اكبر
ڪمالات نبوت ۾ نه ڏس ڪو | پلو صديق کان امت ۾ ڪو ٿي

له ادراڪ ۽ علم کي نه پهچڻ کان عاجزي ڏيکارڻ ياڻ علم آهي ٢ اي الله! مونکي حقيقت طور حق ڏيکار ۽ حق جي پيروي نصيب ڪر ۽ مونکي باطل باطل ڪري ڏيکار ۽ ان کان پاسو ڪرڻ نصيب ڪر ۽ باطل کي منهنجي لاءِ مشتبه نه بنائج جو نفساني خواهش جي پيروي ڪري ويهان ٣ رب وڏي جو خوار ٻانهون ٤ چڱو سگهارو الله (تعالیٰ) آهي

# سنڌ ۾ حليو مبارڪ

پاڻ سفيد رنگ، نازڪ ڳلن ۽ اکين(١) وارا هوا - هميشه چهرو مبارڪ ٽهڪندڙ رهندو هو، سنڌن گوڏ مبارڪ ڳرين کان هيٺ لڙڪندي هئي ۽ پاڻ انهي ڍڪار کان نڪتل ۽ مستثني هوا - ميندي ۽ ڪتم (گاه جو قسم آهي)، جو خضاب لائيندا هوا سنڌن سڀ عضوا مبارڪ خدا جل جلاله جي خوف ۾ غرق هوا - پاڻ ساري عمر، يعني ايام جاهليت کان وٺي ڪڏهن نه شعر چياءون ۽ ڪڏهن نه شراب پيتاءون - هٰذا ڪُلّهٗ مِنْ حَالَاتِ مَشَائِخِ مُجَدّدِيه نقشبنديه وَغَيْرِهَا-

١ه شيخ عبدالمجيد بن محمد بن محمد بن عبدالله خاني خالدي نقشبندي ڪتاب حدائق الوردية في حقائق اجلاء نقشبنديه ۾ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالى عنه جي حالات لکي هن عبارت کان پوءِ انهن بيتن جو ذڪر قصيده حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالى عنه جي مدح ۾ لکيو آهي عبارت هيءَ آهي -

وَقَدْ اَشْبَعَ الْجَلَالُ السُّيُوْطِي رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى الْكَلَامَ عَلٰى تَرْجَمَةٍ مُفَصَّلَةٍ فِيْ كِتَابِهٖ تَارِيْخِ الْخُلَفَاءِ فَمَنْ اَحَبَّ الزِّيَادَةَ فَلْيَرْجِعْ اِلَيْهِ وَلَمَّا بَلَغَ بِي الْيَرَاعُ اِلٰى هٰذَا الْمَكَانِ غَاصَ فِيْ بَحْرِ مَحَبَّتِهٖ وَصَاغَ هٰذِهِ الْقَصِيْدَةَ فِيْ خِدْمَتِهٖ مَدْحَةً رِضْوَانُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْهِمْ اَجْمَعِيْنَ له

انهي قصيده مان ٿي بيت تبرڪا لکان ٿو

| | | | |
|---|---|---|---|
| ابو بكر خليفة المقتدى | وَبَعْدَ الْاَنْبِيَاءِ خير الرجال | هُوَ الصديق مَنْ نَالَ الاماني | بصدق ولمن صحب المال |
| امام الكل اوّل من تصدّى | لتصديق النبي كل قال | فكم افنى صباحا من نهار | فكما احيا قياما من ليال |
| وَفَادٰى مِنْ اَسِيْرٍ اَوْ رَقِيْقٍ | لِوَجْهِ اللّٰهِ كالمولى البلال | وَاَوْقَعَ فِيْهِ اَهْلُ الشِّرْكِ شَرًّا | تَدَاكُّ لَهُ الْجِبَالُ الشُّمُّ بَال |

له جلال الدين سيوطي (الله جي مٿس رحمت هجي) پنهنجي ڪتاب تاريخ الخلفاءِ ۾ سنڌن سوانح حيات جي تفصيل سان پرپور لکيو آهي، جيڪو وڌيڪ احوال جي خواهش رکي ته اهو ان ڪتاب ڏانهن رجوع ڪري جڏهن قلم هن هنڌ پهتو ته سنڌن محبت جي سمونڊ ۾ ٽٻي هڻي ٻڏو ۽ هي مدح جو قصيدو سنڌن خدمت ۾ آڏو رکڻ لاءِ ٺاهيو الله (تعالى) جو سڀني تي جي مٿان راضي هجي -

| | | | |
|---|---|---|---|
| ابوبڪر سڳلا مقتدا رهبر خليفو آهي اهو سڀني نبين کان پوءِ سڀ کان بهتر آهي [illegible] | ۽ انبياءَ کان پوءِ سڀني مردن کان بهتر آهي جنهن تصديق نبي جي هر هڪ ڳالهه تي ڪئي علام ... [illegible] | اهو صديق آهي جنهن مشڪل ۽ [illegible] جو ڏينهن صبح کان شام تائين ... [illegible] | سان هڻي انهي اميرن کي ... [illegible] |

فَقَابَلَ كُلَّ مَكْرُوْهٍ بِمَالٍ يُطَاقُ مِنَ الرِّضَا وَالْاِحْتِمَالِ ؀۱
وَنَاضَلَ عَنْ رَسُوْلِ اللّٰهِ بِجِدٍّ عَلٰى اَعْدَائِهِمْ حَتَّى النِّقَالِ ؀۲
وَشَادَ دَعَائِمَ الْاِسْلَامِ لَمَّا دُعِيَ خَيْرُ الْوَرٰى لِلْاِنْتِقَالِ ؀۳

حضرت خواجه امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله تعاليٰ عنه مكتوبات شريف جلد اول در المعرفت حصه ثاني مكتوب اسي ۸۰ ۾ لکي ٿا فرمائن ته هيءَ ڳالهه ثابت آهي ته آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي رحلت وقت ٽيٽيهه هزار اصحاب سڳورا حاضر هوا ڏي خوشي ۽ چاهه سان حضرت صديق اكبر رضي الله تعاليٰ عنه جي بيعت کي قبول فرمايائون. پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وسلم جي اصحابن سڳورن جو هيتري تعداد ۾ گمراهي تي گڏ ٿيڻ مشڪل آهي (جيئن اهل تشيع جو گمان آهي) حالانڪ آنحضرت عليه الصلوٰة و التحية فرمايو آهي "لَا تَجْتَمِعُ اُمَّتِيْ عَلَى الضَّلَالَةِ" يعني منهنجي اُمت گمراهي تي اتفاق نه ڪندي - ٽيٽيهه هزار سي ٻه اصحاب ڪرام، حضرت صديق اكبر جي خلافت جي باري ۾ اتفاق ڪري گڏ ٿين، انهي فعل کي ضلالت چوڻ خود ضلالت آهي، بلڪ اهو فعل سرا هدايت، ڪثير سعادت آهي - ابتداءِ حضرت امير علي ڪرم الله وجهه کان بيعت ڪرڻ ۾ جا دير واقع ٿي آهي ته ان جو باعث خود حضور اقدس حضرت علي ڪرم الله وجهه جن پاڻ فرمايو آهي - مَا غَضِبْنَا اِلَّا لِتَأَخَّرْنَا عَنِ الْمَشْوَرَةِ وَاِنَّا لَنَعْلَمُ اَنَّ اَبَابَكْرٍ خَيْرٌ مِّنَّا الخ (تاريخ الخلفاء) - باقي رهي ڳالهه ته مشوره ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهه کي جو نه گهرايائون، سو نه گهرائڻ ۾ ڪا مصلحت رکيل هوندي - جيئن ته حويلي پاڪ ۾ اهل بيت رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين کي تسلي ڏيڻ، جو مصيبت جو پهريون وقت هو ۽ حضرت شاه علي ڪرم الله وجهه جو اتي رهڻ ضروري هو ۽ اهڙيطرح جون ٻيون به ڪي مصلحتون هونديون - حضرت امام شافعي رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو آهي اِضْطَرَّ النَّاسُ بَعْدَ رَسُوْلِ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ فَلَمْ يَجِدُوْا تَحْتَ اَدِيْمِ السَّمَآءِ خَيْرًا مِّنْ اَبِيْ بَكْرٍ فَوَلَّوْهُ رِقَابَهُمْ - يعني پريشان ٿيا ماڻهو بعد وفات رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي، پوءِ نه لڌائون هيٺان ڇت آسمان جي زياده ڀلو

؀۱ پوءِ ان هر ناپسند ڳالهه تڪليف جو عيوض صبر ۽ رضا سان ڏنو... ؀۲ ۽ رسول الله جي دشمنن کان مدافعت ۽ بچاءُ ڪيو - هو حضور جن جي دشمنن تي پوري زور ۽ سان حملو ڪندڙ هو - ؀۳ ۽ ان ته هن اسلام جي ٿنڀن کي مضبوط ڪيو، جڏهن خير الوريٰ صلي الله عليه وسلم کي آخرت جو سڏ ٿيو - ڪ ٻاهمي صلاح مشوره کان پوءِ ٿي رهڻ ڪري ۾ الثاني ڏس ٿيو آهي بيشڪ اسين ڄاڻون ٿا ته ابوبڪر اسان سڀني کان ڀلو هو -

ابو بڪر رضي الله تعاليٰ عنه کان - پوءِ واپس ڪيائون ان کي پنهنجي گردنن تي - يعني ان کي خليفو مقرر ڪيائون ۽ اطاعت کي لازم ڄاتائون جو ان کي مائٽن مان بهترين ڏٺائون - انتهيٰ ملخصًا

وري جلد اول دُرّ المعرفت حصه چوٿين مڪتوب ٻه سو ايڪونجاهه ۲۵۱ ۾ لکي ٿا فرمائن - معلوم آهي ته سلسلو متاهون نقشبندي منسوب حضرت صديق اڪبر ڏانهن آهي (رضي الله تعاليٰ عنه) پوءِ نسبت هوش جي هنن مشائخن نقشبنديين ۾ غالب آهي ۽ دعوت انهن نقشبنديين جي زور ڪامل آهي - حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جي ڪمالات انهن حضراتن نقشبنديين تي بالڪل گهڻي ظاهر ٿيا - انهيءَ سبب ڪري ٻين طريقن جي نسبتن کان انهن حضراتن جي نسبت متاهين آهي، پوءِ ٻيا انهن ڪمالات کان ڪهڙو نشان ڳولهي سگهندا ۽ انهن جي حقيقت جي معامله کان ڇا معلوم ڪري سگهندا - نه ته جوان نه متاهين مشائخ نقشبندي انهيءَ معامله ۾ برابر آهن - كَيْفَ بَلْ لَوْ وُجِدَ وَاحِدٌ مِّنَ الْاُلُوْفِ عَلٰى هٰذِهِ الصِّفَةِ لَاغْتَنِمَ - جي هزارن مان هڪڙو انهيءَ صفت ۾ ملي ته غنيمت آهي حضرت مَهْدِيْ مَعْهُوْدْ به هن نقشبندي طريقي جي نسبت ۾ هوندو ۽ تَتْمِيْم ۽ تَكْمِيْل هن طريقه عاليه جي ڪندو - يعني هن طريقي کي زور وٺائيندو، ڇو ته نسبت متاهين ولايت جي هن نسبت عاليءَ کان گهٽ آهي ڇو ته باقي ولايتون ڪمالات مرتبي نبوت کان قَلِيْلُ النَّصِيْبِ آهن ۽ هي ولايت نقشبندي سببان اِنْتِسَابِ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه جي انهيءَ ڪمالات نبوت کان گهڻو پاڻو گوٿي رکي جيئن ته گذريو ببين تفاوتِ راه از کجاست تا بکجا -[1]

پڻ مڪتوب شريف ٻه سو ٽيتاليهه، ساڳي متئين دفتر ۾ لکي ٿا فرمائن ته،

نسبت حضرات نقشبندين جي حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه سان منسوب آهي جا متاهين مشائخن جي نسبت کان متي آهي، پر سمجهه سيڪهن جي انهن اڪابرن جي مذاق کي نه ٿي پهچي - نزديڪ آهي ته خود هن طريقه نقشبندي جا ناقص ۽ گهٽ نظر وارا پڻ ڪن نقشبندين جي ڪمالات کان انڪار ڪن

قاصرے گر کند ایں طائفہ را طعن قصور ، حاش للہ کہ برآرم بزبان ایں گلہ را

عرب جو شاعر ٿو فرمائي - اُولٰٓئِكَ اٰبَآئِيْ فَجِئْنِيْ بِمِثْلِهِمْ ، اِذَا جَمَعَتْنَا يَا جَرِيْرُ الْمَجَامِعُ [2]

---

[1] تفاوت کي ڏس ته واٽ ڪٿان کان ڪٿي آهي - ١٢ - [2] اهي منهنجا ابا ڏاڏا آهن - اي جرير! جڏهن اسان کي مجلسون گڏ ڪن ته تون مون وٽ انهن جهڙا آڻي ڏيکار - ١٢

# حالات حضرت سيدنا عمر بن الخطاب رضي الله تعاليٰ عنه

هيءُ حضرت امير المؤمنين، امام المسلمين، ڪاملن ۾ وڏو ڪامل ۽ عادلن ۾ وڏو عادل هو. ڏهو
ڏي الله جَلَّ وَعَلَا وٽان سندس رائي موافق آيتون آئينديون، طالبن کي محبت جا سبق پاڙهيندو.
دين جي بنياد جي عمارت کي ڪوشش ڪندو ۽ سندس پاڇي کان شيطان ڀڄندو هو.
پاڻ مڪه مڪرمه ۾ سال فيل کان تيرهن ورهه پوءِ تولد ٿيا. سندن حمايت ۽ رعب کان
اسلام جا احڪام، جي لڪل هوا، ظاهر ٿي پکڙجي ويا. دين، جو ڪمزور هو، سو قوت ۾ آيو.
حضور انور صلي الله عليه وسلم جن انهيءَ سبب ڪري سندن نالو فاروق فرمايو،
جو ته پاڻ حق ۽ باطل ۽ اسلام ۽ ڪفر ۾ فرق ڪيائون. خوف ۽ خطرا اسلام وارن
جي دلين مان ڪڍي ڇڏيائون. حضرت فاروق رضي الله تعاليٰ عنه پنج سو انتاليهه
حديثون حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم کان روايت ڪيون آهن (رياض النفيسه)
سندن خلافت جي وقت ۾ هڪ هزار ڇٽيهه شهر تابع اسلام ڪيا ويا ۽ چار هزار مسجدون
ٺهرايائون ۽ چار هزار بت خانا (مندر هيون) ڊهرايائون ۽ هڪ هزار ۽ نو سو مسجدون
خاص جمعه جي پڙهڻ لاءِ مٿين مسجدن کان سواءِ سندن خلافت ۾ تيار ٿيون.
روايت آهي ته پاڻ ڏهاڙي يارهن گرهن کان وڌيڪ ڪين کائيندا هوا.

حضرت انس بن مالڪ کان روايت آهي ته مون حضرت امير عمر رضي الله تعاليٰ عنه کي
ڏٺو، جو هڪ پهريان ڍڪيل هون، جنهن ۾ چار چتيون لڳل هيون، عامر بن ربيعه
رضي الله تعاليٰ عنه جو فرمودو آهي ته آئون امير المؤمنين حضرت عمر فاروق رضي الله
تعاليٰ عنه سان همراهه هوس جو پاڻ مديني شريف کان ڪعبة الله شريف جي زيارت لاءِ
ٿي ويا. انهيءَ سفر ۾ اوت موٽ جي وقت مون ڪين تنبو کوڙيندو ڏٺو. بلڪ وڻ تي پنهنجو
ڪپڙو وجهي ۽ پاڇو ڪري ان جا نوهينان وهندا هوا. پاڻ ڏهه سال خلافت ڪيائون
انهيءَ مُدَّت ۾ ڪو اهڙو ڏينهن نه گذريو، جنهن ۾ هڪ نه هڪ شهر فتح نه ٿيو هجي ۽
لُٽ جو مال نه آيو هجي. اهو لُٽ جو مال وڏن وڏن بادشاهن، قيصر ۽ ڪسريٰ کان ورتو

جو حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي فضيلت ۾ وارد ٿي آهي، وَهُوَ هٰذَا – مَا صَبَّ اللّٰهُ شَيْئًا فِيْ
صَدْرِيْ اِلَّا وَصَبَبْتُهٗ فِيْ صَدْرِ اَبِيْ بَكْرٍ – يعني نه پلٽايو آهي خدا تعاليٰ منهنجي سيني ۾ ڪا شيءِ مگر جو پلٽائي مون اها
منجهه سيني ابوبڪر جي انتهيٰ. جاڻڻ گهرجي ته اها ڪهڙي شيءِ آهي؟ اها شيءِ آهي علم باطني، معرفت ۽ محبت خدا تعاليٰ جي – ڪذا في ضر٢١

ڦٽي ڇڏيو، باوجود انهن ٻنهي ڳالهين جي، سندن زهد، توڪل، ڪثرت عبادت ۽ رياضت جو
طبع تي ڳوڙهو اثر هو. خلافت جي وقت ۾ سندن اهو نمونو قائم رهيو. بلڪ ڏينهون ڏينهن زياده
ٿيندو ٿي ويو. سترهن واقعن ۾ قرآن شريف جون آيتون سندن راءِ موافق نازل ٿيون
فردوس آسيه واري ڏيهه آيتون لکيون آهن جي ڊيگهه سبب هت نه ٿيون لکجن. انهن واقعن
مان هڪ جنگ بدر جي قيدين جو معاملو ۽ ستر (پرده نشيني) اهل النساء جي جو هو. ان
باقي تمام غيبت وارا هوا. حق گوئي، بي ريائي ۽ شريعت محمدي صلي الله عليه وسلم جي
اجارت سندن جبلي (طبعي) عادت هئي. هڪ روايت ۾ آهي ته فرمايو رسول الله صلي الله
عليه وسلم "وُضِعَ الْحَقُّ عَلٰى لِسَانِ عُمَرَ" (يعني حضرت عمر جي زبان تي سچ رکيو ويو
آهي) پڻ پيغمبر خدا صلي الله عليه وسلم فرمايو. "لَوْ كَانَ بَعْدِيْ نَبِيًّا لَكَانَ عُمَرَ" (جي
مون کان پوءِ ڪو نبي ٿئي ها ته بيشڪ عمر ٿئي ها) ۽ پڻ حضرت رسول الله صلي الله
عليه وسلم فرمايو "إِنَّ الشَّيْطَانَ يَفِرُّ مِنْ ظِلِّ عُمَرَ" (يعني شيطان بيشڪ امير عمر
جي پاڇي کان ڀڄي) انهيءَ طرح حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم سندن ڀلائي ۾
ايڪهن حديثون بيان فرمايون آهن جي وڏن ڪتابن ۾ ڏسڻ گهرجن.

سندن هڪ ڪرامت مشهور آهي ته جڏهن مصر جو ملڪ فتح ٿيو، تڏهن عمرو
اتاهون
بن عاص جو حاڪم ٿيو، مصر وارن حضرت عمر فاروق رضي الله تعالىٰ عنه جي
خدمت ۾ هڪ عريضو لکيو ته درياءِ نيل جي هيءَ عادت آهي جو سيڪهن سال هڪ ڪنواري
ڇوڪري ان ۾ تا اڇلايون اهو خون هر سال ۾ اسانکي ڪرڻو ٿو پوي، جي ائين نه ڪريون ته
درياءُ سڪي ٿو رهي ۽ هرگز نٿو وهي. پاڻ جواب ۾ درياءِ نيل جي نالي هي خط لکي موڪليائون

ترجمو:- " الله تعاليٰ جي ٻانهي امير المؤمنين عمر جي طرف کان مصر جي درياءِ
نيل ڏانهن واضح هُجي ته جيڪڏهن تون هن کان اڳي وهندو هئين ها ته
بروهه، جيڪڏهن تون نه وهندين ته الله تعاليٰ، جو واحد ۽ قهار آهي
توکي هلائيندو ۽ جڏهن ته اهو واحد ۽ قهار آهي انهيءَ واسطي ضرور ٻڌ
اهو توکي جاري ڪندو.

جڏهن اهو خط مبارڪ درياءِ نيل ۾ اڇلايو ويو. تڏهن بنا دير جي سورنهن
هٿ پاڻي جاڙ هي آيو ۽ مصر وارن کان اَللهُ جَلَّ جَلَالُهٗ اها مصيبت حضرت عمر فاروق

رضي الله تعالیٰ عنه جي مهاڀي هميشه لاءِ تاري ڇڏي جو اڄ ڏينهن تائين درياءِ نيل حضرت عمر فاروق رضي الله تعالیٰ عنه جي فرمان جي تعميل ڪندو آهي ۽ برابر وهندو رهي ٿو. — هيءُ حضرت ٻيو خليفو سڳورو آهي ۽ امير المؤمنين جو لفظ پاڻ وضع فرمايائون. سندن مُدّت خلافت جي ڏهه سال ڇهه مهينا ۽ پنج ڏينهن هُئي ۽ ڪن جي قول ۾ ڏهه ورهيه ايڪهتر ڏينهن هُئي، موافق عمر نبوي صلي الله عليه وسلم جي سندن عمر ٦٣ ورهه هئي. ٢٦ ذوالحج يا ١٠ شعبان جي پاڻ شهادت کان مشرف ٿيا هيءُ شهادت انهي زخم کان ٿي جو مغيرة بن شعبة جي غلام ناپاڪ ابو لؤلؤ نصراني کين اربعا يا خميس جي ڏينهن صبح جي نماز وقت ڏُنّ جي هيٺان ڪيو ۽ محرم جي پهرين تاريخ پاڻ وفات فرمايائون. حضرت پيغمبر خدا صلي الله عليه وسلم جي روضي مُنَوَّره ۾ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعالیٰ عنه جي پاسي ۾ مدفون ٿيا. اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيۡهِ رَاجِعُوۡنَ. (جواهر علويه)

حضرت شاه عبدالعزيز محدّث دهلوي قُدِّسَ سِرُّهٗ تفسير سورة القصص آيت "تِلۡكَ الدَّارُ الۡاٰخِرَةُ" جي هيٺان لکي ٿو ته حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي اصحابن ڪرامن ۾ حضرت امير المؤمنين حضرت عمر ۽ حضرت علي رضي الله تعالیٰ عنهما وڏائي ۽ عُجُب کي پاڻان پنهنجي ۾ لاٿي هوا جيئن ته روايت آهي ته اسلام جو لشڪر جڏهن جهاد جي لاءِ نڪري ويندو هو تڏهن حضرت عمر رضي الله تعالیٰ عنه پاڻ ارمان سودو وٺي غازين جي گهر ۾ اچي پهچائيندا هوا. حضرت زبير ۽ حضرت علي رضي الله تعالیٰ عنهما جن کي هيڪر ڏسڻ ۾ آيو ته ڏٺائون ته جو سخت گرميءَ ۾ ٻري کان هڪ شخص اٺ ڪاهيون ٿو اچي، عَجب ڪيائون ته اهڙي گرميءَ ۾ هي شخص ڪير هوندو جڏهن ويجهو آيو تڏهن ڏٺائون ته حضرت امير عمر آهي رضي الله تعالیٰ عنه پڇيائون ته اي امير المؤمنين اهڙي گرمي ۾ ڪيڏاهن ويو هُئين. حضرت عمرؓ فرمايو ته زڪواة جي اٺن مان هڪ اٺ وڃائجي پيو هو، تنهنجي ڳولهڻ لاءِ ويو هوس.

هڪ سوداگر هڪڙي ربيت ۾ منزل ڪئي هُئي، سندس ٻارال کي ويهجا سور ٿيا هوا ۽ انهيءَ سختيءَ کان زمين تي پئي ليٽي. حضرت عمر رضي الله تعالیٰ عنه ان وقت اتي پهتا سوداگر کي فرمايائون ته جي چوين ته ڪا دائي وٺي اچان آخر دائي وٺي آيا ۽ پيو ڪارو

ضروري جو ويهه سان لڳايو ته ڪي شهر مان وڃي ڪشادي پيشانيءَ سان ان
سوداگر کي اچي ڏنائون. سوداگر تمام شڪرگذار ٿيو. حضرت عمر کي دعائون
ڪرڻ لڳو. سوداگر حضرت امير عمر کي سڃاتو نه هو ته هي ڪو وقت جو خليفو
آهي ڪجهه مدت کان پوءِ هن جي دل ۾ هي خيال ويٺو ته حضرت رسول الله صلي
الله عليه وسلم جو خليفو مديني شريف ۾ ٻڌڻ ۾ ٿو اچي ان وٽ وڃي نوڪري ڪريان
جڏهن مسجد نبوي ۾ آيو حضرت امير عمر کي سڃاتائين گهڻو عجب ۾ پيو اهڙيءَ طرح
حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه جن حضرت عمر وانگر پنهنجي خلافت جي وقت
۾ ماڻهن جون خدمتون گهڻيون ڪندا هوا ۽ بازار ۾ وڃي بازار وارن کان پڇندا
هوا ته اوهين قرآن پڙهيا آهيو يا نه؟ پوءِ هر روز بازار ۾ وڃي قرآن شريف پڙهڻ
کي تعليم ڏيندا هوا. رضي الله تعاليٰ عنهما.

حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه جون ڪرامتون حد کان زياده
ڪتابن ۾ موجود آهن نموني لاءِ وعظ عزيزي تفسير سوره نمل هيٺان آيت
"وَقَالَ يَا أَيُّهَا النَّاسُ عُلِّمْنَا مَنْطِقَ الطَّيْرِ" کان اوتاريان ٿو

خليفي نبي رسول الجن والبشر فاروق اعظم حضرت عمر جن کي تسخير حضرت
داؤد ۽ سليمان عليهما السلام جي ايتري قدر عنايت ٿي هئي جا بيان ڪرڻ کان ٻاهر
آهي. جيئن هيڪر زمين سخت ڏڪڻ لڳي. حضرت امير عمر رضي الله تعاليٰ عنه
زمين تي پير مبارڪ ڪري فرمائڻ لڳو ته " اي زمين آئون توتي عدالت ٿو ڪريان
۽ تون لڏين پيئين". بنا دير زمين ڏڪڻ کان بس ڪئي. پڻ رود نيل سڪي ويو هو سندن
خط سان جاري ٿيو. جيئن بيان ڪيو ويو. پڻ عمر بن عاص خلافت جي وقت ۾
لشڪر جو سردار هو. هڪڙي غلام کي حوض جي پاڻيءَ جي ڪچ ڪرڻ لاءِ امر فرمايو
هوائون. غلام هڪڙي حوض ۾ گهڙيو ۽ ٻڏڻ لڳو ۽ اهڙي غوطن کائڻ جي وقت ان غلام
هيءَ فرياد ڪيو "وَاعمراه" (اي عمر سگهو اچي پهچ) ان وقت حضرت امير عمر
سگهو مديني شريف ۾ جمعه جو خطبو ٿي پڙهيو. عين خطبي پڙهڻ وقت غلام
کي درندي ۾ فرمايائون "وَاغوثاه" آخر اهو غلام پاڻي جي ٻڏڻ کان سندن برڪت
سان ڇوٽڪاري وارو ٿيو. پڻ ابوموسيٰ اشعري رضي الله تعاليٰ عنه کي اهڙي طرح

ڪان حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه ڏانهن مديني شريف خط لکي موڪليو. حضرت فاروق اعظم جواب لکيس ته اسين فلاڻي ڏينهن تڪبير چونداسون ۽ اوهين پڻ اوهان تڪبير چئجو. حضرت ابو موسيٰ اشعري تو فرمائي ته انهي ڏينهن مقرر ڪيل تي حضرت عمر فاروق جي تڪبير جو آواز (الله اڪبر) ٻڌوسون. تلعه انهي وقت پاڻ ان پنجي پيو ۽ فتح ٿيو. ۽ پڻ جڏهن ساريت نهاوند فتح ڪرڻ لاءِ ويو هو ساريت جبل جي مٿان خوشي سان پئي گهميو. حضرت فاروق اعظم ان وقت مديني شريف ۾ خطبو پئي پڙهيو. خطبو پڙهڻ جي وچ ۾ هي لفظ ڪم ۾ آندائون. يَاسَارِيَةُ الْجَبَلَ اَلْجَبَلَ (يعني اي ساريه جبل کان جي پاسو ڪر جو هيٺان ڪافر لڪا ويٺا آهن) ساريه رضي الله تعاليٰ عنه حضرت عمر فاروق جو آواز ٻڌي خبردار ٿي ڪافرن کي قتل ڪيائين. جو اها روايت عالم آشڪار آهي. انتهيٰ ملخصًا.

## التجا در گاه حضرت امير المؤمنين عمر ابن الخطاب رضي الله تعاليٰ عنه

يا عمر فاروق سيني عادلن جو تون امام — اي عمر فاروق سيني فاضلن جو تون امام

حضرت صديق اڪبر کان پڇاڻان تون پلو — صاحبن ۽ تابعن ۽ عاشقن جو تون امام

جدّ امجد شه مجدد الف ثاني جو ٿئين — عابدن ۽ زاهدن ۽ ڪاملن جو تون امام

تو کي ئي مصدق لوڪاڻي سند و مولا ڪيو — عارفن ۽ عالمن ۽ عاملن جو تون امام

تون رسول الله سڀ جي سردار جو صحبو ٿئين — سالڪن ۽ طالبن ۽ واصلن جو تون امام

ايڪهٺ آيون حديثون شان تنهنجي ۾ ثنا — صابرن ۽ شاڪرن ۽ سالمن جو تون امام

نيل جو دريا تنهنجي خط سان جاري ٿيو — سڀ حليمن ۽ ڪريمن صالحن جو تون امام

اي سچا فاروق تنهنجو شان مون کان ڇڪ ڪيو — اوليائن اتقيائن خائفن جو، تون امام

راءِ تنهنجي سان اٿيون ڪي آيتون قرآن جون — رهنما ابرار جو ۽ عاجزن جو، تون امام

هند ۾ اڪثر محدث ٿيا سندءِ اولاد مان — فائقن ۽ واثقن ۽ راسخن جو تون امام

خير دنيا دين جا مون کي ڪر يو حاصل مڙئي — آسرو تون ٿئين عليلن، متقين جو تون امام

ڪين ڏيهاڙي ڪي آ طاقت سندءِ تعريف جي — ذاڪرن ۽ حاڪمن ۽ نائبن جو، تون امام

# حالات حضرت سيدنا عثمان ابن عفان رضي الله تعاليٰ عنه

هيءُ حضرت، هادي گمرهان، صاحب الحياء والعرفان، جامع القرآن، ٻنهي طرفن (والد ۽ والده شريفه) کان شريف النسب آهن — جيئن ته سندن والد شريف عفان پٽ ابوالعاص جو، اهو پٽ اميه جو اهو پٽ عبدالشمس جو اهو پٽ عبدالمناف جو، جو ڏاڏو چوٿون حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جو آهي ۽ سندن ناني پاڪ حضرت رسول ڪريم جي سڳي ڦڦي هُئي، جنهن جو نالو پاڪ بيضا هو. سندن والده پاڪ اروي جو شجرو هن طرح آهي- بي بي صاحبه نياڻي ڪريز جي هُئي اهو پٽ ربيعه جو اهو پٽ حبيب جو اهو پٽ عبدالشمس جو اهو پٽ عبدالمناف جو. ساڳيءَ طرح حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه جو شجرو مبارڪ ٻنهي طرفن سان حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي ڏاڏنگ سان ٿو ملي. جيئن ته ڪعب، جيڪو ڏاڏو آهي حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جو، ان کي ٻه پٽ هوا، هڪ مره ٻيو عدي. حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جو شجرو مره سان ٿو لڳي ۽ حضرت عمر فاروق جو عدي سان. مطلب ته جناب رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي شجره مبارڪ سان ٻئي حضرات شيخين مليل آهن.

ڪين ذي النورين جو لقب جو مليل آهي تنهن جا ٻه ئي وجهه ڪن ٿا. پهريون وجه مشهور ۽ معروف هيءُ آهي ته جناب رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي دامادي جي شريف کان ٻه ڀيرا مشرف ٿيا آهن. پهريائين بي بي رقيه رضي الله تعاليٰ عنها نياڻي رسول پاڪ جي سندن نڪاح ۾ هُئي انجي وصال کان پوءِ حضرت بي بي ام ڪلثوم همشيره بي بي رقيه جي سندن نڪاح ۾ آئي. جيئن ته روايت آهي ابو هريرة کان ته رضي الله تعاليٰ عنه ته بعد وفات بي بي رقيه جي حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه کي غمگين ڏٺو، حضور جن کين فرمايو ته اي عثمان! تنهنجو ڪهڙو حال آهي؟ عرض ڪيائين هن کان وڌيڪ منهنجي لاءِ ڪهڙي مصيبت ٿيندي جو اوهانجي نياڻي جي وفات ڪري منهنجو رشتو جيڪو اوهان سان هو قطع ٿي ويو. پاڻ فرمايائون اي عثمان! تون ڪو خيال نه ڪر، الله جل شانه جبرئيل عليه السلام جي هٿان مونکي حڪم پهچايو آهي ته ام ڪلثوم همشيره رقيه جو نڪاح

توکي کري ڏيان انهي ساڳئي مهرتي - پوءِ رسول الله صلي الله عليه وسلم حضرت ام ڪلثوم جو حضرت عثمان سان نڪاح ڪري ڏنو.

سبحان الله! تمام اولاد حضرت آدم عليه السلام جي مهن قسم جي نعمت، ڪنهن کي به حاصل نه ٿي، جو ڪنهن به نبيءَ ٻه ڌيئرون ٻني جون پنهنجي نڪاح ۾ آنديون هجن - پڻ فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم اصحابن کي بعد وفات حضرت ام ڪلثوم جي، ته جي مونکي چاليهه ڌيئرون هجن ها ته هوند هڪ کان پوءِ ٻي ڌيائي پاڪ حضرت عثمان کي ڏيندو رهان ها (ازالة الخفاء)

ٻيو وجه هي آهي، سندن سخاوت حالت اسلام ۽ قبل اسلام جي محدکان زياده هئي -

ٽيون وجه، پاڻ ٻه هجرتون ڪيون اٿن هڪ پيرو حبش ڏانهن، جو باعيال تشريف فرما ٿيا هوا ۽ ٻيو پيرو مديني منوره ڏانهن -

چوٿون وجه - حضرت خواجه امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله عنه، مڪتوب ۲۵۱ دفتر درالمعرفت ۾ ارقام ٿا فرمائن ته حضرت صديق ۽ حضرت فاروق نبوت محمدي جو بار ڪشنده آهن علي اختلاف المراتب ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه بواسطه مناسبت حضرت عيسيٰ جي ۽ غيبي جانب ولايت جي بار ولايت محمدي جو ڪشنده آهن ۽ حضرت ذي النورين باعتبار برزخيت جي پنهي طرفن (نبوت ۽ ولايت) جو بار ڪش فرمايا اٿن - ٿي سگهي ٿو ته انهيءَ سبب ڪري پڻ کين ذي النورين جو لقب مليل آهي -

حضرت عثمان سابقين اولين مهاجرين مان آهن ۽ انهن ڏهن اصحابن مان آهن جن کي بهشت جي بشارت مليل آهي ۽ انهن ڇهن مان آهن جن لاءِ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته اهي رسول مقبول صلي الله عليه وسلم راضي ٿيل آهي ۽ انهن مان آهن جو چوٿين درجه ۾ اسلام آندائون ۽ انهن مان آهن جو ساري عمر ۾ ڪڏهن نه سُرُ ڪري بيت ڳاياڻون ۽ نه ڪنهن ۾ اميد رکيائون ۽ نه ڪڏهن به سڄي عمر حياء جي ڪري پنهنجي شرمگاه کي هٿ لاتائون ۽ بعد اسلام جي سيڪهن جمع تي هڪ غلام آزادي ڪيائون - جي ڪنهن جمعه تي ناغو ٿي پيو ته ٻئي

جمعه تي ٻه غلام ته آزاد ڪيائون. ٻلوءَ جي ڏينهن تائين تخمينًا ٻه هزار چار سو غلام آجا ڪيائون ۽ هر قسم زنا جي ڪان خواه اک جي، خواه هٿ جي، خواه زبان جي ڪان جاهليت خواه اسلام ۾ پرهيز ۾ رهيا. ٻانگن جي پڳهار اوّل پاڻ مقرر ڪيائون. سال ؛ اڳون حرم سميت هجرت ڪرڻ جو شرف ڪين حاصل ٿيو. مسجد نبوي کي وڏي شان ٺهرايا ڪين خوفِ خدا اجلّ وَعَلاَ جو ايتري قدر هو. جو جڏهن ڪنهن قبر تي ويندا هوا، تڏهن ايتري قدر روئندا هوا جو سندن سموري ڏاڙهي مبارڪ آلي ٿي ويندي هئي جيڪڏهن ڪو ڪين عرض ڪندو هو ته بهشت ۽ دوزخ جي ذڪر ڪرڻ وقت ايترو نه روئو جيترو قدر قبر تي ٿا روئو. پاڻ فرمايائون ته قبر پهرين منزل آهي آخرت جي، جي انهي جاءِ تي ڇوٽڪارو ٿيو ته اڳتي الله تعالىٰ سڀڪي آسان ٿو فرمائي ۽ جي اتي تڪليف ٿي ته اڳتي تڪليف جي مٿان تڪليف آهي.

خلافت جي وقت ۾ چادر مٽي ڪان ڪري ٻنا رڇائيءَ جي ٽڏي تي سمهندا هوا، جو ڏنا هن سندن بدن مبارڪ تي پيهندا هوا. پاڻ ايتري قدر صاحب حياءُ جا هوا، جو جڏهن جناب رسول مقبول صلى الله عليه وسلم جي خدمت ۾ ايندا هوا ته حضرت جن پنهنجي بدن جي ڪپڙن کي ٺاهيندا هوا ۽ فرمائيندا هوا " ڇو نه حياءُ ڪيان مان ان آدمي کان جنهن کان فرشتا حياءُ ٿا ڪن" روايت ڪيو انهي حديث کي امام بخاري ۽ مسلم.

پاڻ هميشه روزي ۾ رهندا هوا ساري رات عبادت ۾ گذاريندا هوا. سندن صبر سندن عبادت، حلم ۽ مهمان نوازي، بهادري ۽ ظالمن جي ظلم تي صبر ڪرڻ جهڙن صفتن تي پورو نه آهن جو هٿ لکي سگهان.

سندن سخاوت جو مختصر بيان هٿ لکجي ٿو. مدارج النبوة ۾ آهي ته، تبوڪ جي جنگ ۾ اصحابن سڳورن تي وڏي مصيبت ۽ تڪليف آئي ڇو ته ڪين چاليهه منزلون وڃڻو هو ۽ موسم گرمي جي بالڪل سخت هئي جا کجور لهڻ جي مند هئي اهڙي وقت ۾ صحابن سڳورن کي گهڻي دقت پيش آئي ان جو سبب هي هو ته روم جي بادشاهه کي ماڻهن ڪوڙي خبر ڏني ته جناب رسول الله جن وفات ڪئي آهي ۽ ان جا اصحاب ڏڪر جي ڪري تمام تنگ آهن، جنهن ڪري انهن تي چڙهائي ڪرڻ مناسب آهي. روم جي بادشاهه قباد نالي کي چاليهه هزار فوج ۽ لشڪر ڏئي مدينه شريف روانو ڪيائين اها خبر

جڏهن رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم ڪي پهتي پاڻ بدا انهن جي مقابلي لاءِ ارادو فرمايائون ۽ غازين جي گڏ ٿيڻ لاءِ چوطرف جڳهه ڪييائون ۽ مال گڏ ڪرڻ جي لاءِ اصحابن سڳورن کي ترغيب ڏنائون. حضرت صديق رض سمورو مال جو گهر ۾ هوس کڻي آيو حضرت عمر فاروق رض اڌ آندو. عبدالرحمٰن بن عوف رض چاليهه هزار درم آندا انهيءَ طرح سڀني مهاجرن انصارن پنهنجي پنهنجي توفيق آهر جهاد مالي ۾ بهرو ورتو ابو عقيل انصاري هڪ پيالو ڪجور جو حاضر ڪيو عرض ڪيائين ته اڄ رات صبح تائين مون پاڻي جا ڏول ڪڍيا انجي مزوريءَ ۾ هي ڪجور مليم جنهن جو اڌ کڻي آيو آهيان. هن وقت ۾ حضرت عثمان ذي النورين رض ايتري قدر نذر پيش ڪيو جو حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جن ڪيس عوض ۾ ڪيترا ڏوڳا بشارت جا بخشيا - حضرت عثمان رضي الله تعالیٰ عنه انهيءَ وقت خيال فرمايو هو ته شام جي طرف گهڻي قدر اسباب ۽ مال اٺن تي لڏائي واپار جي لاءِ قافلو موڪليان سو انهيءَ ارادي کي بند ڪيائين. ٽي سو اٺ بار لڏيل قسمين قسمين واپار جي اسباب سان ۽ هڪ هزار گينيون نذر ڪيائين مواهب لدنيه ۾ قتادة کان روايت آهي ته هڪ هزار اٺ ۽ ستر گهوڙا انذر ڪيائين. ۽ مدارج جي هڪ روايت آهي ته ڏهه هزار گينيون نذر ڪيائين ۽ ڏگا ته ڪپڙا جا يعني ته بشارتن جا آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن کين هيئان عطا فرمايا.

پهريون هيءَ "اَللّٰهُمَّ ارْضَ عَنْ عُثْمَانَ فَاِنِّيْ عَنْهُ رَاضٍ" (يا الله تون راضي ٿيءُ عثمان کان بيشڪ آئون راضي آهيان انهيءَ کان) حضرت عثمان ڏهن هزارن غازين جو سامان پورو ڪري ڏنو باقي ڏهن هزارن جو بين ڏنو- جو ته مڙئي غازي ويهه هزار هوا.

ٻيو بشارت جو ڏوڳو هيءُ هو "مَنْ جَهَّزَ جَيْشَ الْعُسْرَةِ فَلَهُ الْجَنَّةُ" (يعني فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم ته جيڪو سامان تيار ڏئي هن لشڪر واسطي ان لاءِ بهشت آهي.)

ٽيون هيءُ ته جڏهن ڏهه هزار اشرفيون جي حضرت عثمان رض حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي جهولي ۾ وڌيون پاڻ انهن اشرفين کي هٿ ۾ ڪري ٿيرائيندي فرمايائون ته "مَا ضَرَّ لِعُثْمَانَ مَا عَمِلَ بَعْدَ الْيَوْمِ مَرَّتَيْنِ" (يعني نه نقصان ڪندو عثمان کي جيڪي ڪري هن ڏينهن کان پوءِ - انهيءَ طرح ٻه ڀيرا فرمايائون) روايت ڪيو هن کي

ترمذي عبدالرحمٰن بن سمرة کان۔

سندن خلافت ٻارهن ورهه ٻارهن مهينا ارڙهن ڏينهن ٿي۔ سال اول خلافت جي ۾ ڪي جو ملڪ فتح ڪيائون ۽ انهيءَ سال ۾ تکهري جي بيماري عام ٿي پئي هئي۔ جنهن ڪري سال جو نالو سنة الرعاف رکيو ويو ۽ انهي سال ۾ ڪيترا قلعا فتح ٿيا۔ سال ٻئي ۾ سجدو ڪوفي کي موقوف ڪرڻ فرمايائون۔ سال ٽئين ۾ مسجد الحرام کي بالڪل ڪشادو ڪرڻ فرمايائون۔ جن جاگهه هوا انهن کي قيمت ڏئي راضي ڪيائون انهي سال ۾ شاپور فتح ٿيو۔ سال چوٿين ۾ آذربائيجان دادبيمرد فتح ٿيو ۽ انهيءَ سال ۾ افريقا کي فتح ڪري گهڻي لٽ آندائون۔ هڪ هزار غازي کي ٽي هزار گينيون آيون ۽ اندلس جو ملڪ مغرب ۾ آهي فتح ٿيو۔ سال پنجين ۾ ڪافتح ڪانه ٿي۔ سال ڇهين ۾ قلعو فارس جو اصطخر فتح ٿيو۔ ۽ فساء به انهي سال ۾ مسلمانن قبضه ۾ آندو پيا به اهڙي طرح ڪيترائي شهر فتح ٿيا۔ انهي سال ۾ مسجد نبوي صلي الله عليه وسلم وڌائي وئي۔ قسمين پٿر گهرايا ويا جن تي نقش ڪرايا ويا۔ ڊيگهه ۾ شريف جي ۱۶۰ هٿ ۽ منبر وان جو ۵ هٿ ڪيو ويو۔ سال ستين ۾ شهر فيروز آباد ۽ پيو به ڪيترو خراسان جو ملڪ قبضه ۾ آندو ويو۔ نيشاپور، طوس، سرخس، مرو ۽ بيهق جا شهر پڻ انهي سال فتح ٿيا۔ انهي مدت ۾ دين جديد ايتري قدر ٿيو، جو اولهه جي طرف سرحد اسلام جي اندلس تائين پهتي ۽ اوڀر طرف ڪابل ۽ بلخ تائين پهتي ۽ اسلام جو لشڪر وم ۾ وڃي داخل ٿيو ۽ مسلمان بري توڙي بحري لڙائي ۾ ڪافرن تي غالب آيا۔ عراق ۽ عجم ۾ خراسان جا ماڻهو جي هميشه خليفه ثاني سان فساد ڪندا ايندا هوا سڀ اسلام جا مطيع ٿيا۔ اسلام هر طرف پکڙجي ويو۔ مسلمانن کي مال ايتري قدر هٿ آيو جو هڪ هڪ مسلمان مهاجر توڙي انصار، جو رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي وقت ۾ هڪ ماني جو محتاج هو، سواسي هزار رم زڪواة ڪيڻ لڳو۔ حضرت علي ڪرم الله وجهه کي به ايتري قدر ڪشادگي ٿي جو ڪيترا باغ، عمارتون ۽ بنيون ڪيتيون لائق سندن قبضه ۾ آيون۔ سندن ڪرامتون ايتريون گهڻيون آهن جو هت بيان ڪري نٿيون سگهجن

حضرت جن هڪ فسادي کي چيو ته شال ڏئي تعالیٰ تنهنجا ٻئي هٿ ٻئي پير وڍي

توکي اکين کان انڌو ڪري ۽ جهنم ۾ داخل ٿئين. آخر ٿيو به اهڙي طرح. سڀ گهڻي طرح پيو شخص، جو سندن ڏاڍو دشمن هو، جنهن جو الله جَلَّ جَلَالُهٗ هن جهان ۾ منهن ڪارو ڪيو. پڻ هڪ شخص سائن خطبي پڙهڻ وقت بي ادبي ڪئي آخر غيرت الاهي ان تي نازل ٿي، جوان جي پيرن ۾ گرهه پيئي اٿيو آخر ڪري ٿي مري ويو سندن عمر مبارڪ ٨٢ ورهه هئي ياٿي ١٨ ذي الحج ڏينهن جمعه ۽ هڪ قول تي عيد جي ڏينهن دشمنانِ خدا جي هٿان قرآن شريف تلاوت ڪندي شهيد ٿيا اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ

هي سمورو بيان اختصار سان فردوس آسيه تان آندو ويو، جو مولانا عبدالرب دهلوي تاليف ڪيو آهي. واقعو شهادت جو بالڪل دردناڪ آهي ودن ڪتابن ۾ درج جي حضرت سيدنا عثمان رضي الله تعاليٰ عنه جون ڪشف ڳالهيون اهڙي قسم جون ڪتابن ۾ موجود آهن جو عجب ٿو لڳي. وعظ عزيزي ۾ حضرت شاه عبدالعزيز عليه الرحمة هڪ نقل آندو آهي ان تي ئي اڪتفا ٿو ڪريان.

هڪ شخص وات ويندي هڪ عورت کي شهوت جي نظر سان ڏٺو، حضرت عثمان ذي النورين رضي الله تعاليٰ عنه جي خدمت ۾ آيو ته ڏسڻ شرم آنکي فرمايائون تہ ماڻهن کي حياء نه ٿو اچي، جو پنهنجن اکين مان زنا جو گناه ٿين، منهنجي مجلس ۾ ٿا اچن ان شخص چيو ته اي امير المؤمنين، ڇا؟ وحي پيغمبر ڪريم کان پوءِ اچي ٿو. فرمايائون نه پر تونبُن وآهي، پيغمبر خدا صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي، "اِتَّقُوْا فِرَاسَةَ الْمُؤْمِنِ فَاِنَّهٗ يَنْظُرُ بِنُوْرِ اللّٰهِ" يعني ڊجو مؤمن جي دانائي کان پوءِ تحقيق اهو ته ڏسي خدا تي نور جي وسيلي سان مڙني شين کي، اه

فائده ضروري:- حضرت سيدنا عثمان رضي الله تعاليٰ عنه سڀني جنگين ۾ حاضر رهيو آهي، مگر بدر واري جنگ ۾ جو حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کين ڪين اجازت ڏني هئي، جو نياڻي پاڪ رسول پاڪ صاحب لولاڪ صلي الله عليه وسلم جي بيمار هئي جا حرم پاڪ حضرت عثمان ذالنورين جا هوا. حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جن کين بدر وارن جي اجر ۽ ثواب ۾ شريڪ ڪرڻ فرمايو ۽ لٽ جي مال مان پڻ کين عطا فرمايائون. باقي جنگ احد ۾ جي ڪي اصحاب سڳورا رضي الله تعاليٰ عنهم واپس ٿي

ويا هوا جن ۾ حضرت سيدنا عثمان رضي الله تعاليٰ عنه بہ شامل آهي - غير مذهب وارا ماڻهو اهوا نهيءَ اعتراض کي بالڪل وڏو ڪري ٿا سمجهن مگر حقيقت ۾ انهن جي ڪم فهمي آهي - "اِنَّمَا اسْتَزَلَّهُمُ الشَّيْطَانُ" جي معنیٰ پڙهي ان تي رازدار تقرير ون ٿا ڪن. ٿا چاڻن تہ حضرت انبياء علیٰ نبينا وعليهم الصلوٰة والسلام "لَا يَنَالُ عَهْدِي الظَّالِمِينَ" جي فرمود ہ موجب معصوم ۽ پاڪ آهن جو هن ڳالهہ کي هر مذهب جو ماڻهو قبول ٿو ڪري پوءِ حضرت سيدنا آدم علیٰ نبينا وعليهم الصلوٰة والسلام ۽ ان جي حرم پاڪ رضي الله عنها جي باري ۾ بہ "فَأَزَلَّهُمَا الشَّيْطٰنُ" آيو آهي ها ڀي جيڪو جواب هن جو سوا سا بجو آهي، بهرحال حضرت سيدنا آدم عَلٰى نبينا و عليه الصَّلوٰةُ وَالسَّلَامُ جي باري ۾ الله جَلَّ وَعَلَا فرمايو آهي "فَتَابَ عَلَيْهِ" ۽ اصحابن ڪرامن رضي الله تعاليٰ عنهم جي باري ۾ فرمايو اٿس "وَلَقَدْ عَفَا اللّٰهُ عَنْهُمْ" - جڏهن ذاتي تعاليٰ جَلَّ وَعَلَا، لَامَ تاڪيد ۽ قَدْ تحقيق سان اصحابن سڀني جي ڀُل کي بخشي ڇڏيو، پوءِ چالاڪ، لائق لعن ۽ طعن جا ٿين - انهيءَ صورت ۾ تہ حضرت سيدنا آدم عَلَيْهِمُ الصَّلوٰةُ وَالسَّلَامُ جي حق ۾ بہ اهو زڪو قباحت ۾ پيل لعن طعن ڪري سگهي ٿو - كَبُرَتْ كَلِمَةً تَخْرُجُ مِنْ أَفْوَاهِهِمْ إِنْ يَقُولُونَ إِلَّا كَذِبًا ه

اهو جواب بالڪل مختص تبرڪا لکيو ويو آهي آيت سڳوري هي آهي -

اِنَّ الَّذِيْنَ تَوَلَّوْا مِنْكُمْ يَوْمَ الْتَقَى الْجَمْعٰنِ اِنَّمَا اسْتَزَلَّهُمُ الشَّيْطٰنُ
بِبَعْضِ مَا كَسَبُوْا وَلَقَدْ عَفَا اللّٰهُ عَنْهُمْ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ حَلِيْمٌ ۝ (آل عمران ع ١٦)

## التجا در بار پرانوار حضرت سيدنا عثمان بن عفان رضي الله تعاليٰ عنه

آفتاب معرفت عثمان اُما باحيا — جامع القرآن صلاح حلم جي سخا
رهنماءِ گمرهان ۽ پيشواءِ عارفان — حُبَّ تنهنجي تارڪن جي مومنان باصفا

گفتگو ڪان آمتي عزت اوهان جي چلجوان — تو کي دامادي شرف آنوار يو مصطفیٰ
تي دتي ڪانِ دفادرج عطا تنهنجي صفت — تاج ذوالنورين جو تو کي پيو سوهين سدا
شان تنهنجي کي ڏسي دشمن پيو ڪامو شڙ — شان تنهنجي کي وڌايو خالق هر دوسرا
حضرت صديق ۽ فاروق ڪان پوءِ تون پلو — نور تنهن جي ڪان منور ٿيا سڀئي اهل سما
حامل بار نبوت ۽ ولايت جو ٿئين — آچيو حضرت محمد جو اُما الاولياء
شال سنت تي رهان عمت عنايا ڪريان — رب جي درگاه ۾ هي ٿي سدا تنهنجي دعا

عشق مرشد جو عنايت سان ڏئي مونکي گهڻو — رابطو مونکي ملي تنهنجو سدا صبح و مسا
ٽن صحابن اهل بيتن جو هجي پاڻ ۾ مدد — ذڪر ۾ شل ٿئي منور قلب منهنجو پر ضيا
با عمل عالم ٿئي اولاد منهنجو اهل دين — خاتمو بالخير ٿئي جڏهن پاسي عمر جو هوا
تو ڪي مون در تو سيلو رب جي دربار ۾ — شل قبوليت ٿئي مُرّن منهنجن دعا کي خدا
اي پسر عفان جا سُرڪ تون امير المؤمنين — حُبَّ مولا جي ڪان ڪريو جڏهن مونکي آشنا
دلبرا ڏي ڪو ڏهاڙي ڪي دلاسو تن گهڻو — موت تائين تن ۾ هجي منجهه حبِ حيدر مرتضيٰ

## محبوبِ خيرالوريٰ مشڪل ڪشا حيدر مرتضيٰ مجذوب محبوب غوث المشارق والمغارب سيدنا علي بن ابي طالب رضي الله تعالىٰ عنه جي حالات ۾

هيءَ حضرت قطبن ۽ غوثن جو سردار، ابدالن ۽ اوتادن ۽ افرادن جو مهندار ۽ شريعت جو سينگار ۽ حقيقت ۽ معرفت جو جنسار، سندن آستان جنت نشان تي خاڪروبي ڪندڙ سيڪو طريقت ڏي، نالو پاڪ سندن حضرت علي آهي ڪرم الله وجهه - سندن والد جو نالو ابوطالب آهي جو جناب حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جن جو سڳو چاچو هو، جنهن حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي ايتري ته خدمت ڪئي جنهن جو بيان تقرير جي احاطي کان ٻاهر آهي.

جناب حضرت علي ڪرم الله وجهه جي شانن مان هيءَ هڪ وڏو شان تو لکڻ ۾ اچي جو حضور جن ڪعبة الله شريف جي اندر تولد ٿيا جو اها نعمت ڪائنات ۾ ڪنهن کي عطا نه ٿي. حضرت ابن عمر رضه کان روايت آهي ته هيڪر پاڻ حضرت رسالت پناه صلي الله عليه وسلم جي حضور اقدس ۾ روئندا آيا عرض ڪيائون ته اوهان سڀني صحابن سڳورن کي ڏين ڀاءُ ڪري ڪجهه نه ڪجهه عطا فرمايو آهي، منهنجي لاءِ ڪو ڀاءُ اوهان مقرر نه فرمايو آهي حضور جن صلي الله عليه وسلم ڪين فرمايو ته "اَنْتَ اَخِيْ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ" يعني تون منهنجو ڀاءُ آهين دنيا ۽ آخرت ۾ اها روايت ترمذي شريف ۾ آيل آهي. سبحان الله! هي وڏي عزت جيئي جو حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم ڪين انصارن ماڪنهن جو ڀاءُ نه ڪيو، هڪ هن واسطي ته تون منهنجو ڀاءُ آهين پنهنجي ڀاءُ کي ٻئي ڪنهن جو ڀاءُ جو ڪيان، ٻيو هيءَ ته جيئن حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم ڪنهن جا ڀاءُ نه ٿيا

ته حضور جن حضرت علي ڪرم الله وجهه جن کي به ٻئي ڪنهن جو پاءِ نه ٻڌايائون، جيئن ته توڪل ۾ فرق نه اچي، پاڻ تي ڀروسو نه ٿئي، رڳو الله پاڪ جل شانهٗ جي ذات تي ڀروسو هجي.

حضرت جن جي بهادري حدکان زياده ڪتابن معتبرن ۾ موجود ۽ ثابت آهي، ڪي قدرت لکجي ٿو، جنهن کي سمنڊ کان هڪ قطرو چاڻ گهرجي -

جنگ احد ۾ حضرت شير خدا ڪرم الله وجهه ايتري قدر ڪرشش ورتي، جو حضرت جبرئيل عليه السلام حيران ٿي حضرت رسول الله صلى الله عليه وسلم کي عرض ڪرڻ لڳو ته حضرت علي ڪرم الله وجهه اوهان تي وڏي جان نثاني ڪري رهيو آهي - حضور جن صلى الله عليه وسلم فرمايو "اِنَّهٗ مِنِّيْ وَاَنَا مِنْهُ" (تحقيق اهو منهنجو آهي ۽ آئون انجو آهيان) - جڏهن جبرئيل عليه السلام حضور جن صلى الله عليه وسلم کان اِهو جملو ٻڌو ته هن چوڻ لڳو آنا منڪمار آئون اوهانجو آهيان، ان وقت غيب کان آواز آيو "لَا فتىٰ اِلَّا عَلِيٌّ لَا سَيْفَ اِلَّا ذُوالْفِقَار" (نا هڪو جوان مگر علي، نا هي ڪا تلوار مگر ذوالفقار. كَذَا قَالَ شيخ عبد الحق محدث دهلوي في المدارج

حضرت علي ڪرم الله وجهه جو فرمودو آهي ته احد جي ڏينهن مونکي سورهن زخم لڳا، ڏک لڳڻ ڪري آئون زمين تي ڪري پيس، سيڪهن پيري هڪ آدمي خوب صورت خوشبوءِ واري مونکي اٿاري ٻيهار يو ۽ ٿي چيائين ته وڃ ڪافرن کي قتل ڪر جو تون الله جل وعلاءِ رسول مقبول صلى الله عليه وآله وسلم جي اطاعت ۾ آهين ۽ اهي ٻئي توکان راضي آهن - جنگ جي فراغت کان پوءِ جڏهن اهو قصو حضرت رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جي حضور ۾ عرض ڪيم ته ڏهن پاڻ فرمايائون ته ان خوب صورت جو مهانڊ و ڪهڙي ماڻهو جهڙو هو، عرض ڪيم ته دحيه ڪلبي جهڙو هو (جو صحابي هو) حضرت رسول مقبول صلى الله عليه وسلم جو، پاڻ فرمايائون اهو جبرئيل عليه السلام هو - كَذَا فِي الْمَدَارِج النبوت

حضرت رسالت پناه صلى الله عليه وسلم جو فرمودو آهي ته حضرت علي ڪرم الله وجهه جو مقابلو خندق جي ڏينهن وارو افضل آهي، منهنجي سڀني اُمَّت جي عملن کان قيامت جي ڏينهن تائين كذا في المدارج -

پڙ مثنين ڪتاب ۾ آهي ته جڏهن لشڪر رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جو خيبر ڏي وارد ٿيو ته ڏهن خيبر ۾ ڪيترائي وڏا مضبوط قلعا ٺهيل هوا جنهن ۾ ڏهه هزار سوار موجود هئا ڏلي جل وعلا جي فضل سان حضور جن صلى الله عليه وسلم جي دعا سان سمورا قلعا فتح ٿيا

باقي هڪ قلعو رهيو جنهن جو نالو غموص هيو، اهيو سڀني قلعن کان وڌيڪ مضبوط هيو جنهن
جي فتح حضرت شاه ولايت ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ جي نصيب ۾ روز ازل کان وٺي الله جَلَّ جَلَالُهٗ
رکائي هُئي - حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه هڪ ڀيرو ۽ حضرت عمر فاروق
رضي الله تعاليٰ عنه ٻه ڀيرا پڻ انهي قلعه تي تشريف فرمائيا هوا حضرت رسول الله صلي الله
عليه وسلم جن کي ان وقت مٿي جي سور جو عارضو هيو، پاڻ رات جو فرمايائون ته سڀاڻي
نيشان انهي کي ڏينداس جو الله جَلَّ وَعَلَا ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم کي دوست ٿو
رکي ۽ الله تعاليٰ جَلَّ وَعَلَا ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم ان کي دوست ٿا رکن. سڀ اصحاب
ڪرام رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين اها بشارت ٻڌي منتظر هئا ته اهو گوهر ڪرامت جو
ڪنهن کي عطا ٿيندو - حضرت علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ اکين اٿڻ سبب مديني شريف ۾ رهيل
هوا، خود بخود اوچتو کين ارادو ٿيو ته جهاد کان جدا ٿيڻ چڱو نه آهي ۽ حضرت رسول الله
صلي الله عليه وسلم جي جدائي سهڻ به محال آهي تنهن ڪري اٿاهون روانا ٿي اچي لشڪر اسلام
جي ۾ وارد ٿيا - جنهن حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي خبر پئي تڏهن کين گهرايائون
۽ هٿ سندن ن وٺي، سندن متو مبارڪ پنهنجي ران تي رکيائون ۽ ٿڪ مبارڪ پنهنجي
سندن اکين مبارڪن تي لاتائون انهي وقت اکين جو سڀ سور ۽ اوٿب دفع ٿي ويو ۽ کين
پوري شفا حاصل ٿي - حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کين پنهنجي زره پهرائي
۽ ذوالفقار عطا فرمائي - نشان سندن هٿ ۾ ڏنائون ۽ کين فرمايائون ته پٺتي نه نهارج جيستائين
الله تعاليٰ جَلَّ وَعَلَا تو کي فتح نه ڏئي - عرض ڪيائين ته انهن سان ڪهڙي ڳالهه تي لڙائي ڪريان
فرمايائون صلي الله عليه وسلم، ڪلمه تي - يعني اول انهن کي ايمان جي هدايت ڪر جي نه
مڃن ته پوءِ لڙائي ڪر ۽ هدايت تنهنجي ڪري هڪڙي شخص جي ٿئي ته بهتر آهي هزار ڳاڙهن اٺن کان
حاصل ڪلام - حضرت علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ قلعي غموص وٽ آيو ۽ زمين تي نشان
کڙو ڪيائين ان وقت هڪ عالم يهودي ڪوٺي تان پڇيو ته اي نشان وارا تنهنجو نالو ڇا آهي،
پاڻ فرمايائون علي بن ابي طالب (ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ) ان يهودي ٻين کي خبردار ڪيو ته
هن شخص جو حال توريت ۾ لکيل آهي، هي وڏو بهادر آهي، بنا فتح ڪرڻ جي پوئتي موٽڻ
وارو نه آهي - پر يهودي جي انهي ڳالهه جو ماڻهن تي اثر نه ٿيو - حارث نالي هڪ يهودي
بهادر، جو مرحب جو ڀاءُ هو - جنهن جي هٿ ۾ ٽن منهن وارو نيزو هئو اسلام جي

لشڪر ني ڪاهه ڪري آيو ۽ ڪيترين مسلمانن کي شهيد ڪيائين. جنهن حضرت شاهِ ولايت ڪرم الله وجهه جن اڳي ئي بهادري ڏني، مٿس حملو ڪيو، هڪڙي ئي ڌڪ سان ان کي جهنم ۾ پهچايائون ۽ ان يهودي جو ڀاءُ مَرحَبْ وڏي تڪبر سان ميدان ۾ آيو. حضور جن ان جي ناپاڪ روح کي به جهنم ۾ داخل ڪيو، تنهن کان پوءِ ست بهادر هڪ ٻئي پٺيان آيا تن کي به دوزخ ڏانهن روانو ڪري ڇڏيائون. حاصل ڪلام جنهن حضرت شاهِ ولايت ڪرم الله وجهه خيبر فتح فرمائي. حضرت شاهِ رسالت صلي الله عليه وسلم جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيا حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سندن استقبال جي واسطي تنبوءَ کان ٻاهر تشريف فرمايا ۽ ڪين پاڪ پاڻ پيشاني مبارڪ تي چمي ڏئي فرمايائون ته ڪوشش تنهنجي مشڪور ٿي ۽ تنهنجي بهادري جي مونکي خبر پهتي جنهن ڪري توتي راضي ٿيو آهيان. حضرت علي ڪرم الله وجهه ان وقت روئڻ فرمايو ۽ پاڻ صلي الله عليه وسلم جن ڪين فرمايو ته هي روئڻ غم جو آهي يا خوشي جو عرض ڪيائون ته خوشي جو ۽ ڇو نه مونکي خوشي ٿئي جو توهين مونکان راضي ٿيا آهيو. حضور جن صلي الله عليه و آله وسلم جن فرمايو ته آءٌ اڪيلو توکان راضي نه ٿيو آهيان بلڪ الله تعالىٰ جَلَّ شانه، جبرئيل عليه السلام، ميڪائيل عليه السلام ۽ سڀ فرشتا توکان راضي آهن. حضور جن صلي الله عليه وسلم سندن شان ۾ ڪيترين بشارتون فرمايون آهن جن مان ڪي مختصر لکجن ٿيون.

اِزَالَةُ الْخِفَا ۾ لکيو اٿس ته هيڪر حضور جن صلي الله عليه وسلم حضرت سيدة النساءِ رضي الله تعالىٰ عنها ڏانهن مخاطب ٿي فرمايائون ته آءٌ، تون، علي، حسن ۽ حسين قيامت جي ڏينهن هڪ جاءِ تي هونداسون. ابو سعيد خدري کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم ته وحي آيو آهي مون تي ته علي ۾ ٽي صفتون آهن سيد المؤمنين امام المتقين، قائد غرالمُحَجَّلِين (سرڪردو انهن جي جن جا وضوءَ وارا عضوا قيامت جي ڏينهن چمڪندڙ هوندا) حضرت عبدالله بن مسعود کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم ته علي جو منهن ڏسڻ عبادت آهي. حضرت عمر فاروق جو فرمودو آهي ته حضرت علي ڪرم الله وجهه ۾ ٽي ڳالهيون آهن جي مون ۾ نه آهن. هڪ ته حضرت علي ڪرم الله وجهه حضرت سيدة النساءِ جو خاوند هيو. ٻيو ته ان کي رسول الله صلي الله عليه وسلم سان گڏ مسجد شريف ۾ سڪونت حاصل ٿي ۽ عيال سان رهڻ جائز ٿيو،

تيون نشان کي خيبر جي جنگ ۾ نشان مليو - حضرت ابن عباس جو فرمودو آهي جو حضرت علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ کي ٽي فرمايائين ته چار تو ۾ پيدا ٿيون آهن جي ٻئي ڪنهن ۾ نه ٿيون لين، هڪ ته نشان (جهنڊو) کڻڻ سيڪنهن جهاد ۾ - ٻيو ته صبر ڪرڻ ڏينهن احد جي، ٽيون غسل ڏيڻ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم کي، چوٿون تربت مبارڪ ۾ لاهڻ -

حضرت زيد بن ارقم کان روايت آهي ته فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم ته جو شخص ارادو ڪري ته مون وانگي حياتي گذاري ۽ مون وانگي وفات ڪري ۽ جنت الخلد جنهن جو مون کي واعدو ڏنو ويو آهي ان ۾ داخل ٿئي ان کي گهرجي ته دوست رکي علي (ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ) کي جو دوستي علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ جي هدايت کان نه ٿي ڪيي -

تنبيهه ضروري: - دوستي هن کي چئبو آهي، جو پنهنجي محبوب جا ڪم، ان جي فرمودن ان جي هلت چلت کي دوست رکي ۽ جيڪي ان محبوب جا دوست هجن تن کي دوست رکي ۽ جيڪي ان جا دشمن هجن انهن کي دشمن سمجهي -

معلوم ڪرڻ گهرجي ته حضرت شاهه ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ بيعت قبول ڪرڻ فرمائي تنهن خلفائن سڳورن جي ديني ڪمن ۾ شريڪ حال رهيا، انهن جي خلافتن ۾ ونرير هليا انهن ٽن يارن سان نماز جمعه ۽ جماعت ۾ چوڏهن ورهن تائين انهن جي پٺيان اقتدا ڪيائون ۽ جهادي ڪمن ۾ شريڪ ٿي رهيا - تنهين خلافتن ۾، جو مال غنيمت جو ايندو هو، ان مان حصو ورتڻ فرمائيندا هوا ۽ ان مان ڪائيندا پيائيندا ۽ ڏيڪيندا هوا ۽ پنهنجي اهل عيال کي کارائيندا هوا ۽ خوشي ۽ رضا سان پنهنجي نيائي پاڪ حضرت ام ڪلثوم رضي الله تعالیٰ عنها جو نڪاح حضرت عمر فاروق رضي الله تعالیٰ عنه کي ڪري ڏيڻ فرمايائون ۽ پنهنجن فرزندن جي نالا مبارڪ ابوبڪر، عمر ۽ عثمان، ٽن يارن جا رکيائون ۽ حضرت عمر فاروق رضي الله تعالیٰ عنه حضرت سيدنا امام حسين رضي الله عنه کي حضرت بيبي شهر بانو رضي الله تعالیٰ عنها ڏني، جو حضرت امام حسين رضي الله تعالیٰ عنه نڪاح ۾ قبول ڪرڻ فرمائي - اها پاڪدامن حضرت عمر فاروق رضي الله تعالیٰ عنه غنيمت جي مال سان آندي هئي جا شهزادي فارس جي بادشاهه يزدجرد جي نيائي هئي، اها پاڪدامن رضي الله تعالیٰ عنها والده پاڪ حضرت سيدنا امام زين العابدين

رضي الله تعاليٰ عنه جي آهي - هاڻي انصاف ڪرڻ گهرجي ته جي حضرات ٽئي يار سڳورا ڪفر
۾ يا ظلم يا غضب ڪندڙ هجن ها جيئن مذهب اهل تشيع وارن جو گمان آهي معاذالله
پوءِ انهن جو جهاد ڪافرن جائز ٿي سگهي ها ۽ انهن جو جهاد ۾ مال آيل ڪي
حضرت علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجۡهَهٗ ڪيئن قبول ڪن ها. انهن جي ٻانيان نماز جو پڙهن ها
۽ اهڙن جي جهاد ۾ جا عورت پيدا ٿي ايجي ، حضرت سيدنا امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه
کي ونڊ ڪيئن درست ٿي سگهي ها - حضرات اهل تشيع غور ڪري خيال فرمائن ته
جا اها دوستي حضرت جناب شاه ولايت ڪَرَّمَ اللهُ وَجۡهَهٗ جي آهي جو سندن عبادت
۽ ڪاڏي پيتي ۽ سموري ڪم کي خراب ڪرڻ ٿا گهرن ۽ قيامت تائين سادات سڳورن
جي نسل سهڻي ۽ پاڪ ۾ زرق وجهڻ ٿا گهرن - " سُبۡحَانَكَ هٰذَا بُهۡتَانٌ عَظِيۡمٌ ط

حضرت علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجۡهَهٗ کان روايت آهي ته فرمايو مونکي رسول الله صلي الله
عليه وسلم ، ته اي علي ! تنهنجو شان عيسيٰ عليه السلام وانگي آهي ، ان سان يهودن
بغض ڪيو ايتري قدر جوان جي والده شريفه تي (بي بي مريم) بهتان رکيائون ۽ دوست
رکيو ان کي نصارن ايتري قدر جو بيهاڪيائون ان ۾ اهڙيون ڳالهيون جي ، نه هيون
ان ۾ ، جهڙوڪ حضرت عيسيٰ عليه السلام کي خدا جَلَّ جَلَالُهٗ جو پٽ چوڻ لڳا ۽ ان جي
والده کي خدا جَلَّ جَلَالُهٗ جي زال چوڻ لڳا - خبردار ! رهج اي علي ! تنهنجي سبب ڪري
ٻه جماعتون هلاڪ ٿي وينديون - هڪ اها جماعت ، جا توکي حد کان زياده دوست
رکندي ۽ پين اکندي تو ۾ اهي ڳالهيون جي تو ۾ ڪين آهن (اشارو رافضن ڏانهن)
ٻي اها جماعت جا بغض رکندي توسان ، يعني دل ۾ تنهنجي پدئي ۽ قابليت جا انڪار ڪندي
(اشارو خارجن ڏانهن) -

حضرت شاه ڪَرَّمَ اللهُ وَجۡهَهٗ جي ڪرامتن مان هڪ هيءَ ڪرامت آهي جو هيڪر
حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم سندن هنج ۾ سر مبارڪ رکي آرام ۾ هوا، حضرت
شاه ولايت ڪَرَّمَ اللهُ وَجۡهَهٗ نماز ٽيپهري جي ڪانه پڙهي هئي ، اگرچه وقت تنگ ٿي ويو مگر
ادب جي ڪري حضور جن صلي الله عليه وسلم کي ننڊ مان نه اٿاريائون - نيٺ سج لهي ويو
پوءِ جاڳيو رسول الله عليه وسلم ۽ ڪين معلوم ٿيو ته نماز ٽيپهري حضرت شاه ولايت ڪانه
پڙهي آهي - پوءِ درگاه رب تعاليٰ جي ۾ دعا گهريائون ، يا الله ! جَلَّ جَلَالُهٗ جي علي تنهنجي

بندگيءَ ۾ ھو تنوري سچ کي اپار، سچ بڻاڻي اپري آيو- حضرت علي ڪرم الله وجهه نماز پڙهي

صولعق ۾ آئي واتس ته هيڪ ئي پهري نماز ڪان پوءِ ابوالمنصر وعظ ئي ڪيو لهاس ڳ حديث ۽ اهل بيت جي پڙائي جو بيان ئي ڪيائين، ان وقت عراق جي مشائخن جي وڏي جماعت حاضر هئي، اوچتو هڪ ڪڪر ظاهر ٿيو ۽ سج گم ٿي ويو، خلق کي گمان آيو ته سج لهي ويو آهي، پوءِ واعظ ڪنڌ ڙ منبر تي سج ڏانهن اشارو ڪري هي ٿي بيت پڙهڻ لڳو جنهن جي معنيٰ هيٺين آهي- "ته ڏيءُ جي توفيق سان آنحضرت مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم ۽ حضرت مرتضيٰ ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهُ جي مدح ڪري رهيو آهيان، اي سج تون نه لهڻ نڪري پڙ واري ٿيءُ ۽ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي آل پاڪ جي تعريف ٻڌ"- حاضر جماعت ڏٺو ته سج نڪري پڙ واري ٿي بيٺو-

ازالة الخفاء ۾ لکيل آهي ته اصبغ ٻي فرمايو ته آئون حضرت علي ڪرم الله وجهه سان گڏ ڪربلا جي ميدان ۾ آيس پاڻ فرمايائون ته هن جاءِ تي اهل بيت جا ٺڪاڻو هوندا ۽ هن جاءِ تي انهن جا اسباب رکيو ويندو ۽ هن جاءِ تي انهن جو رت وهندو- هڪ جماعت آل رسول صلي الله عليه وسلم جي قتل ڪئي ويندي، جن لاءِ زمين ۽ آسمان رئندا ١٠ھ- ۾ پڻ سندن ڪرامتن مان آهي ته هيڪ پاڻ ڪو گفتگو ٿي فرمايائون ته هڪ شخص کين چوڻ لڳو ته توهان ڪوڙ آهيو، پاڻ انکي فرمايائون ته جي توهان سچو آهين ته چا تو کي بد دعا ڪريان، ان چيو ته بيشڪ ڪريو پاڻ ان کي بد دعا ڪيائون ۽ هو يڪدم انڌو ٿي پيو- خلافت جي وقت ۾ هر روز بيت المال جو خزانو فقيرن کي ايترو ته ورهائي ڏيندا هوا جو ڪجھ ڪهن ڏنو ڏئي جڏهن آهي پوءِ نماز پڙهندا هوا-

سندن شهادت جو واقعو بالڪل دردناڪ آهي، جنهن جو تفصيل وڏن ڪتابن ۾ ڏسڻ گهرجي- جنهن خبيث کين شهيد ڪيو، اهو احمق مادر آزار، پدر بيزار، شوخ زبان، ولد شيطان، نالي ابن ملجم خارجي مذهب عَلَيْهِ اللَّعْنَةُ وَالْغَضَبُ هو، جنهن قطام نالي هڪ خارجي عورت جي چوڻ تي کين شهيد ڪيو- هي واقعو ڪوفي ۾ ٿيو اچي جي رات هئي جو سندن روح پرفتوح جَنَّتُ عَدَن ڏانهن تشريف فرمايو- اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ ط- سندن ڏينهن خلافت جا چار ورهه نو مهينا ٿيا باقي خلافت ۾ ٥ يا ٦ مهينا رهيل هيا آهي سيدنا امام حسن رضي الله تعاليٰ عنهم پورا ڪري خلافت حضرت

امير معاويه جي حوالي ڪئي - حضرت امام حسين رضي الله تعالیٰ عنه، عبد الله بن جعفر ۽ محمد بن حنفيه رضی الله عنهم جنازه نماز پڙهي ۽ امامت حضرت امام حسن رضي الله تعالیٰ عنه ڪئي - ڪوفي جي شهر ۾ ڪين دفن ڪيو ويو، مگر خارجن جي خوف کان نيشان تربت پاڪ جو نه ڪيو ويو - عمر سندن ۶۳ ورهه هئي - ابن ملجم قاتل شاهِ ولايت ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ جي لاءِ حضرت امام حسن رضي الله تعالیٰ عنه قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو پوءِ اُن شيطان تطير ولد الخنزير جاهت پير ڪپيا ويا پوءِ بالاءِ ساڙي ڇڏيائون خَسِرَ الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةَ ط (درڪ الطالب فِيْ مَنَاقِبِ اَسَدِ اللهِ الْغَالِب)

حضرت خواجه امام رباني مجدد الف ثاني قَدَّسَ اللهُ سِرَّهٗ النُّوْرَانِي مڪتوبات شريف جي جلد ثاني دُرّ المعرفت مڪتو باب نمبر ۱۲۵ ۾ ارقام ٿا فرمائن "ته اي ياءِ! حضرت امير علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ جڏهن ته ولايت محمدي صلی الله عليه وسلم جو بار ڪَڻندڙ آهن علیٰ صاحبها الصلوٰة والسلام والتحية قطبن، ابدالن ۽ اوتادن، جي اولياءِ گوشه نشين آهن ۽ ڪمالاتِ ولايت تن ۾ غالب آهي، اهن جي مقامن جي تربيت ۽ انهن کي جيڪي مقام ۽ درجا ملن ٿا ۽ ترقي حاصل ڪن ٿا، اهو سڀ ڪم حضرت شاهِ ولايت ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ جي حواله آهي - امداد ۽ مددگاري ڪرڻ سندن هٿ ۾ آهي سردار قطب الاقطاب جنهن کي قطب مدار ٿو چئجي، اهو سندن قدم هيٺان ٿو رهي قطب مدار سندن نگهباني ۽ رعايت جي وسيلي سان پنهنجي مشڪلن کي سرانجام ٿو ڪري ۽ عهد و مداريت جو سندن وسيلي حاصل ٿو ڪري، حضرت فاطمه رضي الله تعالیٰ عنها ۽ حضرت اِمَامَيْنِ رضي الله تعالیٰ عنهما پڻ انهي مقام ۾ حضرت امير رضي الله تعالیٰ عنه سان شريڪ آهن - انتهیٰ مُلَخَّصًا -

پڻ حضور اقدس حضرت امام رباني مُجَدِّد الف ثاني رضي الله تعالیٰ عنه دفتر ٻئي مڪتوبات شريف نور الخلائق مڪتوب نمبر ۳۶ ۾ ارشاد ٿا فرمائن ته اهو ڪوڙو ۽ جاهل هوندو، جو اهل سُنّت جماعت جي مذهب وارن کي حضرت امير علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ جي مُحِبّن مان نه ڄاڻندو هوندو ۽ محبت حضرت امير ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ جي کي رفض سمجهڻ جهل آهي - اها محبت رفض نه آهي - بلڪ ٽن خلفائن رضي الله عنهم کان بيزار ٿيڻ رفض آهي ۽ بيزار ٿيڻ اصحابن سڳورن رضي الله عنهم

جي شان کان بالڪل ٻڙو ڪم ۽ لائق ملامت جي آهي. حضرت امام شافعي رضي الله عنه تو فرمائي. لَوْ كَانَ رَفْضًا حُبُّ اٰلِ مُحَمَّدٍ فَلْيَشْهَدِ الثَّقَلَانِ اِنِّيْ رَافِضٌ

(يعني جيڪڏهن محبت آل رسول مقبول صلي الله عليه وآله وسلم جي کي رفض چوڻ ۾ اچي ته پوءِ ڀلي ته جن ۽ انسان مونهنجي هينئن اقرار تي شاهد رهن ته آءٌ رافضي آهيان)

مطلب ته حُبِّ آل مُحمّدي صلي الله عليه وسلم جي رفض نه آهي جيئن ته علماءِ گمان ڪن ٿا ته اِنهيءَ محبت کي رفض چوڻ ۾ اچي ته پوءِ اهڙي قسم جو رفض ٻڙو ونا آهي، ڇو ته رفض جي ٻڙائي هن سبب ڪري ثابت آهي، جو هو ٻين اصحابن سڳورن رضي الله عنهم کان بيزار ٿا رهن نه هن ڪري جو محبت اهل بيتن جي اٿن پوءِ مُحِبّ اهل بيت رسول جا عَلَيْهِ وَ عَلَيْهِمُ الصلوٰة والتسليمات حقيقت ۾ اهل سنت جماعت جا آهن ۽ اهل بيتن رضي الله عنهم جي جماعت ۽ تابع به اهي اهل سنّت جماعت ٿي چڪا. شيعا جو اهل بيت رسول مقبول عليه وعليهم الصلوٰة والتسليمات جي محبت جي دعويٰ ٿا ڪن ۽ پاڻ کي اهل بيت رضي الله عنهم جي جماعت مان ٿا سمجهن جيڪڏهن اهي اهل بيت رضي الله عنهم جي محبت تي قائم رهن ۽ ٻين اصحابن سڳورن رضي الله عنهم کان بيزار نه رهن ۽ تعظيم ۽ توقير حضرت پيغمبر سڳوري جي مڙني اصحابن عليه وعليهم الصلواة والسلام جي ۽ انهن جي اختلافن کي چڱي معنيٰ تي حمل رکن پوءِ بيشڪ داخل اهل سنّت جماعت ۾ ٿين ۽ خارجين ۾ رافضين جي ٽولي کان نڪري ٻاهر پون، ڇو ته اهل بيت رضي الله عنهم جي محبت کان بيزار ٿيڻ خارجي ٿيڻ آهي ۽ اصحابن سڳورن جي محبت کان بيزار ٿيڻ رافضي ٿيڻ آهي ۽ محبت رکڻ اهل بيتن سڳورن رضي الله تعاليٰ عنهم جي ۽ تعظيم ۽ توقير ڏيڻ مڙني اصحابن ڪرامن رضي الله تعاليٰ عنهم کي اهل سُنّت جماعت مان ٿيڻ آهي. خارجن ۽ رافضين جو بنياد حضرت پيغمبر جي صحبتين سان بغض رکڻ آهي. عليه وعليهم الصلوٰة والتحيات ۽ بنياد اهل سنت جماعت جو حضور اقدس جي صحبتين سان محبت رکڻ آهي عليه وعليهم والصلوٰة والتسليمات والتحيات.

عاقل مُنصِفُ انهن جي حُبّ تي هرگز اصحابن رضي الله عنهم جي بغض کي قبول نه ڪندو ۽ پيغمبر جي دوستي سبب مڙني کي دوست رکندو عليه

وعليهم الصلوٰة والتحيات ـ قَالَ عَلَيْهِ الصَّلٰوةُ وَالسلام مَنْ اَحَبَّهُمْ فَبِحُبِّيْ اَحَبَّهُمْ وَمَنْ اَبْغَضَهُمْ فَبِبُغْضِيْ اَبْغَضَهُمْ رَوَاهُ التِّرْمِذِيُّ ترجمو (فرمايو رسول الله صلي الله عليه واٰله وسلم، جو شخص دوست ٿو رکي انهن کي پوءِ سببان دوستيءَ منهنجي دوست ٿو رکان مان انهن کي ۽ جو دشمن ٿو رکي انهن کي پوءِ سببان دشمني منهنجي دشمن ٿو رکان انهن کي ـ) وري مٿين ڳالهيون اچي چئون ٿا ته ڇالاءِ اهل بيت رضي الله عنهم جي محبت جي نه هئڻ جو گمان اهل سنّت جماعت وارن جي حق ۾ ڪيو وڃي ٿو ڇو ته محبت اهل بيتن جي رضي الله تعالیٰ عنهم، هنن بزرگوارن اهل سنّت وٽ جزو ايمان جو آهي ۽ سلامتي خاتمي جي، اهل بيت رضي الله عنهم جي محبت تي قائم رهڻ سان قائم رکي اٿن ۽ والد بزرگوار رحمة الله عليه هن فقير (مُجَدِّدِ اَلْف ثاني رضي الله عنه) جو، علم ظاهري ۽ علم باطنيءَ جو عالم هيو ـ گهڻا وقت اهل بيت رضي الله عنهم جي محبت ڪرڻ جي ترغيب ڏيڻ فرمائيندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته هن محبت کي خاتمي جي سلامتيءَ ۾ وڏو دخل آهي انجي رعايت چڱيءَ طرح ڪرڻ گهرجي ـ سندن مرض موت ۾ هي فقير (مُجَدِّدُ اَلْف ثاني رضي الله عنه) حاضر هو ـ جڏهن سندن پويون وقت ٿيو ۽ هن جهان جي ٿوري پروڙ رهين، فقير ان وقت کين (جو گفتگو محبت اهل بيت رضي الله تعالیٰ عنه جي باري ۾ فرمائيندا هئا) ياد ڏيارو ۽ ان محبت بہ نسبت ڪاٿي پڇيو ـ پاڻ انهيءَ بي خوديءَ ۾ فرمايائون ته اهل بيت رضي الله تعالیٰ عنه جي محبت ۾ غرق آهيان ـ شڪر خدا عَزَّ وَجَلَّ جو ان وقت بچاءِ آندو ويو ـ بهرحال محبت اهل بيت رضي الله عنه جي اصول اهل سنّت جو آهي ـ مخالف انهيءَ حقيقت کان غافل آهن ۽ انهن جي وچيءَ محبت کان جاهل آهن ـ اِفْرَاط جي طرف کي پاڻ اختيار ڪيو اٿن ۽ بيو سڀ تَفْرِيط سمجهي انهن کي خارجي مذهب سمجهيو اٿن، هي نه ڄاتو اٿن ته اِفْرَاط ۽ تَفْرِيط جي وچ ۾ هڪ حد وچولي آهي جا حق جو مرڪز آهي ۽ صدق جي رهڻ جي جاءِ ۽ اهو شهنو مقام اهل سنت جماعت کي نصيب ٿيو آهي ـ شَكَرَ اللهُ تَعَالىٰ سَعْيَهُمْ ـ

انهيءَ ساڳي مڪتوب شريف جي ٻئي ڀاڱي ۾ حضور اقدس خواجه امام رباني رضي الله تعالیٰ عنه جن، حضرات اهل بيت الرسول عليه وعلیٰ آله وعليهم الصلوٰة والتسليمات والبرڪات والتحيات جي فضيلتن ۾ "اَلْخَاتِمَةُ الْحُسْنٰى" جي عنوان ۾ گهڻي تدبر ڪري

فرمايو آهي ته ان جو ترجمو پيش ٿو ڪريان - ابن عبد البر[1] کان روايت آهي ته
فرمايو حضرت رسول الله عليه وعلىٰ آله الصلوٰة والسلام ته جو دوست ٿو رکي علي
(ڪرم الله تعالىٰ وجهه) کي ان دوست رکيو مونکي ۽ جنهن دشمن رکيو علي ڪرم الله
تعالىٰ وجهه) کي ان دشمن رکيو مونکي ۽ جنهن رنجايو علي (ڪرم الله وجهه) کي
ته ضرور رنجايائين مونکي ۽ جنهن رنجايو مونکي ته رنجايائين حق کي (تعالىٰ وتقدس)

هي روايتون سموريون مڪتوبات شريف ۾ اصل عربي ۾ لکيل آهن، هت فقط
سندن ترجمو لکيو وڃي ٿو - ۽ روايت[2] ڪيو ترمذي ۽ حاڪم ۽ صحيح ڪيو حاڪم اهو
روايت کي بريدة (رضي الله عنه) کان ته فرمايو حضرت رسول خدا صلي الله عليه وسلم
تحقيق امر فرمايو مونکي حق جلّ وعلا چئن شخصن جي دوستي رکڻ واسطي ۽ فرمايو
حق جلّ وعلا ته آئون به انهن کي دوست ٿو رکان - ڪن اصحابن ڪرامن رضي الله عنهم
عرض ڪيو ته يا رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم اهي ڪهڙا آهن - فرمايو آنحضرت
صلي الله عليه وآله وسلم ته علي (رضي الله عنه) انهن مان آهي، علي (ڪرم الله وجهه)
انهن مان آهي، علي (رضي الله عنه) انهن مان آهي - اهڙي نموني ٽي دفعه فرمايائون، ۽
ابوذر غفاري (رضي الله عنه ۽ مقداد بن اسود جو (رضي الله عنه) ۽ سلمان فارسي
(رضي الله تعالىٰ عنه پڻ انهن مان آهن ۽ روايت[3] ڪئي طبراني ۽ حاڪم عبد الله بن
مسعود رضي الله عنهم کان ته تحقيق فرمايو پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم
ڏسڻ "علي ڪرم الله وجهه" ڏانهن عبادت آهي - اسناد هن حديث شريف جو حسن آهي
۽ روايت[4] ڪئي بخاري ۽ مسلم براء بن عازب رضي الله عنه کان فرمايائين ته ڏٺو مون
رسول خدا صلي الله عليه وسلم کي حالانک هن حال ۾ جو حضرت امام حسن رضي الله تعالىٰ
عنه سندن ڪلهي مبارڪ تي هيو ۽ ان وقت تي فرمايائون عليه وعلىٰ آله الصلوٰة والسلام ته
اي خداوند جلّ جلاله! دوست ٿو رکان آئون حسن رضي الله عنه کي، تون پڻ دوست رک
ان کي - روايت[5] ڪئي بخاري ابي بکرة رضي الله عنه کان، چيائين ته ڏٺو مون رسول خدا صلي الله
عليه وآله وسلم جن کي جو پاڻ منبر تي هيا ۽ امام حسن رضي الله تعالىٰ عنه سندن پاسي ۾
ويٺل هو، هن حال ۾ حضور جن صلي الله عليه وآله وسلم ماڻهن ڏانهن هڪ ڀيرو ٿي ڏٺو ۽
ٻيو ڀيرو امام حسن عليه السلام ڏانهن هڪ ڀيرو ٿي ڏٺائون ۽ فرمايائون ته تحقيق هي منهنجو پٽ

سيّد آهي رضي الله عنه ۽ اميد آهي ته خدا تعالیٰ جلّ شانهٗ انهيءَ جي سببان ٻن
مسلمانن ٻن ڳرن ٻن جماعتن جي وچ ۾ صلح ڏيندو ـ روايت ڪئي ترمذيءَ اسامت
پٽ زيد رضي الله عنهما کان ته ڏٺم پيغمبر خدا جي کي صلي الله عليه وسلم
هن حال ۾ جو حضرت امام حسن رضي الله عنه ۽ حضرت امام حسين رضي الله
عنه سندن ٻن رانن تي هئا پوءِ فرمايو آن سرور عليه الصلوٰة والسلام ته هيءُ
ٻئي منهنجا پٽ آهن ۽ منهنجي نياڻيءَ رضي الله تعالیٰ عنها جا پٽ آهن خداوند
جلّ وعلا آئون ان دوست ٿو رکان هنن ٻنهين کي پوءِ تون ٻه دوست رک هنن
ٻنهين کي ۽ دوست رک انهيءَ کي جيڪو دوست ٿو رکي هنن ٻنهين کي ـ ترمذي حضرت
حضرت انس رضي الله عنه کان روايت ڪئي ته رسول خدا صلی الله عليه وآله وسلم کان پڇيو ڪنهن
ته اوهان جي اهل بيت رضي الله عنهم مان اوهان جي دوستي ڪنهن سان زياده ٿو آهي ـ پا
فرمايائون حسن رضي الله عنه ۽ حسين رضي الله عنه سان ـ بخاري شريف ۽ مسلم شريف
مسور پٽ مخرمة کان روايت ڪئي آهي ته تحقيق فرمايو پيغمبر خدا جي صلی الله عليه وسلم
ته فاطمه رضي الله تعالیٰ عنها منهنجي گوشت جو ٽڪرو آهي پوءِ جو ڪاوڙائي تنهن کي اهو ڪاوڙائي
ٿو مونکي ـ ٻي روايت ۾ آهي ته بد لڳاجي ۽ ناخوش ٿو ڪري مونکي جيڪو بد ٿو چوي انهيءَ کي
(رضي الله تعالیٰ عنها) ۽ ايذائي ٿو مونکي جيڪو ايذائي ٿو انهيءَ کي ـ حاڪم ابو هريرة
رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت ڪئي آهي ته تحقيق فرمايو پيغمبر خدا جي صلی الله
عليه وآله وسلم حضرت علي ڪرّم الله وجههٗ کي ته فاطمه رضي الله عنها مونکي
توکان پياري آهي ۽ تون مونکي پيارو وڌيڪ آهين ان کان ـ ۽ بخاري ۽ مسلم
حضرت بي بي عائشة رضي الله تعالیٰ عنها کان روايت ڪئي آهي ته فرمايو بي بي
عائشة رضي الله تعالیٰ عنها ته ماڻهن تحفن ۽ هديون موڪلڻ جو ارادو ٿي ڪيائون
ان ڏينهن ۾ جو عائشه جي نوبت هئي (رضي الله عنها) ان ۾ پيغمبر خدا جي رضا طلب ٿي
ڪيائون ۽ فرمايائين ته آنحضرت صلی الله عليه وآله وسلم جي حرم پاڪ رضي الله تعالیٰ
عنهن جا ٻه گروه هيا ـ هڪڙي گروه ۾ حضرت عائشة ۽ بي بي حفصه ۽ حضرت صفيه
۽ حضرت سوده رضي الله تعالیٰ عنهن ۽ ٻئي گروه ۾ حضرت ام سلمه رضي الله تعالیٰ عنها
۽ ٻيا حرم رضي الله تعالیٰ عنهن پيغمبر خدا صلی الله عليه وآله وسلم جا هوا پوءِ

حضرت اُمّ سلمة رضي الله تعالیٰ عنها واري گروهه حضرت امّ سلمة رضي الله عنها کي
چيو ته تون پيغمبر خدا جي کي چئو ته ماڻهن کي فرمائين ته جيڪو به هن کان پوءِ هديو موڪلي
گهري ته جتي به رسول خدا جو صلي الله عليه وسلم هجي اُتي موڪلي، پوءِ حضرت امّ سلمة
رضي الله تعالیٰ عنها حضرت جن عليه الصلوٰة والسلام جن کي اهو عرض ڪيو ته حضرت
سرور عالم جن صلي الله عليه وآله وسلم جواب ۾ فرمايو ته حضرت عائشة رضي الله
تعالیٰ عنها جي باري ۾ مونکي ايذاءُ نه ڏيو، ڇو ته مون تي انهيءَ حالت ۾ جو ڪنهن حرم پاڪ
سان خواب ۾ ستل هجان وحي نه ٿي اچي، مگر جي حضرت عائشة رضي الله تعالیٰ عنها وٽ
آهيان ته وحي برابر اچي ٿو، ته هن حضرت اُمّ سلمة رضي الله تعالیٰ عنها چيو ته مون
اوهان جي ايذاءَ ڏيڻ کان درگاهه ربّ جلّ وعلا جي ۾ توبه تائب ٿيس پوءِ ورِي انهن حرمن
پاڪن جي ساڳي گروهه حضرت فاطمة رضي الله تعالیٰ عنها کي گهرائي چيو ته ڪين پيغمبر خدا
صلي الله عليه وآله وسلم جن ڏانهن انهيءَ ساڳي ڪم لاءِ موڪليائون، پوءِ حضرت خاتون
جنّت رضي الله تعالیٰ عنها، انهيءَ باري ۾ حضور اقدس ۾ عرض ڪيو، پوءِ فرمايو،
رسول مقبول صلي الله عليه وآله وسلم ته اي منهنجي پياري نياڻي ڇا تون دوست نٿي رکين
انهيءَ کي، جنهن کي مان دوست ٿو رکان. عرض ڪيائين، ها ٿو - فرمايائون پوءِ دوست رک
تون انهيءَ منهنجي بي بي عائشة کي رضي الله تعالیٰ عنها - روايت[ع١١] ڪئي بخاري ۽ مسلم
حضرت عائشة رضي الله تعالیٰ عنها کان، فرمايائين ته مون حضرت پيغمبر خدا صلي الله
عليه وسلم جي حرمن پاڪن مان حضرت خديجة رضي الله عنها کان سواءِ ڪنهن تي
رشڪ نه ڪئي - حالانڪ مون هن کي ڏٺو به نه هو، سبب هي هو جو حضور جن صلي الله
عليه وآله وسلم ان جو ذڪر گهڻو فرمائيندا هئا ۽ ڪيترا ڀيرا ڍنبو ذبح ڪري ان جا ڀاڱا
انهن عورتن ڏانهن موڪليندا هئا جن جي محبّت حضرت خديجة رضي الله عنها سان
هئي - پوءِ گهڻا ڀيرا مون حضور اقدس ۾ عرض ڪيو ته گويا خديجة رضي الله تعالیٰ عنها
کان سواءِ دنيا ۾ ٻي زال ڪانه هئي - پوءِ تي فرمايائون ته "هئي ۽ هئي مونکي انهن زال
د په پيدا فرمايائون" ۽ هٿو مونکي ان مان اولاد - روايت[ع١٢] ڪئي ترمذي ابن عباس رضي الله
تعالیٰ عنها کان ته فرمايو رسولِ خدا صلي الله عليه وآله وسلم ته عباس منهنجو
آهي ۽ آئون عباس جو آهيان - ۽ ديلمي ابي سعيد رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت[ع١٣]

ڪئي آهي تہ فرمايو رسول خدا جي صلي الله عليه و آله وسلم تہ سخت ٿيو ڏمر الله تعاليٰ جَلَّ جَلَالُہٗ جو انهيءَ شخص تي جنهن ايذايو مونکي منهنجي اهل بيت رضي الله جي باري ۾ [ع۱۴] روايت ڪئي حاڪم ابي هريره رضي الله عنہ کان تہ تحقيق رسول الله عليه الصلوٰة والسلام فرمايو تہ نور ۽ مو چار ۽ توهانجو، نور ۽ موچڪرو توهانجو ڏبہ پيا فرمايائون ۽ آهي منهنجي اهل بيت رضي الله تعاليٰ عنہ جي باري ۾ منهنجي وفات کان پوءِ - روايت [ع۱۵] ڪئي ابن عساڪر رضي الله تعاليٰ عنہ حضرت علي ڪَرَّمَ اللهُ تَعَاليٰ وَجْهَهٗ کان تہ فرمايو رسول خدا جي صلي الله عليه وسلم تہ جيڪو احسان ڪري منهنجي اهل بيت سان ۽ ان کي ان جو ڏينهن قيامت جي عوض ڏيندس - روايت [ع۱۶] ڪيو ابن عدي ۽ ديلمي حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنهُ کان تہ فرمايو رسول خدا جي صلي الله عليه وسلم تہ پل صراط تي اوهان مان ان جا پير بالڪل قائم هوندا جنهن کي منهنجي اهل بيت رضي الله تعاليٰ عنهم اجمعين ۽ منهنجي اصحابن رضي الله تعاليٰ عنهم اجمعين جي محبت هوندي -

| | |
|---|---|
| الٰهي بحق بني فاطمہ | کہ بر قول ايمان کني خاتمہ |
| اگر دعوتم رد کني ور قبول | من و دست و دامان آل رسول |

صلي الله عليه و آلهٖ وسلم وصلي الله تعاليٰ عليه وعليهم وعليٰ جميع اخوانہ مِنَ الْاَنْبِيَاۤءِ وَالْمُرْسَلِيْنَ وَالْمَلٰۤئِكَةِ الْكِرَامِ الْمُقَرَّبِيْنَ وَعَلٰي سَاۤئِرِ عِبَادِ اللهِ الصَّالِحِيْنَ اَجْمَعِيْنَ (اِنْتَهٰي كَلَامُهُمُ الشَّرِيْفُ)

پڻ حضور اقدس امام الاولياءُ برهان الاصفياء خواجہ امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله عنہ دفتر اول مڪتوب ۵۹ ۾ لکن ٿا فرمائن مثال اهل بيت پيغمبر صلي الله عليه وسلم جي جو حضرت نوح عليه السلام جي ٻيڙي وانگر آهي - پوءِ جيڪو انهيءَ محبت جي ٻيڙيءَ اهل بيت جي تي سوار ٿيو انهيءَ جو نڪار ولڏو ۽ جيڪو ٻيڙي تي چڙهڻ کان رهجي ويو هلاڪ ٿيو - بعض عارفن رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين جو فرمودو آهي تہ حضرت رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه و آله و اصحابہ وسلم اصحابن سڳورن جنهن جو مثال تارن سان ڏنو آهي ( اَصْحَابِيْ كَالنُّجُوْمِ ) تارن جي وسيلي سان ماڻهن کي رستو هٿ ايندو آهي ۽ حضور اقدس حضرت رسول مقبول جن صلي الله عليه وسلم

پنهنجن اهل بيتن جو مثال حضرت نوح عليه السلام جي ٻيڙي ڏنو آهي، اشارو هن ڳالهه ڏانهن آهي ته جو ٻيڙي ۾ سوار ٿيو ان کي تارن جي رعايت ڪرڻ ضروري آهي ڇاڪاڻ ته انهن جي رعايت کان سواءِ ڇوٽڪارو ٿيڻو ناهي. يعني ڪو به محبت اهل بيت جي رکي نه محبت اصحابن سڳورن جي. خيال ڪري ته مونکي محبت اهل بيت جي هلاڪ ٿيڻ کان بچائيندي سو هرگز ممڪن ناهي ته ڪو اهو هلاڪي کان بچي سگهي ها تڏهن بچي سگهندو. جڏهن اهل بيت جي محبت سان اصحابن سڳورن جي محبت پڻ ملائيندو نه پوءِ ڇوٽڪارو ٿيڻ سندس قطعي آهي.

چاڻڻ گهرجي ته جيڪي اصحابن سڳورن مان ڪن اصحابن سڳورن جو انڪار ڪيو، تحقيق اُن سين اصحابن سڳورن جو انڪار ڪيو ڇو ته مڙئي صحابي سڳورا حضرت خير البشر جي صحبت جي نعمت ۾ پائيوار آهن. ٻين سڀني فضيلتن ۽ ڪمالات کان صحبت جي فضيلت زياده آهي. اهوئي سبب آهي جو اويس قرني جو خير التابعين ۾ آهي - حضرت رسول مقبول صلى الله عليه وسلم اصحابن سڳورن مان اگرچه اهو صحابي سڳورو وحشي ڪڍي جي پهرين هجي پلائي ۾ برابر نه ٿي سگهندو ڇو ته اويس قرني صحبت کان مشرف نه هو پوءِ صحبت جي پلائي سان ٻيڪا به پلائي مٽ نه ٿيئي آهي اها ڪهڙي به پلائي هجي ڇو ته ايمان اصحابن سڳورن جو حضرت رسول مقبول جي صحبت ۽ نزول وحي جي برڪت جي ڪري شهودي هو انهيءَ ايمان شهودي جي مرتبي کان صحابن سڳورن کان پوءِ ڪو به مشرف نه ٿيو آهي - هائو عملن جو نتيجو ايمان سان لاڳاپو رکي - جيتري قدر ايمان ڪامل هوندو اوتري قدر عمل ڪامل هوندو والخ

راقم الحروف :- هيءُ مذهب اهل تشيع بالڪل پوءِ نڪتل آهي، منهنجو مُتو هن ڳالهه تي آهي ته حضرات اهل بيتن جو مُحِبُّ رهڻ گهرجي باقي اصحابن سڳورن سان عداوت ۽ بغض رکڻ نه گهرجي - كَبُرَتْ كَلِمَةً تَخْرُجُ مِنْ أَفْوَاهِهِمْ إِنْ يَقُولُونَ إِلَّا كَذِبًا ۝

حضور اقدس ڪريم الطرفين فرياد رس ڏکين جگر گوشه حسنين پيران پير دستگير بيڪسان، حضرت شيخ محي الدين عبدالقادر جيلاني رضي الله عنه انهيءَ مذهب

کي بالکل چٽيءَ طرح سنيو آهي - هڪ جاءِ في غنبة الطالبين ۾ فرمائن ٿا ته ٻه عتير جون بنيادي نون جماعتون آهن - خارجي اهل تشيع - معتزلا - مرجيا، مشبهه، جهميه ضراريه - بخاريه، ڪلابيه، اهي سڀ جماعتون حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جي زماني پاڪ ۾ نه هيون - حضرت صديق اڪبر، حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان ۽ حضرت علي حيدر رضي الله تعاليٰ عنهم اجمعين جي خلافت جي وقت ۾ پڻ اهي ٽولا نه هوا - انهن ٽولن جو اختلاف ۽ فساد اصحابن سڀني ۽ تابعين ۽ ستن فقيهن رضي الله تعاليٰ عنهما جمعين جي وفات کان پوءِ ڪيترا سال پوءِ ٿيو ۽ آنحضرت جن عليه وعلي آله الصلوٰة والسلام اڳي پيشنگوئي ڪري چڪا هوا ته جو مون کان پوءِ جيئرو هندو گهڻا اختلاف ڏسندو - پوءِ لازم ڪري ونو اهين سنت منهنجي کي ۽ منهنجي چئن خلفائن (صديق، فاروق، عثمان، علي) جي سنت کي ۽ سنت کي پنهنجن ڏندن سان محڪم ڪري جهليو ۽ پاڻ کي نون پيدا ٿيلن ڪمن کان پري رکجو ڇو ته جيڪو بدعت جو ڪم آهي گمراهي آهي ۽ جا مون کان پوءِ ڪا شي نئين پيدا ٿيءَ مردود ڪيل آهي - اه

حضور اقدس خواجه امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله عنه جن اها ساڳي عبارت جلد ثاني مڪتوبات شريف مڪتوب نمبر ٦٧ ۾ آڻي ارقام ٿا فرمائن ته پوءِ جو مذهب آنحضرت ۽ خلفاءِ الراشدين عليه وعليهم الصلوٰة والتسليمات جي زماني پاڪ کان پوءِ نئون پيدا ٿئي اعتبار کان نڪتل آهي ۽ پٽ ڪرڻ جوڳو آهي، شڪر هن وڏي نعمت جو بجاءِ آڻڻ گهرجي جو پنهنجي ڪمال فضل ۽ ڪرم سان اسان کي انهي ترقي ۾ داخل ڪيائين جو چٽل آهي - يعني اسان کي اهل سنت جماعت جي مذهب ۽ فرقه ناجيه ۾ الله جلّ وعلا داخل ڪرڻ فرمايو الخ اه ملخصا -

## حالات محبوب ايزد منان حضرت سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنه

هيءُ حضرت اهو محبوب مولا جو آهي جنهن کي حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم پنهنجو اهل بيت ڪوٺيو ۽ جنهن کي سرورِ عالم صلي الله عليه وسلم محبت منجهان زر ڏئي خريد ڪري آجو ڪيو سندن انتساب علم باطن ۾ باوجود شرف صحبت خير البشر عليه وعلي آله الصلوٰة والسلام جي حضرت سيدنا صديق

اڪبر رضي الله عنه سان آهي اصل ۾ مجوسي قوم جا هئا جو اڳي ئي وقت حق جي طلب لاءِ سجيو ڪيائون. علماءِ يهودن ۽ نصارن جي خدمت ۾ حاضر ٿيندا هئا ۽ ڪمال صبر ۽ استقامت سان هن وات ۾ سختيون ۽ تڪليفون پنهنجي سر تي کڻي رهيائون قريب قريب ڏهه پيرا نوبت به نوبت وڪامجي حضرت يوسف صديق علي نبينا وعليه الصلوٰة والسلام جي صف ۾ پاڻ کي داخل ڪيائون. آخرڪار جناب سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم ڪجهه سون ترياري ڪين هڪ يهوديءَ کان آجو ڪرايائون ۽ جڏهن کان حضرت سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنه جناب سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جي خدمت اقدس ۾ رهڻ لڳو. خندق جي جنگ ۾ خندق کوٽڻ لاءِ آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن مهاجرن ۽ انصارن جي وچ ۾ تقسيم ڪئي، تڏهن سلمان فارسي رضي الله عنه جي باري ۾ تنازع واقع ٿيو مهاجرن ٿي چيو ته سلمان اسان مان آهي ۽ انصارن ٿي چيو ته اسان مان آهي. حضرت صلي الله عليه وسلم اهو حال ڏسي فرمايو ته "سَلْمَانُ مِنَّا اَهْلَ الْبَيْتِ" (يعني سلمان منهنجي اهل بيت مان آهي) حضرت سلمان رضي الله تعاليٰ عنه جن اصحاب صفه مان آهن ۽ انهن مان آهن جن جو بهشت مشتاق آهي ۽ انهن چئن ۾ داخل آهن جن کي حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم اڳرائي ڪندڙن ۽ سابقن ۾ ڳڻيو آهي ۽ اهي الله جَلَّ جَلَالُهٗ جي محبوبن مان آهن جن کي سرورِ عالم صلي الله عليه وسلم (هن) فرمودي "اِنَّ اللهَ يُحِبُّ مِنْ اَصْحَابِيْ اَرْبَعَةً" کان نوازيو آهي (يعني تحقيق ڏي تعاليٰ دوست ٿو رکي منهنجن اصحابن مان چئن کي) جڏهن رات ايندي هئي نماز ۾ مشغول ٿيندا هئا. جڏهن ٿڪبا هئا ذڪر زباني جي مشغولي فرمائيندا هئا، جي ان مان ٿڪبا هئا الله جَلَّ جَلَالُهٗ جي عظمت ۽ آيتن ۾ فڪر ڪندا هئا. پوءِ پنهنجي نفس کي فرمائيندا هئا "اِسْتَرَحْتَ فَقُوْمِيْ" (يعني راحت تو ورتي پوءِ اٿي نماز پڙهه) پوءِ جڏهن نماز جو وقت ادا ٿي فرمايائون ته ٻيهر ٿي چيائون "اِسْتَرَحْتَ فَاذْكُرْ" (يعني تو راحت ورتي پوءِ ذڪر ڪر) اهڙي طرح ساري رات گذاري ڇڏيندا هئا.

امير المؤمنين حضرت عمر ابن الخطاب رضي الله تعاليٰ عنه جن ان کي پنهنجي خلافت جي ڏينهن ۾ مدائن جو حاڪم مقرر فرمايو هو ۽ پنج هزار درهم بيت المال کان مقرر ڪيا هوائون. پاڻ سڀ پيا فقيرن کي ورهائي ڏيندا هئا ۽ پاڻ بورهئي مان جيڪي ملندو

هيون ان مان گوشت ۽ ميڇي وٺندا هوا ۽ ٽانگي جي مرضيءَ وارن کي ڳڻ کارائيندا هوا
وٽن هڪ گوڏڙي اٺن جي وارن جي هئي جا ڏينهن جو ڍڪيندا هوا ۽ رات جو وڇائيندا هوا
هڪ روايت ۾ آهي ته ڏينهن جو وڙهي ڇڏيندا هوا - ٻڪريءَ جي وارن مان پاڻ رسيون
۽ ڇيبون ڪجين جي ڏرهن مان ٺاهيندا هوا - ۽ لڙائيءَ ۾ ڪنهن کي رسيون ڪنهن کي جهول
ڏيندا هوا - نقل آهي ته هڪ پيري پنهنجي حڪومت جي ڏينهن ۾ پاڻ شهر مدائن
۾ ويا ڪنهن شخص کي بار کڻائڻ لاءِ مزور جي گهرج هئي ڪين ري ويڙهيل ڏٺائين مٿن
بار کي اڳ ۾ ڪيائين پاڻ ائين نه فرمايائون ته آئون ڪو فدائو آهيان، رستي ۾ هڪ شخص
مليس ۽ چيائين ته اي امير اوهان بار کڻي ڪنيو آهي؟ بار کڻائيندڙ معلوم ڪيو ته
هي شهر جو امير آهي، انهيءَ ويچاري سرقدمن تي رکيو ۽ گهڻو عذر ڪيائين، پاڻ
فرمايائون ته تون پنهنجي جاءِ تائين بار کڻائڻ جو ارادو ڪيو هو اتي تنهنجو بار
پهچائي موٽي ايندس - اهڙيءَ طرح حضرت سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنه جن
ڪيترا پيرا ڪيو جيئن ته صاحب حديقه وريه ؒ جي عبارت انهيءَ ڳالهه تي دلالت ٿي ڪري

وَكَانَ غَالِبُ النَّاسِ يَسْخَرُوْنَهُ فِيْ حَمْلِ مَتَاعِهِمْ وَهُوَ أَمِيْرٌ لِعَدَمِ مَعْرِفَتِهِمْ
بِهِ لِرَثَاثَةِ حَالِهِ فَرُبَّمَا عَرَفُوْهُ فَيُرِيْدُوْنَ يَحْمِلُوْنَ عَنْهُ فَيَقُوْلُ لَا حَتّٰى أُوْصِلَهُ
إِلَى الْمَنْزِلِ [1] (المواهب السرمديه ؒ في مناقب النقشبنديه ؒ ص ٢٦)

جڏهن سندن پويون وقت ٿيو پاڻ گهڻو بي قرار ٿيا ۽ زار زار روئڻ لڳا،
ماڻهو جي پڇڻ لاءِ آيا هوا دريافت ڪرڻ لڳا ته اوهين ڇو ٿا روئو فرمايائون ته نه موکي
موت جو خوف آهي نه دنيا جي خواهش بلڪ رسول الله صلي الله عليه وسلم مونکان انجام
ورتو هو ته جيڪڏهن مون سان قيامت ۾ ملڻ گهرين ته دنيا گهڻو نه ڪر ۽ دنيا کان
اهڙيءَ طرح وڃ جيئن آئون توکي چيان، هاڻي مون وٽ اسباب گڏ ٿي ويو آهي - خوف ٿو ٿيم
ته سندن جمال مبارڪ کان محروم نه ٿيان - اسباب وٽن وتو، پلڻ، پوستين ۽ رلي
هئي - سندن عمر مبارڪ هڪ روايت موافق ڏيڍ سو ورهيه هئي - خزينة الاصفياء جي
صاحب اڍائي سو ورهيه لکي آهي - انهيءَ روايت کي صحيح ڪري لکيو اٿس سنه ٣٣ هه ۾ جو اهو

[1] ڳهڻا ماڻهو پنهنجي سامان کڻڻ لاءِ ڪين سڃاڻي ڇوته اهو (حقيقت ۾) حضرت سلمان امير هو - اهو هن ڪري به ڪي هن جي غريبي واري شڪل ڪري ڄاڻ نه هوندي هئي - پر ڪڏهن ڪين سڃاڻي وٺندا هئا ته سامان پاڻ کڻڻ لاءِ چوندا هئا پر حضرت سلمان کين فرمائيندو هو ته نه جيستائين اوهان کي گهر تائين نه پهچايان ١٢-

عدد پاڪباز مان ٿو نڪري) انتقال ٿيو. حضرت غلام سرور چشتيؒ (صاحب خزينة الاصفيا) قُدِّسَ سِرُّهٗ چانه چگون فرمايو آهي.

روح پاڪش پاڪ بود پاڪ رفت — بست سال ارتحالش پاڪباز [1]
٣٣

حضرت مشڪل ڪشاءِ شيرِ خدا علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ جن هڪ رات ۾ مدينه شريف کان بطور طيّ ارض جي مداين وڃي حضرت سلمان فارسي رضي الله تعالیٰ عنه کي غسل ڏنائون ۽ انهيءَ رات مدينه شريف موٽي آيا. جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي ته اسان چئن سابقين مان آهيون، مان عرب جي سابقين يعني اڳرائي ڪندڙن کان ۽ بلال حبش کان ۽ صهيب روم کان ۽ سلمان فارس کان. حضرت حافظ شيرازي چانه چگون چيو آهي

حسن ز بصره بلال از حبش صهيب از روم — ز خاک مکه ابوجهل اين چه بوالعجبي ست [2]

## سندن تقويٰ اخلاق ۽ ارشاد

نقل آهي ته حضرت سلمانؓ کي هڪ شخص گاريون ڏنيون ان کي چيائون ته جيڪڏهن قيامت جي ڏينهن منهنجي گناهن جو پڙ ڳرو ٿيندو ته هن ته جيڪي چوين ٿو ان کان پڻ آئون بچڙو ۽ بدتر آهيان ۽ جيڪڏهن گناهن جو پڙ هلڪو ٿيو ته هن تنهنجي چوڻ جو مونکي ڪهڙو خوف آهي. حضرت سلمان رضي الله تعالیٰ عنه جن حضرت ابو داؤد ڏانهن هڪ خط لکيو ته اي ڀاءُ! اهڙي دنيا گڏ نه ڪج جنهن جو شڪر تو کان پورو نه ٿي سگهي، مون آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن کان ٻڌو آهي ته فرمايائون ٿي ته جنهن مالدار پنهنجي مال کي الله جَلَّ جَلالُهٗ جي فرمائڻ موافق خرچ ڪيو هوندو، اهو قيامت ۾ حاضر ڪيو ويندو ۽ مال ان جي سامهون هوندو ۽ جڏهن پل صراط تي اهو مالدار هيٺ اڻئن هوڏانهن لٽڪي پوندو ته هن کي انجو مال چوندو ته هل جو ته تو هئين تو مونکي الله جَلَّ جَلالُهٗ جي واٽ ۾ ڏئي ڇڪيو آهين. پوءِ اهو مالدار ايندو جنهن حڪم خدا جَلَّ جَلالُهٗ جي موافق خرچ نه ڪيو هوندو انجو مال انجي ڪلهن تي رکيو ويندو. جڏهن پل صراط تي لڏندو لڳندو ته هن کي انجو مال چوندو ته تنهنجي هلاڪي تو ڪئي جو تو مونکي خدا جي واٽ ۾ ڇو نه ڏنو.

[1] سنه سن روح پاڪ هو ۽ پاڪ ويو. سنه سن وفات جو سال پاڪباز (٣٣) آهي.
[2] حسن رضي الله تعالیٰ عنه بصره کان بلال رضي الله تعاليٰ عنه حبش کان، صهيب رضي الله تعاليٰ عنه روم کان آهي. مڪي جي مٽيءَ مان ابوجهل پيدا ٿيو اها ڪهڙي نه عجب جي ڳالهه آهي.

پاڻ فرمايائون ته جيترو وقت سگهي ته بازار جي گهرن ۾ ڙن مان پهريون نه وڃي ۽ نڪرندڙن مان پويون نه ٿئي ڇو ته بازار ميدان شيطان جو آهي ۽ انهيءَ سان جهنڊا کڙا ٿيا آهن شيطان جا ـ پڻ پاڻ فرمايائون "اَلْعِلْمُ كَثِيْرٌ وَ الْعُمْرُ قَصِيْرٌ فَخُذْ مَا تَحْتَاجُ لِدِيْنِكَ وَدَعْ مَا سِوَاهُ" يعني علم گهڻو آهي ۽ عمر ٿوري آهي پوءِ وٺ انکي جنهن جو توکي دين ۾ احتياج هجي ۽ ان کان سواءِ ٻيو ڇڏي ڏي ، فرمايائون ته حاجي ٿي مري يا غازي يا مسجد جي اذان ۾ مري ـ

جواهر علويه مان معلوم ٿو ٿئي ته حضرت سلمان فارسي رضي الله تعالىٰ عنه جناب شاه ولايت معدن سيادت ، مشكل كشاءِ على المرتضىٰ کان پڻ نسبت حاصل ڪئي آهي ، معلوم ٿيو ته حضرت سلمان حضرت امام جعفر صادق وانگر مجمع البحرين ٿي چڪا ـ اها طريقه نقشبنديه جي وڏي فضيلت ظاهر ٿي ـ

## التجاءِ بارگاه حضرت سلمان فارسي رضي الله تعالىٰ عنه

آهين اسانجو سرور سلمان فارسي — خادم ٿي ڪا نظر ڪر سلمان فارسي
تون آسرو اسانجو عالم سند وسيلو — ڏي پرت جي ڪا پاڪر سلمان فارسي
صديق ۽ علي رض کان نسبت ملي ٿو هانکي — آئين سند و تون آڌر سلمان فارسي
خاصو خدا جو آهين ديد ڪو ڪرائين — جلدي اچو سند مگهر سلمان فارسي
نسبت کنا نوازيو آهيان گهڻو اجايل — هن منڪرن کي پاڻ سلمان فارسي
آنکان قريب لڳ واه بيشڪ امام قاسم — منهن جي بد کريو واهر سلمان فارسي
ڏيکاريو مدا پڻ قطب الزمان موکي — ديدار ڪريان دلبر سلمان فارسي
واهر ڪريو وسيلا ور تون سگهو وڻي ٿي — ڏيکار مون نه بيادر سلمان فارسي
دلگير جو ديهاڻي تهنکي ڏيو دلاسو — ڏيو درد جي گهٽي ٿر سلمان فارسي

## حالات حضرت امام قاسم بن محمد بن ابي بكر رضي الله تعالىٰ عنه

هي حضرت احكامن غامضن ۾ فائق ۽ اخلاقن موچارن ۾ سابق ۽ سنت نبوي تي پوري طرح كما حقه عاشق هو ـ علم باطن ۾ سندن انتساب حضرت سلمان فارسي رضي الله تعالىٰ عنه سان آهي ۽ سندن ڏاڏي بزرگوار حضرت صديق اكبر رضي الله تعالىٰ عنه جي نعمت ابتي دسيلي حاصل ڪيائين ـ پنهنجي ڦڦيءَ حضرت ام المؤمنين عائشه صديقه رضي الله تعالىٰ عنها

جي هنج ۾ پيو ۽ حضرت امام زين العابدين رضي الله تعالیٰ عنه جي صحبت کان حضرت
امير المؤمنين علي ڪرم الله وجهه جي نسبت پڻ حاصل ڪئي هوائين - پاڻ وڏن تابعين
۽ فقيهن ستن مان هوا، امام اهل زماني جا ۽ پنهنجي وقت جا بي نظير هوا -

حضرت يحيٰ بن سعيد جن فرمائيندا هوا - مَا اَدْرَكْنَا فِي الْمَدِيْنَةِ لِاَحَدٍ فَضِيْلَةً عَلَى الْقَاسِمِ
يعني اسان مدينه ۾ اهڙو ڪوبه ڏٺو آهي جنهن کي حضرت امام قاسم کان يڌائي ڏيون
حضرت عمر بن عبدالعزيز رضي الله تعالیٰ عنهم فرمائيندا هوا "لَوْكَانَ لِيْ مِنَ الْاَمْرِ
شَيْءٌ لَوَلَّيْتُ الْقَاسِمَ الْخِلَافَةَ" يعني جي خلافت جو معاملو منهنجي اختيار ۾ هجي ها
ته جيڪر امام قاسم کي خلافت جو والي ڪيان ها - حضرت ايوب سختياني رضي الله تعالیٰ
عنه فرمائيندو هو "مَارَأَيْتُ اَفْضَلَ مِنَ الْقَاسِمِ" يعني مون امام قاسم کان بيو
بلو ڪونه ڏٺو آهي - سندن عمر مبارڪ ستر ورهه جي هئي ۽ سنه ١٠٦ يا سنه ١٠٧ ۾ وفات
فرمايائون - صاحب خزينة الاصفياء جي سنه ١٠٧، سنه ١١١، سنه ١١٢، سنه ١٠٢ پڻ قول
آندو آهي - مادو تاريخ جو هن طرح آندو اٿس -

| | |
|---|---|
| قسمت خود يافت چون قاسم بخلد | سال وصل آن امام نيک نام |
| طالب الله وحق فرموده اند | زاهد کامل بقول خاص وعام |
| هادي مطلوب واهل الله نيز | شد رقم ايمان دگر هادي امام |

سندن وفات قُدَيْد (قاف جي پيش ۽ دال مهمل جي زبر ۽ ياء تحتاني جي جزم
تنهن کان پوءِ دال مهمل) جا منزل مڪي مدينه جي وچم آهي" ٿي - كَذَا فِي حَدِيْقَةِ الْوَرْدِيَّة

## اخلاق ۽ ارشاد

سندن اخلاق بجنسهي خلق نبوي هو صلى الله عليه وسلم" ۽ سنت نبوي تي استقامت
فرمائڻ ۾ بي نظير هوا - حضرت عبدالرحمٰن بن ابي الزناد پنهنجي والد کان روايت ڪري ٿو ته
منهنجو والد چوندو هو ته "مَارَأَيْتُ اَحَدًا عَالِمًا بِالسُّنَّةِ مِنَ الْقَاسِمِ" يعني حضرت امام قاسم
کان سُنت جو زور جاڻندڙ مون ڪونه ڏٺو - ڪنهن چيو ته اوهين گهڻي علم وارا آهيو
يا سالم بن عبدالله بن عمر ابن الخطاب رضي الله تعالیٰ عنهم پاڻ فرمايائون ته اهو مرد
مبارڪ آهي - زبان کان ائين ٿي نڪتو ته اهو اعلم گهڻي علم وارو آهي، پر وري زبان
انڪي پئي جو متان ڪوڙ ٿي ۽ ائين بنه فرمايائون ته آئون گهڻي علم وارو آهيان جو اهو قول

تواضع کان مخالف هو.

## التجاء بارگاهه حضرت امام قاسم رضي الله تعالیٰ عنه

امام الاولياء مهندار قاسم | اسانجو آسرو سردار قاسم
فَقِيهُنَّ وَوَلِيِّنَّ تَابِعِنَّ ۾ | سندس نالو ٿيو نروار قاسم
قطب ٿيو وقت جو عزت ۾ اعليٰ | اسان جي ٿئي اکين جو نار قاسم
سڀ صديق جو پوٽو سڳورو | سچار و سَيِّدُ الْاَکْبَارُ قاسم
هي نانو جعفرِ صادق جو آهي | ۽ پڻ مرشد سندس دلدار قاسم
نه تقويٰ ۾ سندس ثاني پيو کو | اٿو بن جي لاءِ ٿيو آدار قاسم
مڻ تحقيق جو شهرت آهي | محبت جو سدا امُجي خوار قاسم
کند واحسان پنهنجا خادمن تي | سڀ عالم سند وسالار قاسم
ڏيهاڙي جو وسيلو شال ٿئين و | سر محشر هئين جهان قاسم

## حالات امام الخلائق حضرت امام جعفر صادق بن محمد بن علي بن امام حسين بن علي المرتضيٰ رضوان الله تعالیٰ عليهم

هيءُ امام همام پيارو حضرت بتول ۽ جگر پيوند حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جو فرزند امام محمد باقر بن امام زين العابدين بن سيد الشهداء امام حسين بن علي المرتضيٰ رضي الله تعالیٰ عنهم جو آهي. سندن انتساب علم باطن ۾ پنهنجي ناني حضرت امام قاسم بن محمد بن ابي بکر رضي الله تعالیٰ عنهم کان ۽ پڻ پنهنجي والد حضرت امام زين العابدين عليه السلام کان نسبت باطني جو لاڳاپو آهي. سندن فرموده آهي وَلَدَنِي اَبُوبَکْرٍ مَرَّتَيْنِ يعني حضرت ابوبکر صديق رضي الله عنه مونکي ٻه ڀيرا ڄڻيو، هڪ ولادت ظاهري جو سندن والده ماجده اُمّ فروه جو ڌيءُ حضرت امام قاسم بن محمد بن ابي بکر صديق رضي الله تعالیٰ عنهم" هو. ٻي ولادت باطني جو علم باطني پڻ انهن کان ورتو.

حضرت قيوم جهان قُدِّسَ سِرُّهٗ عمدة المقامات ۾ آندو آهي ته حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعالیٰ عنه جي والده حضرت ام فروه رضي الله تعالیٰ عنها جي والده جو نالو اسماء هو بنت عبدالرحمٰن بن ابي بکر صديق رضي الله تعالیٰ عنهم. تَمَّ کَلَامُهٗ ملخصًا.

سندن ڪنيت ابو عبد الله ۽ ابو اسماعيل آهي ۽ لقب سندن گھڻا آهن - پر مشهور لقب سندن صادق آهي، جو سندن فرمودہ جي سچائيءَ سبب اهو لقب ٿيو هوا - سندن ولادت مديني شريف ۾ سنہ ۸۰ھ (جو اهو سال سيل الجحاف هو) ۾ واقع ٿي ۽ ڪن جي قول ۾ ڏينهن انگاري سج اڀرڻ کان اڳ اٺين تاريخ مهيني رمضان جي سنہ ۸۳ھ ۽ عمدة المقامات ۾ سنہ ۸۳ آيو آهي - وَاللهُ اَعْلَمُ بِالصَّوَابِ"

حضرت امام همام ابوحنيفه صاحب مذهب جو ۽ يحيٰ بن سعيد انصاري ۽ ابن جريج ۽ امام مالڪ ۽ محمد بن اسحاق ۽ موسيٰ بن جعفر ۽ سفيان ثوري ۽ سفيان عيينه رضي الله تعاليٰ عنهم سندن شاگرد هوا - سندن امام هجڻ ۽ سادات هجڻ ۾ سڀني جو اتفاق آهي - عمر بن المقدام جو فرمودو آهي ته جنهن وقت حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنه کي ڏٺو سان ته معلوم ٿو ٿئي ته پاڻ نبوت جي گهراڻي مان آهن -

سندن اخلاق موچارا ۽ فتوحات ظاهري ۽ تفسير قرآن بلڪ مڙني علمن ۾ اسرار جليل ۽ اثار جميل آهن - پاڻ صاحب زهد ۽ پرهيزگاري ڪامل جا هوا - سندن ۽ لڏڻ ڪان نهايت تهذيب ۽ ادب ۾ پوري طرح بيهندڙ هوا - پاڻ هميشہ مدينهء منوره ۾ فيض ۽ فائدا ڏيندڙ هوا - ان کان پوءِ عراق ڏاهن تشريف فرما ٿيا اتي گهڻي مدت رهڻ فرمايائون - مگر ڪنهن هنڌ امام هجڻ جو خيال نہ ڪيائون

حضرت داؤد طائي رضي الله تعاليٰ عنه حضرت جن جي حضور ۾ حاضر ٿيو عرض ڪيائين ته اي فرزند رسول الله صلي الله عليه وسلم جا ڪجهه نصيحت فرمايو جو منهنجي دل ڪاري ٿي وئي آهي - پاڻ فرمايائون ته پلاتو کي منهنجي نصيحت جي ڪهڙي حاجت آهي تون پاڻ زماني جو زاهد آهين - اهو عرض ته او هان کي فضيلت سڀني تي ثابت آهي اوهان کي واجب آهي جو سڀني کي نصيحت ۽ وعظ فرمائيندا رهو - حضرت جن فرمايو ته اي ابا سليمان مونکي پنهنجو فڪر آهي جو مونکي قيامت جي ڏينهن منهن جو ڏاڏو فرمائيندو ته حق متابعت جو چونه بجا آندو آهي - اي ابا سليمان هيءَ ڪم نسبت تي موقوف نہ آهي بلڪ الله تعاليٰ جَلَّ جَلَالُهٗ سان موچاري معاملي ڪرڻ تي موقوف آهي، هيءَ سڻي حضرت داؤد طائي گهڻو روئڻ لڳو ته جنهن اهڙي شخص

جو جن جي گوھيل متي مبارڪ نبوّت جي پاڪ ڪان آھي ۽ جنھن جو ڏاڏو رسول مقبول صلي الله عليه وسلم ۽ ماءُ بتول رضي الله تعاليٰ عنها ھجي، ھوءَ حال آھي ته ٿھن ڏاڍ ڏيچار ڪھڙي حساب ۾ آھي - ھڪ ڏينھن خادمن سان ڳڻ ونيا ھوا - فرمائڻ لڳا ته اڄو ھڪ ٻئي ۾ بيعت ۽ اقرار ڪريون اسان مان جنھن کي ڇوٽڪارو ملي اھو سڀني جي شفاعت ڪري - سڀني عرض ڪيو ته اي فرزند رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جا اوھان کي اسان جي شفاعت جي ڪھڙي احتياج آھي، جو اوھان جو ڏاڏو شفيع للخلق آھي - فرمايائون ته مونکي پنھنجي افعالن کان شرم ٿو اچي جو انھن کي ڪيئي حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي روبرو وڃان - ھڪ ڀيري حضرت سفيان ثوري ڪين عرض ڪيو ته ڪجھه وصيت ڪيو - فرمايائون ته اي سفيان ڪوڙ ڳالھائيندڙ کي مروّت نٿي ٿئي - حاسد کي راحت نٿي ٿئي - بد خلق کي سرداري نٿي ٿئي ۽ بادشاھن پائي نٿي ٿئي وري عرض ڪيائين اچا به ڪجھه فرمايو - فرمايائون ته الله جل جلاله جي شيون حرام ڪيون آھن انھن کان بچ ته عابد ٿيندين ۽ جو قسمت ۾ آھي ان تي راضي ٿيءُ ته مسلمان ٿيندين - بي دينن ۽ فاجرن جي صحبت کان پاڻ کي پري رک جيئن توتي فجور ۽ بي ديني غالب نه ٿئي وڃي ۽ پنھنجي معاملي ۾ انھن سان صلاح مصلحت ڪرجي جي خدا جل جلاله جي ٻانھپ چڱي طرح ڪندا ھجن - وري عرض ڪيائين اچا به ڪجھه فرمايو - فرمايائون اي سفيان جو گھري ته ذات ۽ قبيلي کان سواءِ عزت ۽ حڪومت کان سواءِ ھيبت ملي ته ان کي جيئن ته گناھه ڇڏي ڏئي ۽ ٻانھپ خدا تعاليٰ جل جلاله جي اختيار ڪري وري عرض ڪيائين ته اچا به ڪجھه فرمايو، فرمايائون ته جو ھر شخص ھر آدمي خاص و عام سان صحبت ٿو ڪري اھو سلامت نه رھندو ۽ بڇڙو رستو وٺندو انکي ٿاٻو ايندو ۽ جو شخص پنھنجي زبان کي قابو نٿو ڪري اھو پشيمان ٿيندو ۽ فرمايائون جيڪو الله جل جلاله سان دروھه ٿو ڪري اھو خلق کان وحشت ٿو ڀوڳي ۽ فرمايائون گناھه اھڙا آھن جنھنجي وجھه کان ٻانھون الله جل جلاله کي اوڏو ٿو ٿئي ۽ گھڻيون اھڙيون عبادتون آھن جن جي وجھه کان ٻانھون الله جل جلاله کان پري ٿو ٿئي، ڇو ته مطيع مغرور، گنھگار ٿو ٿئي ۽ گنھگار، پشيمان، مطيع ٿو ٿئي -

نقل آھي ته ھڪ ڏينھن حضرت امام صادق رضي الله تعاليٰ عنه حضرت امام

اعظم رضي الله تعاليٰ عنه کان پڇيائون فرمايو ته عقل وارو ڪنهن کي چوندا آهن. حضرت امام اعظم رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمايو ته جو خير ۽ شر ۾ سڃاڻپ ڪري. حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنه جن فرمايو ته اهو سڃاڻپ ڪرڻ ۽ تميز ڪرڻ ته جانورن کي به آهي جو مارڻ واري ۽ چارڻ واري کي سڃاڻي ٿو. حضرت امام ابو حنيفه جن فرمايو ته توهان جي نزديڪ عقل وارو ڪير آهي. فرمايائون ته عقل وارو اهو آهي جو ٻن خيرن ۽ ٻن شرن ۾ سڃاڻپ ۽ سمجهي ۽ خير ۾ خَيْرُ الْخَيْرَيْن کي (يعني ٻن چڱاين مان جيڪا زياده چڱائي آهي) اختيار ڪري ۽ شرّ مان خير الشرين کي. هڪ شخص وٽن عرض ڪيو ته اوهان ۾ سڀ چڱايون آهن اوهان زاهد پڻ آهيو، اوهان ۾ ڪرم باطني پڻ آهي ۽ اوهان قُرَّةُ الْعَيْن (اکين جا نار) نبوّت جي گهراڻي مان پڻ آهيو پر اوهان کي تڪبر تمام گهڻو آهي. فرمايائون ته آئون متڪبر نه آهيان. الله تعاليٰ جَلَّ جَلَالُهٗ جي ڪبريائي جو مون تي پرتوو آهي. ڪائن ڪنهن پڇيو ته درويش صبر ڪندڙ وڌيڪ آهي يا دنيادار شڪر ڪندڙ فرمايائون ته درويش صبر ڪندڙ، جو ته تونگر جي دل ڪيسي ۾ لڙڪيل ٿي رهي ۽ درويش جي الله تعاليٰ ۾ فرمايائون ته عبادت توبه کان سواءِ دُرست نه ٿي ٿئي. جو ته الله تعاليٰ جَلَّ جَلَالُهٗ توبه کي عبادت کان اڳ ڪيو آهي. "اَلتَّآئِبُوْنَ الْعَابِدُوْنَ"

نقل آهي ته هڪ شخص جي اشرفين جي هڪ ٿيلهي گم ٿي وئي هئي، انهيءَ حضرت امام (جعفر صادق) رضي الله تعاليٰ عنه کي ناواقفيءَ ۾ چيو ته تون کڻي ويو آهين. حضرت امام رضي الله عنه فرمايو ته ڪيترا دينار هوا ان چيو ته هزار دينار، پاڻ انکي گهر وٺي ويا ۽ هزار دينار ڏنائونس. جڏهن اهو شخص گهر موٽي ويو ته ان کي وڃايل ٿيلهي ملي وئي هئي حضرت امام وٽ ويو ۽ عرض ڪيائين ته مون کان خطا ٿي آهي، مونکي وڃايل پئسا ملي ويا آهن پنهنجا پئسا موٽائي وٺو، حضرت امام رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته تون ڪٿي وڃ، آئون جو ڪجهه ڏيندو آهيان سو موٽائي نه وٺندو آهيان. انهيءَ شخص ماڻهن کان پڇيو ته هي ڪير آهي. ڪنهن چيو ته هي امام جعفر صادق آهي. جنهن تي اهو شرمندو ٿي هليو ويو.

نقل آهي ته هڪ ڀيري خليفه منصور پنهنجي وزير کي چيو ته حضرت امام جعفر صادق کي وٺي اچ ته قتل ڪريونس، وزير چيو ته انهيءَ گوشهء عبادت جو قبول

کيو آهي ۽ بادشاهي کان هٿ کڻڻ فرمايو اٿن - هاڻي انجي قتل ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو
خليفه چيو ته ان کي ضرور آڻي، ورنه بيه ڪيترو ئي تنايو مگر خليفه ان جي نه ٻڌي
ورنه بيه انجي کوٺڻ لاءِ ويو ان جي وڃڻ کان پوءِ خليفه نوڪرن کي چيو ته جڏهن
حضرت امام جعفر صادق اچي ۽ ٽوپي مٿي کان لاهيان ته هن ان کي قتل ڪري ڇڏجو
انهيءَ وچ ۾ حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنه جن پڻ تشريف فرما
ٿيا - ڪين منصور ڏسندي شرط تعظيم لاءِ اٿي بيهي رهيو ۽ مسند تي ڪين ويهار
پاڻ ادب سان اڳيان بيهو ۽ عرض ڪيائين ته ڪهڙي حاجت آهي؟ پاڻ فرمايائون ته ٿوري
مونکي پاڻ وٽ نه گهراءِ" ائين چئي پاڻ روانا ٿي ويا - گهڙيءَ ۾ خليفو بي هوش ٿي ڪري
پيو ۽ ڪيترن وقتن يا ڪيترن ڏينهن تائين هوش ۾ نه آيو - جڏهن هوش ۾ آيو
ته هن ورنه بيه پڇيو ته هيءُ اوهان سان ڪهڙو معاملو ٿي گذريو - منصور جواب ڏنو ته جنهن
وقت حضرت امام رضي الله تعاليٰ عنه جن اندر آيا هڪ وڏي بلا وات ڦاٽل ٻاهي
سان هئي ۽ معلوم ٿي ٿيو ته جي آئون ان کي ڪجهه تڪليف ڏيان ها ته هوند اها مونکي نگلي
کائي ڇڏي ها، انهيءَ خوف ۾ مون عذر ڪيو ۽ بي هوش ٿي ڪري پيس -

نقل آهي ته حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنه جن بازار ۾ ٿي ويا
ڏٺائون ته هڪ پوڙهي زال جي اڳيان ٻڪرون پيئي آهي ۽ اها عورت پنهنجي ٻارن سميت
روئي ٿي، حضرت جن روئڻ جو سبب پڇيو ان چيو ته هي اسانجي ٻڪرون هئي جنهن جي
کير تي اسين گذران پيٽ ٻالڻ جو ڪندا هوا سون - هاڻي هن جي مرڻ کان حيران آهيون
ته اسانجو اڳتي ڪيئن گذران ٿيندو - پاڻ فرمايائون ته جيڪا توکي منظور آهي ته الله جل جلاله
ان کي جئرو ڪري، ان عورت چيو ته اسان تي مصيبت پيئي آهي ۽ توهان کلين ٿا پاڻ فرمايائون
ته کل نه توکي پوءِ پاڻ ان ٻڪرون کي هڪ ٺڏ وهنيائون ٻڪرون اٿي بيهي رهي - پوءِ حضرت
امام رضي الله تعاليٰ عنه جن سماما ٿن ۾ وڃي گذريا جيئن ڪو نه سڃاڻي ۽ شهرت نه ٿئي

## سندن اخلاق ۽ مختصر اشارا

سندن خلق نبوي جيڪي آهن تن جي لکڻ جي قلم کي توفيق نه آهي - پاڻ مسڪين
کي کارائڻ جي گهڻي محبت فرمائيندا هوا ايتري قدر جو عيال لاءِ پنهنجا ڪجهه ڪو نه
ڇڏيندا هوا - اندران سادو ۽ ٻاهران موچارو پٽ جي قسم جو لباس پهريندا هوا

هڪ ڏينهن حضرت سفيان ثوريءَ کين عرض ڪيو جو ڪين پٽ جو ڳوهو انڪم مِنَ بَيْتِ النُّبُوَّةِ تَلْبَسُوْنَ هٰذَا (يعني اوهين نبوت جي گهراڻي مان آهيو ۽ اهڙا ڪپڙا ٿا ڍڪيو) - پاڪ فرمايائون انهيءَ وڳي جي هيٺان هٿ وجهه اوچتو هيٺان رڳو تمام سخت وار هٿ کي لڳس، بهرحال کين پاڻ کي ڳجهي رکڻ جو گهڻو خيال رهندو هو، پاڻ فرمايائون ته الله تعاليٰ جَلَّ جَلَالُهٗ دنيا ڏانهن وحي موڪليو ته جو منهنجي خدمت ڪري انجي خدمت ڪر ۽ منهنجي خدمت نٿو ڪري ان کان خدمت گهر - فرمايائون جنهن وقت رزق گهٽ ٿئي ته اهو گهڻو استغفار الله جَلَّ جَلَالُهٗ جي درٻار ۾ ڪري ۽ فرمايائون ته جنهن گمان ڪيو ته الله جَلَّ جَلَالُهٗ ڪنهن شيءِ ۾ آهي يا ڪنهن شيءِ کان آهي يا ڪنهن شيءِ تي آهي - تحقيق ان شرڪ ڪيو جو ته جي شيءِ تي آهي ته الله جَلَّ جَلَالُهٗ مَحْمُوْلُ (کنيل) ٿي پيو ۽ جي شيءِ ۾ آهي ته پوءِ الله جَلَّ جَلَالُهٗ مَحْصُوْرُ (ڪوٺ ۾ بند ٿيل) ٿي شيءِ جي حفاظت ۾ ٿيو ۽ جي شيءِ کان الله جَلَّ جَلَالُهٗ کي چئبو ته پوءِ الله جَلَّ جَلَالُهٗ محدث (جو قديم جو ضد آهي) ٿي پيو - فرمايائون ته عجب ٿو ڪريان انهيءَ شخص کان، جيڪو ڪنهن کان خوف جي حالت ۾ هي قول خدا تعاليٰ جو نه ٿو پڙهي "حَسْبُنَا اللّٰهُ وَنِعْمَ الْوَكِيْلُ" حالانڪ انهيءَ لاءِ الله جَلَّ جَلَالُهٗ ارشاد فرمايو آهي، "فَانْقَلَبُوْا بِنِعْمَةٍ مِّنَ اللّٰهِ وَفَضْلٍ لَّمْ يَمْسَسْهُمْ سُوْءٌ" - فرمايائون ته ان جو مونکي عجب آهي جيڪو ڏک جي حالت ۾ هي نه ٿو پڙهي - "لَا اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ سُبْحٰنَكَ اِنِّيْ كُنْتُ مِنَ الظّٰلِمِيْنَ" -

## سندن اولاد ۽ وفات

حضرت مرشد نا ومولانا قيوم جهان رضي الله تعاليٰ عنهٗ جن ڪتاب عمدة المقامات ۾ ٿا آڻن ته سندن اولاد مردن ۾ هي آهي - موسيٰ ڪاظم رضه، اسحاق رضه، محمد اسماعيل رضه، عبدالله رضه، عباس رضه ۽ علي رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين ۽ ٻيا ٽيئون پاڪ سندن ڌيئون آهن - سندن وفات ١٤٩ سنه ۾ ٿي - جو لفظ علوهه واري ان جو مادو لفظ ناصح لکيو آهي - صاحب خزينة الاصفيا جيئن چڱو فرمايو آهي:

عقل سال ارتحال آن جناب (١٤٩)　　گفت از دوران ولي الله رفت

يعني عقل حضرت جن جي وفات جو سال هن طرح چيو ته ولي الله جهان کان

لاڙ اُٺو ڪري ويو) يعني ٻوڙن جي عدد ٢٦١ مان ولي الله جا عدد ١١٢ ڪڍ ڪباتر وفات جو سن ١٤٩ نڪرندو - پر سندن رحلت جو سال حق طلب آهي، سمهريلجمع جي ڏينهن مهيني رجب جي ١٥ تاريخ سندن رحلت مبارڪ جو افسوس ناڪ واقعو ٿيو صاحب حديقة الاوراد جي رحلت جو سال (١٤٨) آندو آهي عمر مبارڪ ٦٥ ورهيه ۽ سندن امامت چوٽيهه ورهه ۽ ٻه مهينا ٿي "وَقَبْرُهُ فِي الْبَقِيْعِ عِنْدَ اَبِيْهِ وَجَدِّهٖ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُمْ

## استغاثه

در دربار پر انوار حضرت سيدنا امام جعفر صادق رضي الله تعالى عنه

پُڪيل ٿيس توتي فدا يا جعفرِ صادق امام — پانهون توهان تمان سدا يا جعفرِ صادق امام

سائل ٿِي تووٽ اچن ٿا جن ۽ انسان ملڪ — سارا ڪرن صبح و مسا يا جعفرِ صادق امام

تون ٿي علي المرتضى جو دادلو آهين اچو — سڀ شاهه تو وٽ ٿيا گدا يا جعفرِ صادق امام

مَجْمَعُ الْبَحْرَيْن جي نعمت ڪنا واڪا ٿيل — تون رهبرِ راهِ هُدا يا جعفرِ صادق امام

سڀ ظاهري ۽ باطني ٿا فائدا توکان ملن — بحرِ سخا ڪانِ وفا يا جعفرِ صادق امام

محبوب ربُّ العٰلمين اهڙي نظر ڪر تون هان — هر دم اندر يادِ خدا يا جعفرِ صادق امام

هو ظاهري ۽ باطني سڀ مرض لاهيو مون سندا — هر درد جي آهين دوا يا جعفرِ صادق امام

حامي اچي ٿي ۽ آهيا قدمن اندا تهن جا مٺا — سارو غرق سرتا بپا يا جعفرِ صادق امام

باڏائيان جيڪي بٺو مون ڪرائي ڏيو قبول — سُرهه بهرِ ذاتِ ڪبريا يا جعفرِ صادق امام

ذاتِ عالي تو سندي تو شان ڪنهن جي همسري — شَمْسُ الضُّحٰى بَدْرُ الدُّجٰى يا جعفرِ صادق امام

شل عبادت ۾ رهان خالص خدا جي واسطي — جن يا سيئي حرص هوا يا جعفرِ صادق امام

بوالحسن خرقان جو والي ٿيو طالب توهان — مادح سندس اَهْلُ السَّمَاءِ يا جعفرِ صادق امام

دل ڏيهاڻي جي اچي ريحُ ڪريو هڪ ڏينهن ساڻ — ڪر اجابت مُنهنجي دعا يا جعفرِ صادق امام

دين جي بزرگن جي ڪن حضرت امام محمد باقر رضي الله تعالى عنه جي احوال ۾

حضرت جن جي ڪنيت ابو عبدالله ۽ ابو جعفر ۽ لقب باقر آهي، ٻارهن امامن مان هي حضرت پنجون امام آهي ۽ سندن ولد امام جعفر صادق امامن ۾ ڇهون امام آهي، حضرت امام باقر رضي الله تعالى عنه علمي دقائق ۽ قرآني اشارات ۽ لطائف کان پوري طرح واقف هوا ۽ تن کان گهڻيون ڪرامتون ظاهر ٿيون - روايت

آهي ته حضرت جابر رضي الله تعالیٰ عنه جڏهن نابين ٿي پيو، تڏهن هڪ ڏينهن امام صاحب سان ملين، حضرت جابر کانئن پڇيو ته تون ڪير آهين؟ پاڻ فرمايائون ته آئون محمد بن علي بن حسين آهيان حضرت جابر کين فرمايو ته اي فرزند اوري اچ پاڻ اڳتي وڌيا تڏهن حضرت جابر رضي الله عنه سندن هٿن مبارڪن کي چميو ۽ پيرن چمڻ جو ارادو ڪيائين پر امام صاحب جن کين روڪيو. حضرت جابر رضي الله عنه فرمايو ته حضرت پيغمبر صلي الله عليه وسلم جن توهان کي سلام چيا آهن، امام صاحب فرمايو "عَلیٰ رَسُوْلِ اللهِ السَّلَامُ وَرَحْمَةُ اللهِ وَبَرَكَاتُهٗ" پاڻ حضرت جابر رضي الله عنه کان هن حقيقت جو تفصيل پڇيائون تهن تي حضرت جابر رضي الله تعالیٰ عنه بيان فرمايو ته هڪ ڏينهن آئون آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن سان گڏ هوس مونکي پاڻ فرمايائون صلي الله عليه وسلم ته اي جابر شايد تون انهيءَ وقت تائين جيئرو رهندين جو منهنجو هڪ فرزند محمد باقر بن علي بن حسين تالي سان ملاقات ڪندين الله تعالیٰ کان ان کي هڪ خاص نور ۽ حڪمت عطا ٿيندي اڳيس منهنجا سلام پهچائج هڪ بزرگ بيان ڪئي ته مون هڪ ڏينهن حضرت امام باقر رضي الله تعالیٰ عنه کان پڇيو ته مؤمن جو الله تعالیٰ تي ڪهڙو حق؟ ٻن پيرن ڇڙهڻي ور ندي نه ڏنائون تنين پيري فرمايائون ته مؤمن جو حق الله تعالیٰ تي هيءُ آهي ته جي هن وڻ کي چوي ته اچ ته هو ننڍ هليو اچي، راوي ٿو چوي ته جڏهن پاڻ اهي اکر فرمايائون ڏٺم ته اهو وڻ سندن طرف ڏڪندو وڌيو اچي، پاڻ وڻ کي اشارو ڪيائون ته پنهنجي جاءِ تي رهه، منهنجي چوڻ جو اهو مطلب نه آهي ته مون ڏانهن هليو اچ. سندن ولادت ۵۷ھ ۾ مديني شريف ۾ ٿي ۽ سندن وفات جو مادو لفظ "دبير" مان نڪري، سندن مزار شريف جنة البقيع ۾ آهي. سندن والد مبارڪ جو نالو پاڪ امام زين العابدين آهي رضي الله تعالیٰ عنهما (جواهر غيبيه)

عرض دردربار حضور پُرنور امام محمد باقر رَضِيَ اللهُ تَعَالیٰ عَنْهُ

تون دادلو حضرت علي يا حضرت باقر امام
آهين وڏو بي شڪ ولي يا حضرت باقر امام

تو در سندي بانهو ڪيو مونکي وڏي عبرت ٿي
مطلب ڪريو پورا اڳئين يا حضرت باقر امام

حضرت رسول الله جا سهڻا مليا تو کي سلام
تون شمس ۽ انگم منجلي يا حضرت باقر امام

بس دين دنيا جا دفع ڪر تون سڀ مشڪل مري — پورا ڪيو مقصد ڏي يا حضرت باقر امام

مقبول ڪامل تون تيئن الله جي دربار ۾ — تو کي وڏي عزت ملي يا حضرت باقر امام

هرگز ڏيهاڙي ڪين ٿئي محروم تنهنجو ر ڪنا — جنهن ور تي آ تنهنجي ڪا يا حضرت باقر امام

## افتخار العارفين حضرت امام زين العابدين رضي الله تعالىٰ عنه جي احوال ۾

سندن ڪنيت امام ابو محمد وابو الحسن ۽ ابو قاسم ۽ ابو بڪر آهي. سجاد ۽ زين العابدين سندن لقب آهن. سندن والده ماجده يزدجرد جي نياڻي آهي جا نوشيروان عادل جي اولاد مان هئي. هڪ ڏينهن اهڙو اتفاق ٿيو جو پاڻ حويلي مبارڪ ۾ نماز ٿي پڙهيائون جو حويلي کي باهه اچي لڳي ماڻهن ڪيتري ڀيرا عرض ڪيو ته يا ابن رسول الله صلي الله عليه وسلم. باهه لڳي آهي! باهه لڳي آهي!! پاڻ سجدي کان مٿو مبارڪ نه کنيائون. نماز کان پوءِ ڪا نئين پڇيو ويو ته ڪهڙي شيءِ اوهان کي باهه کان غافل رکيو. فرمايائون ته آخرت جي باهه. سندن ڪرامت مان هڪ هيءَ مشهور ڪرامت آهي ته هڪ ڏينهن پنهنجي اصحابن (ساٿين) سان جهنگل ۾ ويٺا هوا هڪ هرڻي اچي سندن قدمن مبارڪن تي مٿو رکيو پاڻ فرمايائون هيءَ هرڻي چوي ٿي ته ڪالهه منهنجو ٻچڙو فلاڻو قريشي کڻي ويو آهي. ڪالهه کان وٺي ان کي مون کير نه پيارو آهي. ڪن ماڻهن ويندي انڪار ڪيو ته اٽين ٿيندو چاهيو. پاڻ فرمايائون ته ان قريشي کي وٺي اچو. آخر قريشي آيو ان کي فرمايائون ته هن هرڻي جو ڪالهه کو ٻچو کڻي آيو قريشي هرڻي جو ٻچو کڻي آيو هرڻي ان کي کير پياريو. پوءِ قريشي کان اهو هرڻي جو ٻچو هرڻي جي حوالي ڪري فرمايائون. هرڻي زبان حال سان شڪرانو ادا ڪري روانو ٿي. حاضرين مان پڇيو ته حضرت ڇا ٿي چوي. پاڻ فرمايائون ته توهان جي لاءِ دعا خير جي ٿي ڪري جزاڪم الله خيرا. حضرت امام حسين رضي الله تعالىٰ عنه کين علي اصغر جي نالي سان ڪوٺيندو هوا. سندن عمر مبارڪ ٦٨ ورهيه هئي. وفات سندن سومر جي ڏينهن ١٢ محرم الحرام جي ٿي. مادر وفات جو عابد رڪا اهه مان تو ڪري. سندن والد بزرگوار ۽ پير طريقت جو نالو پاڪ سيدنا امام حسين رضي الله تعالىٰ عنهم آهي.

## التجاء رحضور اقدس سيدنا حضرت زين العابدين رضي الله تعالىٰ عنهم

تون عارفن جو فخر آن يا شاه زين العابدين — ٿيو شان اعليٰ تو سندو واهه واهه زين العابدين

ٿيو عابدن جو آهين تون سينگار اي سيد سجاد — اعظم ٿئي تنهنجي سدا درگاه زين العابدين

بو الحسن ۽ بوبڪر ڪنيت اوهانجي سيدا — ڏيکاريو مونکي جلد رخ زيبا زين العابدين

باقر سندو فرزند تو جعفر سندو پوٽا ڙين — فرياد تو وٽ مون سندي سڻ آه زين العابدين

آڻي علي اصغر جي ناليءَ تي ڪيو شهيد حسين — ٿي شرمندو ٿي نه ٿي اڳيان تو ماه زين العابدين

شڪ اهل بيتن جي محبت ۾ گذاريا عمر مان — ٿي صحابن جي سدا ٿين چاه زين العابدين

ٿيو قريب آتو کي عنايت حيدر ڪرار جو — توتي سدا راضي رسول الله زين العابدين

آتا مرض ظاهر ۽ باطن آکيو مونکي هلاڪ — تون ڪر شفا مولا واءِ الله زين العابدين

بي شڪ رهي شرع جي ديهان ڏرا اوهانجو سدا — محشر ۾ هوندو يم تون همراه زين العابدين

## قُرَّةُ الْعَيْنَيْنِ اَمِيْرُ الثَّقَلَيْنِ حَضْرَت امام حُسَيْن رَضِيَ اللهُ تَعَالیٰ عَنْهُ جو حال

سندن ڪنيت ابو عبد الله ۽ لقب شهيد ۽ ذڪي ۽ سبط آهي پاڻ ڇهين مهيني تولد ٿيا ڪو ٻه ٻار حضرت يحيٰ پٽ زڪريا عليهما السلام کان سواءِ ڇهين مهيني ۾ ڪونه ڄاوا - حضرت امام حسن رضي الله تعالیٰ عنه جي جنم کان پوءِ پنجاه ڏينهن بعد حضرت امام حسين رضي الله تعالیٰ عنه پيٽ مبارڪ ۾ پيو، جڏهن حضرت امام حسين رضي الله تعالیٰ عنه پيدا ٿيو تڏهن جبرئيل عليه السلام اچي عرض ڪيو ته يا رسول الله صلي الله عليه وسلم حضرت علي ڪرم الله وجهه اوهان جي لاءِ ائين آهي جيئن حضرت موسیٰ لاءِ حضرت هارون عليهم السلام - حضرت هارون جي ٻئي پٽ جو نالو شبير هو ۽ هي به جڏهن حضرت علي ڪرم الله وجهه جو ٻيو پٽ آهي تنهن ڪري هن جو به نالو شبير رکيو ويو - آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن چيو ته شبير کي عربي زبان ۾ ڇا چوندا آهن، جبرئيل عليه السلام عرض ڪيو ته حسين چوندا آهن انهيءَ واسطي آنحضرت جن صلي الله عليه وسلم سندن نالو حسين رکيو ۽ انهيءَ محاذ تي حضرت امام حسن جي جنم وقت ٿيو هو - يعني حڪم الاهيءَ جي مطابق جبرئيل عليه السلام اچي عرض ڪيو هو ته هارون جي پهرين فرزند جو نالو شبر آهي، جنهن جو ترجمو حسن آهي - حضرت امام حسن جي ڪنيت ابو محمد ۽ لقب تقي ۽ سيد آهي - پاڻ پنجويهه پائي پيادي ڪيا هئا سندن ڪرامتن مان هڪ هي آهي ته سندن دعا سان سُڪل وڻ هڪ لحظي ۾ ساوو ٿي پيو ۽ انهيءَ وقت ميوا ڪيائين - حضرت سيدنا امام حسن رضي الله تعالیٰ عنه جي ولادت مديني شريف ۾ ٿي، سندن تاريخ جنم جي ۾ اختلاف آهي ڪن پندرهين رمضان لکي آهي وفات

جي تاريخ ۾ به اختلاف آهي، ڪن ۾ پنجين محرم سنه ۵۰ لکيو آهي، ماده وفات جو لفظ محبّ مان ٿو نڪري - سندن مزار پُر انوار جنة البقيع ۾ آهي - حضرت سيّدنا امام حسن ۽ سيّدنا امام حسين صورت ۽ شڪل ۾ هڪ ٻئي جي مشابه هوا - جڏهن انڌاري رات ۾ ويهندا هوا ته سندن چهري پاڪ ۽ نوراني پيشاني جي روشنائي کان رستو ڏسندا هوا ۽ سيني کان قدمن تائين حضرت امام حسين پيغمبر خدا جي سان مشابه هو ۽ حضرت حسن رضي الله تعالیٰ عنه مٿي کان قدمن تائين سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جي مشابه هو - ٻنهي حضراتن جي ڪرامتن ۽ فضيلتن ۾ ڪيترا ڪتاب ڀريل آهن هن ننڍڙي ڪتاب ۾ لکڻ جي طاقت نه آهي -

حضرت سيّدنا امام حسين رضي الله تعالیٰ عنه جي ولادت مديني شريف ۾ ٿي تاريخ ولادت ۾ مختلف قول آهن، ڪن چوٿين ماه شعبان سنه ۴ھ لکيو آهي - سندن عمر مبارڪ ستونجاه ورهيه ۽ ست مهينا هئي ميدان ڪربلا ۾ اڱاري يا جمع جي ڏينهن ڏهين محرم سنه ۶۱ هجري جام شهادت جو نوش فرمايائون إِنَّا لِلّٰهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ سندن ماده وفات جو هيٺين مصرع مان ٿو نڪري مگر هڪ عدد حساب ۾ گهٽ ٿو ٿئي "سر دين را بريد بي دين" (جواهر علويه)

## التجاء بارگاه سيّدنا امام حسين رضي الله تعالیٰ عنه

ڪر سگهو ٿو ڪون ٿي احسان سيّد الشهدا حسين ... اولياءَ جو تون سلطان سيّد الشهدا حسين
ٿيو لقب تنهن جو ڪجي آهي في آهي شهيد ... ڪام ڪهڙا ٿو ٿيون ايمان سيّد الشهدا حسين
وڃ سُڪا سا وايا تنهنجي تر نوري ڪنا ... ظلم تو سان ٿيو فراوان سيّد الشهدا حسين
ڪربلا ۾ خارجن تو سان گهڻي تڪليف ڪئي ... سو لڳا هي آه ارمان سيّد الشهدا حسين
ٿي وڃي ديدار حاصل هن سڪايل کي سگهو ... درد دل جو آه درمان سيّد الشهدا حسين
روشني چهري ڪنا هو سو جهڙو اهڙ گهڻو ... رات هئي جڻ ماه تابان سيّد الشهدا حسين
جسم سارو ٿي مشابه هو رسول الله سان ... هو ڪرم جيئن ابر باران سيّد الشهدا حسين
ڏي ڏيکاري ڪي محبت يا نهن جي تو ڪُچا ... تو ٿي قربان جن انسان سيّد الشهدا حسين

## بيان مرڪز دائره ولايت حضرت امير المؤمنين علي ابن ابي طالب ڪرّم الله وجهه الڪريم

حضور جن رضي الله تعالیٰ عنه حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جا سوٽ ۽

نيا ٿا آهن - سندن ڪنيت ابوتراب ۽ ابوالحسن آهي - ڪين ابوتراب ڪان وڌيڪ ڪوبه نالو چڱو معلوم نه ٿيندو هو، ڇو ته آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن ڪين انهيءَ ڪنيت سان مشرف ڪيو هو جنهن جو تفصيل هي آهي ته هڪ ڏينهن پنهنجي حرم پاڪ رضي الله تعاليٰ عنها کان ناراض ٿي مسجد شريف ۾ اچي سمهي پيا جڏهن آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن کي هيءَ ڳالهه پڌي تڏهن ٿورا دير مسجد ۾ تشريف فرمايائون، شاهه ولايت ڪرم الله وجهه کي مٽيءَ ۾ ميرو ٿيل ۽ مسجد جي ديوار ۾ ٿي سُتل ڏسي فرمايائون، "اي اباتراب اُٿ" -

حضرت شاهه عبدالعزيز محدث دهلوي قدس الله سره وعظ عزيزي ۾ لکي ٿو فرمائي ته حضرات صوفيه ڪرام جو فرمودو آهي ته حضرت علي ڪرم الله وجهه کي ابوتراب هن سبب ڪري لقب عطا ٿيو جو سمورن ولين جا سلسلا وڃي منتهي ٿا ٿين اولياءَ جي جماعت خاڪسارن جي جماعت آهي ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه سردار انهيءَ جماعت خاڪسارن جي جو آهي - اهه

حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جو فرمودو آهي ته الله تعاليٰ سڀ کنهن پيغمبر جي فرزند جي ذريت کي منهنجيءَ پٺ ۾ رکيو اٿس ۽ پڻ فرمايائون ته جو شخص علي ڪرم الله وجهه کي ناراض ڪندو انهيءَ مونکي ناراض ڪيو ۽ پڻ فرمايائون صلي الله عليه وسلم ته بهشت ٽن شخصن يعني علي، عمار ۽ سلمان جو مشتاق آهي

روايت آهي ته آنحضرت جن صلي الله عليه وسلم هڪ پٿري هٿ ۾ ورتي جا "سبحان الله والحمد لله" سندن هٿ پاڪ ۾ پڙهڻ لڳي جو سڀني ماڻهو ٻڌڻ لڳا پوءِ اها پٿري اچلايائون ورتي امير المؤمنين حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه اها پٿري هٿ ۾ ورتي سا گوءِ طرح تسبيح پڙهڻ لڳي - انهيءَ طرح حضرت عمر، حضرت عثمان ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه، هڪ ٻئي کان پوءِ اها پٿري هٿ ۾ ورتائون ته ان تسبيح ٿي پڙهائون - حضرت ابوذر رضي الله تعاليٰ عنه جوان مجلس ۾ حاضر هو حضور صلي الله عليه وسلم انکي فرمايو ته تون به ڪر جڏهن ان کنيون ته تسبيح نه پڙهي" عرض ڪيائين يارسول الله صلي الله عليه وسلم ڇا سبب آهي جو منهنجي هٿ ۾ پٿريءَ تسبيح نه پڙهي آنحضرت صلي الله عليه وسلم فرمايو ته اي ابوذر! ڇا تون خلفاءِ راشدين حضرت صديق، حضرت عمر، حضرت عثمان ۽ حضرت علي سان برابري ڪرڻ ٿو گهرين - جناب حضرت حسين

علي ڪرم الله وجهه جي ڪرامتن مان هڪ هيءَ مشهور ڪرامت آهي - ڪوفي ۾ فرات جي درياهه ٻوڏ ڪرڻ شروع ڪئي، ماڻهن اچي عرض ڪيو ته يا اميرالمؤمنين علي ڪرم الله وجهه درياهه ٻوڏ ڪرڻ شروع ڪئي آهي ۽ اسان کي جان ۽ مال جو نقصان ٿي رهيو آهي ڪا مدد ڪريو. حضور جن پُل تي چڙهي بيٺا ۽ لٺ مبارڪ سان اشارو ڪيائون جنهن تي هڪ هٿ پاڻي جو لهي ويو، وري ماڻهن عرض ڪيو ته اڃا گهٽ، وري اشارو ڪيائون ته ٻيو هٿ لهي، اهڙيءَ طرح ٽيهه اشارا ڪيائون، ٽيون هٿ لهي ويو. خلق جو ارادو ٻه ٽن هٿن جي لهڻ جو هو. پوءِ ماڻهن عرض ڪيو ته بس هاڻي ڪافي آهي.

پاڻ چوٿان خليفا آهن چار ورهيه نو مهينا ۽ چار ڏينهن خلافت هلايائون.

سندن ولادت شان هيءَ ڪافي آهي جو سندن جنم مڪه معظمه ۾ خانه ڪعبه جي اندر ٿيو. سندن والده پاڪ بي بي فاطمه رضي الله تعاليٰ عنها اسد بن هاشم جي نياڻي پاڪ بيت الله شريف جي طواف ۾ مشغول هئي جو کين سور ويم جا شروع ٿيا اهو احوال آنحضرت صلي الله عليه وسلم کي ٻڌايائون. پاڻ فرمايائون ته ڪعبه جي اندر هلي وڃ. بي بي صاحبه ڪعبه جي اندر تشريف فرمائي. اتي کين سيد الاخيار والابرار مشڪل ڪشاءِ حيدر ڪرار رضي الله تعاليٰ عنه تولد ٿيو تاريخ ١٣ رجب ڏينهن جمع جو هو ڪن ستين شعبان لکي آهي. آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي مبعوث ٿيڻ وقت صحيح قول موافق حضرت علي ڪرم الله وجهه جي عمر ڏهن ورهين جي هئي. سندن عمر مبارڪ صحيح قول ۾ ٽيهٺ ورهيه. ستر هين رمضان ٤٠ع هجري ڪوفي ۾ کين ابن ملجم جَعَلَهُ اللهُ مُدَجَّجًا بِلِجَامِ النَّارِ (ڏوڙ تعاليٰ شال ابن ملجم کي دوزخ جي باه جا لغام چاڙهي) - هڪ زال قطامه نالي جي چوڻ تي زخمي ڪيو ۽ انهيءَ مهيني جي ١٩ تاريخ سومر جي رات پاڻ شهيد ٿيا ڪن جي قول ۾ ٢١، ٢٤ محرم جي خميس جي رات شهادت ٿي مزار پر انوار سندن نجف اشرف ۾ آهي. سندن تاريخ شهادت جي ٥هه جي سر (يعني لفظ مهه جي پهرين اکر ٥) مان ظاهر آهي.

التجا درِ درگاه عاليجاه مشڪل ڪشاءِ حضرت علي ڪرم الله وجهه الڪريم

شاهِ ولايت تون سگهو سڻ عرض منهنجا يا علي — مشڪل سيئي ڪريون اچي سولا ۽ سهنجا يا علي

يا علي مشڪل ڪشا ڪر نظر نوري مٿم — رب وٽ آهن مٿاهان ٿا تهنجا يا علي

خارجي ڪري پيا ڪن توسندي ڪريل ڳلا — مرڻ دم ويندا انهن جا ڪشالا هيا يا علي

محب تنهنجي ثقلين جو قرة العينين تون — نوڙت گدا ٿي تا سدا ڪن شالها يا علي

قلب جنهنجي ۾ وڌو جن حُبُّ تنهنجي کي سدا — سي عذابن کان ٿيا آزاد آڄا يا علي

ترهنجا جي ور تنهنجي ڪري جو ڪرم مون تمنا — رڻ تو هانجي درد جي وڏن پيا ماءُ تنهنجا يا علي

جن جڏهين تنهنجي محبت ۾ ويا خارجي — حشر ۾ ٿين پيو نه بڇو حال جنهنجا يا علي

تون ٿئين در علم جو ڪر علم لدني جي عطا — هرگز وساريندين نه پڪ آهي تو نهنجا يا علي

سردار هندي جي ڪري ساميه سڪ توسندي — پوءِ ڏيهاڙي جو نه تو لاڳا ٿي تهنجا يا علي

حضرت سيدة النساءِ فاطمة الزهراءِ رضي الله تعالىٰ عنها جي حالاتن ۾

هي پاڪدامن اسان اُمت جا جهو آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي دختر نيڪ اختر حضرت ام المؤمنين خديجة الڪبرىٰ رضي الله تعالىٰ عنها جي بطن مبارڪ مان هئي ۽ شاهِ ولايت علي مرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه جا حرم پاڪ آهن. سندن نڪاح صحيح روايتن مطابق هجرت جي ٻن سالن بعد صفر مهيني جي پڇاڙيءَ ۾ ٿيو. انهيءَ وقت پاڪدامن جي عمر ارڙهن ورهن جي هئي. سندن ولادت سال فيل جي ايڪيتاليهين ورهه مڪه شريف ۾ ٿي ۽ هيءُ به چيو ويو آهي ته بعثت کان پنج سال بعد سندن ولادت ٿي. سندن وفات جي تاريخ بابت ٽي قول آهن. ١٠ شعبان، ٣ رمضان ۽ ١٢ جمادى الاخرىٰ ١١ هجري. حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي وفات کان پوءِ ڇهن يا ڇئن مهينن بعد سندن وصال ٿيو. مدينه شريف ۾ سندن مزار شريف آهي. زياده صحيح قول هي آهي ته پاڻ گهر ۾ دفن ٿيا آهن تنهن کان پوءِ بني اميه پيغمبر صلي الله عليه وسلم جي مسجد شريف کي وڌايو ۽ سندن دفن جي جاءِ مسجد شريف ۾ داخل ٿي. حضرت پاڪدامن ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه ولايت جي مرڪز جا مالڪ آهن ڪو به شخص انهن ٻنهي جي وسيلي کان سواءِ دلي ٺيٺ جوڙ جو حاصل ڪري نه سگهندو. اينتري قدر جو انهن ٻنهي پاڪن جي ظهور کان اڳي اڳوڻن نبين جي امتن جا ماڻهو الهي درگاه جا مقرب ٿيندا هوا ته سندن روح مبارڪ جي توجه سان ٿيندا هوا قيامت تائين اهو وسيلو جاري رهندو. حضرت پاڪدامن ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه جي وفات کان پوءِ اهو درجو حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين رضي الله

تعالىٰ عنهما کي حاصل هو- پوءِ بہ ٻارهن امامن معصومن کي پهتو- امامن ٻارهن جي وصال کان پوءِ الله جلّ جلالهٗ اهو ساڳو درجو جناب حضرت غوث اعظم رضي الله عنه پير دستگير محي الدين جيلاني کي عطا فرمايو- جناب حضرت غوث اعظم رضي الله تعالىٰ عنه جي وفات کان پنجن سون ورهن کان پوءِ تخمينا طور اهو ساڳو درجو وري الله جلّ جلالهٗ حضرت خواجه امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله تعالىٰ عنه کي بخشيو جو قيامت تائين جيڪو به شخص ولايت جي وات قرب الاهي کي پهچندو ان ۾ حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله تعالىٰ عنه جو توجه بالڪل ضروري آهي سندن توجه کان سواءِ ڪو به ولايت کي پهچي ممڪن نه آهي- (جواهر علويه)

حضرت خواجه رامپوري چا نہ چڱو فرمايو آهي -

اگر پوچھو کہ بعد الف ثانی سے قیامت تک
جہاں میں فیض ہے کس کا مجدد الف ثانی کا

خدایا بحق بنی فاطمہ
کہ بر قول ایمان کنی خاتمہ

اگر دعوتم رد کنی ور قبول
من و دست و دامان آل رسول

---

## حالات حضرت سلطان العارفين بايزيد بسطامي رضي الله تعالىٰ عنه

هي حضرت سلطان عارفن جو ۽ مهندار زاهدن جو جنهن دت جن ۽ انسان ۽ ملڪ سڀ کا مي، ۽ جنهن جو لقب قطب رومي ۽ شامي، جنهن جيئدان ۽ هيٺ جو حامي نالو پاڪ سندن بايزيد طيفور بن عيسىٰ بن آدم بن سروشان بسطامي آهي رضي الله عنه و ارضاه - حضرت سلطان العارفين بايزيد بسطامي رضي الله تعالىٰ عنه جن ۱۳۶هه ۾ تولد ٿيا مادو تاريخ ولادت جو "محبُ الاولياء" آهي - سندن انتساب نسبت باطني جو حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعالىٰ عنه سان آهي - سندن تربيت روحاني طور حضرت امام رضي الله تعالىٰ عنه کان ٿي چو ته سندن پيدائش حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعالىٰ عنه کان پوءِ ٿي، اگرچه تذڪرة الاولياء جي ڪن ڳالهين مان معلوم ٿو ٿئي تہ ڪين حضرت امام رضي الله تعالىٰ عنه جي صحبت نصيب ٿي آهي - پر تحقيق هيءَ آهي ته پاڻ حضرت امام رضي الله تعالىٰ عنه کي نه ڏٺو هو ائين - سندن ڏاڏو بسطام جي رئيسن مان هو، حالت ڪفر جي ڇڏي اسلام کي اختيار ڪيائين - سندن والده ماجده رضي الله تعالىٰ عنها نقل

ٻي فرمائي ته حمل جي ڏينهن ۾ جڏهن آئون ڪڏهن شبهي جو لقمو کائيندي هوس ته هن
کي ڦيري شروع ٿيندي هئي. جيستائين قَي نه ڪندي هوس آرام نه ايندو هوم. جڏهن
پاڻ مڪتب ۾ پڙهڻ شروع ڪيائون ۽ سورة لقمان جي هن آيت تي پهتا "اَنِ اشْكُرْ لِيْ
وَلِوَالِدَيْكَ" يعني شڪر منهنجو ڪر ۽ پنهنجي والدين جو ڪر، پاڻ استاد کان اجازت گهري ٻنهي
والدين وٽ آيا ۽ اچي چيائون ته الله جَلَّ جَلَالُهٗ تو فرمائي ته منهنجو شڪر ۽ پنهنجي ماءُ
پيءُ جو شڪر ادا ڪر. مونکان ٻنهي جو شڪر ادا ڪري نه سگهندو، يا ته الله جَلَّ جَلَالُهٗ کان اڄ
شڪر معاف ڪرائي ڏيو يا پنهنجو شڪر بخشيو. سندن والده فرمايو ته مون حق پنهنجو بخشيو
۽ تو کي سچو الله جَلَّ جَلَالُهٗ جو ڪيم. حضرت بايزيد قُدِّسَ سِرُّهٗ هي ٻڌي بسطام کان روانو
ٿيو ۽ ٽيهن سالن تائين ملڪ شام جي جهنگل ۾ رياضتن ۽ مجاهدن ۾ مشغول ٿيو. جڏهن
وقت نماز سڳوري پڙهندا هوا، سندن سيني جي هڏن کان هيبتِ حق جَلَّ جَلَالُهٗ ۽ تعظيم
شريعت جي سبب کان اهڙي زور سان آواز نڪرندو هو جو ماڻهن کي ٻڌڻ ۾ ايندو هو.

نقل آهي ته هڪ پيري وقت ڪنهن چيو ته قومس جي شهر ۾ هڪ بزرگ وڏو صاحب تقوا
۽ پرهيزگاري ۾ حد جو آهي، پاڻ انجي ملاقات لاءِ ويا جڏهن اُن وٽ پهتا، انهيءَ بزرگ
قومس جي قبله شريف جي طرف ٿڪ اڇلي. حضرت بايزيد قُدِّسَ سِرُّهٗ اها حالت ڏسي
موٽيا ۽ فرمايائون ته جيڪي هن شخص کي ڪجهه طريقت ۾ دخل هجي ها ته ادب جي اُبتڙ
ڪا نشي ڪم صادر نه ٿئي ها.

نقل آهي ته سندن خوبي مبارڪ مسجد شريف کان چاليهن قدمن جو پنڌ هو مگر
مسجد شريف جي تعظيم ڪري ڪڏهن واٽ ۾ ٿُڪ نه اُڇلڻ فرمائيندا هوا

نقل آهي ته پاڻ مڪه شريف جو سفر ڪيائون هر قدم تي ٻه رڪعتون نماز ادائي
فرمايائون، انهيءَ حالت سان ٻارهن ورهن ۾ مڪه شريف پهتا. فرمايائون
ته هيءُ دنيا جي بادشاه جي درگاه نه آهي جو يڪ بارگي هليو وڃجي. انهيءَ سال مدينه شريف
نه ويا ۽ فرمايائون ته حج جي تبعيت ۾ زيارت ڪرڻ ادب نه آهي. ٻئي سال مدينه شريف
ويا رستي ۾ هڪ شهر ۾ منزل فرمايائون ان جي ماڻهن وٽن تمام گهڻو هجوم ڪيو پاڻ
ارادو ڪيائون ته ڪنهن طرح هنن ماڻهن کان جدا ٿيان، صبح جي نماز پڙهي انهن ماڻهن کي سامهون قرآن شريف جي آيت پڙهيائون
"اِنَّنِيْٓ اَنَا اللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنَا فَاعْبُدْنِيْ" يعني تحقيق آئون الله آهيان سواءِ منهنجي

پيو الله کو نه هو پر منهنجي عبادت ڪيو - ماڻهن چيو ته هي شخص جيڪو آهي پوءِ اٿاهون سڀ
حضرت جن کي ڇنڊي موڪلي ڏيارون تن هڪ اُٺ هر جوان تي سفر ۾ پنهنجو ضروريات جو سامان
لڏ ڀندا هوا، ڪهن چيو ته هن ويچاري اٺ تي ڪيتري قدر بار رکيو آهي - پاڻ فرمايائون ته
ته ڇنائي ڏس ان تي ڪو بار آهي جڏهن ڇنائي ڏٺائون ته اُٺ جي پُٺ کان هڪ هٿ بار مٿي
بيٺو هو - فرمايائون ته سُبحان الله! عجب معاملو آهي، جو جيڪڏهن پنهنجا احوال
توهان کان لڪايان ٿو ته هن ملامت ناڪر پوءِ جي ظاهر ٿو ڪريان ته ٻيو توهان کي طاقت نه آهي
فرمايائون ته بعض شخص کي منهنجي زيارت کان لعنت ٿي ٿئي ۽ بعض تي رحمت ٿي ٿئي. فرمايائون
لعنت انهيءَ سبب ته جي زيارت ڪندڙ آيو ان وقت مون تي حالت غالب هئي ۽ مونکي پنهنجي
خيال ۾ نه لڳائين ته لاچار منهنجي ڳالا ڪندو ۽ پيو زيارت تي آيو حق کي مون تي غالب لڌائين
۽ مونکي عذر وارو سمجهيائين ان تي رحمت ٿيندي - فرمايائون ته منهنجي دل ۾ گهري
ته قيامت جي ڏينهن دوزخ جي طرف پنهنجو ٿيو هٿن سڀ جيئن اهو دوزخ مونکي ڏسي جهڪو ٿي
وڃي ۽ خدا جي خلق کي راحت ملي - فرمايائون هڪ پيري الله جَلَّ جَلالُهُ کي خواب ۾ ڏٺم
مون عرض ڪيو يا الهي جَلَّ جَلالُهُ تهنجو رستو ڪهڙي طرح آهي - رَبَّ عَزَّ نوالُهُ
فرمايو "دَعْ نَفْسَكَ وَ تَعَالَ" يعني پنهنجي نفس کي ڇڏ ۽ اچ " - فرمايائون ته نماز نفلون
سواءِ ٻيهڻ جي ۽ روزي نفلي مان سواءِ ٻڪَرِ جي ڪجهه نه لڌم، مونکي جيڪي مليو آهي الله جَلَّ
جَلالُهُ جي فضل سان مليو آهي نه عمل کان جو ته جهد ۽ ڪوشش سان ڪجهه حاصل
نه ٿيئون آهي -

نقل آهي ته هيڪ ڪين قبض ٿيو ( سالڪ جي انهيءَ حالت کي چون ٿا آهن جو حالاتون
وار داتون مٿس بند ٿين ۽ بسط ان جو ضد آهي ) عبادت کان نا اميد ٿي ارادو ڪيائون ته
بازار مان جٽيا وٺي ڪمر ۾ ٻڌان بازار ۾ وڃي هڪ جٽئي جي قيمت پڇيائون ۽
دل ۾ خيال ڪيائون ته قيمت جٽئي جي هڪ درم هوندي، مگر دڪاندار چيو ته قيمت
هزار درم آهي - اها دڪاندار جي ڳالهه ٻڌي مات رهيا - هاتف غيب کان آواز ڏنو ته جو جٽيو
تون ٻڌ نه ٿين انجي هزار درم قيمت هئڻ گهرجي - فرمايائون ته پوءِ دل منهنجي خوش ٿي ته الله
جَلَّ جَلالُهُ جي منهنجي حال تي عنايت آهي - فرمايائون ته هڪ پيري مونکي الهام ٿيو ته اي بايزيد جا عبادت
توکي ان کان پڇڻي ٿي شيءِ آڻ ۽ اهڙي شيءِ جا منهنجي درگاه ۾ نه هجي - مون عرض ڪيو ته يا الهي

جَلَّ مَجدُہٗ نووت کھڙي شيءِ کانھي - الهام ٿيو ته ويچارائي، عجز نياز ۽ شڪستگي مون وٽ ڪانھي، اُھا آڻ -

نقل آهي ته هڪ ڀيري خلوت ۾ حضرت بايزيد قُدِّسَ سِرُّهٗ جي زبان مبارڪ کان "سُبحَانِي مَا اَعْظَمُ شَانِي" جو ڪلمون مبارڪ نڪتو، جڏهن هوش ۾ آيا مريدن حضور انور ۾ عرض ڪيو ته اوهان جي زبان مبارڪ کان هيءَ ڪلمون نڪتو آهي - فرمايائون جي وري اهڙي طرح مونکان پڌو ته ٽڪر ٽڪرا ڪري ڇڏجو ۽ هڪ ڪاتي سيني کي ڏنائون - وري ڪانئن اهو ساڳو جملو سرزد ٿيو مريدن انهيءَ قتل جو ارادو ڪيو پر سڄو گهر سندن شڪل مبارڪ کان ڀريل ڏٺائون مريدن ڪاتيون پي هڻيون ۽ ائين معلوم پي ٿيو، ڄڻ ڪاتيون پاڻيءَ ۾ پيا هڻن آخرڪار صحو ڪاڏجهڙي وانگر جاري ۾ ڏٺل نظر پئي آيا - مريدن سارو قصو سندن حضور ۾ پيش ڪيو پاڻ فرمايائون ته بايزيد هي جو اوهين ڏٺو سو تا اهو بايزيد نه هو -

صاحب حدائق الورديھ جي انهيءَ ذڪر کي هن طرح آندو آهي ته پاڻ فرمايائون ته هڪ ڏينهن چيم "سُبحَانَ اللهِ" يعني پاڪائي آهي الله جَلَّ جَلَالُهٗ کي، رب جل جلاله جي طرف کان حڪم ٿيو ته ڪنهن عيب ۾ منهنجي پاڪائي ٿو چوين - چيم ته اي رب عَزَّ نَوَالُہٗ - الله جَلَّ جَلَالُهٗ فرمايو ته پنهنجي نفس کي بڇڙن ڪمن جي مشغول ٿيڻ کان پاڪ ڪر، پوءِ پنهنجي نفس کي رياضت ۾ آڻي رذيلن ۽ خلقن بڇڙن کان پاڪ ڪيم، پوءِ پنهنجي نعمت ظاهر ڪرڻ لاءِ چوڻ لڳس سُبحَانِي مَا اَعْظَمُ شَانِي -

نقل آهي ته هڪ ڀيري شقيق بلخي ۽ ابوتراب بخشي ۽ بايزيد بسطامي قُدِّسَ سِرُّهم گڏ جي طعام پئي کاڌائون، هڪ مريد هو اهو کاڌي ۾ شريڪ نه هو ابوتراب رضه فرمايو ته اچي کاءُ اُن مريد چيو ته مونکي روزو نفلي آهي - فرمايائين ته اچي طعام کاءُ ۽ هڪ مهيني جي روزن جو ثواب وٺ، ان منظور نه ڪيو، وري شقيق بلخي قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو ته اچي کاءُ ۽ هڪ سال جي روزن جو ثواب وٺ ان وري به منظور نه ڪيو- حضرت بايزيد بسطامي رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته ڇڏي ڏيوس، جو اهو درگاه جو تڙيل پئي ويو، ٿورن ڏينهن نه گذريا ته اهو چوريءَ ۾ پڪڙيو ويو ۽ ان جا ٻئي هٿ ڪپي ڇڏيائون -

حضرت بايزيد قُدِّسَ سِرُّهٗ کان پڇيو ته توهان جو پير ڪير آهي، فرمايائون ته هڪ پوڙهي

زال - ڇيائون، ڪيئن، فرمايائون ته هڪ پيري شوق جي غلبي ۾ جهنگل ۾ هوس اتي هڪ پوڙهي زال کي ڏٺم جو جنهن سان ڪجهه بار هو، مونکي چيائين ته هيءُ بار کڻ مون کان نٿو کڃي ان وقت منهنجو اهڙو حال هو جو پنهنجي وجود جو بار به نٿي کڻي سگهيس، پوڙهي جو بار ڪيئن کڻي سگهان ها - هڪ شينهن ڏانهن اشارو ڪيم اهو آيو مون اهي پٺ تي رکيو ۽ پوڙهيءَ کي چيم ته جڏهن تون شهر ۾ وڃين ته ڪهڙو بيان ڪندين - ان پوڙهيءَ زال چيو ته چوندس ته هڪ ظالم کي ڏٺو هوم، مون چيو ته ظالم ڪهڙي طرح ٿيس؟ تنهن تي مون کان عورت پڇيو ته شينهن مُڪَلَّفُ آهي يا غير مُڪَلَّفُ؟ مون چيو ته غير مُڪَلَّفُ - پوڙهيءَ چيو ته جنهن کي اَللّٰهُ تَعَالىٰ جَلَّ جَلَالُهٗ تڪليف ڪانه ڏني آهي - جنهن کي غير مُڪَلَّفُ تون چوين انکي جو تڪليف ڏئي، ظالم آهي يا نه آهي؟ - فرمايائون ته ظالم آهي - پوڙهيءَ چيو ته تنهن جو ارادو آهي ته شهر جا ماڻهو معلوم ڪن ته شينهن تنهن جو تابع آهي ۽ تون صاحب ڪرامت جو آهين -

نقل آهي ته حضرت بايزيد قُدِّسَ سِرُّهٗ هڪ قبرستان کان ٿي آيا هڪ جوان بسطام جي رئيسن مان واجو وڄائيندو ٿي آيو حضرت بايزيد رضي الله تعالىٰ عنه انکي ڏسي لَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ ۝ پڙهيو جوان پنهنجو واجو حضرت جن جي مٿي مبارڪ تي اهڙي طرح زور سان هنيو جو واجو به ڀڄي پيو ۽ حضرت جن جو مٿو مبارڪ به ڦاٽي پيو ٻئي ڏينهن تي صبوح جي وقت حضرت بايزيد رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جن واڄي جي قيمت ۽ حلوو پنهنجي مريد جي هٿان ان جوان ڏانهن موڪليو ۽ مريد کي فرمايائون ته ان جوان کي چئج ته بايزيد عذر ڪيو آهي ۽ هيءَ قيمت موڪلي اٿس ته انهيءَ قيمت سان واجو خريد ڪر ۽ هيءُ حلوو موڪليو اٿس ته ڪاله رات جو غم ۽ غصو دفع ٿئي جوان جو اهو حال ڏٺو ۽ حضرت بايزيد قُدِّسَ سِرُّهٗ جي قدمن مبارڪن تي ڪري پيو ۽ توبهه ڪيائين ۽ گهڻو رُنو - جڏهن ياڻ مريد ٿيو ته هن سندس همراهه پڻ مريد ٿيا - اهو حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جي خوش خلقي جو نتيجو هو -

نقل آهي ته هڪ ڏينهن حضرت خواجه قُدِّسَ سِرُّهٗ جن پاڻ ذوق عبادت جو ذڪر ڪيو ته ننڍو خيال جو ڪيائون ته گهر ۾ هڪ سنگ يعني ڇگو ڏاک جو رکيو هو فرمايائون ته هي عنهن کي ڏئي

ڇڏيو منهنجو گهر ميوي وڪڻڻ جو دڪان نه آهي - حڪم موجب انهيءَ گهڙيءَ ۾ ڇڪو ڊاڪ
جو ڏنو ڏيو - حضرت جن کي عبادت ۾ لذّت پئين اگهڻي ٿي -

نقل آهي ته حضرت جن جي پاڙي ۾ هڪ ٻاله پوڄيندڙ ڪافر هندو هو
اهو سفر ۾ ويل هوا ان جا ٻار اوندا هئي رات جي سبب کان روئندا هوا - حضرت
خواجه قُدِّسَ سِرُّهٗ جن پنهنجو ڏيو انهي گهر نيئن اهوا ته هين اهي ٻار ڏا خوش ٿيندا هوا
جڏهن اهو آتش پرست سفر کان موٽي آيو انجي ٻار اهي حال انکي بيان ڪيو ان
ڪاڻ چيو ته جڏهن حضرت خواجه قُدِّسَ سِرُّهٗ جن اسانجي گهر ۾ روشني آندي ها ڦي
ڇا اونده ۾ رهون انهيءَ وقت مسلمان ٿيا -

نقل آهي ته هڪ آتش پرست کي ڪنهن چيو ته مسلمان ٿيءُ ان چيو ته جي مسلماني
اها آهي جيڪي بايزيد لڌي اها ته مون کان ٿي نٿي ۽ جا اوهين ٿا ڪيو سا ڪجهه ڪين آهي -

نقل آهي ته حضرت جن هڪ پيري ڪنهن امام جي پٺيان نماز پڙهي
نماز کان پوءِ امام چيو ته اوهان جو ڪاڻ پٽ ڪاٿون ٿو ٿئي - پاڻ فرمايائون ته
ڪجهه صبر ڪر پهريائين آئون نماز موٽائي پڙهان پوءِ تنهنجي سوال جو توکي جواب
ڏيندس - جو روزي ڏيڻ واري کي نٿو سڃاڻي انجي پٺيان نماز روا نه آهي فرمايائون
ته جي ڪنهن آفت ته ٿي اچي ته جڏهن چوان ٿو ته يا الاهي تو مون ڏاهن ماڻي مون کي ٻوڙ
ڪو نه مون ڪيو - ڪنهن شخص چيو ته مون سان پنهنجي مجاهدي جو ڪجهه احوال
بيان ڪريو - فرمايائون ته جي وڏي ڳالهه بيان ڪريان ته تنهنجي توکي توفيق نه آهي
پر هڪ ننڍي ڳالهه توکي ٻڌايان ٿو جو هڪ پيري مون پنهنجي نفس کان ڪجهه ڪم
وٺڻ گهريو ان چيو ته مجبور، هڪ ورهه پاڻي نه ڏنو ماڻس ۽ چيو ماڻس اي نفس!
اُجو ٿي مر يا عبادت ڪر - وٽن هڪ مريد ٽيهن ورهن کان رهندو هو، ڏهاڙي
ان کان پڇندو هو ته تنهنجو نالو ڇا آهي، نيٺ هڪ ڏينهن ان خادم عرض ڪيو ته
آئون ٽيهن ورهن کان اوهان وٽ رهيو آهيان ۽ نالو پڇندا آهيو ورهي اوهان کان
وسري ٿو وڃي، پاڻ فرمايائون ته آئون کل نه ٿو ڪريان، جڏهن الله جَلَّ جَلَالُهٗ جو
نالو منهنجي دل ۾ آيو آهي ٻيو ڪجهه ياد نه اٿم، هر روز تنهنجو نالو ٿو پڇان، وري وسري
ٿو وڃيم - هڪ شخص وٽن آيو عرض ڪيائين ته مون کي اهڙي تعليم ڏيو جو جهل کان

جڏهن ته اهي جهڳڙو ئي ختم ٿي ويو، تنهن ڪري ٻه ڳالهيون ياد ڪرڻ ڪافي آهن، اول هي ته الله جل جلاله تنهنجي حال کان واقف آهي ۽ جو ڪجهه ڪرين ٿو اهو ڏسي ٿو ۽ تنهنجي عمل کان بي نياز آهي. هڪ شخص حضور ۾ عرض ڪيو ته پنهنجي پوئلڳن جو هڪ نڪر و عنايت ڪريو ته اوهان جي برڪت نئيم. پاڻ فرمايائون ته منهنجو پوئلڳ ٿي ڪيئن ته جا ٿيو جيستائين منهنجو عمل نه ڪندين يعني منهنجي پيروي نه ڪندين. صاحب خزينة الاصفياء جي آندو آهي ته سندن شان ۾ حضرت جنيد بغدادي رحمة الله الهادي، فرمائيندو هو ته بايزيد بسطامي قدس سره اسان ۾ ائين آهي جيئن جبرئيل ملائڪن ۾. صاحب حدائق الوردية جي آندو آهي ته حضرت شيخ محي الدين ابن العربي قدس سره جن آندو آهي ته قطب ٻه قسم آهن هڪڙن کي ظاهري ۽ باطني ٻئي خلافتون حاصل آهن، جهڙوڪ حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر ۽ حضرت عثمان ۽ حضرت علي ۽ عمر بن عبدالعزيز رضي الله تعالىٰ عنهم اجمعين ۽ هڪڙن کي باطني خلافت مليل آهي ۽ ظاهري حڪم ڪو نهين، جهڙوڪ بايزيد بسطامي قدس سره محڪوم ٿيو ته پاڻ قطب وقت جا هوا. حضرت ٿيوم جهانقدس سره، عمدة المقامات ۾ نفحات الانس کان ۽ صاحب حدائق الوردية جي ذهبي کان آندو آهي ته بعضي جملا جي شريعت سان لاڳو نه آهن ۽ مشهور آهن ته حضرت بايزيد قدس سره جا فرمودا آهن، اها ڳالهه صحيح نه آهي هائو، ڪي نڪتا اهڙا فرمائيندا هوا جو زمانې وارا ٿورو نه سمجهندا هوا ۽ ڪين هنن سان چڙهندا هوا ۽ شهر کان لوڏ بيندا هوا. جيئن ته ڪين ست ڀيرا لوڏيائون. جنهن پيري به حضرت جن کي لوڏيائون ته هنن جي ڪمن ۾ خلل ٿي پيو ۽ انهن منڪرن تي بلائون نازل ٿي ٿيون، آخر سندن وڏي هڪڙي جو يقين ڪيائون ۽ سندن تعظيم بجا آندائون، جيئن ته علامه احمد حجر ذڪر جملن غير شرعن جي صحيح نه هئڻ جو بيان آڻي چيو آهي.

قُلْتُ اَبُوْ يَزِيْدَ يُسَلِّمُ لَهٗ حَالُهٗ - وَاللهِ مُتَوَلِّي السَّرَائِرِ - وَلَمَّا تَكَلَّمَ فِيْ عُلُوْمِ الْحَقَائِقِ

لَمْ يَفْهَمْهَا اَهْلُ عَصْرِهٖ كَلَامَهٗ رَمَوْهُ بِالْعَظَائِمِ وَنَفَوْهُ مِنْ بَلَدِهٖ سَبْعَ مَرَّاتٍ

وَهُمْ فِيْ كُلِّ مَرَّةٍ يَخْتَلُّ اَمْرُهُمْ وَيَنْزِلُ بِهِمُ الْبَلَاءُ حَتّٰى اَذْعَنُوْا وَاَجْمَعُوْا عَلٰى تَعْظِيْمِهٖ لَهٗ

الله اٿون چوان ٿو ته ابويزيد جو حال سلامتي وارو هو (اندر جا راز الله جي راز جهالڪ الله آهي. جڏهن اُن حقائق جي علمن ۾ ڳالهايو ته سندن زماني جي ماڻهن انجي ڪلام کي نه سمجهيو ان ڪري منس وڏيون تهمتون رکيائون ۽ ست ڀيرا شهر کان لوڏي ڪڍيائون. هو ته اهن هر ڀيري سندن ڪمن ۾ خلل اچي پيندو هو ۽ مٿن مصيبتون ڪڙڪنديون هيون ته هنن جيئي انجي ولايت بابت پڪ ڪئي ۽ متفق ٿي انجي تعظيم ڪئي.

# اخلاق ۽ ارشاد

سنڌ ۾ خلق نبوي صلي الله عليه وسلم جي خلق سان لڳو هو - پاڻ پرهيزگاري ۽ شريعت نبوي صلي الله عليه وسلم جي احڪامن تي پورا مستقيم هوا جيئن نه حالت مان ڪجهه گذري آيو - فرمايائون ته ولي الله دعا جي قبول هجڻ جي سبب خوش نه ٿا ٿين ، دعا جو قبول ٿيڻ خود ڪرامت آهي ، جهڙو پاڻي تي هلڻ ۽ هوا تي هلڻ ۽ گهڙي ۾ پنڌ گهڻو ڪرڻ ، جو ته دعائون ڪافرن جون به قبول ٿيون ٿين ۽ گهڙي ۾ گهڻو پنڌ ڪرڻ ڪڏهن شيطانن کان به ٿو ٿئي ۽ هوا تي پکي به اڏامن ٿا ۽ پاڻي تي مڇي به هلي ٿي پوءِ جي اهي ڪنهن کي نعمتون مليون الله جل جلاله جي مڪر کان امن وارو نه ٿئي فرمايائون ته ڇهه درگذري ويا آهن انهي ۾ مون ۾ جڏهن به زباني ذڪر ٿو ڪريان ، اول وات ۾ زبان ٿو ڏيان ، اسم مبارڪ جي تعظيم لاءِ - فرمايائون ته مونکي ڪنهن چيو ته تون هوا تي اڏامي ٿو ، چيم انهي ۾ ڪهڙو عجب آهي ، اُهي پکي جهڙن ڊونبي کاڌڻ مرڪ آهي ، سو بدهوا تي اُڏامي ٿو ، آئون ته مؤمن ماڻهون آهيان ماڻهو پکي کان شريف آهي - فرمايائون جيستائين ڪو پاڻهون پاڻ کان وڌيڪ ٿئي کي ڇڏي وڃائي ته اهو هيٺيو آهي - فرمايائون الله جل جلاله کي سڀني کان زياده اڏو اهو آهي جو خلق تي شفقت ٿو ڪري - فرمايائون عارف اهو آهي جو الله جل جلاله جي ذڪر کان سستي نه ڪري ۽ خلق کان ملول نه ٿئي ۽ الله جل جلاله جي ذڪر کان سواءِ ٻئي سان ورونه رکي - فرمايائون ته اسم اعظم وحدانيت جي هيبت آهي ۾ قلب وانده ڪرڻ آهي - جڏهن تو اهو اسم ڇڪايو ، پوءِ جنهن به اسم جو ارادو ڪندين ان سان مشرق مغرب جو سير ڪندين - فرمايائون ته ٻڪ ٻڪڙ آهي ، جڏهن پاڻهي کي ٻڪ تي ٻڌي اجو قلب تي حڪمت جو مينهن ٿو وسي - فرمايائون ته جڏهن رب جل جلاله جي درگاه ۾ پهچين پاڻ کي چاڪ ته آئون مجوسي آهيان جوان جي درگاه ۾ جٽين کي ٿو ڪپيان فرمايائون ولين جي محبت رک جيئن توسان محبت رکن جو ته الله جل جلاله پنهنجي ولين جي دلين ڏانهن نظر ٿو فرمائي جي تنهنجو نالو ولي جي قلب ۾ ڏسندو ته توکي بخشيندو فرمايائون جي ڏينهن قيامت جي الله جل جلاله مونکي شفاعت ڪرڻ لاءِ اذن ڏيندو ته اول انهن جي

شفاعت ڪندس جن مون کي اين ايو ۽ رنجايو - فرمايائون ته گهڻا ڏينهن کليس ۽
گهڻا ڏينهن روئنس، اڄ نه ڪلان هوندو ۽ ان تي. فرمايائون ته الله جل جلاله جي ذڪر
کان غافل رهڻ اهڙي سخت عقوبت آهي جو ته الله جل جلاله کان هڪ چنبي
غافل رهڻ دوزخ کان سخت آهي فرمايائون ته ذڪر تعداد جي گهڻائي هئڻ جو مطلب
نه آهي بلڪ حضوري غفلت جو نالو آهي - فرمايائون دنيا دنيادارن لاءِ غرور غرور ۾
آهي ۽ آخرت وارن لاءِ آخرت سرور سرور ۾ آهي - يعني خوشي خوشي ۾ ۽ محبت الله
جل جلاله جي محبت وارن لاءِ "نور علىٰ نور" آهي - فرمايائون ماڻهو گمان ٿا ڪن ته خدا
جي وات سچ کان منهن ۽ چئي آهي آئون الله جل جلاله کان سوال ٿو ڪريان ته مون کي
اهي اوقات ڪو ڏي ڏي اگرچه شيءِ جي مٽي جيتري هجي - فرمايائون "عَرَفْتُ اللهَ بِاللهِ
عَرَفْتُ مَادُوْنَ اللهِ بِنُوْرِ اللهِ" يعني الله جل جلاله کي الله جل جلاله جي احسان
سان سڃاتم ۽ ماسوا کي ان جي نور سان سڃاتم - فرمايائون الله جل جلاله وليّن جي قلبن
کان واقف ٿيو - هڪڙن کي ڏنائون جي معرفت جي بار کڻڻ جي صلاحيت نه ٿي ڪيائون انهن کي
عبادت ۾ مشغول ڪيائون - فرمايائون وليّن سڳورن کي جيڪي حاصل ٿيو آهي، نبين
سڳورن على نبينا وعليهم الصلوٰة والسلام جي اکين اڳيان آئين آهي جيئن ماکي جي مانڪي
پر پل مان هڪ ٽيپو - فرمايائون سچو عابد ۽ سچو عامل اهو آهي جو جهد جي تلوار
سان پنهنجي مرادن جو مٿو ڪپي ڇڏي ۽ محبت حق جي ۾ فنا ٿئي ۽ جو الله جل جلاله کي
دوست ڪري ان کي دوست رکي ۽ جو الله جل جلاله جو حڪم آهي ان جو تابعدار رهي
فرمايائون نيڪن جي صحبت نيڪ ڪمن کان چڱي آهي ۽ بڇڙن جي صحبت بڇڙي ڪمن کان
بڇڙي آهي - فرمايائون تون پاڻ کي اهڙو ظاهر ڪر جهڙو تون ڪونه آهين - فرمايائون الله جل جلاله
جي محبت هي آهي جو دنيا ۽ آخرت کي دوست نه رکي - فرمايائون پنهنجي هڪ سبب تعريف ٿو
ڪريان، جي فرعون بڪيو هجي ها "اَنَا رَبُّكُمُ الْاَعْلىٰ" يعني آئون اوهانجو وڏو رب آهيان
نه چوي ها - فرمايائون مردن جو ڪم آهي الله جل جلاله کان سواءِ ڪنهن سان دل نه لڳائين
وفات سندن ١٤ شعبان سنه ٢٦١هه ۾ سئو يڪهٺ ۾ شهر بسطام ۾ جي نير سان
واقع ٿي عمر شريف سندن هڪ سو ٽيٽيهه ١٣٣ سال هئي تاريخ جو مادو مفتي صاحب هن
طرح آندو آهي - شيخ ڪونين بايزيد ولي شاه والا ولي عاليجاه ڏاڏه صرعه ١٢٦

سال تولیداو اگر خواہی — کن رقم بایزید اہل اللہ ١٣٦ ھ

ہست دیدار انتقالش نیز — اہل دین بایزید حق آگاہ ھ

باز مہدی ہادی آفاق — پس بجوان حق طلب ولی اللہ ھ

سندن وفات رات ابو موسیٰ قدس سرہ خواب ۾ ڏٺو جو بجو عرش الاهي مٿي تي کنيون اٿم، صبح جو انهيءَ خواب جي تعبير ۾ حيران ٿي هيو نيٺ حضرت بايزيد قدس سره ڏانهن روانو ٿيو ته هي خواب وٽن عرض ڪري، جڏهن بسطام ڪي اوڏو آيو ته ٻڌائين ته حضرت جن وفات ڪئي آهي ۽ تمام گهڻي خلق سندن جنازي تي حاضر آهي. جڏهن جنازو کنيائون ابو موسیٰ قدس سره ڪيترو وقت خيال ڪيو ته جنازي جو پاڇو مونکي ملي پر نه مليس نيٺ هيٺان جنازي مبارڪ جي وچ مٿو ڏنائين. جڏهن جنازو مبارڪ رکيائون، منهن مبارڪ تان پاراٽ لاهي ڪو ڏٺائون. حضرت بايزيد قدس سره اکيون مبارڪ کولي ابو موسیٰ ڏانهن منهن مبارڪ ڪري فرمايائون ته خواب جو تعبير هي آهي جو منهنجي جنازي کي مٿو ڏني (عرش الاهي جنازو بايزيد جو آهي) سندن وفات کان پوءِ ڪنهن کانئن خواب ۾ پڇيو ته الله جل جلاله توهان سان ڪهڙو معاملو ڪيو، فرمايائون ته مونکان پڇيائون ته ڇا آندو اٿئي، مون عرض ڪيو ته ڪجهه ڪو نه، جيڪڏهن درگاه شاهي ۾ ماڻهو ايندو آهي، ان کي هيئن نه چوندا آهن ته ڇا آندو اٿئي، بلڪ هي چوندا آهن ته ڇا گهرين (حضرات القدس جلد اول) - حضرت مرشد الانس والجن خواجهﷺ قيوم جهان، عمدة المقامات ۾ نفحات کان نقل ٿا آڻن ته اهڙيطرح نيشاپور ۾ هڪ ترڪ عراقيه نالي پوڙهي زال هئي. جڏهن هن جهان مان لاڏاڻو ڪيائين، خواب ۾ ان کي ڏٺائون، پڇيائون ته حال ڪهڙو آهي، چيائين ته مونکي چيائون ته تو ڇا آندو؟ چيم فرياد! ساري عمر مونکي هن دروازي ڏانهن حوالي ٿي ڪيائون ته خداسال ڏئي - هاڻي ٿا چون ته ڇا آندو اٿئي - حڪم ٿيو ته اها زال سچ ٿي چوي هن کي ڇڏي ڏيو - هي شعر حضرت سلطان العارفين بايزيد قدس سره جو آهي

قَدِمْتُ عَلَى الْكَرِيْمِ بِغَيْرِ زَادٍ — مِنَ الْاَعْمَالِ وَالْقَلْبِ السَّلِيْمِ

وَحَمْلُ الزَّادِ اَقْبَحُ كُلِّ شَيْءٍ — اِذَا كَانَ الْقُدُوْمُ اِلَى الْكَرِيْمِ

---

ص ١٢٥ع ١ بايزيدؒ ولي پنهنجي جهان جو شيخ آهي ؛ بلند بادشاهه ولي بلند مرتبي وارو آهي.
ص ١٣٦ع ٢ تون جيڪڏهن انجي جنم جي سال گهرين ته ؛ تون بايزيد اهل الله لک
٣ع ٥ انجي وفات ديندار لفظ ۾ ٿي ؛ اهل دين بايزيد حق آگاهه ٢٦١ ١٣٦ باقي ص ١٢٧

يعني ٽئين سخي جي طرف بنان توشي ۽ ٿمر جي آبيس ۽ اهو ٿمر جاهي عمل صالح ۽ قلب سليم جي جنهن اهڙي ڪريم وقت ڇٽو پوي، تڏهن ٿمر گهران ڪنهن وجهڻ اهو نامناسب آهي جو ته سخي وٽ پيو آهي - بعضي انهيءَ شعر کي ميت جي ڪفن ۾ نه لکن - سندن مدفن مبارڪ ۾ اختلاف آهي - ڪيترن جاين ۾ مقبرا ڪيل آهن - اهي جايون مان بسطام جا سندن ولايت آهي مدفن مبارڪ مشهور ۽ معروف آهي - فقير (حضرت قيوم جهان صاحب عمدة للقان) هڪ جاءِ عبيڪ جي ويجهو بلخ جي پسگردائي ۾ سندن مزار شريف جي زيارت کان مشرف ٿيو آهي - فيوض ۽ برڪتون هيبت ۽ گهڻي رحمت ان جاءِ تي مشاهده ڪيا اٿم - ان جاءِ کي سلطان العارفين جي نالي سان ٿا سڏين ۽ ان جاءِ تي گول دڙي مٿاهين تي سندن قبر مبارڪ ناهي اٿن - يُزارُ وَيُتَبَرَّکُ بِهٖ رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡهِ وَعَلٰی سَائِرِ السَّالِکِيۡنَ - انتهیٰ - ملخصا

## التجا در درگاه حضرت بسطامي قُدِّسَ سِرُّهٗ

حضرت بايزيد بسطامي — ٿي اسان سان جلد تون حامي
آهن عالم سڀ جو تون ڌاتا پنهن — روم جي خلق ۽ پيلا شامي
شان تنهنجي سندي ٿا ڪن تعريف — اهل عالم جا خاص ۽ عامي
شان تنهنجو جنهن ٻڌو منڪر — سان ۾ بوستري جي ڪامي
فيض جعفر امام جو تو وٽ — وقت جا شيخ تو سندا ڪامي
تنهنجي حالت آهن منجهه نفحات — جو لکيو آهه خواجه جامي
مدح تنهنجي ۾ ڪيترا دفتر — ويا لکي پوءِ ٿيا سڀ آرامي
ديد تنهنجي سان ڪيئي ٿيا واصل — هڪ نظر سان ويئن سڀئي خامي
دان آتڪان گهري تو ديهاتي — شل سڃاڻي ٿيس منجهه سامي

## حالات حضرت سلطان المشائخ خواجه ابوالحسن خرقاني قُدِّسَ سِرُّهُ الصَّمَدُ

هي تو بودريا ءِ عرفان جو ۽ قبول پيل درگاه رحمان جو، قطبن ۽ غوثن جو سردار ابدالن ۽ اوتادن جو مهندار، وحيد العصر فريد الدهر - نالو نامدار سندن علي بن جعفر آهي قَدَّسَ اللّٰهُ سِرَّهُ الۡاَقۡدَسُ - سندن تصوف ۾ اويسي وانگر سان حضرت سلطان العارفين بايزيد

آندل صفحي ۱۲۶ تان - ان جي وفات ڏينهن لفظن تڪريءَ ۾ :- اهل دين بايزيد حق آگاه

بسطامي قدس سرهٗ سان انتساب آهي ۽ حضرت سلطان العارفين قدس سرهٗ سندن پيدا ٿيڻ کان اڳي خبر ڏني هئي جنهن جو ذڪر صاحب مثنوي شريف جي تفصيل سان آندو آهي انمان ٽي بيت هت لکيم.

بعد چندين سال مي زايد شهي ـــ مي زند بر آسمان خر گهي ـ [1]

رو يش از گلزار حق گلگون بود ـــ از من وا ندر مكان افزون بود [2]

چيست نامش گفت نامش بو الحسن ـــ حليه اش وا گفت ابرو و ذقن [3]

نقل آهي ته حضرت بايزيد بسطامي قدس سرهٗ جن هر سال شهيدن جي مقبرن جي زيارت ڪرڻ لاءِ ويندا هئا. جڏهن واٽ ۾ خرقان وٽ پهچندا هوا ته هن ان جاءِ تي بيهندا هوا ۽ اهڙي نموني سان ساهه کڻندا هوا جڻ ڪا شيءِ کو سنگهندا آهي. مريد عرض ڪندا هوا ته حضرت اسانکي ته ڪا خوشبوءِ ڪانه ٿي اچي او هين ڇا ٿا سنگهو. جواب ڏيندا هوا ته هن چورن جي ڳوٺ ۾ هڪ مرد جي خوشبوءِ ٿي اچي ان جو نالو علي ۽ ڪنيت ابوالحسن آهي ۽ ان مٿي ڳالهيون مونکان زياده هوندو يون ان تي بار عيال جو هوندو ۽ پوک ڪندو ۽ وڻ پوکيندو.

نقل آهي ته خواجه ابوالحسن رضي الله تعالىٰ عنهٗ ابتدا ۾ ٻارهن ورهن تائين سومهڻي جي نماز خرقان ۾ جماعت سان پڙهي سلطان العارفين قدس سرهٗ جي مزار پرانوار تي ويندا هوا ۽ اتي روح پرفتوح ڏانهن متوجه ٿي برڪتن ۽ فيض جا منتظر بيهي رهندا هوا ۽ التجا ڪندا هوا ته الٰهي جو ڪجهه تو بايزيد کي عطا ڪيو آهي ان مان ابوالحسن کي ٻڙ عطا فرماءِ ، وري موٽندا هوا ۽ سومهڻي جي وضوءَ سان صبح جي نماز جماعت سان پڙهندا هوا.

مولانا روزبهان اصفهاني حضرت شيخ عبدالخالق غجدواني قدس سرهٗ جي شرح وصيت نامي ۾ خواجه ابوالحسن قدس سرهٗ جو سلسلو ڪيترن واسطن سان حضرت بايزيد بسطامي قدس سرهٗ سان هن طرح ملايو آهي ـ حضرت خواجه ابوالحسن خرقاني قدس سرهٗ مريد ابي مظفر مولانا ترڪ طوسي جو اهو مريد خواجه اعرابي يزيد عشقي جو اهو مريد خواجه محمّد مغربي جو ، اهو مريد حضرت سلطان العارفين بايزيد بسطامي رحمة الله عليهم جو

---

[1] ڪيترن سالن کان پوءِ هڪ بادشاهه ڄمندو ، جيڪو آسمان تي اڏامندو ڪندو.

[2] ان جو منهن حق جي گلزار کان گلاب گل ڦهڪيل هوندو ، مونکان مڪان ۾ وڌيل هوندو.

[3] ان جو نالو ڇا آهي؟ جواب آيو ته ابوالحسن ـ ان جو حليه ظاهر ڇپائين سهڻيون ڀروون ۽ ڪاڏي

شيخ ابوالعباس قصاب رحمة الله عليه فرمائيندو هو ته هي منهنجي ارشاد جو معاملو مون کان پوءِ خرقاني ڏانهن رجوع ٿيندو، اها پيش گوئي نيٺ پوري ٿي.

**نقل** آهي ته چاليهن ورهن تائين پنهنجو مٿو مبارڪ وهاڻي تي نه رکيائون ۽ صبح جي نماز سومهڻيءَ جي وضوءَ سان پڙهيائون.

**نقل** آهي ته هيڪر ڪنهن خانقاه جي درويشن جي وڏي جماعت سان ستٽ ڏينهن گذري ويا جو کجهه کاڌو نه مليو، هڪ شخص اٺوءِ بڪري آندي ۽ سٽ ڪيائين ته صوفين واسطي مون هيءَ خوراڪ آندي آهي. حضرت جن فرمايو ته توهان ۾ جو صوفي هجي ۽ قدم ڪاهمت ڪاڻهي جو صوفي هئڻ جي دعويٰ ڪريان. غرض ته ڪنهن شخص نه اٺوءِ ۽ نه بڪري ورتي، اهو شخص ٻئي جنسون موٽائي کڻي ويو.

**نقل** آهي ته هيڪر هڪ شخص حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ وٽ آيو عرض ڪيائين ته اوهين مونکي پنهنجو خرقو ڏيکاريو، پاڻ فرمايائون ته اول مونکي هڪ مسئلي جو جواب ڏي، جي عورت مرد جو ڪپڙو ڍڪي ته مرد ٿي سگهندي. ان چيو ته نه، فرمايائون ته پوءِ خرقه مان ڪهڙو فائدو جي تون مرد نه آهين، خرقه ڍڪڻ سان مرد نه ٿي سگهندين.

**نقل** آهي هڪ شخص وٽن عرض ڪيو ته اجازت ڏيو ته خلق کي الله جَلَّ جَلَالُهٗ جي دعوت ڪريان، يعني وعظ، نصيحت ٻڌايان، انهن کي خدا جي رستي ۽ ٻيهڻ جي هدايت ڏيان فرمايائون ته الله تعاليٰ جَلَّ جَلَالُهٗ جي طرف دعوت ڏيڻ کي ڪر ڀر ڇڏ دار دعوت پنهنجي طرف نه ڪج ان عرض ڪيو ته دعوت پاڻ ڏانهن ڪيئن ٿيندي آهي فرمايائون ته پنهنجي طرف جي هي معنيٰ آهي ته جي ٻيو ڪو شخص الله جَلَّ جَلَالُهٗ جي طرف دعوت ڪري ۽ توکي نا پسند لڳي ته اها علامت پاڻ ڏانهن دعوت ڪرڻ جي آهي.

**نقل** آهي هيڪر سلطان محمود غزنويءَ جو خرقان کان لنگهڻ ٿيو، هڪ قاصد حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن ڏانهن موڪليائين ته ڪين وڃي اچي ۽ ان قاصد کي چيائين ته جي حضرت جن اچڻ جي نه ڪن ته هيءَ آيت يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا أَطِيعُوا اللَّهَ وَأَطِيعُوا الرَّسُولَ وَأُولِي الْأَمْرِ مِنْكُمْ[1] پڙهج، مطلب ته قاصد حضرت جن وٽ آيو پيغام عرض ڪيائين پاڻ فرمايائون ته آئون أَطِيعُوا اللَّهَ ۾ ايتري قدر غرق آهيان جو أَطِيعُوا الرَّسُولَ کان ئي پشيمان

---

[1] سورة النساء رڪوع ۸ ترجمو:- اي ايمان وارو فرمان برداري ڪريو الله جي ۽ فرمان برداري ڪريو رسول جي ۽ فرمان برداري ڪريو حاڪمن جي جيڪي توهان ۾ آهن.

آهيان اُولِي الْاَمْرِ ته بجاءِ خود رهيو. اهو جواب قاصد اچي بادشاهه کي ٻڌايو، بادشاهه
اکين ۾ پاڻي آندو ۽ چيائين ته اُٿو ته حضرت جن جي زيارت کان مشرف ٿيون
پوءِ اياز کي پنهنجا ڪپڙا ڍڪايائين ۽ ڏهن عورتن کي غلامن جا ڪپڙا ڍڪائي پاڻ اياز
جي اڳيان غلامن وانگر هليو، سنگتين سميت حضرت شيخ قُدِّسَ سِرُّهٗ جي حجري مبارڪ ڏانهن
منهن رکيائين. جڏهن حجري ۾ پهتو سلام ڪيائين. حضرت شيخ قُدِّسَ سِرُّهٗ سلام جو جواب
ڏنو مگر تعظيم نه ڏنائون ۽ محمود ڏانهن ڏسڻ لڳا ۽ اياز، جو محمود غزنوي جو غلام هو
جنهن کي بادشاهي وڳو ڍڪايو هوائين ان ڏانهن ڪو خيال نه ڪيائون. محمود چيو ته سلطان
جي تو هان تعظيم نه ڪئي. پاڻ فرمايائون ته هي سڀ فريب آهي. محمود جو هٿ ورتائون
محمود چيو ته ڪجهه فرمايو، حضرت جن فرمايو ته هنن نامحرمن کي ٻاهر موڪل. محمود اشارو ڪيو
سڀ ٻانهيون جن کي غلامن جا ويس هوا ٻاهر نڪري ويون، محمود عرض ڪيو ته بايزيد بسطامي
قُدِّسَ سِرُّهٗ جون ڳالهيون ٻُڌايو. فرمايائون ته بايزيد فرمايو آهي ته جنهن مونکي ڏٺو اهو بدبختي
کان محفوظ رهيو. محمود چيو ته پيغمبر خدا صلي الله عليه وسلم کان پڻ زياده هو
ڇا؟ جو ابوجهل ۽ ابولهب حضرت رسولِ خدا صلي الله عليه وسلم کي ڏٺو هو، باوجود
ان جي اهي بدبخت رهيا. حضرت شيخ ابوالحسن رضي الله تعاليٰ عنه محمود کي فرمايو ته دولت
سنڀالي ڳالهه ڪر ۽ پنهنجي وچائي کان ٻاهر نه رک، ابوجهل پنهنجي ڀائٽيءُ محمد کي
ڏٺو هو نه محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم کي. اها ڳالهه محمود کي پسند آئي ۽ چيائين
ته مونکي نصيحت فرمايو. فرمايائون ته ٻن ڳالهين جو خيال رک، جن ڪمن کان الله جَلَّ جلاله
۽ ان جي حبيب پاڪ صلي الله عليه وسلم روڪيو آهي، انهن کان پرهيز ڪر ۽ نماز جماعت
سان پڙهه ۽ خدا جَلَّ وَعَلَا جي خلق تي سخاوت ۽ شفقت ڪر. محمود عرض ڪيو ته منهنجي
واسطي دعا خير جي گهرو. فرمايائون ته آئون ڏيهاڙيون دعا گهرندو آهيان. اَللّٰهُمَّ اغْفِرْ
لِلْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ. چيائين ته خاص دعا ڪريو. فرمايائون، اي محمود! پنهنجي
عاقبت محمود ٿئي. ان کان پوءِ محمود سلطان هڪ ٿيلهي اشرفين جي نذر رکي، حضرت
شيخ قُدِّسَ سِرُّهٗ هڪ جَوَن جي ماني محمود اڳيان رکي ۽ فرمايائونس ته کاءُ. محمود ماني کي
گهڻو چٻاڙيو، ماني نڙيءَ کان هيٺ نٿي لهي. حضرت شيخ قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو ماني شايد
نڙي ۾ ڦٿي. عرض ڪيائين ته ها ٺو، حضرت ماني نڙي ۾ ڦٿي وڃي، پاڻ فرمايائون ته هنجي

اشرفين جي ٿيلهي پڻ تو وانگر منهنجي تڙي ۾ آهي ان ڪري ان جي ڪٽڻ جي ڪا وجهه نه آهي. جو مون انکي طلاق ڏني آهي - محمود عرض ڪيو ڪجهه نه قبول فرمايو، فرمايائون ته وري محمود عرض ڪيو ته موکي ڪا نشاني ڏيو - پاڻ پنهنجو پيراهن مبارڪ ان کي عطا فرمايائون، محمود جي موٽڻ وقت اجهي تعظيم لاءِ اٿيا حالانڪ جنهن وقت آيو هو تنهن ڪو التفات ڪو نه فرمايو هوائون، تنهن جو سبب پڇيائين، فرمايائون اچڻ وقت امتحان ۽ بادشاهي دٻدٻي سان هئين، هاڻي عاجزي سان تنهنجو موٽڻ ٿيو آهي - حاصل ڪلام جڏهن بادشاهه موٽي آيو، ڪن ڏينهن کان پوءِ سومنات تي چڙهائي ڪيائين عين جنگ جي حالت ۾ جڏهن دشمن جو غلبو ڏٺائين گهوڙي تان ٽپ ڏئي لهي حضرت شيخ قدس سره جي پيراهن مبارڪ کي هٿ مبارڪ ۾ جهلي دعا گهريائين ته يا الاهي مهابي هن پيراهن جي فتح نصيب ڪر ان وقت سگهوئي الله تعالى جل جلاله ان کي فتح ڏني - آندوائون ته انهيءَ رات محمود بادشاه خواب ۾ حضرت شيخ قدس سره کي ڏٺو، فرمائن ٿا، اي محمود! تو منهنجي خرقي جي ڪا تعظيم نه ڪئي، جي الله جل جلاله کان گهرين ها ته هن پيرهن جي مهابي سب ڪافر مسلمان ٿين جيڪر سب ڪافر الله جل جلاله مسلمان ڪري ها - هيڪر حضرت شيخ قدس سره جن پنهنجي مريدن ۾ ويٺا هوا سيني ڏانهن مخاطب ٿي پڇيائون ته ڪهڙي شئ چڱي وڌ آهي، مريدن عرض ڪيو ته يا شيخ اوهين فرمايو - فرمايائون ته اهادل جنهن ۾ الله جل جلاله جي يادگيري هجي - ڪنهن پڇيو ته صوفي ڪنهن کي ٿا چوڻ، فرمايائون ته صوفي الفي جي پاڻ ۾ مصرف نٿو ٿئي - صوفي اهو آهي جو پاڻ نه هجي ۽ فرمايائون ته صوفي اهو آهي جو ڏينهن جو ان کي سج جي ضرورت نه هجي ۽ رات جو چنڊ ۽ تارن جو احتياج نه هجيس بهرحال پاڻ علم حقيقت ۾ بي نظير هوا - صاحب حدائق الورديه جي آندو آهي ته حضرت شيخ الاسلام سيدنا عبد الله الانصاري رضى الله تعالى عنه جن فرمائيندا هوا "مَشَائِخِيْ فِيْ عِلْمِ الْحَدِيْثِ وَالشَّرِيْعَةِ كَثِيْرُوْنَ وَاَمَّا شَيْخِيْ فِي الطَّرِيْقَةِ فَالشَّيْخُ اَبُو الْحَسَنِ الْخَرَقَانِيْ وَلَوْ لَا اَنِّيْ رَاَيْتُهُ مَا عَرَفْتُ حقيقة

يعني علم حديث ۽ شريعت ۾ منهنجا استاد گهڻا آهن پر طريقت ۾ منهنجو شيخ ۽ استاد حضرت شيخ ابو الحسن خرقاني قدس سره آهي جي ان کي نه ڏسان ها ته مان حقيقت ڪين پروڙيان ها -

# سندن ارشاد ۽ وفات

فرمايائون:- سچ ۽ صدق اهو آهي جا دل ۾ ڳالهه هجي-

فرمايائون:- جو ڪم الله جل جلاله جي واسطي ڪبو سو اخلاص آهي ۽ جو ڪم خلق واسطي ڪبو سو ريا آهي

فرمايائون:- اهڙي آدمي وٽ نه ويهه جو تون الله جل جلاله چوين ۽ هو ڪجهه ٻيو چوي

فرمايائون:- ته توکي پيدا ڪري جيئڻ تنهنجي اکين ماءُ پيءُ نه ڪري الله جل جلاله تنهنجو پالڻهار دوستي ڪي

فرمايائون:- جي ڪو شخص سرهند وڃائي ۽ ان جي وسيلي شاخدا ۽ جل جلاله کي ڳولي ۽ ان کان چڱو آهي
ته قرآن مجيد پڙهي ۽ خدا ۽ نه ڳولي-

فرمايائون:- رسول الله صلي الله وسلم جو وارث اهو شخص آهي جو رسول الله صلي الله عليه وسلم
جي ڪمن جي پيروي ڪري نه اهو جو ڪاغذ ڪارا ڪري-

فرمايائون:- حضرت شبلي رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو آهي، آئون ٿو چاهيان ته جهنم ڳوڙهن سان اجهايان هڪ هٿ آهي

فرمايائون:- چاليهه ورهه گذري ويا آهن جو منهنجي نفس ٿڌو پاڻي ۽ ڪتو ڏڪر پيو آهي مگر اجا
تائين ان کي نه ڏنو اٿم-

فرمايائون:- جهان ۾ عالم ۽ عابد گهڻا آهن- توهان کي انهن کان لنگهي وڃڻ گهرجي ۽ هي
ڪوشش ڪرڻ گهرجي ته رات اهڙي طرح پوري ڪريو جو الله جل جلاله پسند ڪري ۽ ڏينهن
اهڙي طرح پورو ڪريو جو الله جل جلاله پسند ڪري-

فرمايائون:- نماز ۽ روزا ته سڀ ڪنهن پر مرد اهو آهي جو سڀ ورهه انڪي گذري وڃن
مگر ڪي پاسي جو ملڪ جو ٻيچ ايون توليڪي سو ڪجهه نه آسمان کي الله جي جي سامهون شرمندو ٿيڻو پوي

فرمايائون:- جو شخص دنيا مان نيڪي جو ناڪي وڃي ان کي هن طرح ڪرڻ گهرجي جو دوزخ جي
پر تي ويهي جنهن کي الله جل جلاله دوزخ ڏانهن موڪلي ان جو هٿ وٺي بهشت ۾ نئي-

فرمايائون:- ملائڪن کي ٽن جاين تي ولين سڳورن کان خوف ٿو ٿئي- هڪ عزرائيل کي ساهه
ڪيڻ وقت- ٻيو ڪراما ڪاتبين کي لکڻ وقت- ٽيون منڪر نڪير کي سوال جي وقت-

فرمايائون:- خدا وارن مردن کي ڏک ڪونه ٿو ٿئي جي ڏک ٿو ٿئين ته به اڻ ٿو ٿئين-

فرمايائون:- صحبت الله جل جلاله سان رکو خلق سان نه رکو جو ته هڪ غلطي کان ٻن ورهن
جو ته الله جل جلاله جي ذات کان پري ٿو ٿئي-

فرمايائون:- جي تون دنيا جو طالب ٿيندين دنيا توکي غالب ٿيندي ۽ جي ان کان منهن ڦيريندين ته ان تي غالب ٿيندين

فرمايائون:- درويش اهو آهي جو دنياءِ عاقبت جي رغبت نه ڪري پر چونه اهي اهڙيون شيون نه آهن جو انهن جو دل سان لاڳاپو ٿئي-

فرمايائون:- عالم ٿا چون ته اسين وارث رسول الله صلي الله عليه وسلم جا آهيون ۽ اسين ٿا چئون ته اسين آهيون جو بعضي معاملات رسول الله صلي الله عليه وسلم جا اسان ۾ ٿا لڀن پر ته آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن درويشي قبول فرمائي هئي اسان پڻ درويشي قبول ڪئي آهي-

**راقم الحروف:-** اها تحقيق، مون مڪتوبات شريف حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره النوراني ۾ چڱي طرح ڏٺي آهي- مطلب سندن هي آهي ته عالم وارث نبين جا اهو جو ظاهر باطن جو واقف هجي-

فرمايائون:- جنهن جي قلب ۾ الله جل جلاله جي ناليءَ کان سواءِ ڪا بي شي هجي اهو مئل دل آهي- اگرچه تمام گهڻي عبادت ٿو ڪري-

فرمايائون:- دين کي شيطان کان ڪو فڪر ۽ انديشو ڪونهي بلڪ عالمن جو حرص دنيا جو هجي ۽ زاهد بي علم کان-

فرمايائون:- چاليهن ورهن کان مون ماني وغيره نه پچائي آهي مگر مهمانن لاءِ ۽ آئون انهن جو طفيلي رهيو آهيان-

فرمايائون:- جي ساري جهان کي لقمون بنائي مهمان جي وات ۾ ڏجي ته به ان جو حق ادا نه ٿئي

فرمايائون:- سڀني کان زياده روشن دل اهو آهي جو ان ۾ خُلق هجي ۽ سڀ ۾ چڱو ترين ڪم اهو آهي جنهن ۾ انديشو مخلوق جو نه هجي ۽ سڀني کان حلال لقمون اهو آهي جو پنهنجي ڪوشش سان ٿئي ۽ سڀ کان چڱون اهو رفيق جو اڳي زندگاني الله جل شانه واسطي هجي-

فرمايائون:- ٽن شين جي پڇاڙي مونکي معلوم نه ٿي آهي- هڪ پڇاڙي حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي درجن جي معلوم نه ٿيم- ٻيو نفس جي مڪرن جي پڇاڙي معلوم نه ٿيم ٽيون معرفت جي پڇاڙي معلوم نه ٿيم-

فرمايائون:- عافيت هيڪلائي ۾ ئي آهي ۽ سلامتي ماٺ ۾۔

فرمايائون:- جنهن مومن کي سچائيءَ دوست رکيائين ان خدا جل جلاله کي دوست رکيو ۽ حق جل جلاله ان کي دوست رکيو۔

فرمايائون:- جوان مرد جو ڪاٿ الله جل جلاله جي دوستي هوندي آهي۔

فرمايائون:- جنهن وقت الله جل جلاله خلق کي رزق ورهائي ڏنو ان وقت جوان مردن کي ڏک ڏنائين انهن ان جو شڪر ادا ڪيو۔

فرمايائون:- نماز نفلي ۽ روزو نفلي چڱي چيز آهي پر غرور ۽ حسد دل کان دور ڪرڻ زياده چڱو آهي۔

فرمايائون:- گهڻو رُئو ۽ نه کلو ۽ گهڻو ماٺ ۾ گذاريو ۽ نه ڳالهايو ۽ گهڻو ڏيو ۽ نه کائو ۽ گهڻو جاڳو ۽ نه سمهو۔

فرمايائون:- جو شخص الله تعالى جل جلاله جي ڪلام جي ميناج ۽ لذت کان مشرف نه ٿيو ۽ دنيا کان ويو يعني مري ويو ڄڻ سڀني چڱاين ۽ آرام کان نا اميد ٿي ويو۔

فرمايائون:- خلقن سان صحبت خاطرداري جي رکڻ گهرجي ۽ حضرت رسول الله صلى الله عليه وسلم جي صحبت انجي متابعت ۽ پيروي ڪرڻ سان ۽ الله تعالى جل جلاله جي صحبت پاڪائي سان ڇو ته اهو پاڪ آهي ۽ پاڪن کي پسند ٿو ڪري۔

فرمايائون:- جيڪڏهن ڪو هڪ آرزو نفس جي پوري ڪري ان کي الله تعالى جل جلاله جي رستي ۾ ڪروڙن وسوسن پيدا ٿيڻ جو امڪان آهي۔

فرمايائون:- الله تعالى جل جلاله جي دوستي ان شخص جي دل ۾ نٿي ٿئي جنهن کي خلق تي شفقت نٿي ٿئي۔

فرمايائون:- گهڻا اهڙا آدمي آهن جو زمين تي گهمن ٿا حالانڪ اهي مئل آهن ۽ گهڻا اهڙا آدمي آهن جو زمين ۾ سمهيل يعني دفن ٿيل آهن حالانڪ اهي جيئرا آهن۔

فرمايائون:- ستر ورهه گذري ويا اٿم جو آئون الله جل جلاله جو ٿي رهيو آهيان مدت ۾ هڪ پيرو به نفس جي مراد پوري نه ڪئي اٿم۔

فرمايائون:- مومن کي هڪ ڏينهن الهام ٿيو ته جيڪو تنهنجي مسجد ۾ اچي ان جو گوشت ۽ کل دوزخ جي باه تي حرام آهي ۽ جو شخص تنهنجي مسجد ۾ ٻه رڪعتون نماز تنهنجي حياتي ۾ يا توکان پوءِ ادا ڪري ته قيامت جي ڏينهن عابدن جي ٽولي ۾ اٿندو۔

فرمايائون، - تہ هن مسڪين کي پسند آهي تہ قرض ارهن دنيا مان وڃان ۽ قيامت جي ڏينهن قرض گهرندڙ منهنجي دامن ۾ چنبڙن مگر هي مونکي پسند نہ آهي جي ڪو سائل مونکي سوال ڪري ۽ ان جي حاجت پوري نہ ڪري موٽايان -

جناب غلام سرور چشتي خزينة الاصفياء ۾ آندو آهي، جڏهن حضرت شيخ قُدِّسَ سِرُّهٗ جن جي وصال جا ڏينهن ويجها آيا - وصيت ڪيائون تہ منهنجي قبر ايتري هيٺ کٽجو جو تہ زمين بسطام جي خرقان جي زمين کان هيٺاهين ٿئي ۽ ادب جو تقاضا آهي، جو منهنجو جسم منهنجي مرشد حضرت بايزيد بسطامي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي جسم مبارڪ کان مٿي ٿئي، جڏهن وفات ڪيائون، وصيت پوري ڪئي وئي -

دفن ڪرڻ کان پوءِ هڪ وڏو پٿر اچو تربت مبارڪ تي رکيل ڏٺائون اِن پٿر ۾ جا ڏسي يقين ڪيائون تہ شينهن آندو آهي - ڪيتري مدت ڏٺائون جو شينهن جوڙاي مزار پر انوار تي طواف ڪندو رهندو هو، جيڪو ماٿو مزار پر انوار حضرت قُدِّسَ سِرُّهٗ جي پٿر تي هٿ رکي، جا حاجت اَللهُ جَلَّ جَلَالُهٗ جي درگاه مان گهرندو آهي، دعا انجي مقبول ٿيندي آهي - صاحب تذڪرة الاولياء جي حضرت شيخ زين الدين عطار قُدِّسَ سِرُّهٗ دعا قبول ٿيڻ لاءِ اهو عمل مجرب لکيو آهي - انتهيٰ

جناب حضرت قطب الارشاد مرجع الاقطاب والاوتاد، منبع بحر عرفان، مظهر فيض الرحمٰن، حضرت مرشدنا ومولانا خواجه خواجگان مجدد وقت قيوم الزمان آقا حاجي حافظ محمد حسن جان اَدَامَ اللهُ اِرْشَادَهٗ علىٰ سائر المسترشدين ڪتاب انيس المريدين ۾ آندو آهي تہ حضرت شيخ المشائخ مولانا خواجه ابوالحسن خرقاني قُدِّسَ سِرُّهُ الصَّمَد اِنِي کان منقول آهي تہ جيڪڏهن منهنجي مريدن مان ڪنهن مشڪل ۾ سؤ ڀيرا چيو، "ياشيخ ابوالحسن خرقاني" ۽ سؤ پوري ٿيڻ کان پوءِ چوي تہ "فلاڻو ڪم منهنجو اَللهُ جَلَّ جَلَالُهٗ کان گهر"، مشڪل ان جو آسان ٿيندو ۽ آئون صبر نہ ڪندس درگاه احديت جي سؤال گهرڻ کان، جيستائين مشڪل ان جو آسان نہ ٿئي، ۽ بعضي مريدن گهڻا ڀيرا ان جو تجربو ڪيائون ۽ صحيح لڌائون تہ مُدَّ ظِلُّهُ النفي ان سنہ ن وفات، موافق ڪتابن صحيحن، خصوصاً عمدة المقامات جي چيئن سنہ چار سؤ پنجويه هجري ۾ ٿي - مفتي صاحب تاريخ جو ماده هن طرح آندو آهي ۴۲۵

# ابيات

| | |
|---|---|
| شاه خرقانی جناب بوالحسن | یافت چون از دهر در جنت مکان ؎۱ |
| سال وصلش بوالحسن صدیق دین | می شود از خامهٔ سرور عیان ؎۲ |
| بوالحسن قطب جهان محمود گو | هم دگر قطب الحسن اقدس بخوان ؎۳ |
| شاه احسن گفت سرور رحلتش | نیز دل فرمود واصل مهربان ؎۴ |
| سال تاریخش بقول مختلف | شد عیان قطب الحسن جان جنان ؎۵ |
| گشت هم پیدا حسن بحر کمال | ارتحال آن شهنشاه جهان |

## التجا بارگاهه حضرت شيخ ابوالحسن خرقاني الصمداني قدس سره

| | |
|---|---|
| سڻ صدا منهنجي سگهو تون اي وڏيخرقانيا | معرڪو مون تي متا اي دادلا ڏيان جا |
| فيض جهڙو ڏنو آهي اوهان کي بايزيد | هادي راهِ حقيقت اي بحر فيضن جا |
| تنهنجي ئي ارشاد جا طالب ڪيئي سيرا ٿيا | پارهجن ايراءِ توران ترڪستان جا |
| فيض تو ملڪين ويو حضرت محمد جي وطن | مست ٿيا بدخي بخاري پڻ شهر طهران جا |
| ڪُنڊ ڪانا هي رهي جت فيض تنهنجو نه ويو | فيض تنهنجي تي فدا ٿيا ملڪ عربستان جا |
| شال ٿئي اولاد صالح تو گهران تو ڪان دعا | آسرو تو مهربان تا اهل سڀ ايمان جا |
| سو لڳا جن سنڌ کيو توکي اهن جو ڪم ٿيو | التجا تون ڪر جن اوت اي قطب جهان جا |
| آند و ديهاتي اوهان جو نانءُ آهي جي گيا | تون وسيلو مون سنڌي مقبول تون رحمان جا |

---

ؔ۱ه شاهه خرقاني جناب ابوالحسن — جڏهن زماني کان جنت ۾ جاءِ ورتائين

ؔ۲ه ان جي وفات جو سال "بوالحسن صديق دين" — سرور جي قلم مان پڌرو ٿئي ٿو

ؔ۳ه بوالحسن قطب جهان محمود چئو — پڻ بيو قطب الحسن اقدس پڙهه

ؔ۴ه سرور ان جي وفات جو سال شاهه احسن — چيو پڻ دل چيو "واصل مهربان"

ؔ۵ه اختلافي قول تي ان جي تاريخ جو سال — ٿيو پڌرو "قطب الحسن جنان"

ؔ۶ه پڻ ٿيو پڌرو "حسن بحر ڪمال" — جهان جي ان شهنشاهه جو لاڏاڻو ٿيو

# حالات حضرت شيخ ابو علي فارمدي طوسي قدس سرهٗ

هي تاج الاولياء فخر الانبياء محبت جو پيتو هائيندڙ، سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جي عشق ۾ مستغرق، سندن سينو الاهي اسرار، سندن مجلس موچاري بهار، سرمست، بارگاهه احمدي - ڪنيت سندن بوعلي فارمدي آهي رضي الله تعالى عنه تصوف ۾ حضرت خواجه ابو الحسن خرقاني رحمة الله عليه سان سندن نسبت جو لاڳاپو آهي - ۽ حضرت خواجه ابو القاسم گرگاني کان، جو هو مريد شيخ ابو الحسن خرقاني قدس سرهٗ جو هو، پڻ صحبت جو فيض ورتائون، اهوئي سبب جو انهي جاءِ تي طريقو ”ڪبود پوش“ طريقي نقشبندي سان گڏ ٿو ٿئي - پڻ حضرت شيخ ابو علي فارمدي قدس سرهٗ جو نالو مبارڪ فضل الله بن محمد آهي - تذڪره ۽ وعظ ۾ امام ابي القاسم قشيري تفسير ۽ رسالن جي صاحب جو شاگرد آهي - پاڻ فرمايو اٿن ته اول جوانيءَ ۾ آئون علم ظاهري پڙهڻ لاءِ نيشاپور ويو هوس، اتي ٻڌم ته شيخ ابو سعيد ابن ابي الخير مهيني کان آيا آهن ۽ وعظ ٿا فرمائن، آئون انهي زيارت لاءِ ويس ان جي صورت مبارڪ ڏسي عاشق ٿي پيس ۽ هن ٽولي (ولين) جي محبت منهنجي دل تي غالب ٿي وئي - هڪ ڏينهن گهر ويٺو هوس جو اوچتو منهنجي دل ۾ شيخ ابي سعيد قدس سرهٗ جي زيارت جو شوق وڌي ويو ۽ اهو وقت سندن ٻاهر نڪرڻ جو نه هو اراده ڪيم ته هاڻي نه وڃان مگر صبر نه آيو اٿي ٻاهر ويس جڏهن اتي پهتس ڏٺم ته شيخ مريدن سوڌو ڪيڏاهن وڃي ٿا آئون انهي پٺيان هلڻ لڳس - هڪ جاءِ تي پهتا آئون اهڙي جاءِ تي لڪي ويٺس جتان شيخ جي نظر مون تي نه پوي - اتي سماع شروع ٿيو ۽ شيخ کي وجد عظيم پيدا ٿيو اهڙي قدر جو پنهنجا ڪپڙا ڦاڙي ڇڏيائين - جڏهن سماع کان واندا ٿيا ڪپڙا لاهي انهي ٽڪر ٽڪر ڪيائون، هڪ آستين جدا ڪري رکيائون ۽ پڪاريائون ته ابا علي طوسي ڪٿي آهين مون دل ۾ خيال ڪيو ته حضرت شيخ نه مون کي سڃاڻي ٿو نه ڏٺو اٿس - ابا علي ڪو ٻيو مريد آهي جنهن کي سڏي ٿو، اهڙي ڳالهه دل ۾ ڪري مان ڪيم ۽ ڪجهه جواب نه ڏنم، حضرت شيخ قدس سرهٗ ٻيهر سڏ ڪيو مگر مون ٻيهر جواب نه ڏنو، ٽيون ڀيرو جڏهن سڏ ڪيائون ته ڪهن چيو ته توهان کي حضرت شيخ (قدس سرهٗ) سڏي ٿو، جڏهن آئون اٿيس حضرت شيخ وٽ ويس حضرت

شيخ قدس سرهٗ تريز ۽ آستين مونکي ڏني ۽ فرمايائون ته وچ ۾ هن کي چڱي طرح قابو
ڪج جو تون مونکي مثل هن آستين ۽ تريز جي آهين - يعني جو تعلق آستين ۽ تريز ۾
آهي اهو تو ۾ ۽ مون ۾ آهي - مون اهو ڪپڙو وٺي ادب سان آندو ۽ گهڻي حفاظت سان ڪيم
۽ مونکي انهي خدمت مان گهڻو فائدو ۽ حال وارد ٿيو - جڏهن حضرت جن نيشاپور
کان هليا ويا، آئون امام ابو القاسم قشيري وٽ وليس ۽ جو ڪجهه مون تي وارد
ٿيو هوان سان بيان ڪيم - ان فرمايو ته هاڻي اي فرزند علم پڙهه جيئن ته آئون علم
پڙهندو رهيس پر ڏهاڙيون روشنائي وڌندي ٿي وئي - ٽن سالن تائين آئون
علم حاصل ڪرڻ ۾ مشغول رهيس - هڪ ڏينهن قلم مس جي ڪپڙي مان
ڪڍيم، اندران اڇو نڪتو، مون اهيو بيان امام ابو القاسم سان ڪيو ان فرمايو، هاڻي
توکان علم منهن ڦيري ڇڏيو - هاڻي تون ان کان منهن ڦيري ڇڏ تنهن تي مون مدرسه
کي ڇڏيو ۽ خانقاه ۾ آيس ۽ امام جي استاد جي خدمت ۾ مشغول ٿيس هڪ ڏينهن
امام جو استاد غسلخانه ۾ ويو، مون ٻتي ڏولچ غسل خانه ۾ وڌا، جڏهن استاد باهر
آيو ۽ نماز پڙهي ويائين، فرمايائين ته هي ڪنهن غسل خاني ۾ پاڻي وڌو؟ مون خوف
کان ڪجهه نه چيو ته متان سندن رضامندي جي مخالف هجي ورِي پڇيائون
مون جواب نه ڏنو، ٽئين ڀيري ورِي پڇيائون ته هن مون عرض ڪيو ته آئون
هيس تنهن هن فرمايائون ته اي ابا علي جيڪي ابو القاسم کي ستر ورهن ۾ مليو تو کي
هڪ ڏول پاڻي جي ۾ مليو، هن کان پوءِ گهڻي مُدت انهي خدمت ۾ مجاهدو ڪيم
هڪ ڏينهن آئون ويٺو هوس اهڙو حال وارد ٿيو جوان ۾ گم ٿي وليس هي حال مون
امام جي استاد سان بيان ڪيو - ان فرمايو ته اي ابو علي هن کان زياده منهنجو
سلوڪ ڪو نه هو، مون پنهنجي دل ۾ خيال ڪيو، مونکي اڃا ٻئي پير جي ضرورت
آهي جو هن درجي کان وڌائي - مون شيخ ابو القاسم گرگاني جو نالو ٻڌو هو ان
وٽ طوس ڏانهن روانو ٿيس، جڏهن خدمت ۾ پهتس ان وقت پنهنجي مريدن ۾
ويٺا هوا، مون ٻه رڪعتون تحية المسجد نماز ادا ڪئي ۽ سامهون آيس
پاڻ مراقبي ۾ ويٺا هوا - مٿو کنيائون ۽ فرمايائون، هائو، ابتدا توهانجي چڱي
آهي جي توهانجي تربيت ٿئي ته هن مرتبي وڏي تي پهچندا - مون دل ۾ ڄاتو

ته منهنجو پيرهيءُ آهي، اِئي رهبس. پاڻ گهڻي مُدّت تائين مونکي طرح طرح جا مجاهدا ۽ رياضتون ڪرايائون. ان کان پوءِ پنهنجي نياڻي جو نڪاح مون سان ڪرايائون. اڳ مونکي حضرت شيخ ابوالقاسم وعظ فرمائڻ لاءِ نه چيو هو، جو هڪ ڏينهن شيخ ابوسعيد وٽ مَهينَي ۾ ديس (مَهينَي شهر جو نالو آهي). ان فرمايو ته اباعلي سکيو توکان طوطي وانگر ڳالهيون ڪرائيندا. حضرت ابوعلي فارمدي قُدِّسَ سِرُّهٗ جو فرمودو آهي ته هن ڳالهه کي گهڻا ڏينهن نه گذريا هوا، جو شيخ ابوالقاسم قُدِّسَ سِرُّهٗ مونکي وعظ ڪرڻ لاءِ حڪم فرمايو.

معلوم هجي ته حضرت خواجه بوعلي قُدِّسَ سِرُّهٗ حضرت شيخ ابوالحسن خرقاني قُدِّسَ سِرُّهٗ کان نيٺ تڪميل ورتي. اهڙي فيض ياڻي کان مشرف ٿيا جو هزارها ڇا خاص، ڇا عام، وٽائن فيض وٺڻ لڳا. صاحب خزينة الاصفياء جي حضرت امام غزاليؒ جي بيان ۾ آندو آهي ته حضرت امام غزالي قُدِّسَ سِرُّهٗ پڻ حضرت بوعلي فارمدي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي مريدي کان مشرف آهي. سندن ارشاد خلاصا خلاصي ڪتاب ۾ هٿ نه آيم. تنهن ڪري ڇڏ ڏنم.

سندن وفات سال چار سؤ ست هتر ۴۷۷ هجري ۾ واقع ٿي. تاريخ جو مادو مفتي صاحب هن طرح آندو آهي.

| | |
|---|---|
| چون علي راشد به عليين مقام | سال وصل آن ولی متقے |
| گو محمد بوعلی پیر مجیب ۴۷۷ | نیز مہدی مکرم بو علے ۴۷۷ |

## التجا بارگاه حضرت شيخ خواجه ابوعلي فارمدي طوسي قُدِّسَ سِرُّهٗ

فارمد جا فيض وارا سُڻ سدا يا بوعلي — ٿيا ڪئين در گاه تنهنجي تي ندا يا بوعلي
خود غزاليؒ پڻ اوهانجي در سندي خادم ٿيو — مرجع جن و ملڪ شاه و گدا يا بوعلي
ٿيو عطا حضرت ابوالقاسم کان داماد ي شرف — هي نوازش تي مليو عز و علا يا بوعلي
ڪيترا فتو توهانجي مدح ۾ پورا ٿيا — سي ڳري ويا جن ڪئي تنهنجي ڳلا يا بوعلي
خواجه خرقاني کان توکي مليي نعمت گهڻي — توکان سا نعمت وٺي يوسف لقا يا بوعلي
تو ڀلي ٿيو عاشق سچو ڄاڏ اوهان الله بخش — عشق تو آڻي ڪري خير الورا يا بوعلي.

مون کي حضرت محمد مصطفيٰ جي حب ڏيو — ڪر قبول اهڙي اسان جي مدعا يا بوعلي
ساري ڏيهاڙي تو توهان کي اچ ڪيوان جي مدد — دشمنان دين کي هڻ ڪي ڪلا يا بوعلي

## حالات حضرت غوث صمداني خواجه ابو يوسف همداني قدس سره

هي ولي اڪمل پنهنجي وقت ۾ لاثاني، واقف اسرار سبع المثاني، هر علم جو واقف هر حقيقت جو ڪاشف، وتن الاهي نور جو ظهور، سندن فرمودا نور في نور، شفيقن ۾ شفيق، ڪريمن ۾ اڪرم ۽ نسب مبارڪ سندن امام اعظم رضي الله تعاليٰ عنه سان ٿو ٻڌجي — سندن والد شريف خواجه يعقوب بن خواجه عبد الاحد بن عبد الباسط بن طمطم بن قالون بن محمد اسماعيل بن امام اعظم، معظم، صوفي صافي ابو حنيفه ڪوفي رضي الله تعاليٰ عنهم اجمعين آهي — ڪين نسبت باطني حضرت خواجه ابو علي فارمدي قدس سره کان مني پر شرح وصايا خواجه عبد الخالق غجدواني رضي الله تعاليٰ عنه ۾ لکيو اٿس ته حضرت خواجه ابو يوسف همداني سواءِ واسطي جي خواجه ابو الحسن خرقاني جو مريد آهي - حضرت قيوم جهان عمدة المقامات ۾ آندو آهي ته بارانٿي حالت ۾ صحبت کان مشرف ٿيو آهي - هٰذا هُوَ الصَّحِيْحُ - ۽ خرقو شيخ عبد الله جوني قدس سره کان پهريائون ۽ شيخ حسن سمناني جي صحبت ۾ پڻ حاضر رهيا سندن ڪنيت ابو يعقوب آهي - سندن عمر اٺانوي ورهن جي هئي جو بغداد، اصفهان، عراق، خراسان سمرقند ۽ بخارا کي فائدا ۽ فيض ڏنائون - حديث شريف پڙهي وعظ فرمايائون، ماڻهن کانئس تمام گهڻون فائدو ٿيو - فتويٰ ۽ شرعي احڪامن ۾ ڪين قدرت ڪامله هئي علمن ۽ معرفتن ۾ قدم راسخ هئن - ڪيترا علماء فقيه سندن خانقاه مجلس ۾ سدائين حاضر رهندا هوا - آذربائيجان، عراق ۽ خراسان جي ماڻهن کي فيض جي تربيت ڏنائون - خواجه ابو يوسف همداني قدس سره اهن مشائخن مان آهن جن جي صحبت ۾ حضرت غوث الثقلين جگر گوشهٔ حسنين ڪريم الطرفين حضرت سيد شيخ عبد القادر جيلاني رضي الله تعاليٰ عنه جن حاضر رهيا آهن - هڪ ڏينهن حضرت خواجه شيخ عبد القادر جيلاني قدس سره کي جو اڃا ياڻو جوان هوا، فرمايو ته توهان وعظ ڪريو حضرت شيخ عبد القادر جيلاني قدس سره فرمايو ته آئون عجمي آهيان بغداد جي فصيحن اڳيان آئون ڪهڙي طرح بيان ڪري سگهندس - حضرت خواجه قدس سره فرمايو ته توکي فقه، الحمد لله فقه

۾ اختلاف مذاهب، لغت ۽ تفسير قرآن ياد آهي تون هر طرح انهن کان صلاحيت توڙي منبر تي اچ ۽ واعظ ڪر ۽ آئون تو ۾ اهڙي نور ڏسان جنهن جي پاڙ زمين ۾ ۽ شاخون آسمان تي پهتيون آهن - حضرت خواجه ابو يوسف همداني قُدِّسَ سِرُّهٗ جو مذهب حنفي هو - مرو ۽ هرات ۾ رهندا هوا ۽ هرات ۾ آيا هوا تنهن کان پوءِ مرو کان ايندي واٽ ۾ وفات فرمايائون - سٺ سال کان زياده فيض ۽ ارشاد جي مسند تي ويٺا ۽ قبوليت عظيم ۾ - پنهنجي وقت جا غوث الاغواث هو گهڻا ورهه آذربائيجان جي جبل ۾ رهيا ۽ عادت هين جو سواءِ جمعه جي باهر نه نڪرندا هوا - هڪ درويش حضرت خواجه يوسف قُدِّسَ سِرُّهٗ وٽ آيو چيائين ته هاڻي آئون شيخ احمد غزالي وٽ هيس ان درويش سان گڏ تي کاڌو انهيءَ وچ ۾ اکي غيبت يعني حالت اضطراب جي تي تنهن کان پوءِ درويش کي فرمايائون ته هاڻي مون رسول الله صلی الله عليه وسلم کي ڏٺو جو تشريف آندي اٿن ۽ منهنجي وات ۾ گراه وڌو اٿن هيءَ ڳالهه ٻڌي حضرت خواجه قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو - تِلْكَ خَيَالَاتٌ تُرَبِّيْ بِهَا أَطْفَالُ الطَّرِيْقَةِ - يعني ايهي خيال آهن جن سان طريقت جي (نو آموز) ٻارن جي پرورش ڪئي ويندي آهي -

نقل :- نقل آهي ته هڪ پيري عورت روئندي پٽيندي وٽن آئي عرض ڪيائين ته فرنگي منهنجي پٽ کي پڪڙي ويا آهن، دعا فرمايو ته اهو اچي - پاڻ فرمايائون ته صبر ڪر پنهنجي جاءِ تي وڃ تنهنجو پٽ توکي گهر ملندو - اها عورت گهر موٽي آئي ته اهڙي ڏنائين في الواقع پٽ گهر موجود هو ان کان احوال پڇيائين، پٽ چيو ته آئون هاڻي قسطنطنيه ۾ قيد هوس، نگهبان منهنجي چوڌاري هئا، اوچتو هڪ شخص جنهن کي مون ڪڏهن نه ڏٺو هو ظاهر ٿيو ۽ ڪک جنب ۾ مونکي هٿ وٺي آيو - اها عورت حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جي حضور ۾ وئي ۽ پنهنجي پٽ جو بيان ڪيائين - پاڻ فرمايائون توکي خدا اجل جَلَّ لَهٗ جي حڪم کان عجب ٿو لڳي ؟

نقل ، آهي ته هڪ پيري حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ واعظ ٿي فرمايائون ته فقيه عالم اتي موجود هوا، انهن حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ کي چيو ماٺ ڪر تون بدعتي آهين، حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو، موت اچي تو هان تي، تو هين ماٺ ڪريو - غيرت ولي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي اهڙو ڪم ڪيو جو اهڙي جاءِ

تي انهيءَ دفن ٿئي فقيه مري ويا.

نقل:- آهي هڪ پيري مدرسه نظاميه بغداد ۾ حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن وعظ ٿي فرمايو جو هڪ فقيه ابن سقا ناليءَ اُٿيو ۽ ڪو مسئلو پڇيو پاڻ فرمايو ته جو تنهنجي ڪلام مان بوءِ ڪفر جي ٿي اچي ۽ تنهنجو موت دين اسلام تي نه ٿيندو. مُدّت کان پوءِ هڪ نصراني خليفه وٽ (جو روم کان آيو) ابن سقا اُن وٽ ويو ۽ ان سان صحبت ڪيائين آخر ڪار انکي چيائين ته آءٌ پنهنجو دين اسلام ڇڏي توکي ان ۽ تنهنجو دين قبول ڪندس پوءِ ته اهو نصاري انکي پاڻ ساهمراه وٺي ويو ۽ بادشاهه روم سان ملاقات ڪرايائونس ۽ نصراني ٿي ويو تنهن کان پوءِ حالت ڪفر جي ۾ مري ويو (حالات مشائخ مجدّديه)

حضرت مرشد الانس والجن قيوم جهان قُدِّسَ سِرُّهٗ "عمدة المقامات" ۾ آندو آهي ته ولادت حضرت خواجه يوسف همداني قُدِّسَ سِرُّهٗ جي ڏيڍهن سومر ۾ ٢ صفر سنه ٤٣٣ه چار سو ٽيٽيهه ۾ واقع ٿي ٻاراڻي حالت ۾ الله جَلَّ جَلَالُهٗ ڏانهن منهن ڪيائون، علم ظاهري جي تحصيل ڪري حضرت شيخ بو علي فارمدي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي حضور ۾ تشريف نيائون ۽ انهي سلوڪ طريقت ڪيائون ۽ حضرت خواجه ابو الحسن خرقاني قُدِّسَ سِرُّهٗ جي صحبت کان ٻاراڻي حالت ۾ پاڻ کي مشرف ڪيائون - ست ٽيهه ٣٧ حج پيادا ڪيائون ۽ ڪيترا هزار ختمان قرآن جا ڪندا هوا ۽ جاڙات جو نماز پڙهندا هوا، نماز جي سيکهن رڪعتن ۾ سيپارو قرآن جو پڙهندا هوا ۽ ست سو ٧٠٠ ڪتاب تفسير، حديث، فقه، اصول ۽ فروع جا ياد هيئن - ٻه سو ٽيوهن ڪاملن مرشدن جي ملاقات ڪيائون ۽ فيض ورتائون ۽ ستن هزارن بت پرستن کي مسلمان ڪيائون ۽ پنهنجي قوت گذران لاءِ حاجت وقت پيءُ ڪمن سان گذ کيتي ٿي ڪيائون، اڪثر عمر مبارڪ پنهنجي مسافريءَ ۾ ٿي گذاريائون، نيٺ همدان مان سمرقند ۾ آباد ٿيا ۽ شادي ڪيائون - سيڪهن نئي مهيني ۾ سمرقند جي عالمن ۽ سردارن کي دعوت ٿي ڪيائون ۽ بحث علم شريعت جو ٿي ڪيائون - گهڻو ڪري حضرت خضر علیٰ نبينا عليه الصلوٰة والسلام سان صحبت ٿي رکيائون ۽ تير چگو ٿي چنبيائون، ڪڏهن ڪپڙا ۽ ڪپن جي سوڙ لاءِ دوائي ڏنائون - آڪر تمام سنا ٿي لکيائون - اڏاوت ڪرائڻ ۽ ڪنهن

شيءِ کي ملڪيت ۾ آڻڻ جي مشغولي نه فرمايائون - تپ يا ٻين بيمارين لاءِ تعويذ نه لکيائون، بازار جي پڪل شيءِ نه کاڌائون - دستار مبارڪ وڏي ۽ آستين ڪوتاهه ۽ ڪشادو نه رکيائون ۽ حجري شريف ۾ تڏي ۽ تل ۽ قراغند (قاف جي زبر ۽ ري سان هڪ لباس کي چوندا آهن جو جنگين ۾ ڪم ايندو آهي پڻ سوڙ کي به چئبو آهي) ۽ ٻن وهاڻن ۽ ڪونري کان سواءِ ٻيو ڪجهه ڪين نه ڇڏيائون ۽ تدريس نه فرمايائون ۽ نقل ۽ نماز ۽ روزا گهڻا نه ڪيائون ۽ مشائخن قدس الله تعاليٰ اسرارهم جون گهڻيون مريدن ۽ صحبتين سان نه ڪيائون - حضرت مولانا جامي قدس سره نفحات ۾ ٿو آڻي ته ڇهاٽ ئي ۾ مرو ۾ وڃي رهيا - اتاهون وري هراة ۾ آيا ڪا مدت رهائي گذاريائون تنهن کان پوءِ مرو وارن عرض ڪيو ته استاد اُهن وري اچو تنهن کان پوءِ ٻي مرو ۾ آيا وري هراة ڏانهن تشريف فرما ٿيا - وري مرو ڏانهن ارادو فرمايائون وات ۾ وصال حقيقي کان مشرف ٿيا - ساڳي فوتي جي جاءِ تي اهو جن الوالهي مدفون ٿيو مدت کان پوءِ ڪين مرو ڏانهن نقل ڪيائون - وفات سندن ٢٨ اٺاويهين محرم جي ٿي - وفات وقت مريدن کي فرمايائون ته پاڻ ڪوسو ڪريو ۽ پنهنجي ٽنهي خليفن کي وصيتون ڪيائون يعني سلطان احمد سيوي قدس سره کي سوره فاتحه ۽ نازعات ۽ يٰسين جي پڙهڻ جو حڪم فرمايائون ۽ هي بيت زبان مبارڪ سان پڙهيائون

در ڪوي تو عاشقان جان بجاڻ بدهند　　ڪه آنجا ملڪ الموت نگنجد هرگز

وفات وقت حضرت خضر عليه السلام ۽ حضرت الياس عليه السلام مگيري جماعت ابدالن ۽ اوليائن قطبن سان حاضر ٿيا پاڻ فرمايائون ته غوث وقت جي ڪي جو هاڻي هت حاضر آهي، انکي منهنجي پير ساڻ دفن ڪجو، وصيتن پوري ڪرڻ کان پوءِ روح مبارڪ عروج فرمايو - اهو غوث ڏانهن جو اشارو فرمايو هوائون ان پڻ وفات ڪئي سنه ٥٣٥ پنج سؤ پنج ٽيهه ۾ اهو واقعو فاني جو ٿيو عمر مبارڪ سندن پنجانوي ورهيه ٿي - مزار فيض آثار سندن مرو ۾ مشهور ۽ معروف آهي - يُزار و يتبرڪ به رحمة الله تعاليٰ عليه -

سندن وڏا خليفا چار هوا - خواجه عبدالله برقي - خواجه حسن انداقي - خواجه احمد سيوي - خواجه جهان خواجه عبدالخالق غجدواني رضي الله تعاليٰ عليهم

اهي سڳورا اُهي آهن جن کان فيض بي حد بي شمار ساري دنيا ۾ پکڙجي ويو، ٻيا
سڳورا خلافت کان مشرف ٿيل پڻ گهڻا آهن، تن مان خواجه شاهه عانقري، شيخ
نظام الدين ماتريدي، خواجه محمد، خواجه گاذروني کلابادي- خواجه محمد
شوخي، خواجه حليم بل غانقري، ابو موسيٰ، امام يحيٰ، خواجه اسحاق، امام سلمان
عارف ترڪ، خواجه مهلد، خواجه قرش- خواجه آدم ساد واري ۽ خواجه رباط
وَغيره قَدَّسَ اللهُ تَعَالىٰ اَسْرَارَهُمْ. آهن ۽ طريقو مَا نَحْنُ فِيْهِ جناب حضرت خواجهٔ
جهان عبدالخالق غجدواني سان جوڙيس طريقي خواجگان جو آهي ٿو ٻگي، قَدَّسَ اللهُ
تَعَالىٰ اَسْرَارَهُ الْعَزِيْزُ تَمَّ كَلَامُهُمُ الشَّرِيْفُ-

صاحب حدائق الورديه في حقائق اجلاءِ النقشبنديه ۽ خزينة الاصفياء
جو ٿو آڻي ته شيخ نجيب الدين علي بزغش شيرازي قُدِّسَ سِرُّهٗ ٿو فرمائي ته مشائخن جي
ڪلام جون ڪي خبرون مونکي هٿ آيون جن کي مطالع ڪيم نهايت خوش ٿيس دل ۾
چاهيم ته واقف ٿيان ته هيءَ خبرون ڪنهنجيون تصنيف آهن ۽ انجي ڪلام مان جي
ٻيو به ڪجهه هٿ لڳيمن تمام چڱو ن- هڪ رات خواب ڏٺم هڪ وڏي عمر جو، شان
۽ هيبت سان ڀريل، اڇي ڏاڙهي مبارڪ ۽ صورت نوراني سان منهنجي خانقاهه ۾ آيو
وضوءَ جي جاءِ تي اچي وضو ڪرڻ لاءِ ويو- هڪ جُبّو پاتو ڪيل هوس انتي موچارن
اکرن، سونِي پاڻيءَ سان آية الكرسي لکيل آهي ان جُبّي کي لاهي مونکي ڏنائين انجي
هينان سائو جُبّو ڍڪيل، ان کان وڏيڪ تنهن تي اهڙي نموني وانگر آية الكرسي
سونن چڱن اکرن سان لکيل هئي- اهو پڻ مونکي ڏنائين ۽ چيائين ته قابو
ڪر جيستائين وضو ساريان، جڏهن وضوءَ کان واندو ٿيو، چيائين ته
هنن جبن مان هڪڙو نوڪي ڏيان جنهن کي به اختيار ڪرين، مون چيو ته اختيار
اوهانجي هٿ ۾ آهي، پوءِ مونکي جُبّو سائو ڏنائون ۽ پنهنجي هٿ سان مونکي ڍڪايائون
۽ فرمايائون ته مونکي سڃاڻين ٿو چيم نه فرمايائون ته آئون مصنف انهن جن
جو آهيان جنهن جو طالب هئين منهنجو نالو يوسف همداني آهي ۽ جنهن ڪتاب منهنجا
جون خبرون توکي هٿ آيون آهن ان ڪتاب جو نالو "زبنة الحيات" آهي ۽ ٻيا به
ڪتاب گهڻا جڙيل آهن تن مان چڱا زور، مثل، "منازل السالڪين ۽

"منازل السائرين" آهن - جڏهن خواب کان جاڳيس تمام خوش ٿيس ته ڪلامه الشريف معلوم ڪري گهرجي ته حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جا خلفاء جيڪي آهن تن جا احوال مختصر ڀين ڪتابن ۾، مثلاً عين الحيٰوة معرب رشحات - حدائق الورديه ۽ خزينة الاصفياء وغيرها ۾ آهن - مون اختصار سببان نه آندا آهن -

پڻ ظاهر هجي ته سندن ڪرامتون ايتريون آهن جو قلم کي لکڻ جي توفيق نه آهي صاحب حدائق الورديه جي آندو آهي " وَظَهَرَ عَلٰى يَدَيْهِ كَرَامَاتٌ لَا تُحْصٰى وَلَا تُعَدُّ " ۽ سندن مريدن جو تعداد ڪنهن نه ڪري سگهيو آهي، جيئن نه ساڳي بزرگ آندو آهي وَلِلشَّيْخِ قَدَّسَ اللّٰهُ سِرَّهٗ مُرِيْدُوْنَ لَا يُحْصَوْنَ عَدَدًا - بهرحال پاڻ صورت معنيٰ ۾ يوسف مثال هوا - حضرت يوسف صديق عَلٰى نَبِيِّنَا عَلَيْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ جيئن جمال اظهار ڪري ڏيکيو آهي، تيئن هن مرد مولا قُدِّسَ سِرُّهٗ جو

جناب مفتي صاحب تاريخ جو مادو چانه چڱو فرمايو آهي -

همه دان همه خوان يوسف همدان کز داد — بحسن و صورت و معنيٰ ست بي شک يوسف ثاني [3]
بي توليد پاکش صوفي محمود يوسف گو — دگر تاريخ توليدش بخوان مقبول رباني [4]
زهي هادي نوردين يوسف بخوان تاريخ رحلتش — هم عاليجاه عالي قدر وصل دست اي جاني [5]

مفتي صاحب وٽ ولادت سنه ۴۴۰ ۾ سنه ۴۴۱ جو قول اختيار آهي -

## التجا بارگاه حضرت خواجه يوسف همداني قُدِّسَ سِرُّهٗ

خواجهٔ يوسف سگهو ڏيکاريو پنهنجو جمال — حُسن کان باهر ڏنو مولا تو هاڻي هي ڪمال
پير تون عالم سڀئي محتاج تي ڪري جا ههر — رهبرِ راهِ شريعت مچ سگهو منهنجو سوال
تشنگي طاري ٿيم ڪا اوت ڪر ارشاد جي — شرع تي قائم ٿيان جا ٿيان فرق حرمت حلال
عبد خالق غجدواني تو سندي طالب ٿيو — عارف و محمود ۽ رامیتني، سيّد ڪلال
هي سجادر پاڻ جاري فيض تنهنجي ماٿيا — نقشبندن جو مربي صاحب رهيت جلال
ظاهري ۽ باطني مرض گهڻو جيرا ڪيو — اي مسيحا ڪر نظر تون موتي بهر ذوالجلال
دل ڏيهاڻي جي گهريو، ڏيکار جو ديد تون — ٿئي سنڌ ما والاصالح، علم ۾ ٿي نونهال

---

[1] سنڌس هٿن ۾ ايجا ڪرامتون ظاهر ٿيون [2] ۽ شيخ قَدَّسَ اللّٰهُ سِرَّهٗ جا ايترا مريد آهن جو ڳڻيو ڪونه ٿو سگهجي [3] يوسف همداني ذات جا وڏا ۽ ڳڻ وارا هئا هو - سندس ذات، حسن، صورت ۽ معنيٰ ۾ بي شڪ يوسف ثاني هئي [4] ۴۴۱ ان جي ولادت پاڪ بابت چئو صوفي محمد يوسف، سندس ولادت جي تاريخ پڙهو مقبول رباني ۴۴۰ - [5] ۴۴۱ يا ۵۳۵

## حال حضرت خواجه واقف اسرار رحماني عبدالخالق غجدواني قُدِّسَ سِرُّهٗ

هو صاحب ڪرامت جو شمس ڪان زياده مشهور، جنهن جي مقامات کان انڪار ڪنهن نه ڪيو مگر بي نور ڇمڙي، عارف، عالم، صوفين جو سرتاج، شريعت جي مجلس کي روشن ڪندڙ، سراج وهاج، هادي گمرهان، سر حلقه سلسله حضرات خواجگان قَدَّسَ اللهُ تعاليٰ اسرارهم جو آهي۔

پاڻ حضرت امام مالڪ رضي الله تعاليٰ عنه جي اولاد امجاد مان آهن، سندن والده ماجده سلطان روم جي نسل مان هئي۔ سندن والد بزرگوار جو نالو مبارڪ عبدالجميل جو امامن وڏن ۽ وليين وڏن پر هيڪاري مان هو ۽ حضرت خضر عليه السلام جو صحبت دار هو۔ ڪتاب عين الحيٰوة ۽ حدائق الورديه وغيرهما ۾ ثابت آهي ته حضرت خضر عليه السلام امام شيخ عبدالجميل قُدِّسَ سِرُّهٗ کي بشارت ڏني هئي ته تنهنجي گهر ۾ نينگر پيدا ٿيندو ان جو نالو عبدالخالق رکج ۽ ان کي مون پنهنجي فرزندي ۾ قبول ڪيو۔ انکي پنهنجي نسبت کان بهره مند ڪندس، هن کان پوءِ اهڙو واتفاق ٿيو، جو امام شيخ عبدالجميل قُدِّسَ سِرُّهٗ، سببان حوادثات زماني جي روم کان ماوراءالنهر ڏاهن آيو، هڪ شهر غجدوان (غين جي پيش جيم جي جزم دال ۽ واو جي زبر سان) جو بخارا سان متصل آهي مقيم ٿيو ۽ اتي حضرت خواجه صاحب عبدالخالق غُجْدَوَاني قُدِّسَ سِرُّهٗ تولد ٿيو۔

نقل آهي ته پاڻ پنهنجي استاد صدرالدين رحمة الله عليه وٽ تفسير ٿي پڙهيائون جتي هن آيت تي پهتا۔ اُدْعُوْا رَبَّكُمْ تَضَرُّعًا وَّخُفْيَةً ؕ اِنَّهٗ لَا يُحِبُّ الْمُعْتَدِيْنَ ۝ (يعني ڪوٺيو رب پنهنجي کي زاري ۽ ڳجهائي سان تحقيق الله جل جلاله نٿو دوست رکي حد کان لنگهندڙن کي) استاد کان پڇيائون ته الله تعاليٰ جل جلاله جو خفيه فرمايو آهي، ان ذڪر ڪرڻ جي ڪهڙي وات آهي۔ جيڪڏهن ذڪر ڪندڙ ذڪر ڪرڻ ڪري يا هر وقت ذڪر … عضون کي چوري ان تي غير واقف ٿي پوي پوءِ اهو ذڪر خُفْيَه يعني ڳجهو نه ٿو ٿئي ۽ جي دل سان ذڪر ڪري ته پوءِ موافق حڪم حديث

آنڌل صرف١٣ تان ڪ پسند سي لالاڻي جي تاريخ لاءِ پڙهو: مهدي نور دين يوسف (٥٣٥) پڻ عالي جاه عاليٰ (٥٣٥) وصال ان جو آهي اي پيارا۔

اَلشَّيْطَانُ يَجْرِيْ فِيْ عُرُوْقِ ابْنِ آدَمَ مَجْرَى الدَّمِ لَه شيطان واقف ٿوٿئي - اُستاد فرمايو ته هيءُ علم لدني آهي، جي الله جَلَّ جَلَالُهٗ جي ارادي ۾ آهي، تنهن کو اهل الله توکي تعليم ڏيندو. پوءِ حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ هميشه اهڙي شخص جي انتظار ۾ هوندو هو اتفاقًا جمعه جي ڏينهن پنهنجي باغ جي دروازي تي ويٺا هوا جو هڪ شخص وڏي عمر جو آيو حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن انکي گهڻي تعظيم ڏني. حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ کي ان بزرگ فرمايو، اي جوان آئون تو ۾ آثار بزرگيءَ جا ٿو ڏسان ڪنهن کان بيعت ورتي اٿئي يا نه، حضرت جن فرمايو ته مُدّت گذري وئي آهي جو انهيءَ ڳالهه جي تلاش ۾ آهيان، پير مرد فرمايو ته اي جوان! آئون خضر آهيان توکي مون فرزنديءَ ۾ قبوليو هڪ سبق توکي ٿو ڏسيان، ان تي هميشگي رک تنهنجي ڪم جي ڪشادگي ٿيندي. ورري فرمايائون ته حوض ۾ ٽٻي ڏي دل ۾ چئو، لَا اِلٰهَ اِلَّا اللهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللهِ - حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ اهڙي طرح ڪيو ۽ سبق وٺي پنهنجي ڪم ۾ مشغول ٿيو ۽ ڪشايش عظيم ٿين، اهو ذڪر قلبي ڪين حضرت خضر عليه السلام کان مليو جيئن ته عين الحيواة ۾ آهي تَلَقَّنَ الذِّكْرَ الْقَلْبِيَّ اَيَّامَ شَبَابِهٖ عَنِ الْخِضْرِ عَلَيْهِ السَّلَامُ وَكَانَ يُوَاظِبُ عَلَى الذِّكْرِ الْمَذْكُوْرِ (عين الحيوة معرب رشحات ص۲۶) ورري جڏهن حضرت خواجه يوسف همداني قُدِّسَ سِرُّهٗ بخارا ۾ آيا تڏهن انجي صحبت کان مشرف ٿيو جو ڏنائين ته اهيا ساڳي وات ذڪر قلبي جي حضرت خواجه يوسف همداني قُدِّسَ سِرُّهٗ کي الله جَلَّ جَلَالُهٗ عنايت ڪئي - حضرت غجدواني ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. اها ڳالهه صحيح ۽ ثابت آهي جيئن ته عين الحيوة واري آندي آهي وَلَمَّا قَدِمَ الْخَوَاجَهْ يُوْسُفُ الْهَمْدَانِيْ قُدِّسَ سِرُّهٗ اِلٰى بُخَارَا حَضَرَ الْخَوَاجَهْ عَبْدُ الْخَالِقِ صُحْبَتَهٗ وَعَلِمَ اَنَّ لَهٗ اَيْضًا اِشْتِغَالًا بِالذِّكْرِ الْقَلْبِيِّ فَاغْتَنَمَ صُحْبَتَهٗ وَلَازَمَهٗ مُدَّةَ اِقَامَتِهٖ بِبُخَارَا [ٽه] (عين الحيوة معرب رشحات ص۲۶)

اها ساڳي تقرير حضرت مرشد الجن والانس خواجه قيوم جهان قُدِّسَ سِرُّهٗ

---

له شيطان ڏوهي آدم جي اولاد جي رڳن ۾ مثل هلڻ رت جي رڳن ۾ ۱۲

ٽه ان پنهنجي جواني جي ڏينهن ۾ قلبي ذڪر خضر عليه السلام کان ورتو پوءِ ان ذڪر تي دوام ڪندو رهيو ۱۲ ٽه جڏهن خواجه يوسف همداني بخارا ۾ آيو ته خواجه عبد الخالق سنڌ صحبت ۾ حاضر ٿيو ۽ ان جاتي ورتو ته هي بزرگ به قلبي ذڪر ۾ مشغول رهي ٿو ان ڪري سنڌ صحبت کي غنيمت جاتو ۽ جيستائين هو بخارا ۾ هو تيستائين وٽن رهيو ۱۲

عمدة المقامات ۾ آندي آهي، باقي جو قول ذڪر ڪجهه ڪرڻ جو حالات مشائخ مجدديه
وارن ۾ لکيو آهي ته خواجه صاحب يوسف همداني قُدِّسَ سِرُّهٗ ڪنهن وقت سو قول غير
صحيح معلوم ٿيو وَاللّٰهُ اَعْلَمُ بِالصَّوَابِ جيستائين حضرت خواجه يوسف همداني
قُدِّسَ سِرُّهٗ جن بخارا ۾ هوا، سندن خدمت ۾ رهيا ۽ فائدا گهڻا حاصل ڪيائون
پير سبق حضرت خواجه (عبدالخالق غجدواني) حضرت خضر عليه السلام هو ۽ پير صحبت
حضرت خواجه (عبدالخالق غجدواني) حضرت يوسف همداني (قَدَّسَ اللّٰهُ سِرَّهُمَا) هو
جڏهن حضرت خواجه عبدالخالق رضي الله تعاليٰ عنه حضرت خواجه يوسف
همداني قُدِّسَ سِرُّهٗ جي خدمت مبارڪ کان جدا ٿيا گهڻي مُدّت تائين مجاهدي
۽ رياضت ۾ مشغول رهيا ۽ ڪنهن کي ان جو اطلاع نه هو ته حضرت خواجه صاحب
قُدِّسَ سِرُّهٗ جن ڇا ٿا ڪن. هڪڙي ڏينهن پاڻ عبادت خاني ۾ ڦڙا ٿا ڏنائون، مريدن
عرض ڪيو ته اوهان جا هن قسم جا عمدا اطوار ۽ هيتري قدر خوش اخلاقي هوندي
به اوهانجي خوف ۽ روئڻ جو ڪهڙو سبب آهي. فرمايائون ته جنهن وقت الله جل جلاله
جي بي نيازي جو خيال ٿو ڪيان ته نزديڪ ٿو ٿئي جو ساه قالب کان نڪري وڃي ۽ ٻي
انهي سبب کان خوف ٿو ٿئي جو شايد سواءِ ارادي ۽ سواءِ اطلاع جي مون کان
اهڙو ڪم سرزد ٿي ويو هجي جو الله جَلَّ جَلَالُهٗ کي ناپسند هجي جنهن جاءِ
تي به پاڻ وهند اهوا. سبحان خوف خدا جي ايئن معلوم ٿيندو هو گويا ڪين قتل
ڪرڻ واسطي وهاريو اٿن. حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن هڪ
ڏينهن فرمايو ته آئون هڪڙي پنهنجي ڪوٺي ۾ عبادت ۾ مشغول هوس ته اتي
پاڙي ۾ هڪ عورت رهندي هئي ۽ پنهنجي مڙس سان جهيڙو ٿي ڪيائين
۽ ٿي چيائين ته هيتري مُدّت گذري ويئي آهي جو آئون تنهنجي گهر ۾ آئي آهيان
بُک اُڃ ۾ صبر ڪيو اٿم، گرمي سردي جي تڪليف پاڻ تي کنيم، جيڪو به تو ڏنو
ان تي قناعت ڪيم گهڻائي هجڻ لاءِ نالو نه ورتم، تنهنجي عزّت ۽ آبروءَ جي حفاظت
ڪيم، هي ڳالهيون سڀ ڪو هن سبب ڪيم جو تون منهنجو آهين ۽ آئون
تنهنجي آهيان پر جيڪڏهن تنهنجو ٻئي طرف خيال هوندو ته هي منهنجو هٿ
۽ خواجه عبدالخالق جي دامن هوندي. جيستائين آئون پنهنجو انصاف نه ڪرائيندس

انھيءَ دامن نہ ڇڏيندس - حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهُ جن فرمايو ته منهنجي دل ۾ انهيءَ ڳالهه جو گهڻو اثر ٿيو ۽ خيال آيم ته هڪ عورت مخلوق جي محبت ۾ ايتري قدر ثابت قدم آهي جو ان واسطي تمام سختيون ۽ تڪليفون پاڻ تي کنيون اٿس هي ڳالهه خدا ئي وات جي سالڪ لاءِ هڪ سبق هئڻ گهرجي جيئن ته مون خيال ڪيو قرآن شريف ۾ پڻ انهيءَ جي شاهدي آهي اِنَّ اللّٰهَ لَا يَغْفِرُ اَنْ يُّشْرَكَ بِهٖ وَيَغْفِرُ مَا دُوْنَ ذٰلِكَ - يعني الله جَلَّ جَلَالَهُ تو فرمائي ته الله (جَلَّ جَلَالُهُ) شرڪ کان سواءِ سڀ گناهه تو بخشي - انهيءَ آيت ۾ رب عَمَّ نَوَالُهُ حڪم فرمايو ته جي شرڪ ماسوا کي باطن ۾ وات ڏينديون ته هيون منهنجي رحمت کان محروم رهنديون -

هڪ ڏينهن حضرت خواجه قُدِّسَ سِرُّهُ جي حضور ۾ ڪنهن درويش جي وات کان نڪري ويو ته جيڪڏهن مونکي بهشت ۽ دوزخ ۾ اختيار ڏيندا ته آءٌ دوزخ قبول ڪندس، ڇو ته مون کي انهيءَ نفس جي مراد پوري ٿيندي آهي ۽ بهشت مراد نفس جي آهي ۽ دوزخ مراد محبوب جي آهي، تنهن ڪري مراد محبوب جي اختيار ڪندس - حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهُ فرمايو ته پانهي کي اختيار سان ڪهڙو مطلب، جنهن جاءِ موڪلي اٿي وڃي ۽ جنهن جاءِ تي رکي اتي رهي بندگي جي وات ته اِها آهي -

**نقل** - نقل آهي، هڪ ڏينهن حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهُ جن گهڻي جماعت سان ويٺا هوا ته اوچتو هڪ جوان فقيري لباس ۾ ڪيي، ڪنڌ ۾ اچي ويٺو حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهُ انکي ڏسي سڃاتو، توري دير ڪان پوءِ اهو جوان اٿيو، جيئن ته حديث شريف ۾ آيو آهي - اِتَّقُوْا فِرَاسَةَ الْمُؤْمِنِ فَاِنَّهٗ يَنْظُرُ بِنُوْرِ اللّٰهِ له - انهيءَ جو جا مطلب آهي - حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهُ فرمايو ان جو هي مطلب آهي، پيرهن جو جنيو توڙ ۽ ايمان قبول ڪر جهان ڇيو خدا ءِ نڪري جو مونکي جڻيون هوندو - حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهُ خادم کي اشارو ڪيو، خادمان جا ڪپڙا لاهي، ڏٺو ته جڻيون موجود هو، جوان انهيءَ گهڙي ۾ توبهه ڪئي ۽ ايمان قبول ڪيائين -

---

له مؤمن جي سمجهه کان ڊڄو، هو الله (جَلَّ جَلَالُهُ) جي نور سان نگاهه ڪندو آهي -

نقل ٤:- نقل آهي، هڪ عورت مجذوبه آگهاڙي گهٽين ۾ گهمندي هئي، ماڻهن جو ان کي چيو ته ڪپڙا ڍڪ، جواب ڏنائين ته هن شهر ۾ مرد ڪير آهي؟ جو ان کان پردو ڪريان، هڪ ڏينهن صبوح جي وقت نانوائي جي دڪان تي وئي، تنور ڪوسو هوا ن ۾ وڃي ويٺي ۽ چيائين ته هن تنور جو منهن بند ڪريو جو هاڻي شهر ۾ مرد آيو آهي انهي کان پاڻ تي لڪايان. ٿوري دير ۾ تنور جو منهن کوليائون ۽ چيائون ته ڪهڙو حال آهي؟ ان عورت چيو ته ڪپڙا آڻيو ته ڍڪيان. جڏهن ڪپڙا آندائون تڏهن تنور کان نڪتي هڪ وار کي به نقصان نه ٿيو. سڀ حيران رهيا ۽ معلوم ڪيائون ته هي ولياڻي آهي، ان عورت جڏهن ڪپڙا ڍڪيا سڀني قسم ڏني ڇيس سچ چئو اهو مرد ڪير آهي، جنهن کان تون پردو ٿي ڪرين. چيائين ته مون سان اچو ته آئون انجي زيارت لاءِ ٿي وڃان. سڀني حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ وٽ وئي جو ان وقت حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن غجدوان کان بخارا ۾ داخل ٿيا هوا. حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن ان عورت جي تعظيم لاءِ اٿيا ۽ پاڻ ۾ ڪجهه ڳالهيون ڪيائون جو انهيءَ عورت سمجهيون يا نانوائي سمجهيون.

نقل ٥:- نقل آهي ته هڪ ڀيري حضرت خواجه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالیٰ عَنْهُ جن مريدن جي جماعت سان حج بيت الله شريف تي ويا، واٽ ۾ سڀني تي اُڃ غلبو ڪيو، اوچتو هڪ کوه تي پهتا مگر ان کوه تي رسو ۽ ڏول رکيل ڪونه هو، مريدن کي نهايت نااميدي ٿي. حضرت خواجه قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو، آئون ته نماز ٿو پڙهان اوهين پاڻي پيو ۽ وضوء ڪريو، مريدن جو اهو فرمودو ٻڌو سمجهي ويا ته حضرت جن انهيءَ فرمودي ۾ ڪو ڳجهو اسرار رکيل آهي. پاڻي جي اميد تي وري کوه تي ويا ته ڏٺائون ته حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جي برڪت سان کوه منهن تائين ڀريو ويو آهي، سڀني پاڻي پيتو ۽ وضوء ڪيائون هڪ شخص ٿانءُ پاڻيءَ جو ڀري ورتو ۽ گهڙيءَ ۾ کوه جو پاڻي تري تي وڃي پهتو، هيءَ ڳالهه ڪنهن حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جي حضور ۾ عرض ڪئي، فرمايائون ته سڱتين الله جَلَّ جَلَالُهٗ تي ڀروسو نه ڪيو ته قيامت تائين کوه جو پاڻي تري تي نه پهچي ها. عين الحيوٰة ۽ عمدة المقامات ۽ رشحات ۾ مرقوم آهي ته سندن ولايت ۽ ڪرامت ايتري قدر مرتبي واري ٿي

جو سڀ کنهن وقت نماز جي مڪه شريف ويندا هوا ۽ وري موٽي ايندا هوا. شام ولايت ۾ سندن مريد ايتري قدر ٿيا جن جو شمار نه هو، انهن ڪيترين رباطون پنهنجي نالي تي ٺهرايون. عبارت "عين الحيوة" جي هيءَ آهي.

وَبَلَغَ وِلَايَتُهُ وَكَرَامَتُهُ مَرْتَبَةً كَانَ يَذْهَبُ فِي كُلِّ وَقْتٍ مِّنْ اَوْقَاتِ الصَّلٰوةِ وَيَرْجِعُ وَظَهَرَ لَهُ فِي وِلَايَةِ الشَّامِ مُرِيْدُوْنَ لَا يُحْصَوْنَ وَبَنَيْتُ رِبَاطَاتٍ فِيْهَا عَلٰى اِسْمِهِ وَجَلَسَ مُدَّةً فِي مَقَامِ الْاِرْشَادِ دَعْوَةِ الْخَلْقِ وَدَلَالَةِ الطَّالِبِيْنَ عَلٰى طَرِيْقِ الْحَقِّ" تَمَّ كَلَامُهُ مُلَخَّصًا (عَيْنُ الْحَيٰوة معرب رشحات ص ٢٦) له

حضرت غوث الثقلين فريادرس قيوم جهان قُدِّسَ سِرُّهٗ جن عمدة المقامات ۾ ٿا آڻن ته هڪ مسافر دور اهين ملڪ کان حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن وٽ آيو هو. اوچتو هڪ جوان خوب صورت حضرت خواجه قُدِّسَ سِرُّهٗ جن وٽ اچي دعا لاءِ عرض ڪيائين. حضرت جن ان کي دعا ڏني، اهو جوان گم ٿي ويو ان مسافر پڇيو ته هي جوان ڪير هو، حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن فرمايو ته هي ملڪ هو سندس رهڻ جي جاءِ چوٿون آسمان هو ڪنهن تقصير سبب پنهنجي درجي کان لهي پهرين آسمان دنيا جي تي آيو هو، ملڪن پڻ کي چيائين ته ڪهڙو ڪم ڪريان جو حق تعالىٰ مون کي انهيءَ ساڳي درجي تي پهچائي ملڪن ان کي هن جاءِ جو ڏس ڏنو. دعا گهرايائين ان کي دعا ڪيم دعا الله جَلَّ جَلَالُهٗ قبول ڪئي، اهو فرشتو ساڳي درجي تي پهتو ان مسافر پڇيو ته حضرت خواجه مون کي ايمان جي دعا لاءِ مدد ڪريو جيئن هن ڦاهي شيطان جي مان ساه سلامت نيان حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو فرض ادا ڪرڻ کانپوءِ جو دعا گهري قبول ٿي ٿئي. فرض کان پوءِ تون مون کي دعا ڪج آءٌ توکي ڪندس، انهيءَ وچ ۾ اثر دعا جي قبوليت جو منهنجي حق ۾ ۽ تنهنجي حق ۾ ظاهر ٿيندو تَمَّ كَلَامُهُ الشَّرِيْف

صاحب حدائق الوردية ۽ عين الحيوة ترجمه رشحات وارا ۽ ڪتاب فصل الخطاب کان، جو حضرت خواجه محمد پارسا جو خليفو خاص، مرهم دلهائي در منڊ حضرت

له سندس ولايت ۽ ڪرامت هن درجه کي پهتي هئي جو پاڻ نماز جي هر وقت ۾ مڪه (شريف) ويندو هو ۽ وري واپس ايندو هو. شام ولايت ۾ سندن اڻ ڳڻيا مريد ٿيا ۽ انهن سندن نالي سان ڪيترا مسافر خانا ٺهرايا ڪيترو عرصو ارشاد، خلق کي دعوت ڪرڻ ۽ طالبن کي حق جي واٽ ڏيکارڻ لاءِ ويٺا رهيا پورو ديوان جو ڪلام انتخاب سان (عين الحيوة، رشحات جو عربي ترجمو ص ٢٦)

شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جو جوڙيل آهي - نقل ڪيو آهي ته ڪيفيتِ شغل حضرت خواجه عبدالخالق غُجدواني قُدِّسَ سِرُّهٗ جي طريقت ۾ محبت آهي ۽ مڙني فريقن وٽ مقبول آهي، پاڻ هميشه وات صدق ۽ صفاءِ متابعت شريعت ۽ سنّت حضرت رسول اڪرم صلی الله عليه وسلم جي پوريءَ ريت هوا پا سو ڪندا ۽ نفس کان ۽ مخالف حرص و هوا کان ، گهڻو ڪري پنهنجو حال باطني اغيار (ذاڪرين) کان لڪائيندا هوا ۽ ذڪر قلبي ۾ مشغول رهندا هوا الخ-

## ٭سندن ارشاد ۽ وفات٭

فرمايائون:- تسليم هي آهي جو ڏينهن اَلَستُ جي نفس ۽ مال وڪڻي خريد ڪيو اٿس، اڄ پڻ تسليم ڪري، جو ته اَللّٰهُ جَلَّ جَلَالُهٗ ٿو فرمائي ”اِنَّ اللّٰهَ اشْتَرٰی مِنَ الْمُؤْمِنِیْنَ اَنْفُسَھُمْ وَاَمْوَالَھُمْ بِاَنَّ لَھُمُ الْجَنَّةَ“[1] تسليم نفس ۽ مال جي هن طرح ٿيندي آهي جو پنهنجي نفس کي حق سبحانه تعالیٰ جي ملڪيت سمجهي ۽ پاڻ کي حق جَلَّ جَلَالُهٗ وٽ وڪيل جاڻي ۽ جيستائين ٿي سگهي پنهنجي نفس ۽ مال سان خدا تعالیٰ جي ٻانهن سان سواءِ توري رکڻ جي نيڪي ڪري ۽ دنيا جي مال کي باطن ۾ جاءِ نه ڏئي ۽ پاڻ لاءِ حق تعالیٰ جي حڪم ۽ قضا کي تسليم ڪري يعني مڃي -

فرمايائون:- فراغت دل جي هن کي چئبو آهي جو دنيا جي محبت دل ۾ وات نه هجي ۽ هي معنیٰ نه آهي جو دنيا جي ڪمن ڪارن کان آجو رهي ، حق سبحانه تعالیٰ پيغمبر صلی الله عليه وسلم کي فرمايو ”فَاِذَا فَرَغْتَ فَانْصَبْ ۙ“[2] يعني جنهن وقت تمامي موجودات کان دل فارغ ٿئي ان وقت منهنجي خدمت ۾ مشغول ٿئي ، جي ماڻهو خريد و فروخت ۽ خلق جي معاملن داريءَ ۾ آهن باوجود انهي اَللّٰهُ جَلَّ جَلَالُهٗ کان غافل نٿا ٿين انهن جي تعريف الله تعالیٰ قرآن شريف ۾ ٿو فرمائي ” رِجَالٌ لَّا تُلْهِيهِمْ تِجَارَةٌ وَّلَا بَيْعٌ عَنْ ذِكْرِ اللّٰهِ“[3] ڪي اهڙا ماڻهو آهن جو نه سبحان الله! نه اهڙا ماڻهن جي جان ۽ مال سان خدمت ڪرڻ ۾ ڪوتاهي نه ڪريو ۽ انهن واسطي

[1] رڪوع ۱۴ سورة توبه ترجمه:- الله (تعالیٰ) مؤمنن کان سندن سر ۽ سندن مال هن ڳالهه جو بدلي خريد ڪيا ته بهشت انهن لاءِ آهي ۱۲ [2] سورة رڪوع ۵ ترجمه:- يعني اهڙا ماڻهو جو انهن کي واپار ۽ نه ڪي سودو الله جي ياد کان ۽ نماز پڙهڻ ۽ زڪواة ڏيڻ کان جهلينده آهي ۱۲

اسباب جمعيت ۽ فراغت جو تيار رکو، جيئن ته انهن جي دولت ۾ اوهانجو تعلق ۽ لاڳاپو رهي ۽ جا طاعت ۽ عبادت ان لقمي جي قوت کان انهن مان ٿين کان ٿئي انجو ثواب هن شخص کي به ملي ۽ انجا درجا ۽ مقامات انجي عملن جي ڪتابن ۾ داخل ٿين ۽ قيامت جي ڏينهن انجي خدمت ۽ محبت ۾ اچي "اَلْمَرْءُ مَعَ مَنْ اَحَبَّ" جي بشارت کان مشرف ٿئي ۽ اهي حضرات خاصيت "لِيْ مَعَ اللّٰهِ" جي وقت جي تارا ڪن، جنهن وقت قابل تصرف جذباتِ الوهيت جي ٿا ٿين، اهل زمين ۽ آسمان جا عقل (ڏڪيا ڪم) ڪلي ٿا پون "جَذْبَةٌ مِّنْ جَذْبِ اللّٰه تَوَازِيْ عَمَلَ الثَّقَلَيْنِ" ۽ ان وقت ان جاني مالي خدمت ڪرڻ وارا يجو ڪجهه نصيب ٿو ٿئي، اهل مشرق ۽ مغرب جا ان جو حساب ڪري نٿا سگهن، ايتري درجي کي تو پهچي جيئن ته انهي ڳالهه ڏانهن اشاره هتي فرمايو اٿس "وَابْتَغِ فِيْمَآ اٰتٰكَ اللّٰهُ الدَّارَ الْاٰخِرَةَ وَلَا تَنْسَ نَصِيْبَكَ مِنَ الدُّنْيَا" الآيَتَ - [1] يعني جيڪجهه توکي حصو دنيا جو آهي، انکي الله جل جلاله جي رضا ۾ خرچ ڪر -

راقم الحروف: - هن حضرت جن جي ارشادمان ولين سڳورن جي خدمت جاني مالي ڪرڻ جا فائدا اڄاڻ گهرجن -

فرمايائون: - نظر بر قدم جي معنيٰ هيءَ آهي ته سالڪ کي گهرجي ته وات هلڻ جي ۾ پنهنجي نظر قدم گاه کان نه لنگهائي ۽ هر وقت نظر کي ردبرد رکي، سڀ ڪجهه ڏانهن نه ڏسي جو اهو سبب فساد عظيم ۽ مانع حصول مقصود جو آهي -

فرمايائون: - هوش در دم، يعني هوشيار رهڻ سالڪ جو سيکڻ پساه ۾ ته بيدار آهي يا غافل -

فرمايائون: - سفر در وطن، يعني سالڪ جو صفات بشريه خبيثه کان صفات ملڪيه ڏانهن انتقال ڪرڻ -

فرمايائون: - خلوت در انجمن، يعني سالڪ مترئي وقت خواه خلوت ۾ هجي يا نه هجي ڪائن ٻئي ڳالهائڻ ۾ پنهنجو قلب الله جل جلاله سان مشغول رکي -

فرمايائون: - يادڪرڻ يعني ذڪر الله جل جلاله جي ۾ هر وقت مشغول رهي -

[1] سوره قصص پاره ۲۰ رڪوع ۸

فرمايائون :- باز گشت ، يعني گهڻا پيرا ذڪر ڪري ڪمال عجز ۽ زاري سان دعا گهري ته ياالٰهي مقصود منهنجو تون آهين ۽ پنهنجي رضا، محبت ۽ معرفت مونکي عطا ڪر -

فرمايائون :- نگهداشت ، يعني خطرا ۽ ڳالهيون نفس جون قلب کان دور ڪرڻ

فرمايائون :- يادداشت ، يعني توجه سالڪ جو ذات بيچون ۽ بيچگون حق سبحانهٗ جي طرف سوائ لفظن ۽ خيال جي ڪري -

فرمايائون :- وقوف زماني ۽ هوش ور دم هڪڙي چيز آهي

فرمايائون :- وقوف عددي ، ذڪر پساه چڙهڻ وقت عدد اڪيءِ جو خيال رکي

فرمايائون :- وقوف قلبي جي مراد توجه سالڪ جو قلب جي طرف ٿيءِ جو هيٺان کي ٻيءِ جي آهي -

راقم الحروف :- هيءُ اصطلاح حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن کا صادر ٿيا آهن جن تي بناءِ طريقي حضرات خواجگان قَدَّسَ اللهُ تَعَالىٰ اَسْرَارَهمْ جي آهي تحقيق هنن جي وڏن ڪتابن ۾ آهي -

هڪ ڏينهن حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن پنهنجي فرزند معنوي خواجه اولياء ڪبير قُدِّسَ سِرُّهٗ جو پنهنجي هٿ ۾ هٿ ورتي هئي وصيّت فرمايائون جي سڀ سُهڻا ارشاد آهن -

اي فرزند توکي وصيّت ٿو ڪريان ته پرهيزگاري کي پنهنجي عبادت بنائي ڇڏ ، وظيفن ۽ عبادت تي قابو رهج - پنهنجي احوال جو مراقبو ڪندو رهج الله جَلَّ جَلَالُهٗ کان ڊڄندو رهج - الله تعالىٰ جَلَّ جَلَالُهٗ ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم جو حق ادا ڪج ، ماءُ پيءُ جي حق کي پڻ خيال ۾ آڻج ، جو اهڙن عادتن کان الله تعالىٰ جَلَّ جَلَالُهٗ وٽ مشرف ٿيندين - الله تعالىٰ جي فرمان برداري ڪر ته اهو تنهنجو نگهبان رهي - قرآن شريف خواه يادخواه ڏسي پڙهڻ لازم ڪري ون قرآن شريف ڏڪ ، ڏڪ ۽ روئڻ سان پڙهج - علم جي پڙهڻ کان هڪ وک نه هٽ علم فقه ۽ حديث پڙهه - جاهلن فقيرن کان ۽ عامن ماڻهن کان پرهيز ڪج جو ته اهي دين چاچور آهن ۽ مسلمانن لاءِ فورو آهن - سُنّت جماعت تي محڪم

رهج - امامن اڳين جي مذهب تي قائم هج - جا بدعت ۽ نئون مذهب آهي سگهرا هي آهي جوانن ۾ زالن ۽ لاسڙيائن ۽ بدعتن جي صحبت نه ڪج، جو اهي تنهنجو دين برباد ڪندا - جي صحبت ڪنهن سان ڪرڻ گهرين ته فقيرن سان ڪج - خلوت اختيار ڪج - حلال کائج جو حلال خيرجي ڪنجي آهي - حرام کان بچ نه ته حق تعالى کان پري ٿيندين - اتهي پيرئي رهج، جيئن صبحلڻ قيامت جي ڏينهن دوزخ ۾ نه سڙين حلال ڏکج - جيئن عبادت ۾ ميٺاج ٿئي - نماز رات ڏينهن ۾ گهڻي پڙهه - جماعت نه ڇڏج - امام ۽ بانگو نه ٿج، دستاويزن تي پنهنجو نالو نه لکج، قاضين جي ڪچهري ۾ حاضر نه ٿج، ماڻهن جي وصيت جي وچ ۾ نه اچج، آدمين کان اٿين بچج جيئن شينهن کان تو بچين، ڪوشش ڪر ته جيئن گمنام رهين جيئن دين خراب نه ٿئي، سفر ڪر ته نفس جي خواري ٿئي خانقاه ۾ نه ويهه نه خانقاه ٺهراءِ جي ڪنهن لوڪي بچي تو جيو غمگين نه ٿئي، جي ڪنهن توکي چڱو چيو، مغرور نه ٿي - ماڻهن سان حُسن خلق ۾ گذار، هرحالت ۾ نيڪ ۽ باادب رهه - خلقن تي شفقت ڪر، تهڪ ڏئي نه کل جو ته تهڪ کان غفلت پئي ٿئي ۽ قلب تو مري - جناب حضرت رسول الله صلى الله عليه وسلم فرمايو آهي ته جيڪي مونکي معلوم آهي جي توهانکي معلوم ٿئي ته جيڪر تورو کلو، گهڻو روئو - الله جلّ جَلاله جي عذاب کان بي خوف نه هج الله جلّ جَلالهٗ جي رحمت کان نا اميد نه ٿئي، خوف ۽ اميد بچ بچ ۾ حياتي گذار، جو سالڪن جو اهو مقام آهي - ڪڏهن خوف ۽ ڪڏهن اميد - اي فرزند جي تي سگهي ته نڪاح نه ڪج جو ته متان دنيا جو طالب ٿيئن ۽ دنيا جي طلب ۾ برباد ٿيندين ۽ جي نفس جي نڪاح ڏانهن خواهش ٿئي ته ڏهن مجاهده ڪج -

راقم الحروف: - نڪاح جي روڪ ڪرڻ طالب کي مرشد ڪامل ڪندا آهن جيئن فتور ۾ نه ٿئي - هن جو هيءَ مطلب نه آهي ته اصلي انهاکان پرهيز نه ڪجي جو نه اٿين سنت نبوي جي مخالف آهي جيئن ته مڪتوبات شريف مان معلوم ٿو ٿئي -

هميشه آخرة جو ذڪر ڪر - موت کي گهڻو ياد ڪر جيئن حڪومت جو خواهشمند نه ٿئين - طالب رياست (حڪومت) کي سالڪ طريقت نه چوڻ گهرجي - گهرجي ته هميشه ورد ڪج جو ورد نفس لاءِ مار آهي - فقر ۾ پاڪيزو رهه الله جلّ جلاله جي

وات ۾ حليم ۽ ثابت قدم هجي - مشائخن جي مال، بدن ۽ جان سان خدمت ڪندڙ
رهي ۽ انهن جي دل جو خيال رکي - ڪنهن به مشائخ جو منڪر نه ٿئي - ها جيڪو شريعت
جي مخالف هجي تنهن جي انڪار سان فڪر ڪونهي جو مشائخن جو انڪار ڪندو اهو
ڇوٽڪارو نه لهندو - ماڻهن کان ڪجهه نه گهري - پنهنجي واسطي ڪجهه گڏ نه ڪري - حق
تعالىٰ جي ضامن هوڻ ۾ ويسو ڪري - الله تعالىٰ جل جلاله فرمايو ته اي آدم آئون
ڏهاڙيون توکي روزي تو پهچايان تو پاڻ کي تڪليف نه ڏي، توڪل جي ڀروسي تي تنده
رک - الله تعالىٰ جل جلاله فرمايو " وَمَنْ يَتَوَكَّلْ عَلَى اللّٰهِ فَهُوَ حَسْبُهٗ ط" يعني
جنهن خدا تعالىٰ تي توڪل ڪيو، حق جل وعلا ان کي ڪافي آهي - يقين ڪري ته رزق
قسمت جو آهي، جوانمردي جو ڪجهه الله جل جلاله توکي ڏنو آهي خلق کي ڏي - بخل
۽ حسد کان پرهيز ڪندو رهي، ڇو ته بخيل ۽ حاسد قيامت جي ڏينهن دوزخ ۾ ويندا - پنهنجو
ظاهر نه سينگاري، ڇو ته ظاهر سينگارڻ سبب خرابي باطن جي آهي - الله تعالىٰ جي واعدي
تي پڪ ويسو ڪري، سڀ خلق کان نا اميد ۽ الله جل جلاله ۾ اميد رکي - ڪنهن سان
محبت نه رکي - سچ ڳالهائي - نفس سان پيار نه رکي - ضروري ڳالهه کان سواءِ ماٺ
۾ گذاري - هميشه خلق کي نصيحت ڪندو رهي - کاڌو پيتو گهٽ ڪري جيستائين کائڻ جو
احتياج نه هجي نه کائي - جيستائين ننڊ جو غلبو نه ٿئي نه سمهي ۽ ويري جلد اٿي سماع
يعني سرود ۽ نغمه ۾ نه ويهي، ڇو ته سماع کان نفاق پيدا ٿو ٿئي - گهڻو سماع دل کي مئل ٿو
ڪري - سماع جو انڪار نه ڪري ڇو ته اهل سماع جا گهڻا آهن - سماع ان شخص
کي درست آهي جنهن جي دل جيئري هجي ۽ نفس مئل ۽ جنهن ۾ اهي ڳالهيون نه
هجن انهن کي نماز ۽ روزي ۾ مشغول ٿيڻ تمام ضروري آهي - گهرجي ته تنهنجي دل
هميشه ذڪر واري هجي، جسم نماز ۾، عمل خالص هجي، دعا تنهنجي مجاهدو، ڪپڙا تنهنجا
پراڻا، سنگتي تنهنجو درويش، تنهنجو گهر مسجد، تنهنجو مال مسئلا جا ڪتاب،
تنهنجو سينگار دنيا جو ترڪ، دوست تنهنجو خدا تعالىٰ هجي - جنهن شخص ۾ پنج ڳالهيون
نه هجن انهن سان ياري نه ڪر - پهريون فقيري کي اميري کان زياده چاهي - ٻيو علم
کي دنيا جي ڪمن تي زيادتي ڏئي - ٽيون ذلت کي عزت کان پيو چاهي - چوٿون علم ظاهر
باطن جو واقف هجي - پنجون موت لاءِ تيار هجي - اي فرزند دنيا تي مغرور نه ٿي

صبح يا شام ڪيو ڪندين. گهرجي ته خلوت ۾ هيڪلو ويهي خوف خدا جي ۾ دل کي عاجز رک. الله جل جلاله جي عشق ۾ غرق ٿيءُ دنيا ۾ ائين حياتي گذار جيئن مسافر آهين دنيا کان ائين خالي رهه جو قيامت جي ڏينهن معلوم نه ٿئي ته ڪو تون فلاڻي توليءَ مان آهين. اي فرزند جيئن مون پنهنجي پير کان هي وصيتون سڀ ياد ڪيون هيون ۽ عمل ڪيو هوم اهڙي طرح تون به ياد ڪج ۽ ان تي عمل ڪج. الله تعاليٰ تنهنجو دين ۽ دنيا ۾ نگهبان رهندو ۽ جنهن شخص ۾ اهي ڳالهيون ڏسين اهو پيروي جو لائق آهي ۽ جو انهيءَ جي پيروي ڪندو منزل مقصود تي پهچندو.

معلوم ڪرڻ گهرجي ته انهن نصيحتن ۾ پنهنجي فرزند معنوي لاءِ هڪ جي رسالو لکيو اٿن جنهن جو صاحب "حدائق الورديه" اشارو آندو آهي. هڪ درويش کان ٿن پڇيو ته عالم جي عقوبت ڇا کي چوندا آهن. پاڻ فرمايائون ته جنهن وقت عالم مرد طلب آخرت جي کان رهجي دنيا جي طلب ۾ مشغول ٿو ٿئي. الله جل جلاله دنيا ۾ اها عقوبت ٿو ڏيس جو مناجات ۽ لذت عبادت ۽ بندگي جي ان کان کڄي ٿي وڃي ۽ اهو سنت تي چڱا ٻڻ کان رهجي ٿو وڃي ان وقت انکي عقوبت آخرت جي ۾ مبتلا ٿو ڪري.

۽ فرمايائون نماز کي اهڙي قدر خوف ۽ ڊپ الله جل جلاله جو هجي، جيڪڏهن تير هڻن ته به خبر نه پوئيس، نماز جي خشوع جي اها معنيٰ آهي.

۽ فرمايائون ته ڪم آهن جو انهن مان هڪ کي پڻ دوست رکندو دوزخ انجي ڪندي جي رڳن کان وجهو ٿيندو. اول عمد وڪائڻ، ٻيو اميرن جي صحبت ۾ ويهڻ ٽيون عمدي پوشاڪ ڍڪڻ پر اهو ته هين جڏهين ٿي ڪم نفساني هوا سبب ڪندا هوندو — راقم الحروف:- معلوم ٿيو ته عمد وڪائڻ، جهڙي طرح گوشت کي حضرت رسول انور صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وسلم جن محبت رکندا هوا. انهيءَ سبب گوشت يا ڪنهن ٻيءَ عمدي طعام جو سنت سان لاڳو آهي "سا محبت ٿو ڪري ته فخر ڪو هجي پوشاڪ ڍڪڻ محمدي صلي الله عليه وسلم جا شرع سان لاڳو آهي "زَيِّنُوا مَسَاجِدَكُمْ" جي حڪم تي عمل ڪري ڍڪي ٿو ته به گناه ڪو نهي، جي صحبت اميرن جي ڪنهن خاص سبب ڪري جهڙو حضرت رسول انور صلي الله عليه وسلم جن قريش جي رئيسن وٽ ترغيب ڏيڻ اسلام لاءِ ويندا هوا اهڙي طرح پيا ولي ڪامل پڻ بادشاهن وٽ انهيءَ دعوت اسلام جي

نيت سان رهيا آهن نه نفساني خيال سان.

حالات مشائخ نقشبنديه واري ميان احوال گذريل نکي آئي ٿو ته، نقل آهي ته جڏهن حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جو پويون وقت آيو ۽ پڻ ۽ فرزندن ٻچن کي جوان وقت موجود هوا. اکيون کولي فرمايائون ته اي پيارو خوش خبري هجيو جو الله تعالىٰ جَلَّ جَلَالُهٗ مون کان راضي آهي ۽ رضا جي بشارت ڏني اٿس، سڀ مريد روئڻ لڳا عرض ڪيائون ته اسان جي واسطي ڪا دعا فرمايو، پاڻ فرمايائون ته توهان کي مبارڪ هجي جو الله تعالىٰ جَلَّ جَلَالُهٗ مون کي الهام فرمايو آهي ته جو شخص هن طريقي تي هلندو ۽ استقامت يعني ٻيهڪ رکندو ان تي رحمت ڪندس ۽ ان کي بخش ڪندس - ڪوشش ڪريو جو هن طريقي کان جدا نه ٿيو ۽ قائم رهو- ٿوري دير کان پوءِ هڪ آواز آيو يَآ أَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ ۝ ارْجِعِي إِلَىٰ رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً ۝ مريدن خيال ڪيو ته ناڳاه حضرت جن انتقال فرمائي ڇڏيو. إِنَّا لِلّٰهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ ۝

سندن وفات کان پوءِ ڪنهن اهل باطن جي خواب ۾ ڏٺو ته حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن عرش جي هيٺان هڪ تخت نوراني تي ويٺا آهن ۽ ملائڪ چوڌاري گڏ بيٺا آهن ۽ الله جَلَّ جَلَالُهٗ جا سلام حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ کي ٿا پهچائين رحمة الله عليه رحمةً واسعةً.

سندن وفات ۱۲ ربيع الاول سنه ۵۷۵ پنج سؤ پنجهتر هجري ۾ واقع ٿي- زيارت گاهه غجدوان ۾ ڇه فرسنگ بخارا کان پري، مشهور ۽ معروف آهي - جناب مفتي تاريخ جو مادو هن طرح آندو آهي

| | |
|---|---|
| عبد خالق غجدوانی شیخ حق | رفت از دنیا بفردوس برین |
| ارتحالش آفتاب کامل است | ہم بفرما مطلع نور یقین |
| باز محبوبِ نبیّ مجتبیٰ | نیز تاج اولیا مهدیٔ دین |

## حالات حضرت خواجه عارف ريوگري قدس سره

هيءَ وڏن ولين مان تقوىٰ ۽ ورع جو سينگار، حلم ۽ حياء جو درياءَ بي ڪنار، رياضت ۽ عبادت ۽ سنّت نبوي ۾ شان عالي رکندڙ، غجدواني فيض جو سمونڊ عميق، وارث صدق صديقي، عدل فاروقي، حياء عثماني هيبت

حيدري ، نالو مبارڪ سندن عارف ريوگري آهي قدس الله تعالیٰ سره الاقدس
اگرچه حضرت خواجهٔ جهان سر حلقه حضرات خواجگان حضرت خواجه عبدالخالق
غجدوانيءَ جا بيا به خليفه عالي شان رکندڙ هوا جهڙوڪ خواجه احمد صديق
۽ خواجه شيخ سليمان ڪرماني ۽ حضرت شيخ اولياء ڪبير قدس الله تعالیٰ سرهم
مگر سڀني خليفن ۾ اقدس ۽ اعظم حضرت خواجه عارف رضي الله تعالیٰ عنه
آهي - جيستائين حياتي صوري حضرت خواجه جهان جي هئي، سندن خدمت ۾
رهيا - سندن وفات کان پوءِ سندن ارشاد جي مسند تي ويهي هدايت خلق جي ۾
مشغول ٿيا - جناب حضرت وسيله جن يڪه هر مستمندن مرهم دلهاءِ
دردمند حضرت شاهه نقش بند قدس سره جي نسبت باطني پڻ حضرت هنن
سان ئي لڳي - سندن مدح ايتري نه آهي جو هن ننڍڙي رسالي ۾ لکي سگهجي
سندن وفات پهرين شوال ٦١٦ه - صاحب رشحات ۽ خزينة الاصفيا
جي قول تي ٥١٥ه ۾ واقع ٿي - عمر تمام گهڻي ٿي - مزار فيض آثار حضور جي
شهر "ريوگري" جو بخارا کان ارڙهن ميل پري آهي زيارتگاهه عام خاص آهي
مادو تاريخ وفات جو مفتي صاحب هيءُ آندو آهي -

عارف آن عارف ولی خدا — متصل شد بوصل سبحانی
خواجهٔ اهل دین بگو سالش ٧١٥ه — نیز عارف امین ربانی
نیز درویش صادق آمد رات ٧١٥ه — رحلت آن ولی یزدانی

## حالات حضرت خواجهٔ محمود انجير فغنوي قدس سره

هي ابرار شاد الهي - منبع برڪات نامتناهي - غوثِ وقت، قطبِ زمان، فخر
حضرات خواجگان - واقف رموز خفي وجلي - نالو مبارڪ سندن حضرت خواجه
محمود انجير فغنوي آهي قدس الله تعالیٰ سره الاقدس - هي حضرت خواجه عارف
ريوگريءَ قدس سره جي ٽن خليفن مان آهي - جڏهن حضرت خواجه عارف
قدس سره جو پويون وقت آيو تڏهن پاڻ انکي پنهنجو خليفو ڪيائون ۽ خلق
جي دعوت لاءِ اجازت ڏنائون - سندن ولادت جي جاءِ انجير فغني رانجير همزه
جي زير سان ۽ نون جي جزم سان، پوءِ جيم، پوءِ يي ساڪن ري مهملي ترڪي

۾ نالو منيءَ جو آهي ۽ فغني فسان شهر بخارا جي ڀر سان آهي) بخارا جي ڀرسان واقع آهي. ٻائي واهڪني ۾ رهندا هوا (حدائق الورديه واري ٻي لکيو آهي وابڪني واو مفتوح پوءِ الف پوءِ بي موحده ساڪنه پوءِ ڪاف پوءِ نون پوءِ بي تحتاني" شهر آهي بخارا جي ڀر سان ۽ اتي تربيت ۽ هدايت خلق جي فرمائيندا هوا. ٻائي سببان وقت مصلحت جي طالبن کي ذڪر جهري آواز سان پڙهڻ جي تعليم ڏيندا هوا اول شخص جنهن هن سلسلي ۾ ذڪر ڪيو سو حضرت خواجه محمود آهي نه ته خواجه عبدالخالق غجدواني ۽ خواجه عارف ريوگري قدس سرهما جن ذڪر جهر نه ڪندا هوا. خواجه ڪبير قدس سره جو فرزند ۽ خليفه حضرت خواجه عبدالخالق غجدواني رحمة الله عليه جو هو. خواجه محمود قدس سره تي اعتراض ڪيو ته اوهين ٻن خلاف پيرن وڏن حضراتن سڀني جي ذڪر ڏاديان اختيار ڪيو اٿو. حضرت جن جواب ڏنو ته مونکي حضرت پير خواجه عارف قدس سره پوئين پساه ۾ فرمايو هو ته ذڪر ڏاديان ڪر. هن جاءِ تي حالات مشائخ نقشبنديه وارو ڏٺو تکي ته منهنجي خيال ۾ هي ڳالهه اچي ٿي ته پوئين پساه ۾ حضرت خواجه عارف قدس سره جو ذڪر جهر لاءِ حڪم فرمائڻ ائين هو جو جيئن مريض جي پوئين پساهن تي مريض وٽ وڏي آواز سان ذڪر ڪلمه جي ياد ڏيارڻ واسطي چوندا آهن. انهيءَ جو مطلب حضرت خواجه محمود قدس سره اجازت ذڪر جهر جي سمجهي

نقل آهي ته مولانا حافظ الدين بخاري رحمة الله عليه جو وڏن عالمن مان ۽ حضرت خواجه محمد پارسا قدس سره جو ڏاڏو هو. ساڻ اشاره رئيس العلماء شمس الائمه حلوائي عالمن جي وڏي مجلس جي روبرو حضرت خواجه محمود انجير فغنوي قدس سره کان پڇيو ته اوهين ذڪر جهر ڪهڙي نيت سان ٿا ڪريو. فرمايائون ته ستل جاڳن غافل خبردار ٿين ۽ استقامت شريعت ۽ طريقت سان هن واٽ تي اچن ۽ حقيقت توبه ۽ انابت ڏانهن لاڙو وٺن. مولانا فرمايو ته اوهانجي نيت صحيح آهي اوهانکي اهو شغل مباح آهي پر ذڪر جهر جي ڪا تعريف فرمايو جنهن کان آشناءِ بيگانه ممتاز ٿين. حضرت خواجه محمود قدس سره فرمايو ته ذڪر ڏاديان ڪرڻ

انکي درست آهي، جنهن جي زبان کرڻ ۽ گلا کان پاڪ هجي ۽ پڙهي لقمي شبهي واري ۽ حرام کان صاف هجي ۽ ان جو قلب ريا کان اصلي بيزار ۽ پاڪائي ۾ رهندڙ ۽ انجو خيال ماسواي جي توجهه کان خالي هجي. انهيءَ ذڪر جي شرطن جو بيان جناب مفتي غلام سرور چشتي "خزينة الاصفياء" ۾ بيان آندو آهي.

حضرت خواجه علي راميتني قُدِّسَ سِرُّهٗ سندن خليفه اعظم کان منقول آهي ته هڪ درويش حضرت خضر عليه السلام کان پڇيو ته هن وقت جي مشائخن مان جو پورو تابعدار شريعت جو هجي، اهڙو ڪير آهي جنهن جي مريدي کان مشرف ٿجي ان فرمايو ته خواجه محمود انجير فغنوي. حضرت خواجه علي راميتني جي اصحابن مان هڪ جو چوڻ آهي ته درويش سائل کان مراد پاڻ حضرت خواجه علي راميتني آهي، پاڻ انهيءَ ڳالهه کي لڪايائون ته متان ڪوچوي ته فلاڻي حضرت خضر عليه السلام جي زيارت ڪئي آهي. اهو پويون قول صاحب "حسن الوريه" جو بيان آندو آهي.

نقل آهي ته هڪ ڀيري خواجه علي راميتني قُدِّسَ سِرُّهٗ حضرت خواجه محمود قُدِّسَ سِرُّهٗ جي مريد سان ذڪر ۾ مشغول هوا ته اوچتو هڪ پکي اڇي رنگ جو هوا تي اڏامندو متان اچي لنگهيو ۽ چٽي زبان سان چيائين اي علي مرد ٿي ۽ پنهنجي ڪم ۾ مشغول ره. ان پکيءَ جي ڏسڻ ۽ انهيءَ آواز ٻڌڻ کان سڀئي مجلس وارا نهايت فيض ۽ ظهور اسرار کان بي هوش ٿي ويا، جنهن وقت هوش ۾ آيا ته هن حضرت خواجه علي راميتنيءَ کان پڇيائون ته هيءَ ڪهڙو معاملو هو، حضرت خواجه قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو ته هي پکي روح پر فتوح حضرت خواجه محمود فغنوي قُدِّسَ سِرُّهٗ جو آهي الله تعالىٰ جَلَّ جَلالُهٗ انکي قوت ڏني آهي جو هر روز جنهن جاءِ تي الله تعالىٰ حضرت موسىٰ سان ڳالهايو آهي اتي وڃي ٿو ۽ هر مخلوق جي صورت بنجي سگهي ٿو هن وقت خواجه دهقاني قلبي رحمة الله عليه جو (خواجه اولياء ڪبير جي اول خليفن مان آهي) وقت پويون هو، انهي دعا گهري ته يا الله منهنجي پڇاڙي وقت ۾ منهنجي مدد ڪر، ته جو منهنجو ڪو دوست موڪل، جو انجي برڪت سان دنيا مان ايمان جي سلامتي سان وڃان، اهڙي طرح رباني اشاره سان اعلىٰ عليين کان حضرت خواجه محمود انجير فغنوي جو روح مبارڪ پرواز ڪري حضرت خواجه دهقاني جي پوئين وقت تي پهتو ان جي چڱي پڇاڙي ٿي ۽ هاڻي

موٽندي، جنهن تہ موسان گھڻي عنايت ۽ محبت اٿن، هون وٽ تمهنهن زمايائون هي نقل جنهن تہ "حالات مشائخ نقشبنديه" کان زياده خزينة الاصفياء ۾ لکيل آهي، اتاهون نقل کيم - سال وفاتي جو صاحب "سفينة اولياء ۽ حالات مشائخ نقشبنديه" جي سال ست سؤ پنڊرهن لکيو آهي ۽ تذکرة الاصفياء تذکرة العاشقين جي روايت موافق سال ست سؤ سترهن آهي - تاريخ جو مادو از مفتي صاحب

چون مکان در جنت محمود يافت — حامد و محمود شيخ الاصفياء ٧١٥ھ

شاه عرفاني است سال وصل او — هم بخوان محمود تاج الاصفياء ٧١٥ھ

## حالات حضرت خواجه علي راميتني قدس سره

هو شريعت ۽ طريقت جو باني ۽ معرفت حقيقت ۾ لاثاني، سندن توجہ جا تہ اکسير ۽ مستکينن دورن جو دستگير، خلق جون چنيون گنيي بندرن، هڪ گهڙي ۾ طالب کي وڏي درجہ تي نيندرتہ تارڪ دنيا دي، نالو مبارک سندن حضرت خواجه علي راميتني آهي قدس سره - پاڻ حضرت خواجه محمود قدس سره جي وڏن خليفن مان آهن - جڏهن حضرت خواجه محمود انجير فغنوي قدس سره جو پڇاڙيءَ وقت ٿيو تڏهن پاڻ حضرت خواجه علي راميتني کي پنهنجي خلافت حوالي کيائون ۽ مڙئي پنهنجا مريد سندن حوالي زمايائون - پاڻ حضرت خضر عليه السلام سان صحبت کندڙ هوا - حضرت خضر جي اشاري سان حضرت خواجه محمود قدس سره جي مريدي کان مشرف ٿيل هوا - سندن رهڻ جي جاءِ راميتن ۽ جا ڳجاڻا کان بڙخ پري آهي ان ۾ هئي مگر ڪن حادثن سبب شهر باورد ۾ آيا ۽ اتي خلق جي ارشاد ڏيڻ ۾ مشغول رهيا، ري اتاهون "خوارزم" ۾ تشريف آندائون - اتي رياضت ۽ مجاهدي ۾ مشغول ٿيا ۽ سندن انهيءَ جاءِ تي مريد بيشمار ٿيڻ لڳا - کين حضرت عزيزان چوندا آهن جو تہ پاڻهين پاڻ کي عزيزان زمائيندا هوا تہ عزيز اهين تو چوي - حضرت علاء الدين سمناني رحمة الله عليه سندن زماني ۾ هو - حضرت خواجه صاحب ڏاهن کنهن درويش جي واتان چورائي موکليو تہ ڏاهين ۽ آئون ايندڙ وينڊڙ جي خدمت تاکريون ۽ اوهين کاڌو ساڌو تا کا رايو ۽ آئون عمده

عمل ۽ ڪاج ڏو ڪارايان مگر اوهان جي سڀ تعريف پيا ڪن ۽ منهنجي شڪايت ٿا ڪن انهيءَ جو ڇا سبب؟ حضرت عزيزان قُدِّسَ سِرُّهٗ جواب ڏنو ته خدمت ڪرڻ وارا ۽ احسان ڪرڻ وارا گهڻا آهن ۽ خدمت ڪرڻ وارا ۽ احسان مند ٿيڻ وارا تمام ٿورا آهن. ٻيو ته مون ٻڌو آهي ته اوهان تربيت ۽ تعليم حضرت خضر عليه السلام کان ورتي آهي اها ڳالهه ڪيئن آهي، جواب ڏنائون ته الله جَلَّ جَلَالُهٗ جو ٻيو عاشق ٿو ٿئي ان تي حضرت خضر عليه السلام عاشق آهي. ٽيون هيءُ ته مون ٻڌو آهي ته اوهين ذڪر جهر (ڏاڍيان) ٿا ڪريو ان جو ڇا سبب؟ پاڻ جواب ڏنائون ته مون ٻڌو آهي ته اوهين ذڪر ڳجهو ٿا ڪريو ته هن اوهان جو به ذڪر جهر ٿي چڪو. حضرت عزيزان قُدِّسَ سِرُّهٗ جن ڪساجي (اُڻ جو ڪم) پرهيزگاري ۽ ڪامل ڪسب حلال جي لاءِ ڪندا هوا. ڪا نئين ڪنهن پڇيو ته ايمان ڇا کي ٿا چون، پاڻ پنهنجي ڪسب موافق فرمايائون ڇنڻ ۽ ڳنڍڻ يعني خلق کان ڇني ڇڏڻ ۽ خالق سان ڳنڍڻ. ڪنهن ڪا نئين پڇيو ته شريعت جو بالغ ڇا کي چون ۽ طريقت جو بالغ ڪير آهي؟ فرمايائون ته شريعت جو بالغ اهو آهي جنهن کان مَني يعني ظاهري پاڻي مردي جو نڪري ۽ طريقت جو بالغ اهو آهي جو مَنيءَ کان يعني خوديءَ کان ٻاهر اچي ان درويش اها معرفت سڻي منهن زمين تي رکيو. حضرت خواجه صاحب جن فرمايو منهن جو زمين تي رکڻ ڪهڙي حاجت آهي بلڪ جيڪي ڳجهو اٿئي سو زمين تي رک يعني عوت (غرور ۽ هٺ) سندن فرزند ۽ جاءِ نشين حضرت خواجه ابراهيم قُدِّسَ سِرُّهٗ کان نئين پڇيو ته "اَلْفَقِيْرُ لَا يَحْتَاجُ اِلَى اللّٰهِ" يعني فقير الله جَلَّ جَلَالُهٗ ڏانهن محتاج نه ٿو ٿئي ان جي معنيٰ ڇا آهي؟ حضرت خواجه صاحب عزيزان قُدِّسَ سِرُّهٗ جن جواب ڏنو ته "لَا يَحْتَاجُ بِالسُّؤَالِ اِلَى اللّٰهِ" يعني فقير الله جَلَّ جَلَالُهٗ جي حضور سوال نٿو ڪري ڇو ته رَبُّ عَمَّ نَوَالُهٗ، عَلَّامُ الْغُيُوْبِ غيب جون ڳالهيون ڄاڻندڙ آهي ان کي سوال ڪرڻ جي ڪهڙي حاجت آهي، اهو سڀني جون حاجتون ڄاڻي ٿو. ٻيو نقل آهي ته ڪائنس ڪنهن سوال ڪيو ته حديث "اَلْفَقْرُ سَوَادُ الْوَجْهِ فِي الدَّارَيْنِ" ۽ "كَادَ الْفَقْرُ اَنْ يَّكُوْنَ كُفْرًا" اهي ٻئي حديثون مخالف آهن حديث "اَلْفَقْرُ فَخْرِيْ" کي، حضرت عزيزان قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو ته پهريون ٻئي حديثون انهن فقيرن جي حق ۾ آهن جو پنهنجي فقيري خلق تي ظاهر ٿا ڪن ۽ ان فقيريءَ جي وسيلي سان

پنهنجي مقرر ڪيو اٿن ۽ انهيءَ مان نفعو حاصل ڪيائون.

نقل آهي ته هڪ شخص سندن حضور انور ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته مونکي بندوسار جو. پاڻ فرمايائون ته تون بازار ۾ وڃي هڪ ڪوزو وٺي مونکي عنفهه طور آڻي ڏي، ان شخص انهيءَ حڪم جي تعميل ڪئي پوءِ فرمايائون ته هاڻي جڏهن هي ڪوزو ڏسندس تڏهن توکي ياد ڪندس، هن نقل جي حالت حضرت بايزيد قُدِّسَ سِرُّهٗ جي حالت سان تعلق ٿي رکي، جيئن ته پنهنجي خادم کان ڏيهاڙي نالو پڇڻ فرمائيندا هوا. نه ته وليَن کي عنفهه جي ڪهڙي پرواه. اه

نقل آهي ته هڪ ڏينهن عالمن جي جماعت حضرت عزيزان جي ملاقات لاءِ آئي گفتگو ڪرڻ ۾ هڪ عالم چيو ته عالم ڪل آهن ۽ درويش مغز آهن حضرت جن فرمايو ته مغز ڪل جي نگهباني ۾ رهندو آهي.

نقل آهي ته ڪنهن شخص از روءِ انڪار جي چيو ته بمصداق آيت وَيَمْشِي فِي الْأَسْوَاقِ جي ته حضرت عزيزان بلڪه بازاري آهي، يعني سُٽ جي خريد ڪرڻ لاءِ بازار ۾ ويندا هوا! حضرت عزيزان قُدِّسَ سِرُّهٗ اهي ٻڌي فرمايو ته اي يار! عزيزان زاري توکري پوءِ چونه بازاري ٿيان (زاري سان ملائڻ ته بازاري نهي ويندو) يعني اَللّٰهُ جَلَّ جَلَالُهٗ جي درگاه ۾ زاري، نياز، درد، سوز ۽ مسڪيني ڪرڻ جي.

نقل آهي ته وٽن هڪ دعزت وارو مهمان آيو (خزينة الاصفياء واري آندو آهي ته ان ڏينهن ساري خانقاه ۾ ڪابل هئي" ۽ صاحب حدائق الورديه آندو آهي ته اَنَّ اَحْسَنَ السَّادَاتِ جَاءَ يَوْمًا لِزِيَارَتِهٖ ۽ عين الحيٰوة واري ضيوف جمع (ضيف) آندو آهي، يعني گهڻا مهمان آيا هوا. وَاللّٰهُ اَعْلَمُ بِالصَّوَابِ. ان وقت سندن گهر ۾ ڪا شيءِ موجود نه هئي اوچتو هڪ غلام جو سندن مريدن ۾ ماني ونڊيندو هو، هڪ کاري ماني جي پري آندائين ۽ حضور ۾ نذر عرض رکيائين ان وقت پاڻ تمام خوش ٿيا. حضرت جن ان وقت ان غلام کي چيو ته هن وقت توتا چڱي خدمت ڪئي آهي، جا تنهنجي مراد هجي گهر، ان غلام چيو ته آئون توکان تو ته آئون تون ٿيان، يعني تو وانگر ٿيان. پاڻ فرمايائون ته هي نهايت سخت ڳالهه آهي، تون انهيءَ جهلي نه سگهندين ان عرض ڪيو، منهنجو اهو مقصد آهي، هن کان سواءِ ٻيو خيال نه اٿم. پاڻ فرمايائون ته چڱو بلا ائين

جيئي انکي هٿ ۾ وٺي ڪنب ۾ ڊبايءِ انجي حال تي متوجهه ٿيا جڏهن ٻاهر تشريف آندائون
تڏهن اهو ٻار جي ظاهر ۽ باطن ۾ سندن نور في ڀيو، مگر انکان پوءِ چاليهن ڏينهن
تائين حيات رهيو ۽ اهو ٻار ولايت زياده ڪٿي نه سگهيو ۽ وفات ڪيائين. عين الحيٰوة ۽ حدائق
الورديه ۾ آهي ته حضرت جن سيد احمد عرف سيد آتا (جو مريد خواجه زنگي آتا جو
اهو مريد حڪيم آتا جو، اهو مريد احمد يسوي جو، اهو مريد خواجه يوسف همداني
قُدِّسَ سِرُّهٗ جو) جا همعصر هوا. سيد آتا قُدِّسَ سِرُّهٗ ۽ حضرت خواجه عزيزان
قُدِّسَ سِرُّهٗ وچ ۾ ڪو مناظره هو. هڪ ڏينهن سيد آتا کان اهڙي ڳالهه صادر ٿي
جو حضرت جن جي بي ادبي ٿي، او چتو اهڙن ڏينهن ۾ ترڪن ڪاهه ڪئي، سيد آتا جي
فرزند کي ٻڌي قيد ڪري ويا. سيد آتا صحيح ڪيو ته هي حادثو بي ادبي جو سبب آهي جو
حضرت خواجه عزيزان قُدِّسَ سِرُّهٗ جن سان ڪئي هيم، تنهنڪري حضور ۾ اچي
حاضر ٿيو ۽ عذر گهريائين (معافي گهريائين) حضرت جن کي ۽ جيڪي حضور ۾ وڏا
مشائخ ۽ عالم ويٺا هوا دعوت ڪيائين. حضرت خواجه عزيزان قُدِّسَ سِرُّهٗ، سيد
آتا قُدِّسَ سِرُّهٗ جي مراد معلوم ڪئي، جڏهن انهي جاءِ ۾ آيا نوڪر دسترخوان وڇايو
۽ طعام حاضر ڪيائين. حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو ته اسين طعام
ڏانهن هٿ ڊگهو نه ڪنداسين جيستائين سيد آتا جو فرزند نه اچي ۽ اسان سان گڏ
نه کائي، پوءِ ماٺ ۾ رهيا ۽ ساري جماعت انتظار ۾ رهي او چتو دروازه کڙڪڻ لڳو
جڏهن کوليائون تڏهن حضرت سيد آتا جو فرزند ڏٺائون. ساري خلقت نهايت
حيران ٿي پوءِ انکان احوال پڇيائون ته توهان ڪيئن ڇٽين ۽ هيت ڪيئن پهتين
اُن نينگر چيو ته آئون ڪي ڪين ڄاڻان سواءِ هن ڳالهه جي جو هن مهل ترڪن وٽ قيد
ٻڌل هوس اهائي مهل آهي جو هاڻي ڏٺم، جڏهن ته قيد واري جاءِ ڏانهن ڏيهن جو
پنڌ پري هئي. تڏهن سڀني حاضرن کي حضرت جن جي پلائي ۽ ڪرامت جو هيڪڙي يقين ٿيو
نقل آهي ته جڏهن حضرت جن اشاري غيبي سان بخارا کان خوارزم ۾ اچڻ جو ارادو
ڪيو تڏهن شهر جي دروازه جي ٻاهران رهي پيا ۽ هڪ درويش کي اتان جي بادشاه
ڏانهن موڪليائون ته چوليس ته هڪ درويش توهان جي دروازه تي آيو آهي جي وهاڻي
مصلحت هجي ته شهر ۾ اچي نه ته موٽي وڃي، درويش کي چيائون ته جي بادشاه موڪل

ڏئي ته ان جاهت اڪر مهر سان اجازت نامون ونئي اچج - جڏهن درويش بادشاهه وٽ آيو ۽ حضرت جن جو پيغام ڪيائين تڏهن بادشاهه ساري دربار وارن سميت کلڻ لڳو ته ڪهڙا ماڻهو نادان ۽ سادي طبع جا آهن، پوءِ چرچي طور هڪ اجازت نامون دستخط ۽ شاهي مهر سان ان درويش کي ڏنائون - حضرت جن جي خدمت ۾ اجازت نامو حاضر ٿيو پوءِ شهر ۾ اندر داخل ٿيا ۽ هڪ ڪنڊ ۾ ويهي حضرت خواجگان جي طريقي ۾ مشغول ٿيا صبح جي وقت جتي مزور هوا هنن آئي ويهي هڪ به مزدور آڻيندا هوا ۽ انهن کي فرمائيندا هوا ته وضو ڪريو ۽ نماز پڙهو ۽ وچين جي وقت تائين مون وٽ ويهو ۽ ذڪر ڪريو، تنهن کان پوءِ انهن کي مزوري ڏئي رخصت ڏيندا هوا - اهي ماڻهو تمام خوش ٿي اهو ڪم ڪندا هوا جڏهن هڪ ٻه ڏينهن حضرت جن جي خدمت ۾ صحبت ۾ رهيا ته حضرت جو تصرف ۽ صحبت جو اثر منن ظاهر ٿيو پئي ڏينهن صحبت مبارڪ کان جدا ٿيڻ نٿي چاهيائون نيٺ تمام طالبن جو گهڻو انبوهه ٿيو بي شمار خلقون اچڻ لڳيون بادشاهه کي خبر پئي ته هت ڪو شخص آيو آهي اڄي تمام گهڻي خلق مريد ٿي آهي ۽ ٿيندي ٿي وڃي انديشو ٿو ٿئي ته اهي ماڻهون زور نه وٺي وڃن ۽ ملڪ ۾ ڪو فساد نه ڪن، بادشاهه انهيءَ ڳالهه جو وهم ڪري خواجه صاحب کي شهر کان ٻاهر لوڏائڻ جو حڪم ڪيو - حضرت جن اهو سڄو درويش مو ڪليو ته اسين توهان جي اجازت سان رهيا آهيون جي پنهنجو اجازت نامون قبول نه ڪريو ته اسين هليا ٿا وڃون، بادشاهه اجازت نامون ڏسي شرمند ٿيو ۽ حضرت جن جو پنهنجن سنگتين سوڌو مريد ٿيو -

حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن جو شعر جيو آهي تنهن مان هڪ قطعو ۽ چار رباعيون مشهور آهن - عين الحياة معرب رشحات واري پارسي بيت آڻي وري انجو ترجمون عربي بيتن ۾ ڏنو آهي چار ئي رباعيون ۽ قطعو انهيءَ طرح ڪيا اٿس آئون اختصار سببان فقط هڪ رباعي ۽ قطعو آڻيان ٿو -

## اصل قطعو فارسي

(فارسي) نفس مرغ مقيد در درون است — نگه دارش که خوش مرغيست دمساز ١

زبانش بند مگسل تا نپرد — که نتواني گرفتن بعد پرواز ٢

(عربي) النفس طير فيرها الابدان — فاحفظها يا حسن الندمان ٣

فرمايائون ته اهڙي زبان سان دعا گهرو، جنهن زبان سان گناهه نه ڪيو هجيو، يعني الله جل جلاله جي دوستن اڳيان عاجزي ڪندا ڪريو ته اهي اوهان لاءِ دعا پنندا رهن.

فرمايائون ته عمل ڪريو ۽ ان کي نه ڪيل ڄاڻو پاڻ کي قصوروار ڄاڻڻ گهرجي

فرمايائون جي نيڪن وٽ وهندؤ ته نيڪ ٿيندؤ ۽ جي بڇڙن وٽ وهندؤ ته بڇڙا ٿيندؤ

فرمايائون جيڪڏهن ڪنهن آدميءَ وٽ وهين ۽ خداءِ تعاليٰ کي وساري ڇڏين ته ان کي شيطان سمجهه اگرچه آدميءَ جي صورت هجي بلڪ ابليس آدمي ٻن بڇڙو آهي ابليس جن کان ڇو ته ابليس جن گهڻا وسوسا ٿو وجهي ۽ ابليس آدمي ظاهري طرح ٿا مطلب ته اهڙن جي صحبت نه ڪر جن وٽ توکي خدا وسري وڃي

فرمايائون يار چڱو ڪم چڱي کان تمام چڱو آهي، ڇو ته ٿي سگهي ٿو ته ڪم چڱي مان توکي هٿ ۾ هڻڻ ٿئي پر يارن جي چڱي وات صلاح ڏيندو -

فرمايائون مونکان بعضي پري وارا اوڏا ۽ اوڏائي وارا پري آهن پري وارا اوڏا اهي آهن جي ظاهري پري آهن ۽ دل جان سان حاضر آهن ۽ اوڏا پري اهي آهن جو ظاهر ڪري مون وٽ آهن پر دل جان سان مون سان نه آهن يعني دل جان سان ڪم ڪار دنيا ۽ هوس ۾ مشغول آهن -

فرمايائون: - مونکي پري وارا اوڏن ور پسند آهن اوڏن پري وارن کان اعتبار ۾ جان ۽ دل جي اوڏائي آهي نه آب گل جي، يعني هن بوتي پاڻي مٽي واري جي - شعر

اگر در يمني که با مني پيش مني    در پيش مني که بي مني در يمني

يعني جي يمن جي ولايت ۾ مونسان محبت دل جان سان رکندڙ آهين ته به گويا باوجود پري هئڻ جي مونسان آهين جي مون وٽ گڏ ٿو رهين پر توکي محبت نه آهي گويا باوجود اوڏائي جي پڻ يمن ولايت ۾ آهين -

فرمايائون: - غنائي پر واهيءَ کي چوندا آهن ۽ هي اگرچه ظاهر ڪري تونگري معلوم ٿئي مگر فقيري جي وصف آهي -

فرمايائون: - جيڪڏهن فقير جي هٿ ۾ ڪجهه نه هجي ۽ دل ۾ ٻه ڪا خواهش نه هجيس پوءِ اهو فقير محمود الصفات يعني واکاڻيل صفتن جو آهي انکي الفقر فخري چوڻ درست آهي ۽ جيڪڏهن فقير هٿ ۾ ڪجهه نٿو رکي ۽ دل ۾ خواهش نه آهي

اهو پينون پاڻ نه جو آهي نه تابع رسول الله صلى الله عليه وسلم جو ۽ جيڪڏهن فقير هجڻ ۾ رکي ۽ دل ۾ پر خواهش ڪندڙ هجي اهو فقير مَذْمُومُ الصِّفَات" يعني مَذمت صفتن جو آهي. حديث "اَلْفَقِيْرُ سَوَادُ الْوَجْهِ فِي الدَّارَيْنِ" يعني فقر ڪارو منهن آهي ٻنهين جهانن ۾ ۽ "كَادَ الْفَقِيْرُ اَنْ يَّكُوْنَ كُفْرًا" يعني ڏٻ آهي فقر ڪفر هجڻ ان ۾ صادق آهي.

فرمايائون:- جي پانهي کي خدائي درگاه کان حڪم پهچي ته اي پانهان مونکان ڪا حاجت گهر! پانهي جو شرط هي آهي ته پانهون خدا تعالیٰ کان سواءِ خدا تعالیٰ جي ٻيو ڪجهه نه گهري.

فرمايائون:- منصور حلاج قُدِّسَ سِرُّهٗ "اَنَا الْحَقُّ" چيو ۽ بايزيد قُدِّسَ سِرُّهٗ "لَيْسَ فِيْ جُبَّتِيْ سِوَى اللهِ" جو قول چيو اگرچه ٻئي ڪلمان غير شرعي آهن پر وجود انهي منصور قُدِّسَ سِرُّهٗ کي سوري تي چاڙهيائون ۽ بايزيد قُدِّسَ سِرُّهٗ کي ڪجهه نه چيائون. انهي جو هي سبب آهي ته ٻنهين قولن ۾ فرق آهي. جو منصور قُدِّسَ سِرُّهٗ پهريائين پنهنجي هستي پيش ڪئي. جو اَنَا يعني آئون چيائين ۽ حضرت بايزيد قُدِّسَ سِرُّهٗ نيستي يعني نه هجڻ پيش ڪيو ۽ لَيْسَ يعني نه چيائين.

راقم الحروف:- اڳ گذري آيو آهي ته غير شرعي جملا حضرت بايزيد قُدِّسَ سِرُّهٗ ڏانهن منسوب ڪرڻ غير صحيح آهن ظاهر آهي ته هي جملو به انهن مان آهي پر جو حضرت جن ڪنهن سوال ڪندڙ کي جواب ڏيڻ فرمايو ڪنهن مصلحت وقت لاءِ هوندو وَاللهُ اَعْلَمُ بِالصَّوَابِ

فرمايائون:- جيڪڏهن ڪنهن وٽ سڀ ڪجهه هجي مگر انجي دل ۾ مال جي محبت نه هجي ان کي تجريد معنوي" يعني حقيقت ۾ تنهائي ۽ اڪيلو خالي رهڻ آهي ۽ جي ڪنهن کي ڪجهه نه هجي ۽ دل ۾ خواهش رکي انکي تجريد معنوي ناهي.

نقل آهي ته حضرت ابراهيم عَلىٰ نَبِيِّنَا وَعَلَيْهِ الصَّلوٰةُ وَالسَّلَامُ کي ستر ڪنا سونن ڳٽن سان هوا جو سندن ٻڪرين جي نگهباني ڪندا هوا. انهي سان باقي سامان جو قياس ڪرڻ گهرجي. پاڻ سڀ الله جل جلالهٗ جي واٽ ۾ خرچ ڪيائون. حضرت سليمان عليه السلام جو ڪهڙو نه گهڻو ملڪ هو مگر پاڻ زنبيل بافي جو ڪسب (جيئن انهن ڪري گذران فرمائيندا هوا

حضرت شيخ ابو سعيد ابوالخير قُدِّسَ سِرُّهٗ نهايت مالدار هو ۽ وڏي دٻدٻي ظاهري سان رهندو هو انهيءَ قياس تي گهڻو ئي ڳنڌ رهيا آهن جن کي مال ۽ متاع گهڻو هو مگر کيئي جي مٽي جيتري قدر به محبت دل ۾ نه هئين انهن کي تجريد معنوي حاصل هئي.

حضرت خواجه عزيزان علي راميتني قُدِّسَ سِرُّهٗ کي ٻه فرزند ارجمند هوا هئا. خواجه محمّد ۽ ٻيو خواجه محمد ابراهيم قُدِّسَ سِرُّهُمَا. جنهن حضرت جن جي وفات ويجهي ٿي. تڏهن ننڍي فرزند خواجه ابراهيم قُدِّسَ سِرُّهٗ کي پنهنجو جاءِ نشين مقرر فرمايائون. ماڻهن کي دل ۾ خيال آيو ته وڏي فرزند هوندي پهنجي ننڍي فرزند کي پنهنجو قائم مقام ڪيو اٿن، پاڻ فرمايائون ته وڏي جي عمر مون کان پوءِ جلد ختم ٿيندي. جڏهن پاڻ وفات فرمايائون اڻويهن ڏينهن کان پوءِ اهو فرزند فوت ٿيو.

حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جي وفات موافق قول صاحب رشحات سفينة الاولياء ۽ خزينة الاصفياء ۽ حالات مشائخ نقشبندي جي ڏينهن سومر ٢٨ اٺاويهين ذي القعده ٧٢١ هجري جي واقع ٿي. عمر سندن هڪ سؤ ٽيهه ورهيه سندن زيارتگاه خوارزم ۾ آهي. مادو تاريخ وفات جوڙ مفتي صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ

قدر اعليٰ و عز عالي يافت | چون علي شد بجنت العالي
گو علي بو تراب رحلت او | نيز عاشق دلي عزيز علي
وصل او بنده خدادان است | هم علي مجتبيٰ عزيز نبي

## حالات حضرت خواجه محمد باباسماسي قُدِّسَ سِرُّهٗ

هيءُ عالمن ۾ عامل ۽ وليّن ۾ نور ڪامل، هدايت ڏيندڙ گمراهن جو ۽ ياد پهچندڙ جنّن ۽ انسانن جو، عامن ۽ خاصن تي دستگير واسيءُ، نالو نامي سندن حضرت خواجه محمّد باباسماسي آهي قُدِّسَ سِرُّهٗ. حضرت خواجه عزيزان قدس سره جا ڏاڍا چار خليفا، جن شرقا غربا فيض پکيڙي ڇڏيو هو ۽ چار ئي مظهر فيض محمّدي هئا ۽ جنهي جو نالو مبارڪ، خواجه محمّد ڪلاه دوز (ٽوپيون ناهيندڙ) خواجه محمّد حلاج بلخي، خواجه محمّد باوردي، تن مان چوٿين حضرت خواجه محمد سماسي آهي جو سڀني کان زور اڪمل ۽ زور افضل آهي ۽ انهي حضرت قدس سره کي

حضرت خواجه عزيزان قُدِّسَ سِرُّهٗ وفات جي وقت سين کان افضل، اعليٰ ۽ اَڳ صاحب ارشاد جو ڄاڻي ۽ امر خلافت جو انهن جي حوالي فرمايائون ۽ ٻين مريدن کي سندن تابعداري ڪرڻ لاءِ حڪم فرمايائون - جيئن عين الحيوٰة واري صاحب فرمايو آهي -

نقل اِنَّهٗ لَمَّا قَرُبَتْ وَفَاةُ حضرت عزيزان اِخْتَارَ الْخَوَاجَةُ محمد بابا سماسي مِنْ بَيْنِ الْاَصْحَابِ لمقام الارشاد وفوض اليه امر الخلافة والنيابة وَامر باقي الاصحاب بمتابعته وملازمته رحمة الله (عين الحيواة معرب رشحات)[1]

حضرت خواجه محمد بابا سماسي قُدِّسَ سِرُّهٗ کي استغراق ايتري قدر هو جو سماس ۾ (سماس ٻن سينن مهملن سان پهريون زبر وارو پيو ميم شَدَّ وارو پوءِ الف پوءِ سين نالو شهر جو آهي، راميتن کان ميل پنڌ جو ۽ بخارا کان ٽي ميل) سندن هڪ باغ هو پاڻ ڪڏهن ڪڏهن ان جي ڊاک جي تارن کي ڪاٽيندا هوا شاخن جي ڪاٽيندي ڪين بي خودي ٿي ويندي هئي ۽ اندازه کان زياده تاريون وڍجي وينديون هيون پاڻ حضرت غوث الاعظم سيدنا الشيخ محمد بهاؤالدين مشڪل ڪشا شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جي ولادت کان اڳ سندن پيدا ٿيڻ لاءِ بشارت ڏيندا هئاڻون جيئن ته قصر عارفان کان جاءِ ولادت حضرت شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جي آهي جڏهن به لنگهندا هوا مريدن کي ڏانهن مخاطب ٿي فرمائيندا هوا ته مون کي هن زمين مان عارف مرد جي بوءِ ٿي اچي ۽ قريب آهي هن جاءِ کي جو قصر هندوان تان بجاءِ قصر عارفان ٿيندي - هڪ ٻيءَ ڀيري جڏهن اتاهون تشريف آندائون فرمايائون ته هاڻي بوءِ زياده ٿي وئي آهي - شايد اهو مرد پيدا ٿيو آهي، اهو سندن چوڻ حضرت غوث الاعظم شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جي ولادت کان پوءِ ٽي ڏينهن هو - حضرت مرشد الانس والجن خواجه قيوم جهان قُدِّسَ سِرُّهٗ ۽ رشحات واري صاحب آندو آهي ته حضرت شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جي ڏاڏي حضرت جن جي سيني مبارڪ تي هڏيون کي ساڻ نذر گهڻي جي حضرت خواجه بابا سماسي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي حضور ۾ آيا حضرت خواجه صاحب جن فرمايو ته هي ۽ اهو مرد آهي جنهن جي بوءِ سنگهي هيم - سگهوئي وقت جو مقتدا ٿيندو -

[1] ڳالهه تا ڪن ته جڏهن حضرت عزيزان جي وفات ويجهو آئي تڏهن پنهنجي مريدن مان خواجه محمد بابا سماسي کي ارشاد لاءِ چونڊيو ۽ خلافت عنايتي انهن جي حوالي ڪئي ۽ ٻين سيني مريدن کي سندن پيروي ۽ ملازمت جو حڪم ڪيو-١٢

۽ فرمايائون ته هيءَ منهنجو فرزند آهي مون کيس پنهنجي فرزندي ۾ قبول ڪيو.
صاحب عين الحيوة جي هن جاءِ تي هي عبارت آندي آهي.

نوضع جده هديه علي صدره الشريف وجاء به عند خواجه بابا فقال
انه ولدنا وعن قبلناه له (عين الحيوة ص۴۲)

پوءِ پنهنجي خليفه اعظم حضرت امير سيد مير ڪلال قُدِّسَ سِرُّهٗ ڏانهن مخاطب
ٿي فرمايائون ته منهنجي فرزند بهاؤ الدين کان تربيت ۽ تعليم علم باطني جي ۽ شفقت
ڪرڻ کان ڪڏهن به گهٽتائي نه ڪجو ۽ توکي نه بخشيندس، جيڪڏهن تو ڪا به ڪوتاهي ڪئي. حضرت خواجه امير قدس سره
فرمايو ته مرد نه هوندس جي وصيت حضرت جن جي ۾ قصور ڪندس، حضرت
غوث الاعظم شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ کان منقول آهي ته فرمايائون ته هن ٿي تنهن
مونکي پنهنجي ڏاڏي حضرت خواجه محمد بابا سماسي قدس سره ڏانهن موڪليو
جڏهن اچي پهتس ۽ سندن لقاء کان مشرف ٿيس ۽ هڪ رات حضرت جن جي هيءَ
ڪرامت ڏٺم جو مونکي ان رات زياده عجز ۽ نياز ٿيو پوءِ اٿيس ۽ سندن مسجد شريف
۾ ويس ۽ ٻه رڪعتون ادا ڪيم. مٿو سجدي ۾ رکيم ۽ تمام عاجزي ۽ نياز سان انوقت
منهنجي زبان مان نڪري ويو ته "اي ڌڻي منهنجا پنهنجي آفتن ۽ بلائن جي سهڻ جي توڻ
۽ پنهنجي محبت ۽ محنت جي کڻڻ جي طاقت عطا فرماءِ" صبح جو جڏهن حضرت خواجه
صاحب محمد بابا سماسي جي حضور ۾ آيس. فرمايائون، فرزند دعا هن طرح
گهرجي ته اي ڌڻي منهنجا جنهن ۾ رضا منهنجو آهي بانهين ضعيف کي ان تي
محڪم رک، پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان. جيڪڏهن الله جَلَّ جلاله پنهنجي حڪمت
سان دوست ڏانهن بلائون موڪلي ٿو ۽ اهو پنهنجي عنايت سان ان دوست کي ان جي بار کڻڻ
جي قوت بدڻ ڏي ٿو ۽ حڪمت پڻ ان جي دل تي ظاهر ڪري ڏئي. اختيار سان بلاءِ ۽
مصيبت طلب ڪرڻ ڏکي ڳالهه آهي، گستاخي ڪرڻ نه گهرجي. تنهن کان پوءِ طعام حاضر
ٿيو جڏهن کاڌو سون هڪ ماني مونکي ڏنائون، مونکي دل ۾ آيو ته هت ويٺو سان
ڪاڌو اٿئون، هن گهڙيءَ ۾ پي منزل تي پهچندا سون، هيءَ ماني کڻي ڪم ايندي
جڏهن روانا ٿيا. آئون سندن رڪاب سان سان نياز جي ٿي ويس، جيڪڏهن

له پوءِ انجي ڏاڏي پنهنجي سيني مٿي سوڪري کڻي خواجه بابا وٽ آندو پوءِ جي آئون ته هيءُ اسانجو ٻار آهي اسان ان کي قبول ڪيو

کو خط ورتي پيو، فرمايائون ته تنهن خاطر (دل) کي خطرن جي فائدي کان نگاهه رکندڙ هل
وات ۾ هڪ مخلص جي منزل تي لٿا. سندن تشريف جي سبب ڏاڍو خوش ٿيو پر سندس
منهن ۾ اثر پريشاني جو ظاهر ٿيڻ لڳو. حضرت جن ان کي فرمايو ته تنهنجو حال ڪهڙو آهي
سچ چئو. ان مخلص عرض ڪيو ته اڄ جو کير حاضر آهي پر ماني موجود نه آهي. حضرت
خواجه صاحب جن مونکي فرمايو ته جا ماني توکي ڏني هيم ڪٿي. اڄ اها ماني نيٺ ڪم آئي. اهو
حال ڏسي مونکي حضرت صاحب جن ۾ هيڪاري زياده يقين ٿيو. اهه

حضرت خواجه محمد بابا سماسي قُدِّسَ سِرُّهٗ جا چار نامدار خليفا هوا. هڪ خواجه
صوفي سوخاري، جنهن جي زيارتگاهه سوخار ۾ جو بخارا کان ٻه فرسخ آهي. ٻيو خواجه محمود
سماسي، جو فرزند حضرت خواجه صاحب جن جو آهي. ٽيون خواجه دانشمند چوٿون
خليفه اعظم حضرت مير سيد ڪلال رحمة الله عليهم اجمعين.

وفات سندن سال ست سؤ پنجونجاهه ۾ ٿي. سندن زيارتگاهه سماس ۾ مشهور
آهي يُزَارُ وَيُتَبَرَّكُ بِهٖ. مادو تاريخ جو مفتي صاحب فرمايو آهي.

چون محمد حامد ذاتِ اِلٰه — محمد گويان رفت در قصر جنان [1]
رحلتش مخدوم اجلال آمده ست — هم محمد متقي جان جهان [2]

## حالات محبوب ايزد ذوالجلال مقبول بارگاه لايزال سيد امير ڪلال قُدِّسَ سِرُّهٗ

هي حسب نسب ۾ پڪو صحيح النسب سچو سيد. شريعت ۽ طريقت جي تازگي ڪندڙ ۽ مجدد
حقيقت ۽ معرفت وارن لاءِ ڪامل مرشد. طريقي حضرات خواجگان جي ۾ محڪم ۽ مشيد
صاحب مقامات ۽ برڪات جو. وارث علوم الٰهيه ۽ ادراڪات جو. هر دم مهيني ۽ سوز ۾ ڏکن
جي لهندڙ سنڀال. سڀ ائين خوش خُلق ۽ خوش خصال ۽ سڀني عالم جو دستگير بلڪ سڀا
سندن حضرت سيد امير آهي قُدِّسَ سِرُّهٗ. پاڻ سڀئبا ڪمال پرهيزگاري جي ۽ ڪسب
حلال جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪنڀارن جو ڪم ڪندا هوا تهن ڪري کين ڪلال چوڻ ۾
تو اچي. عين الحيٰوة مان معلوم ٿو ٿئي ته فقط ڪوزگر ادڪرا [3]، تاهين ايهو اچين ته آئنده
النس "وَكَانَ يَصْنَعُ الْكِيزَانَ وَيُقَالُ فِي لُغَةِ أَهْلِ بُخَارَا لِمَنْ يَصْنَعُ الْكِيزَانَ كُلَالٌ" عين الحيٰوة معرب

[1] جڏهن محمد حامد (حمد ڪندڙ) الله جي ذات جو حمد ڪندي بهشت جي ماڙين ۾ ويو
[2] سال وفات ان جي جو "مخدوم اجلال" مان نڪري ٿو. ٻيو هن مان "محمد متقي جان جهان"
[3] ۽ هو ڪوزا ٺاهيندو هو ۽ بخارا جي ٻولي ۾ جيڪو ڪوزا ٺاهيندو آهي ان کي ڪلال (ڪنڀر) سڏيو ويندو آهي

سندن ولادت جي جاءِ شهر سوخار آهي جو سماس کان پنجن ميلن جي پنڌ تي آهي ڪَمَا فِيْ حَدَائِقُ الْوَرْدِيِهِ - هيءُ حضرت اهو آهي جنهن تائين نسبت حضرت شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جي صحبت خواه آدابِ سلوڪِ طريقت خواه تلقين ذڪر جي ٻارن تي ٻڌي.

حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن هڪ ڏينهن حضرت شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ کي فرمايو ته مون پنهنجي مرشد جي وصيت موجب تنهن جي گهڻي ڪوشش ۾ تربيت ڪئي ۽ پنهنجي سيني مبارڪ ڏانهن اشارو فرمائي ارشاد ڪيائون ته پهنجا پستان ارهان لاءِ سُکا ڇڏيا آهن، هاڻي اوهان کي اجازت آهي ٻي ٻئي هنڌ طلب ڪريو.

هڪ ڏينهن حضرت امير قُدِّسَ سِرُّهٗ شاه نقشبند کي جو سندن حضور ۾ ويٺو هو فرمايائون ته جنهن شاگرد استاد جي پڪو ٿيندو آهي تنهن استاد پنهنجي روبروان جو آزمود ونند آهي تنهن استاد کي پر وسو ٿيندو آهي ته هن تي منهنجي تعليم جو اثر ٿيو آهي، حضرت امير قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو ته منهنجو فرزند بهاءُ حاضر آهي اڳ کنهن وٽان باطني فيض حاصل ڪري اتس ان ڏانهن متوجه ٿيو ته آئون ڏسان ۽ موکي اعتماد ٿئي. حضرت غوث الاعظم شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جن مراقبي ۾ ويٺا هوا متوجه خدمت حضرت امير قُدِّسَ سِرُّهٗ ڏانهن تي ادب جي سبان توقف ظاهر فرمايائون. حضرت امير قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو ته ٻيو خيال نه ڪندو ڪريو. حضرت شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جن امير برهان ڏانهن مشغول ٿيا وڏو حال ان تي ظاهر ٿيو ۽ سُڪُرُ (بيهوشي) حقيقيءَ جا آثار نمودار ٿيا. ڪَمَا فِيْ عُمْدَةِ الْمَقَامَاتِ مُخْتَصَرًا

بهرحال حضرت خواجه صاحب جا سڀ خليفه فيضياب عالم افروز آفتاب هوا. سندن پرهيزگاري ڪمال هئي اجا عالم دنيا ۾ نه آيا هوا پر هيزگاري جا نشان سندن والده سڳوري کيتري قدر نقل ڪيا "حدائق الورديه" ۽ "عين الحيٰوة" ۽ "حالات مشائخ نقشبنديه" وغيرهم ڪتابن ۾ آهي ته سندن والده شريفه فرمائيندي هئي ته جنهن وقت حضرت سيد امير ڪلال رضي الله عنه منهنجي پيٽ ۾ هوا ان وقت آئون جيڪڏهن شبهي جو لقمو کائيندي هيس تربيت ۾ سور پوندو هيم ۽ جيستائين قئي نه ڪندي هيس تيستائين آرام نه ايندو هو جڏهن ٻئي ڀيرا ائين ٿيو تڏهن مون سمجهيو ته اهو سبب ٻار جو آهي. جو پرهيزگار آهي تهن ڪان پوءِ آئون کاڌي ۾ گهڻو احتياط ڪندي هيس.

حضرت جن کي جواني ۾ ڪُشتيءَ جو گهڻو شوق هوندو هو. هڪ شخص کين ڪُشتي وڙهڻ جي

ميدان ۾ ڏٺو دل ۾ خطرو ڪيائون ته هي سادات بار ڪُشتيءَ ۾ مشغول آهي ۽ گمراهن جي وات لڳو آهي، اجا ٿوري دير نه گذري جو ان شخص کي اتي بيٺي ننڊ وٺي وئي، خواب ۾ ڏٺائين ته قيامت قائم ٿي آهي ۽ هڪ وڏي گپ ۾ اچي ڦاٿو آهيان ۽ سيني تائين ٻُڏي ويو آهيان تمام حيران پريشانيءَ ۾ هو ته حضرت سيد امير قُدِّسَ سِرُّهٗ وڏي ڪُنَّ مان ڪڍيو آهي جڏهن جاڳيس ته ڏٺائين حضرت سيد امير مون ڏانهن نهاري رهيو آهي ته منهنجي همت ڏٺي ۽ پاڻ ۽ معنيٰ ڪشتيءَ جي سمجهي ويا. هڪ ڏينهن حضرت خواجه محمد بابا سماسي قُدِّسَ سِرُّهٗ ڪشتي وارن جي ميدان وٽان لنگهيا ۽ اتي پاڻ تماشو ڏسڻ لڳا ڪن مريدن جي دل ۾ خيال ٿيو ته حضرت جن هن بدعت جي جاءِ تي ڇو بيٺا آهن، حضرت جن فرمايو ته هن ميدان ۾ هڪ مرد آهي جنهن جي نظر کان گهڻا ماڻهو ڪماليت جي درجي کي پهچندا آئون ان جي شڪار لاءِ بيٺو آهيان انهيءَ وچ ۾ حضرت امير قُدِّسَ سِرُّهٗ حضرت خواجه صاحب کي ڏٺو، ڏسڻ سان اثر وارد ٿيو، انهيءَ گهڙيءَ ۾ ڪشتيءَ جي ميدان کي ڇڏي حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جي همراه ٿيو، جڏهن حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن پهنجي جاءِ تي پهتا، حضرت سيد امير قُدِّسَ سِرُّهٗ کي ڪُنڊ ۾ گهرائي تلقين طريقي خواجگان جي ڪيائون ۽ پنهنجي فرزنديءَ ۾ قبول ڪيائون ان کان پوءِ حضرت سيد امير قُدِّسَ سِرُّهٗ جن ڪڏهن ڪُشتيءَ جي ميدان ۾ پاند نه وڌو ۽ ٽيهه ورهه حضرت بابا سماسيءَ جي خدمت ۾ رهيا، هفته ۾ ٻه ڀيرا سومر ۽ خميس جي ڏينهن پنهنجي جاءِ سوخار کان سماس وينداهوا ۽ وري موٽي ايندا هئا ۽ سڀ وقت طريقي جي شغل ۾ اهڙيءَ طرح مشغول رهندا هئا جو ڪنهن کي خبر نه پوي.

حضرت جن جي حالات ڪتاب "رفيق السالڪين" ۾ چڱي طرح ڏنل آهي. سندن ملفوظات ۽ مقامات ۽ ڪرامات حد کان زياده لکيل آهن هن ننڍي رسالي ۾ ماپڻ مشڪل آهي جي الله جَلَّ جَلَالُهٗ حياتي ڏني ته "رفيق السالڪين" جو ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪندس.

حضرت جن کي چار فرزند چار ئي صاحب حال ۽ با ڪمال هوا. هڪ سيد امير برهان الدين جنهن جي حق ۾ حضرت جن فرمائيندا هوا "اِنَّ هٰذَا الْوَلَدَ بُرْهَانُهٗ" يعني هي پٽ منهنجو حُجّة آهي ۽ سانجي طريقي ۾ كَاَنَّ اَفِيْ عَيْنِ الْحَيٰوةِ. ٻيو سيد امير حمزه حضرت جن جي والد جو نالو مبارڪ به اهو هو. ٽيون امير سيد شاه. چوٿون امير سيد

عمر قدس سره ۾ خليفا ٿڌا اپڻ چار هوا. حضرت غوث الاعظم بلاگردان شاه نقشبند قدس سره. ٻيو مولنا شيخ عارف ديڪ ڪراني. ٽيون شيخ يادگار ڪنروني چوٿون شيخ جمال الدين دهستاني قدس اسرارهم.

هنن ڪان سواءِ ٻيا به گهڻا خليفا آهن. "عمدة المقامات" ۾ زبدة المقامات ۾ تڪيل آهن. سيني جو وڌو ۽ عاليشان رڪن، حضرت غوث الاعظم شاه نقشبند قدس سره آهي. سندن وفات صبح جي نماز وقت ٽيهن خميس تاريخ ٢٨ جمادى الاولى سال ٧٧٢ ست سو ٻاهتر هجري ۾ ٿي. سندن مزار گوهربار سوخا ۾ زيارتگاه هر ديار جي آهي. مادو وفات جي تاريخ جوان مفتي صاحب

مير جنت شد چو با عز و وقار ... سيّد اكرم شه اسعد گلال[1]
گفت تاريخ وصال او خرد ... مير سيد پيشوا امجد گلال[2]

## حالات حضرت خواجگان پيرپيران خواجه بهاءُالدين نقشبند بلاگردان قدس سره

هي دريا عميق عرفاني جو جنهن جي ڪنڌي ۾ ساحل ڪانهي، مشرق ۽ مغرب ۾ ڪا ولايت نه رهي جنهن ۾ سندن فيض جي ندي وهائل ڪانهي، جنهن استت محمدي جا چگي طرح ادا ڪيا آهن، ۽ اهڙو ذريعو ڪندو جن، انسان، ملڪن، وحوشن ۽ پکين ماڻ ڪو نه رهيو جنهن جا ستن نه ٻڌا آهن. طريقت جو وڏو امام غوث المسلمين والاسلام شمع مجلس گهراڻي مرتضوي جو فخر خاندان مصطفوي جو وسيله جزيله هر مستمند مرهم دلهاءِ دردمند، شريعت جو بي نظير پايو بند، نالو مبارڪ سندن محمد، لقب مبارڪ بهاءُالدين بلاگردان غوث الاعظم شاه نقشبند آهي قدس سره العزيز.

سندن شجرو نسب جو امام الخلائق حضرت امام جعفر صادق رحمة الله عليه سان هن طرح ٿو ٻجي. حضرت شاه بهاءُالدين بن سيد محمد بخاري بن سيد جلال الدين بن سيد برهان الدين بن سيد عبدالله بن سيد زين العابد بن بن سيد قاسم بن سيد شعبان بن سيد برهان الدين بن سيد قليچ بن سيد محمود بن سيد ايلان بن سيد تقي صوفي صنوبي بن سيد فخر الدين بن سيد علي اڪبر بن امام حسن عسڪري بن امام علي تقي

[1] جنهن عزت ۽ وقار سان جنت جو امير ٿيو. سيد عزت وارو شاه اسعد گلال
[2] عقل سندس وصال جي تاريخ چئي. مير سيد پيشوا امجد گلال (٧٧٢)

بن امام محمد تقي بن امام موسيٰ رضا بن امام موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنهم اجمعين.

سندن ولادت سنه ۷۱۸ ست سو ارڙهن ۾ ۽ هڪ روايت ۾ آهي ته ست سو اڻويهه ۷۱۹ ماه محرم ۾ ٿي. ڪين حضرت خواجه محمد بابا سماسي قدس سره فرزندي ۾ قبول ڪيو هو ۽ تعليماً آداب طريقت جي حضرت سيد مير ڪلال رضي الله تعاليٰ عنه کان ورتائون وري صحبت خواجه قثم شيخ ۽ خليل آتا جي ۾ رهيا جو ٻئي مشائخ ترڪ جا هوا. ڪذا فِي عُمْدَةِ الْمَقَامَاتِ. صاحب خزينة الاصفياء جي آندو آهي ته ڪين ٻاراڻي حالت ۾ اَللهُ جَلَّ جَلَالُهُ وَعَمَّ نَوَالُهُ ڪرامت ۽ ولايت جي نعمت ڏني هئي. جيئن ته سندن والده ماجده کان منقول آهي ته جڏهن منهنجي فرزند بهاؤالدين جي عمر چئن ورهن جي هئي ان وقت ۾ منهنجي هڪ ڳئون ڏکي هئي، هڪ ڏينهن اشارو ڳئون ڏانهن ڪري فرمايائون ته ائين معلوم ٿيو ٿئي ته ڳئون اڇي پيشاني سان ڳابو ڄڻيندي جيئن پاڻ فرمايائون اهڙي طرح سان سندن فرمودو پورو ٿيو.

جيڪي حضرت خواجه غريب نواز شاه نقشبند قدس سره کان مجاهدا ۽ تڪليفون ابتدا وقت ۾ سرزد ٿيون آهن اها نعمت ڪنهن ٻئي کي تمام ٿوري پهتي هوندي.

سندن پوري طرح حالات، مقامات، ڪرامات ۽ ملفوظات ڪتاب انيس الطالبين ۾ حضرت خواجه محمد صالح بن مبارڪ بخاري خليفه حضرت جن جي آندا آهن، جي جيڪي باقي رهي ته اهو ڪتاب سارو ترجمه ڪندس هت ان مان ۽ ٻين ڪتابن مان جي جيڪي نالا گڏ ڪري آيا آهن ڪي قدر احوال ٿو ڪيان. ڪين ابتدا ۾ قبض ڇهن مهينن تائين رهيو. فرمايائون ته مونکي يقين ٿيو ته باطني دولت منهنجي نصيب ۾ ڪانهي لاچار خيال ڪري اٿيس ته ڪو دنيا جو ڪم اختيار ڪريان، وات تي هڪ مسجد جي دروازه تي هن شعر لکيل تي نظر پيم. اي دوست بيا که ما ترائيم: بيگانه مشو که آشنائيم

اي دوست اچ جو اسين تنها آهيون ۽ ڌار نه ٿيءُ جو آشنا آهيون

انهيءَ بيت ڏسڻ سان وري سارو حال موٽي آيو ۽ وري اچي مسجد ۾ ويٺس

صاحب حدائق الورديه جي آندو آهي ته حضرت خواجه شاه نقشبند قدس سره جن فرمايو آهي ته هڪ ڏينهن مونکي حالت جذبه ۽ بيخودي غلبو ڪيو، ٻنهي جاءِ ڪان

ٻاهر نڪتس سيڪنهن وانگر پيو ڏٺا، جيئن ته منهنجا پير ڪنڊن مٿان ڦٽجي پيا انهيءَ حالت کي
مٿان اچي رات پئي پوءِ مونکي حضرت سيد مير گلاب عليه الرحمة جي زيارت لاءِ چڪ ٿي انهيءَ حالت ۾ سياري
جي موسم ۾ گهڻي سردي جي باوجود پنهنجي هڪ پراڻي ڪپڙي کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه هو، تهن
هوندي به سنڌن درگاه تي اچي پهتس، پاڻ مريدن سان ويٺا هوا۔ جڏهن مونکي ڏٺائون
سڃاڻيائون ته ڏهن ٻين منهنجي لاءِ حضرت جن کي سڃاتايو پوءِ فرمايائون هن درگاه
کان لوڏي ڇڏيو س۔ جڏهن آءٌ نڪتس قريب هو ته منهنجي نفس کي سنڌن تابعداري
کان نفرت ٿي پر الله جَلَّ جَلَالُهٗ جي عنايت مون سان شامل حال ٿي پوءِ جيئن ته اهي
تڪليفون سهندس، سنڌن چائنٽ مبارڪ نه ڇڏيندس پوءِ مٿو تواضع ۾ انهيءَ
جو چائنٽ مبارڪ تي رکيم مٿان برف پئي ۽ هوا ڏاڍي سخت ٿي لڳي، انهيءَ حالت
کي اچي فجر جو وقت ويجهو ٿيو پوءِ حضرت سيد قُدِّسَ سِرُّهٗ جن نڪتا ۽ سنڌن
قدم مبارڪ منهنجي مٿي تي اچي پيو، جڏهن مٿو قدم مبارڪ کي لڳڻ پاڻ منهنجو مٿو
چائنٽ تان کڻي اندر ڏني ويا ۽ مونکي بشارت ڏنائون ۽ فرمايائون ته "اي منهنجا فرزند
ڪيڏو نه سعادت جو تنهنجي ذات لاءِ قدرتي آهي" پوءِ پنهنجي هٿن مبارڪن سان منهنجي
پيرن مان ڪنڊا ڪيڻ لڳا ۽ منهنجي پيرن جا ڦٽ اگهيائون ۽ پنهنجن فيض گهڻن ۽
لطفن کان مونکي مدد جي نوازش فرمايائون تَمَّ ڪَلَامُهٗ مُلَخَّصًا

صاحب حالات مشائخ نقشبنديه جي آندو آهي ته حضرت جن قُدِّسَ سِرُّهٗ ٿي
فرمايو ته جنهن زماني ۾ مونکي جذبات ۽ غلبات ۽ بي قراري عنايت ٿي رات جو بخارا جي
ولين سڳورن جي تربتن تي گهمندو هوس. هڪ رات مزارن سڳورن تي پهتس، جنهن
به تربت تي ويس ڏٺم ته ڏيو تيل سان ڀريو پيو آهي مگر ٻتي وٽ ٻيو نه ٿي، جيڪا هن وٽ
کي مٿي سوري جي ته هوندي ورشنائي گهڻي ٿيئس، اول رات جي خواجه محمد واسع جي
تربت تي پهتس اتي اشارو ٿيو ته حضرت خواجه محمود انجير فغنوي قُدِّسَ سِرُّهٗ
جي تربت تي وڃڻ گهرجي۔ جڏهن اتي پهتس به ٽراڪ يون منهنجي چيلهه سان ٻڌائون
۽ مونکي گهوڙي تي سوار ڪيائون ۽ گهوڙي جي واڳ کي خواجه فرد آخر جي مزار جي
طرف لاتائون. پوئين رات انجي تربت مبارڪ تي پهتس اتي ٻئي ڏيو ۽ وٽ ساڳي نموني
سان ڏٺم. مون وٽ سوري قبلي کي سامهون تي ويٺس، مراقبي ۾ ڏٺم ته قبله جي طرف

ڪان ڀت چيرجي پئي، هڪ تخت تي هڪ وڏو بزرگ ويٺل ڏٺم ان جي اڳيان هڪ سائو
پڙدو پيل آهي - ان تخت جي چوڌاري هڪ جماعت حاضر هئي جن مان حضرت خواجه
محمد بابا سماسي قُدِّسَ سِرُّهٗ هو ان کي سڃاتم معلوم ٿيم ته هي جماعت گذريل
مائهن مان آهي دل ۾ خيال ڪيم ته معلوم ڪجي ته هي بزرگ تخت وارو ڪير
آهي ۽ جماعت ڪنهن جي آهي، انهيءَ وچ ۾ هڪ شخص انهن مان اٿيو ۽ ٻڌايائين
ته اهو بزرگ حضرت خواجه عبدالخالق غجدواني آهي ۽ هي جماعت ان جا خليفا
آهن ۽ سڀني جا نالا ڏسيائين ۽ اشاري سان چيائين ته هي احمد صديق آهي
۽ خواجه اولياء ڪبير ۽ خواجه عارف ريوگري ۽ خواجه محمود انجير
فغنوي ۽ هي عزيز علي راميتني جن آهن - جڏهن خواجه بابا سماسي جي نالي مٿان
تي آيو ته چيائين ته ان کي حياتيءَ ۾ ڏٺو آهي ۽ هيءَ تنهنجو پير آهي ۽ توکي
ٽوپي مبارڪ عطا فرمائي اٿس - مون چيو ته هائو ان کي ته آئون سڃاڻان ٿو مگر
ٽوپي جو قصو گهڻن ڏينهن جو آهي مونکي ياد نه آهي ته ڪٿي رکيل آهي، فرمايائين
ته ٽوپي تنهنجي گهر ۾ رکيل آهي ۽ توکي هيءَ ڪرامت رب جي درگاه مان مليل آهي
ته جا بلاءِ مصيبت نازل ٿئي تنهنجي برڪت سان دفع ٿئي، اشارو ڪيائين لقب زيادگران
ڏاهن آهي - وري ان جماعت چيو ته حضرت عبدالخالق غجدواني قُدِّسَ سِرُّهٗ جن
ڪجهه توکي فرمائيندا اهو سلوڪ جي واٽ ۾ اهي ڳالهيون ضروري آهن، ڌيان
ڪري ٻڌج - مون چيو ته آئون ٿو گهران ته حضرت خواجه عبدالخالق غجدواني
قُدِّسَ سِرُّهٗ کي سلام ڪريان - انهيءَ وقت اهو سائو پڙدو کڄي ويو ۽ مون حضرت
خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ کي سلام ڪيو - ٻارڻ کي جلد فرمايائون جو اهي اول ۽ وچ
۽ نهايت سلوڪ جي ڪم اچڻ ٿا آهن انهن مان هڪ هيءَ فرمايائون ته تون ڏيئو ٻتيل سان
پر ٻاٽ نو هو، اها بشارت تنهنجي استعداد ۽ قابليت جي هئي پر وٽ استعداد جي کي چورو گهرجي
جيئن اسرار ڪجها ظاهر ٿين ۽ قابليت جي اندازي تي عمل ڪرڻ گهرجي، جيئن مقصود حاصل
ٿئي - وري انهيءَ امر جو نهايت تاڪيد فرمايائون ته عمل سُنّت تي ڪرڻ گهرجي ۽ رخصت
يعني مباحيت ۽ بدعت کان پرهيز ڪرڻ گهرجي ۽ حضرت رسول الله صلي الله عليه
و سلم جي حديثن ۽ اصحابن سڳورن جي اثرن تي جاچا ۽ ڌيان رکڻ گهرجي

جڏهن اها تقرير پوري ٿي ته هن حضرت خواجه عبدالخالق غجدواني قدس سره جي خليفن فرمايو ته هن واقعي جي سچائي ۽ حق هجڻ جو شاهد هيءُ آهي ته مولانا شمس الدين ايڪنوي وٽ وڃ ۽ ان کي چئو ته فلاڻي ترڪ، جو سقائي دعويٰ ڪئي آهي ان ۾ حق ترڪ ڏانهن آهي ۽ تون سقا جي رعايت نه ڪرين، سقا هڪ عورت سان زنا ڪئي آهي ان کي حمل رهجي ويو آهي ۽ ٻار ڄائي پيو آهي، فلاڻي جاءِ تي ٻار پيو رهي ٿو اٿس تنهن کان پوءِ ٿي ڏاتا ڏاک جاڻي سنف ڏانهن وڃ جڏهن جهنگ ۾ توکي هڪ پوڙهي آدمي سان ملاقات ٿئي اهو توکي ڪوسي ماني ڏيندو اها وٺج پر ان سان ڪو گفتگو نه ڪج اڳتي هلندين، هڪ قافلو توکي ملندو ان ۾ سوار هوندو ان کي نصيحت ڪج اهو تنهنجي هٿان توبهه ڪندو ۽ توکي حضرت عزيزان جي ٻاتو وٽ آهي ان کي حضرت سيد مير ڪلال وٽ ڪٺو ڪج پوءِ ان جماعت موکي هوشيار ڪيو. صبح جو تڪڙ ۾ پنهنجي گهر ويس گهروارن کان ٿو پڇيم اهڙن ڏس ڏنم توکي ڪي ڏسي منهنجي ٻي ڪيفيت ٿي وئي ۽ تمام گهڻو رنس صبح جي نماز مولانا شمس الدين جي مسجد ۾ پڙهيم ان سان سارو احوال ڪيم. سقا ترڪ جي سچي هئڻ جو انڪار ڪيو مون ان کي زنا وغيره جو تصور ڪري ٻڌايو جنهن ڪري اهو تمام پشيمان ٿيو مولانا منهنجي حال تي گهڻو التفات فرمايو ۽ موکي فرمايائين ته تون ٻه ڏهه جو طالب آهين، جيڪڏهن هت رهين ته آئون توکي تربيت باطني ڏيان. مون عرض ڪيو ته ٻين جو فرزند نه آهيان. ائين نه ٿئي جو اوهين منهنجي وات ٻڌو ڏيو ۽ آئون ان کي نه چوسيان: مولانا شمس الدين مان ڪئي ۽ موکي وڃڻ جي موڪل ڏنائين پهرين ڏينهن ان آدمين سان جيڪو مضبوط ٻڌي رڳو اٿيس، جهنگ ۾ پوڙهي آدمي سان ملاقات ٿي ان مون کي ڪوسي ماني ڏني ۽ ان سان ڪو گفتگو نه ڪيم، جڏهن اڳتي هليس هڪ سوار گڏيم ان چيو ته تون ڪير آهين جو تنهنجي صورت ڏسي موکي ڏڄ ٿو ٿئي مون چيس ته آئون اهو آهيان جو منهنجي هٿ کان تون توبه ڪندين اهو سوار نڪتو گهوڙي تان لهي پيو ۽ توبه ڪيائين ۽ پاڻ سان شراب گهڻو هوس سو هاري ڇڏيائين ان جاءِ کان حضرت سيد امير ڪلال قدس سره جي خدمت ۾ حاضر ٿيس توبي حضرت عزيزان جي حاضر ڪيم، حضرت سيد امير قدس سره توجه کان پوءِ فرمايو ته

حضرت عزيزان جي ٽوپي مبارڪ آهي؟ عرض ڪيم ته ها ٿو! حضرت عزيزان جي ٽوپي آهي فرمايائون، انهيءَ معاملي ۾ اهڙا اشارا آهي جو ان کي ٻن پردن ۾ رکڻ مون قبول ڪيو تنهن کان پوءِ حضرت سيد ڪلال قدس سره مونکي وات في نفي اثبات ذڪر جهڙي سان مشغول ڪيو، گهڻي مدت تائين خدمت ۾ رهيس پر موافق اشاري حضرت خواجه عبدالخالق غجدواني جي جو عمل عزيمت لاءِ اشارو فرمايو هوائون ذڪر ڏاڍيان نه ڪندو هوس بلڪ جنهن وقت حضرت سيد امير قدس سره جن ذڪر ڏاڍيان شروع ڪندا هوا ان وقت حلقي ذڪر جي مان اٿي ويندو هوس هيءَ ڳالهه منهنجي پير ڀائين کي ڳري لڳي. جيئن انهن ڪيترا ڀيرا حضرت سيد امير قدس سره جي حضور ۾ شڪايت ڪئي ته حضرت خواجه بهاءالدين اوهان جي تابعداري ۽ پيروي نٿو ڪري باوجود هنن جي شڪايت ڪرڻ هوندي به حضرت سيد امير قدس سره جن جو توجهه ۽ التفات منهنجي حال تي هر روز زياده ٿيندو ويندو هو ۽ آئون به ڪجهه ادب ۾ ذرو به گهٽتائي نه ڪندو هوس، هڪ ڏينهن پنجن سون آدمين جي تعداد ماڻهون گڏ هوا جو حضرت سيد امير قدس سره فرمايو ته توهين منهنجي فرزند بهاؤالدين جي حق ۾ بدگماني ٿا ڪريو ۽ حقيقت توهانکي معلوم ناهي جو هميشه الله جل جلاله جي نظر خاص ان تي آهي ۽ خدا جي ٻانهن جي تابع نظر حق سبحانه جي آهي. ان جي معاملي ۾ مونکي ڪو اختيار نه آهي پوءِ مونکي فرمايائون ته اي فرزند بهاؤالدين تنهنجي تربيت ۽ نپائڻ لاءِ حضرت خواجه محمد بابا سماسي قدس سره مونکي وصيت فرمائي هئي وصيت موافق تنهنجي تربيت ۾ ڪو ذرو به طاقت آهر نه گهٽايم، هاڻي اگرچه تنهنجو پکي روحانيت جي بيضهٔ بشريت جي کان ٻاهر اچي ويو پر پکي همت جو بلند پرواز آهي، هاڻي ترڪ ۽ تاجيڪ مان جتان جاءِ تنهنجي همت موافق اچي ان جي حاصل ڪرڻ ۾ ڪوتاهي نه ڪر - حضرت خواجه صاحب قدس سره جن ٿا فرمائن ته جڏهن حضرت جن مونکي مٿين اجازت ڏني تڏهن انهيءَ وچ ۾ هڪ خواب ڏٺم ترڪيم آتا (آتا ترڪي ۾ پيرءِ مرشد کي چوندا آهن) جو ترڪن مشائخن ترڪن مان هو، منهنجي ڪنهن درويش کي پارت ڪئي صبح جو جڏهن جاڳيس تڏهن ان درويش جي صورت مبارڪ چڱيءَ طرح ياد هيم اهو خواب پنهنجي ڏاڏيءَ سان جا بي بي صاحبه

نهايت صالح هئي ان سان بيان ڪيم، ان بي بي صاحبه قدس سرها فرمايو ته توکي
ترڪن جي مشائخن کان حصو ملندو. آءٌ ان درويش جي تلاش ۾ رهندو هوس اوچتو
هڪ ڏينهن بخارا جي بازار ۾ ان سان ملاقات ٿي. مون ان کي سڃاتو ۽ ان جو نالو
خليل هو پر ان وقت ان سان صحبت نه ٿي. آءٌ جڏهن پنهنجي جاءِ تي موٽي
آيس ته ڏٺم هڪ قاصد مونکي چيو ته خليل درويش توکي ڪوٺي ٿو هيءَ ٻڌي آءٌ
تڪڙ ۾ ڪيئي رهڻ بدوني گهڻي شوق سان ان جي خدمت ۾ حاضر ٿيس ۽ ارادو ڪيم ته خواب ٻڌايان
ان چيو ته جيڪي تنهنجي دل ۾ آهي اهو مونکي معلوم آهي. اهڙيءَ ڳالهه ٻڌڻ کان هيڪاري
مونکي شوق سندس صحبت جو ٿيو انهيءَ صحبت ۾ ڏٺم عجيب عجيب احوال مشاهدا
اتفاقاً ٻن ڏينهن کان پوءِ اهو هليو ويو مدت کان پوءِ خبر پيئي ته اهو درويش بادشاهه
ماوراءالنهر جو ٿيو آهي ڪن ڏينهن کان پوءِ ڪنهن ڪم جي لاءِ مونکي ان ڏانهن
وڃڻ جي ضرورت ٿي ڪم پوري ٿيڻ کان پوءِ مونکي پاڻ وٽ رهڻ لاءِ فرمايائين ان
حالت بادشاهي جي ۾ مون ان کان وڏيون حالتون ڏٺيون ۽ مون تي نهايت مهرباني
فرمائيندا هوا ۽ ادب خدمت جا سيکاريندا هوا. جيئن ته اها تعليم مونکي هن دات
۾ گهڻي ڪم آئي جو ڇهه ورهيه ان وٽ رهيس، عام مجلس ان اڳيان بادشاهي جا ادب
بجاءِ آڻيندو هوس ۽ تنهائي ۾ ان جو محرم خاص هوس. پنهنجي درگاهه جي خاصن
جي روبرو گهڻو چوندو هو ته جيڪو اَللهُ جَلَّ جَلَالُهٗ جي واسطي خدمت ٿو ڪري اهو
خلق ۾ بزرگ ٿو ٿئي، مگر مونکي معلوم نه ٿيندو هو ته اهي فرمائڻ مان ڪهڙو مطلب
آهي ۽ ڪنهن کي ٿا چون. ستن ورهين تائين حضرت خواجه مولانا محمد عارف جي
خدمت ۾ تعظيم سان صحبت ڪيم جو اهو حضرت سيد امير ڪلال قدس سره
جو خليفو هو ۽ حضرت خواجه صاحب قدس سره کان گهڻا ورهيه اڳ فيضرتل
هوس ۽ صاحب تصرف ۽ ڪرامت جو هو. فرمايائون جڏهن آءٌ حج کان موٽي تو
۾ آيس ته ڏٺم شاهه معزالدين حسيني والي هرات جو قاصد خط کڻي آيو ۽ ان
۾ لکيل هو ته آءٌ تو گهران ته اوهانجي ملاقات کان مشرف ٿيان پر حاضر ٿيڻ مشڪل
آهي ان جي لکڻ تي مون موجب حڪم "وَ اَمَّا السَّآئِلَ فَلَا تَنْهَرْ" سائل کي جهڻڪ
نه ڏيڻ ۽ اِذَا رَاَيْتَ لِيْ طَالِبًا فَكُنْ لَهٗ خَادِمًا - يعني جڏهن منهنجو طالب ڏسين

تڏهن انهيءَ خدمت ڪندا ٿي - هرات ڏانهن روانو ٿيس، جڏهن بادشاهه
وٽ پهتس بعد پوري ٿيڻ رسم عزت ڏيڻ فقراءِ جي صحبت منعقد ٿي ۽ بادشاهه
چيو ته اوهان کي مشائخن هڪجڻ جي سند موروثي آهي مون چيو ته ورثي پيڙهين
ته اوهين سماع يعني سرود، سماع ۽ ذڪر ڏاڍيان ڪندا آهيو، مون چيو ته نه
بادشاهه چيو ته انهن ڳالهين کي درويشي چوندا آهن ۽ اوهان ۾ اهي ٻئي نه آهن، مون
چيو ته جنهن بوالهي عنايت جو مون ۾ پهتو ۽ اشاري حقاني سان خواجه عبدالخالق
غجدواني قدس سره جي خليفن کان مريد ٿيس، انهن وٽ انهن شين مان ڪجهه ڪونه هو
بادشاهه چيو ته پوءِ ڇا انهن وٽ ڇا هو، مون چيو ته انهن وٽ ”ظاهر خلق سان
باطن خدا عزّ جلاله سان - بادشاهه چيو ائين ڪيئن ٿي سگهندو؟ مون چيو ڇو نه!
ٿي سگهندو جو الله تعاليٰ جلّ مجده فرمايو ”رِجَالٌ لَا تُلْهِيهِمْ تِجَارَةٌ وَلَا
بَيْعٌ عَنْ ذِكْرِ اللهِ“ - حضرت جن فرمائيندا هوا ته ڪنڊ ۾ ويهڻ شهرت آهي
۽ شهرت ۾ آفت آهي ۽ اسان جي حضرات خواجگان قدس الله اسرارهم جو اصول
آهي، خلوت در انجمن، سفر در وطن، هوش در دم ۽ نظر بر قدم - هن کان
سواءِ جو حضور ۽ ذوقِ ذڪر جهر يعني ڏاڍيان ذڪر ڪرڻ ۽ سماع کان ٿو ٿئي ان کي
قيام يعني بيهڪ ڪانهي - ۽ جيڪڏهن ڪو وقوف قلبي تي هميشگي ڪري ته هن جنهن بو
پيدا ٿو ٿئي ۽ جنهن جي ڪان سبب ڪم پورو ٿئي ٿو وڃي - حقيقت ذڪر خفي يعني ڳجهي ذڪر
جي وقوف قلبي کان حاصل ٿي ٿئي ۽ ائين ٿو ٿئي جو ذرو ذرو دل جي ڪي بنجو ڪانه ٿي پوي ته
ذڪر ۾ مشغول آهي جو ته بزرگن جو چوڻ آهي ته ”اِنْ عَلِمَ الْقَلْبُ اَنَّهٗ ذَاكِرٌ
فَاعْلَمْ اَنَّهٗ غَافِلٌ“ - يعني، جي جيڪڏهن معلوم ٿئي قلب کي ته آئون ذاڪر يعني
ذڪر ڪندڙ آهيان، پوءِ ڄاڻ ته اهو غافل آهي ۽ آيت سڳوري آهي ته ”وَاذْكُرْ رَّبَّكَ
فِيْ نَفْسِكَ تَضَرُّعًا وَّخِيْفَةً“ الآية يعني ذڪر ڪر پنهنجي رب جو پنهنجي نفس ۾ زاري
۽ ڳجهائي سان ۽ حضرت امام حسن رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو آهي ته ”لَا تُظْهِرْ
ذِكْرَكَ لِنَفْسِكَ فَتَطْلُبَ لَهٗ عِوَضًا“ - يعني ظاهر نه ڪر ذڪر پنهنجو پنهنجي نفس لاءِ
پو طلب ڪرين ان لاءِ عوض جي ۽ بعضن بزرگن جو فرمودو آهي ”ذِكْرُ اللِّسَانِ هَذَيَانٌ
وَذِكْرُ الْقَلْبِ وَسْوَسَةٌ“ - يعني زبان جو ذڪر اجايو ڳالهائڻ آهي ۽ دل جو ذڪر وسوسو (خيال) آهي

۽ هي بيت پڙهيائون - دل گفتم بياد او شاد کنم گفت چون من هم او شدم کرا ياد کنم [1]

نقل آهي ته جڏهن حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن بادشاه جي استدعا تي هرات ۾ بادشاهي مڪان ۾ داخل ٿيا، نوڪرن، ڪامورن، وزيرن، جنهن تي به نگاه وجهي فرمايائون سڀ بيتاب، بيهوش ٿي ويا. ٻئي پيري جڏهن حضرت جن ڄج لاءِ وڃڻ لڳا ته هن، ڪو مولانا زين الدين سان ملاقات واسطي هرات ويا. ٽن ڏينهن تائين ان سان صحبت گرم رهي. هڪ ڏينهن نماز صبح کان پوءِ مولانا زين الدين رحمة الله عليه حضرت خواجه بلاگردان قُدِّسَ سِرُّهٗ کي عرض ڪيو "براءِ ما هم اي خواجه نقشبند". يعني منهنجي لاءِ پڻ توجه فرمايو. حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ بطريق تواضع جي فرمايو "آمده ايم تا نقش بريم" غالباً انهيءَ ڏينهن کان حضرت جن جو لقب نقشبند ٿيو. انهيءَ حج کان موٽي ساري عمر حضرت خواجه قُدِّسَ سِرُّهٗ جن بخارا شريف ۾ رهيا ۽ ڪيڏانهن به تشريف نه نيائون. حضرت جن کي سُنَّتِ محمدي صلى الله عَلَيْهِ وَسلم جو عشق حد کان وڌيڪ رهندو هو. پوري تابعداري ڪري جيڪي عنايتون الاهي مٿن ٿينديون هيون سي قلم کي طاقت نه آهي جو لکي سگهجن.

پاڻ فرمايائون ته ارادي الاهيءَ سان جو رسول الله صلى الله عليه وسلم تي گذريو آهي سڀيان تابعداري جي مون تي گذريو آهي. فرمايائون ته هڪ پيري مريدن جي ماڻهن سان گڏ ته تنور ۾ مون ماني وڌي سڀني جي ماني پچي وئي مگر منهنجي نه پڪي سبب ان جو هيءُ آهي. جناب رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم رحمة للعالمين هو ۽ سندن هٿ مبارڪ جنهن ماني تي لڳندو هو سا باه تي نه رڌبي هئي ۽ اهڙي باه جو ان تي ڪا اثر نه ٿيندو هو. جڏهن ته حضرت جناب خواجه صاحب جن پوري متابعت حضرت رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي ڪندا هوا ان جي برڪت سان سندن هٿ مبارڪ جنهن ماني تي لڳو ان تي باه اثر نه ڪيو. حضرت جن اگرچه ڪرامت کي پسند نه فرمائيندا هوا مگر ڪرامت ڪانئن ايتري صادر ٿي آهي جو جي گڏ ڪجن ته ڳاڻيٽي هزارن کان زياده ٿين.

نقل آهي ته هڪ پيري ڪنهن حضرت خواجه قُدِّسَ سِرُّهٗ کان ڪرامت طلب ڪئي

[1] يعني:- دل کي چيم ته ان جي ياد سان توکي خوش ڪيان، دل چيو ته جڏهن آءٌ پاڻ اهو آهيان ته ڪنهن کي ياد ڪيان؟

پاڻ فرمايائون ته ڪرامت ظاهر آهي جو باوجود ايترن گناهن جي زمين تي ٽوهلو ۽ ڍيري نٿو ڏيان.

نقل آهي ته هڪ پيري حضرت خواجه صاحب قدس سره جن حضرت خواجه علاؤالدين قدس سره کان پڇيو ته نماز ظهر يعني اڳين جو وقت ٿيو آهي يا نه ان عرض ڪيو نه ته. پاڻ فرمايائون ته آسمان جي طرف ڏس، جڏهن آسمان ڏانهن نهاريائين ته ڏٺائين پر ڏيريءَ تي ويو معلوم ٿيو ته ملائڪ آسمان تي اڳين نماز ٿا پڙهن حضرت خواجه شاه نقشبند قدس سره جن فرمايو ته تون ٿي پڇيو وقت ڪونه ٿيو آهي.

نقل آهي ته جڏهن حضرت خواجه قدس سره جن زيارت بيت الله شريف جي لاءِ ديا هوا. حاجن عيد جي ڏينهن قرباني ٿي ڪئي پاڻ فرمايائون ته هڪ نينگر اٿو سو قربان ڪيم. جڏهن بخارا شريف ۾ آيا ته هن معلوم ٿيو ته سندن فرزند عيد جي ڏينهن وفات ڪئي هئي.

نقل آهي ته هڪ پيري حضرت شاه نقشبند قدس سره جن درويشن سان گڏ ويٺا هوا ان وقت ڪين بسط عظيم هو. ٽوپي نوريءَ ڏکيائون ۽ فرمايائون ته اسان بادشاهي ٽوپي ڏني آهي ڪهڙي بادشاه کي ٿا ڏيون. هڪ درويش حاڪم ماوراءالنهر جو ذڪر ڪيو، پاڻ فرمايائون ته مون انکي ماري ڇڏيو. ۽ امير بخارا کي جو حاڪم ماوراءالنهر جي خوف کان لڪي ويو هو، ڪاڳر ڏانهن لکيائون ته هي معاملو پيش آيو آهي، گهر جي ته پنهنجو ديدار ڪاغذ آڻيندڙ جي هٿان موڪليو ٽن ڏينهن کان پوءِ معلوم ٿيو ته انهيءَ ڏينهن اهو بادشاه ماوراءالنهر جو ڪسي ٿيو.

نقل آهي ته هڪ پيري حضرت خواجه صاحب جن قصر عارفان ۾ هوا جو امير برهان الدين فرزند حضرت امير سيد ڪلال قدس سرهما جن ما نيون آنديون ۽ تنور ۾ چاڙهي لڳوا ڇنو مينهن تمام گهڻو وسڻ لڳو جو سڀ حيران ٿي ويا انهيءَ وچ ۾ حضرت خواجه قدس سره امير برهان الدين کي فرمايو ته مينهن کي چئو ته جيستائين اسين هت آهيون تيستائين نه وسي امير برهان الدين قدس سره عذر ڪيو ته مون کي ڪهڙي طاقت جو آئون اهڙي قسم جي ڳالهه چوان حضرت خواجه صاحب قدس سره جن فرمايو ته

آئون توکي ٿو چوان ته حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جي حڪم موجب امير برهان الدين "قُدِّسَ سِرُّهٗ" اهڙيءَ طرح چيو، الله جَلَّ جَلَالُهٗ جي قدرت سان ان جاءِ تي هڪ وڏي بارش جي ترڪيءَ ۾ پئي جاين تي انهيءَ نموني سان ٿيو.

حضرت شاهه غلام علي دهلوي سبع سَيّاره جي ٽئين رسالي ۾ آندو آهي ته حضرت خواجه خواجگان شاهه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جون ڪرامتون بي حد بيشمار آهن. هڪ ڀيري حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جي حضور ۾ وڏين بزرگن جي مارڻ ۽ جيارڻ جي ڳالهه هلي ان وقت خواجه صاحب جن محمد زاهد کي فرمايو ته مَرُ اُن دم مري ويو، ٻيهر فرمايائون ته جيئرو ٿي پوءِ جيئرو ٿي پيو ۽ حضرت جن خسري کي فرمايو ته پاڻ کي فدا ڪري درياءَ ۾ وجهه ان حڪم موجب پاڻ کي درياءَ ۾ وڌو، ماڻهن چيو ته خسرو پاڻ کي پاڻهي هلاڪ ڪري ڪوهه ۾ وڌو آهي. حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن فرمايو ته اي خسره ٻاهر نڪر حڪم شرط ٻاهر نڪتو ۽ هڪ وار پڻ آلو ٿيل نه هوس. پاڻ هڪ ڏينهن چيئي کي فرمايائون ته اڏامي مٿي سان پير جي اچ حڪم موجب پير جي ٿي آئي جڏهن انکي جهليائون ته هن بس ڪيائين. هڪ شخص حضرت خواجه صاحب جن جي زيارت لاءِ ٿي آيو درياءَ وات ۾ هو دل ۾ خيال ڪيائين ته دريا تاسڪيءَ پيرين لنگهان، پيرين ڪيائين خيال موجب لنگهي پار ٿيو. ٻيهر هرڻ جي قطار ڏٺائين دل ۾ خيال ڪيائين ته انهن کي ويجهو سان اها قطار سندس اڳيان اچي بيٺي انهن کي ڏٺائين ٻيهر دل ۾ خيال ڪيائين ته طعام ڪوسو مليم. ديگ طعام گرم جي اڳيان پيدا ٿي. جڏهن حضرت خواجه شاهه نقشبند جي حضور ۾ حاضر ٿيو، حضرت جن انکي فرمايو ته جنهن ڏينهن ڪان گهر ڪان نڪتو آهين منهنجي نظر توتي آهي تنهنجي پيرن هيٺان هٿ رکيم ته تون سُڪيءَ پيرين درياءَ لنگهين آئين ۽ هرڻن جي قطار تنهنجي ويجهو آندم جو تو انهن جو مشاهدو ڪيو ۽ گرم طعام جي ديگ تنهنجي اڳيان اچي رکيم جيڪو احوال تنهنجي باطن ۾ آهي جي گهران ته ڪسي وٺان پوءِ توجّهه امانت کسڻ لاءِ ڪيائون ان دم احوال انجو کسجي ويو، ٻيهر ڏنائون ٻيهر ورتائون ڏي

ازخود مٿاهين درجي ۾ ان تي مرحمت فرمايائون ۽ فرمايائون ته مونکي الله جل جلاله دوستن کسڻ ۽ عطا ڪرڻ لاءِ الن جي ڪرامت ڪئي آهي - هڪ شخص سندن حضور ۾ عرض ڪيو ته منهنجو چاچو مري ويو آهي، حضرت جن فرمايو ته مئو آهي ۽ نئون گهران جو مري ۽ متو مبارڪ هيٺ ڪري فرمايائون ته جيئرو ٿيو، وري ان جو ملڪ ڪان ڏي ته ۽ ان جي بدن ۾ آئندن طالبن کي همت ۽ توجه سان مقصود تي پهچائڻ خاص حضرت خواجه صاحب جو آهي - ۽ هڪ مرتبي ڪان ٻئي مرتبي تائين ته پهچايائون حضرت علاؤالدين رحمة الله عليه، جو پهريون خليفو حضرت خواجه صاحب جو آهي - حضرت جن جي حضور ۾ عرض ڪيائين ته هڪ درويش تو چوي ته لوا قلب جو منهنجي اکيان مثل چوڙهين چنڊ جي آهي - حضرت جن فرمايو ته اهو منهنجي دل جي نور ڪان چيو انس قلب ڪبير جنهنکي جامع انسانيه تا چون پيو آهي - پوءِ پڇيا حضرت علاءالدين عطار قدس سره جو دني تصرف فرمايائون، حضرت خواجه عطار عرش فرش ۽ سڀني عالم کي پاڻ ۾ مشاهده ڪيو ته ٻي التفات سان قلب ڪبير کي پهتاءِ خدائي اسرار ڪان خاطر ٿيا پوءِ حضرت خواجه صاحب فرمايو ته دل اها آهي ته اها جو درويش چئي - حضرت جن طالبن جي غيبي احوال جي سبب مان علو ٿيا تي ۽ فرق معلوم ٿئي ڪيائون - حضرت خواجه شاه نقشبند قدس سره هڪ ڏينهن پانهو ۽ تي توجه ڪيائون بي هوش ۽ بي خودي ٿي وئي - جنهن پنهنجي گهر وئي ان پانهو ۽ جي مالڪ جنهن انکي ڏٺو اهو مالڪ پڻ بي هوش ۽ مست ٿي ويو پاڙي جي زال انکي ڏسڻ آئي اها پڻ بي هوش ۽ بي خودي ٿي - سندن وفات کان پوءِ پڻ ايتريون ڪرامتون ڪانئن صادر ٿيون آهن جن جو ڳاڻيٽو ڪونهي - جيئن ته هڪ شخص کي بادشاهي حڪم سان وڏي مار ڪٽ جي چارهي هيٺ اچلايائون ان شخص کي ڪونقصان ڪونه ٿيو - وڃيا ۽ مون دل جو توجه حضرت خواجه صاحب جي روضه مبارڪ ڏانهن ڪيو، هٿ تربت مبارڪ مان نڪتو مونکي وٺي هت ٻيهار يائين - هڪ شخص عرض ڪيو يا حضرت! مونکي ڏاڙهي ڪانهي، سوال ڪرڻ وقت ڏاڙهي گهاٽي ان سائل کي جائي - ۽ هڪ جاهل قاضي اچي عرض ڪيو ته يا حضرت خواجه مونکي علم ڪونهي ان گهڙي ۾ عنايت الاهي سان وڏو عالم ۽ فقيه ٿي پيو

اهو مُلخصاً — حضرت مرشد الانس والجن خواجه قيوم جهان قُدِّسَ سِرُّهٗ
"عمدة المقامات" ۾ آندو آهي ته حضرت امام رباني مُجدد الف ثاني قُدِّسَ سِرُّهٗ
النوراني فرمايو آهي ته تابع ڪامل کي مڙني ڪمالن متبوع جي کان نصيب گهڻو آهي
اهو ۽ حضرت خواجه بلاگردان شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جي ماڻي کي باهه اثر ڪيو
سو به سندن ڪمال مُتابعت جي دليل آهي حضرت سيد عالم صلي الله عليه وسلم
دستگيرِ عاجزان ۽ هيڻن جو هو - ۽ حضرت خواجه شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جي
همت عاليءَ ۽ مشڪل ڪشائي هيڻن جي ۾ سندن ڇاڻ مبارڪ خاصيت ڏي رکي آهي
معنيٰ ۾ حضرت خواجه اعظم ڪشميري قصيده "شجرة الخلد" ۾ نظم فرمايو آهي

رَاقِمُ الحُرُوف :- ان جي معنيٰ سنڌي ۾ عرض ٿو ڪريان ته "سردار العارفين
جي خواجه ضياء الدين قُدِّسَ سِرُّهٗ خواب ۾ محشر جو ميدان ڏٺو
نهايت بي تابي ۽ پشيماني ان محشر جي ميدان ۾ هئي ڪا جماعت بهشت ۾
پئي وڃي بي خلق دوزخ ڏانهن مٿي پيرن کان سواءِ پئي وڃي، سڀني کان
ڪي دوزخ ڏانهن سوڻ محنتن ۽ ڏکن سان نيا ٿون ٿي، هڪڙن ڏوزخ
جي وڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ پنهنجي ڇوٽڪاري لاءِ گهڻا حيلا ڪيائين مگر انهن جي
ڪنهن ڳالهه ۾ ڇاڙ نه ٿيو، نيٺ جوش ۾ اچي فرياد ڪيائين ته دنيا ۾ جيڪي
مونکي ڪوڙ ڪ پهچندو هو ته ان لاءِ منهنجو مددگار ۽ ضامن حضرت خواجه
مشڪل ڪشاءِ شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ هو آءٌ ان جو نياز ڏيندو هوس
اُهو منهنجا ڪُو ياد سُڻندو هو - مونکي هن محشر جي ميدان ۾ ٻڌ اهو
بهاءالدين بلاگردان شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ منهنجي پناهه ٿيندو، الهي
درگاه مان آواز آيو ته هن هنن ساري عمر تباهه ڪري ڇڏي هئي پر جڏهن
ته منهنجي پياري خاص جو نالو ورتو پنهنجي شفاعت لاءِ خواهان ٿيو آهي انکي
دوزخ جي عذاب کان ڇوٽڪارو ڏنو اها حالت ڏسي سڀني محشر جي
ميدان وارن افسوس جا هٿ مٿي تي هڻيا - ته هي افسوس جيڪي
اسين دنيا مردود ۾ حضرت خواجه شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جا غلام بنجون ها

(له) هي لفظي ترجمو لفظ "بي سروپاء" جو آهي هن جي معني ۽ مطلب هي آهي ته بي سڪهه ٿو ته بي خلق دوزخ ڏانهن مقتدا
مفلس عمل صالح کان سواءِ پئي وڃي -

تبرڪا ڇھ بيت لکان ٿو -

ندا آمد ز درگاهِ الٰهي　　ڪه شد هر چند عمرش در تباهي ل۱
چو از خاصانِ من نامِ بزرگي　　براهِ نقشبندي بس سترگي ل۲
شفيع آورده داديم اش رهائي　　تعجب نيست از شانِ الٰهي ل۳
از اين حالت بسي از اهلِ محشر　　نمودند از تاسّف دست بر سر ل۴
ڪه اي ڪاش اندر آن دنياي مردود　　زما هر يڪ غلام خواجه بود ل۵
بلي اين نقش در دل خوش نشست است　　ڪه او مشڪل ڪشائي ڪار بسته است ل۶

حضرت شاهه غلام علي محدث دهلوي سبع سيارهءِ ۾ آندو آهي ته حضرت غوث الاعظم شاهه نقشبند قدس سرهٗ جن فرمايو آهي ته مونکي الله جل جلالهٗ ڪرامت عطا ڪئي آهي - جو منهنجي وسيلي سان بلائون ۽ مصيبتون ميٽجي وڃن - "التجا بماڪن حاجت روا به بين" - يعني مونکي التجا ڪريو، پوءِ حاجت پوري ٿيندي ڏسو - بهشت ۾ نه ويندا جيستائين منهنجي خاندان جي مريدن کي بهشت ۾ نه نيندس - گهٽ ۾ گهٽ منهنجو مريد پنجاهه قدم تائين شفاعت ڪندو - نيڪ درجا گنهگار ٻئي آهن جيڪي بهاءُ الدين لو چوي اهو خدا تعاليٰ ٿو ڪري - اهو جيڪي ڪين الله جل جلالهٗ ڪشف ڏنو آهي تنهن جي به انتها ڪانهي - جنهن مان هڪ نقل ٿو لکجي جو حضرت غوث الجن والانس قيوم جهان جن آندو آهي ته حضرت مولانا جامي آندو آهي ته شيخ قطب الدين نالي روايت ٿو ڪري ته آئون ننڍي عمر هوس جو حضرت خواجه صاحب جن فرمايو ته فلاڻي ڪبوتر خاني ۾ وڃ ۽ ڪبوتر وٺي اچ - جنهن ڪبوتر کي ٿي آيس ته هن خيال آيم ته هڪ ڪبوتر جيڪو ڏاڍو لاءِ چڱا پاڻ نيٺ اهو ڪبوتر حضور ۾ مون نه آندو - جڏهن ڪبوتر پچايائون ۽ جيڪي حاضر مجلس ۾ هوا انهن کي ورهائي ڏنائون ته هن مونکي حصو

ل۱ الله (تعاليٰ) جي درگاهه مان سڏ آيو ته انهي عمر جيتوڻيڪ تباهي ۾ گذاري
ل۲ پر جڏهن ته منهنجي خاص ٻانهن مان هڪ نقشبندي بزرگ جو نالو وٺي
ل۳ مون وٽ سفارش آندائين ان ڪري ڪيس ڇوٽڪارو ڏنم ته اهو الله جي شان کان پري نه آهي
ل۴ هن حالت کان ڪيترن محشر وارن افسوس کان هٿ مٿي تي رکيو -
ل۵ ته افسوس! جو ان مردود دنيا ۾ اسان مان هر هڪ خواجه جو غلام هجي ها
ل۶ ها ٺيڪ نقش دل ۾ چڱو ويٺو آهي جو اهو ٻڌل ڪم جي مشڪل کي کولڻ وارو آهي

حضرت خواجه صاحب جن عنايت نه ڪيو ۽ فرمايائون ته فلاڻي پنهنجو حصو جيڪو ورتو آهي. حضرت خواجه بيرنگ باقي بالله قدس سره سندن مدح ۾ چا نه چڱو فرمايو آهي

ابو الوقت دو عالم قطب ارشاد     بهاؤ الدين که شد دين او ازو آباد [1]

ز سُنّت در جنيد افگند آشوب     به جذبه بايزيدش آستان روب [2]

پئے تسکين مشتاقانِ ديدار     جمالِ مصطفى را آئينه دار [3]

دران آئينه مي بيند محقق     سواد مَنْ رَاٰنِيْ فَقَدْ رَاَى الْحَقّ [4]

فنا في الله خواجه بس بلند است     بکن تاويل خواجه نقشبند است [5]

خليفه بود حق را در زمانه     نمودش برزخے دان درميانه [6]

## سندن اخلاق ارشاد ۽ وفات

حضرت جن جو خلق سُنّت نبوي صلى الله عليه وسلم هو سندن اخلاق سندن ارشاد چڱي طرح معلوم پيا ٿين - فرمايائون هڪ ڏينهن حضرت سيّد امير ڪلال قدس سره جي خدمت ۾ ٿي ويس رستي ۾ حضرت خضر عليه السلام هڪ سوار جي ويس ۾ نظر آيو هٿ ۾ هڪ وڏي لٺ ٻڪرن وانگر هيس ۽ ٽوپي مٿي تي ڏکيل هيس مون وٽ آيو ۽ ترڪن جي زبان ۾ چيائين ته گهوڙن کي تون ڏنو آهي ۽ ان لٺ سان مون کي ڪجهه ڏک هنيان ۽ مون انکي ڪجهه نه چيو، اهڙي ئي پيرا منهنجو سنور ڪيو مون انکي چيو ته آئون توکي سڃاڻان ٿو تون خضر آهين گهڻي تائين منهنجي پٺيان آيو ۽ چيائين ته ترس ڪا دير پاڻ ۾ ڳالهيون ڪريون ۽ صحبت ڪريون مون ڪجهه به لاڙو ان ڏانهن نه ڪيو - جڏهن حضرت سيّد امير ڪلال قدس سره وٽ پهتس ڏسڻ شرط فرمايائون ته واٽ ۾ تنهنجي حضرت خضر عليه السلام سان ملاقات ٿي مگر تو ان ڏانهن ڪو التفات نه ڪيو - مون عرض ڪيو ته هائو،

---

[1] هو پنهنجي جهان جو وقت جو صاحب، ارشاد جو قطب بهاء الدين جو دين ان کان آباد ٿيو.

[2] سُنّت کان جنيد ۾ شور وڌائين - جذبي ۾ بايزيد ان جي چائٺ ٻهاريندو.

[3] ديدار جي طالبن جي تسکين لاءِ مصطفى ﷺ جي جمال جو آئينو رکندڙ آهي -

[4] محقق ان آئيني ۾ ڏسي ٿو - شخصيت (هن مضمون جي) جنهن مون کي ڏٺو تنهن تحقيق حق کي ڏٺو

[5] الله (تعالى) ۾ فنا خواجه گهڻو بلند آهي، ان جو مطلب خواجه نقشبند آهي -

[6] هو پنهنجي دور ۾ حق جو نائب هو - ان کي حق وچ ۾ پردو بنايو هو -

حضرت جڏهن اوهان ڏانهن پنهنجي آيس تڏهن ان ڏانهن ڪو التفات نه ڪيو (مرشد جو ادب ۽ ان ۾ انهيءَ طرح ويساه رکڻ گهرجي) ــ فرمايائون اسانجي حضرات خواجگان قَدَّسَ اللّٰهُ تَعَالیٰ اَسْرَارَهُمْ جي نسبت چئن وجهن سان آهي ـ هڪ حضرت خواجه خضر عليه السلام سان ـ ٻي حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه سان ـ ٽي حضرت بايزيد بسطامي قُدِّسَ سِرُّهٗ سان جو انکي حضرت علي ڪَرَّمَ اللّٰهُ وَجْهَهٗ جي وسيلي سان پهتي آهي ـ چوٿين جو انکي حضرت اَفْضَلُ الْبَشَرِ بَعْدَ الْاَنْبِيَاءِ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه کان ملي آهي ۽ انهيءَ سبب کان انجي نسبت کي نقشبندي چوندا آهن ــ فرمايائون وقوف قلبي ۽ وقوف عددي ۾ پنهنجي اختيار سان اکيون بوٽڻ نه گهرجن جو انهو سبب خلق جي اطلاع ٿيڻ جو آهي ـ امير المؤمنين حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه جڏهن هڪ شخص کي گردن جهڪائي ويٺل ڏٺو، فرمايائون ته يَا صَاحِبَ الْعُنُقِ اِرْفَعْ عُنُقَكَ (اي ڪنڌ واري پنهنجي ڪنڌ کي مٿي ڪر) ذڪر اهڙي طرح ڪرڻ گهرجي جو مجلس وارن مان ڪو به معلوم نه ڪري ـ فرمايائون حقيقت اخلاص جي فنا کان پوءِ حاصل ٿيندي ٿي، جيستائين بشريت غالب آهي تيستائين حقيقت اخلاص جي حاصل نه آهي ـ رباعي

ساقي قدحے کہ نیم مستیم　　مخمور صباحے الستیم ^١
مارا تو بہ ماسوائے تمنا　　با خویشتیم بت پرستیم ^٢

فرمايائون ذڪر غفلت جي ڪڍڻ جو نالو آهي، جڏهن غفلت ڪڍي ويئي تڏهن ذاڪر آهي اگرچه ماٺ ۾ آهي ـ فرمايائون ته رعايت وقوف قلب جي هر حال ۾ گهرجي ـ يعني ڪم ڪرڻ ۾، ڳالهائڻ ۾، سمهڻ ۾، هلڻ ۾، خريد فروخت ڪرڻ ۾، عبادت ڪرڻ ۾، نماز ۾، قرآن شريف پڙهڻ ۾، لکڻ ۾، پڙهائڻ ۾، وعظ ڪرڻ ۾ هڪ لحظو غافل نه ٿئي جيئن مقصود حاصل ٿئي ـ شعر

یکچشم زدن غافل ازان ماه نباشی　　شاید کہ نگاہے کند آگاه نباشی ^٣

---

١ اي ساقي پيالو پيار جو اڌ مست آهيان، الستي شراب ۾ مست آهيان
٢ اسان کي توان تجرع سان نواز! جو بيخوديءَ جي پوڄاري بڻجي ويا آهيان
٣ هڪ اک ڇنڀ جيترو وقت به انهيءَ چنڊ کان بيسڌ نه رهه! متان هو نگاهه ڪري ۽ تو کي خبر ئي نه پوي

بزرگن جو چوڻ آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن جي قدر الله جَلَّ جَلَالُهٗ کان غافل ٿيندين تہ باقي ڏکهي عمر ۾ ان نقصان جو تدارڪ نہ ڪري سگهندين باطن جو نگاهہ رکڻ نهايت مشڪل آهي پر عنايت حق سُبحَانهٗ تعالیٰ ۽ خداءِ جي خاص ٻانهن جي تعليم ۽ تربيت کان جلد حاصل ٿو ٿئي. شعر

بي عنايات حق وخاصان حق　　گر ملک باشد سياهش ورق[1]

دوستن خدا جي صحبت ۾ جو هم سبق هجن ۽ هڪ ٻئي جا منڪر نہ هجن ۽ صحبت جا شرط بجاءِ آڻن تہ جلد فائدو حاصل ٿو ٿئي ۽ ڪامل مڪمل جي هڪ التفات سان ايتري قدر باطن جي صفائي ٿي ٿئي جو ڪيترا ورهين رياضتون ڪري تہ بہ نہ ٿي سگهي — فرمايائون ارشاد ۽ فيض جي صاحبن جا ٻہ قسم آهن ڪامل مڪمل، ڪامل ۽ مقلد. ڪامل مڪمل نوراني آهي ۽ نور بخشيندڙ آهي ۽ ڪامل نوراني آهي مگر نور بخشيندڙ نہ آهي. مقلد اهو آهي جو مرشد جي حڪم سان ڪم ڪري. فرمايائون مرشد قطب گهر جي يا خليفو قطب جو هجي بهرحال پاڻهين پاڻ ذڪر ۾ مشغول رکي. فرمايائون سالڪ طريقت جا ٻہ قسم آهن هڪ اهو جو رياضت ۽ محنت ۽ مجاهدو يعني ڪوشش ٿو ڪري ۽ ان مان فائدو ٿو لهي ۽ مقصود کي پهچي ٿو ۽ هڪ فضل آهي جو سواءِ فضلِ خداءِ جي ڪجهہ نہ ٿو چاهي، توفيق ٻانهپ ۽ رياضت جي پڻ فضل سان ٿو چاهي ۽ ٿو لهي جلد مقصود کي ٿي پهچي. "اَلْحَقِيْقَةُ تَرْكُ مُلَاحَظَةِ الْعَمَلِ لَا تَرْكُ الْعَمَلِ"[2] شيخ الاسلام هروي قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو آهي "عمل رها مڪن ليڪن گران بها مڪن" فرمايائون جو شخص صبح ۽ شام ذڪر ۾ مشغول رهي اهو غافلن مان ناهي بلڪ ذاڪرن يعني ذڪر ڪندڙن مان ٿو ٿئي موافق حڪم آيت شريف "وَاذْكُرْ رَّبَّكَ فِيْ نَفْسِكَ تَضَرُّعًا وَّخِيْفَةً وَّدُوْنَ الْجَهْرِ مِنَ الْقَوْلِ بِالْغُدُوِّ وَالْاٰصَالِ وَلَا تَكُنْ مِّنَ الْغٰفِلِيْنَ" بعض تفسير وارن جو قول آهي تہ غُدُوِّ وَالْاٰصَالِ مان مراد آهي هميشگي ذڪر جي ٻي آيت "اُدْعُوْا رَبَّكُمْ تَضَرُّعًا وَّخُفْيَةً اِنَّهٗ لَا يُحِبُّ الْمُعْتَدِيْنَ" يعني پنهنجي پروردگار کي مسڪينائي ۽ آهستگي سان ياد ڪر

[1] حق تعاليٰ ۽ حق جي خاص ٻانهن جي مهرباني کان سواءِ جيڪڏهن ملڪ بہ هوندو تہ ان جو ورق ڪارو ٿيندو
[2] حقيقت ٿلهو آهي عمل جي ملاحظي ڇڏڻ نہ عمل کي ڇڏڻ نہ عمل کي ڇڏڻ نہ اهو نہ

الله جَلَّ جَلَالُهٗ بلند آواز ڪندڙ کي دوست نه ٿو رکي. ابو موسيٰ اشعري رحمة الله عليه کان روايت آهي ته هڪ ڀيري اصحابي سڳورا حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم سان همراه هوا جڏهن مٿاهين تي چڙهڻ لڳا، آواز تڪبير ۽ تهليل جا وڏي آواز ڪيائون. حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو "اَيُّهَا النَّاسُ اِرْبَعُوْا عَلٰى اَنْفُسِكُمْ اِنَّكُمْ لَا تَدْعُوْنَ غَائِبًا وَّاَصَمًّا اِنَّكُمْ تَدْعُوْنَ سَمِيْعًا قَرِيْبًا" يعني اي انسانو! پاڻ تي رحم ڪريو (ڏاڍيان دعا نه ڪريو) تحقيق اوهان ڪنهن غائب ۽ ٻوڙي کي نه ٿا سڏيو تحقيق اوهان ٻڌندڙ ۽ ويجهي کي سڏي رهيا آهيو. ۽ اتفاق عالمن ۽ مشائخن جو آهي جو ذڪر ڳجهو يعني قلبي زور، پاوءِ زور موچارو آهي. فرمايائون مونکي مقام شيخ جنيد ۽ شيخ شبلي ۽ شيخ منصور حلاج ۽ بايزيد بسطامي قَدَّسَ سِرَّهُمْ جو سير ٿيو جتي اُهي پهتا آهن اُتي آئون پڻ پهتس. نيٺ هڪڙي درگاهه عاليشان تي پهتس معلوم ٿيو ته هي بارگاهه محمدي آهي عليه الصَّلوٰة وَالسَّلَام. حضرت بايزيد قُدِّسَ سِرُّهٗ جن انهيءَ مقام تي پهتا هوا اهڙن ارادو ڪيو ته اڳتو سير ٿئي، مگر هٿ رکڻ جو انهي پيشانيءَ ۾ ڪيو ويو. مون ان وانگر گستاخي نه ڪئي ۽ تعظيم سان مٿو عزت جي چائنٺ تي رکيم ۽ ادب جي واٽ اختيار ڪيم. مونکي اتان هون جو سير ڪرايائون. فرمايا اگرچه نماز، روزو، رياضت ۽ مجاهدي سان آدمي واصل ٿو ٿئي نفي وجود جي ۽ اختيار کي ڇڏڻ ۽ پنهنجا عمل گهٽ ڪري ڏسڻ در ويجهي واٽ آهي. فرمايائون ته ڦر جا ٻه قسم آهن، هڪ اِخْتِيَارِي ٻيو اِضْطِرَارِي. فرمايائون ظاهر ٿيڻ ڪرامتن جو ڪنهن کي اعتبار ۾ نه آهي، اصل خير استقامت يعني بيهڪ ڪرڻ شريعت نبوي صلي الله عليه وسلم تي آهي بزرگن فرمايو آهي ته طالب استقامت جو ٿيءُ نه طالب ڪرامت جو الله جَلَّ جَلَالُهٗ توکان استقامت ٿو گهري ۽ تنهنجو نفس ڪرامت ٿو گهري. ۽ وڏن وليّن جو قول آهي ته جيڪڏهن وليءَ کي باغ ۾ ويهي ۽ سيڪڙن وڻن جي پنن مان آواز يَا وَلِيَّ اللهِ جو اچي ته ان ڏانهن التفات نه ڪرڻ گهرجي بلڪه لحظي ۾ بندگي ۽ تَضَرُّع ۽ نياز مندي ۾ ڪوشش ڪرڻ گهرجي

فرمايائون منهنجو طريقو عروة الوثقىٰ آهي- تابعداري سنت پيغمبري عليه
السلام جي ۽ تابعداري آثارن حضرات اصحابن سڳورن جي آهي فرمايائون
مونکي وات فضل جي سان آندو ويو آهي ۽ ڇاڪاڻ ته مون فضل ڏٺو آهي مون عمل
سان ڪجهه نه ڏٺو آهي- فرمايائون منهنجي طريقي ۾ تور وعمل آهي پر رعايت
متابعت سُنّت نبوي صلي الله عليه وسلم جي شرط آهي - فرمايائون اسانجو طريقو صحبت
آهي ۽ خلوت ۾ شهرت ۽ شهرت ۾ آفت ۽ جميعت صحبت ۾ ۽ صحبت هڪٻئي
۾ نفي هئڻ کي ٿا چون - فرمايائون مرشد کي گهرجي ته طالبن جي حال گذريل ۽ ايندڙ
کان واقف هجي جوان جي تربيّت ڪري سگهي ۽ شرط طلب جا هي آهن ته جنهن
وقت کنهن خدا ءِ جي دوست جي صحبت ۾ داخل ٿئي ته پنهنجي حال کي معلوم ڪري
ته ڪيئن آهي ۽ ڏوري ڪجهه وقت کان پوءِ ان گذريل احوال جي جاچ ڪري جيڪڏهن
پاڻ ۾ ڪجهه زيادتي ڏسي ته ڏهن ان جي صحبت فرض سمجهي- فرمايائون مراقبو
نسيان رويت مخلوق جو هميشگي نظر خالق جي طرف سان آهي فرمايائون محاسبو
هيءُ آهي جو سالڪ سڀ گهڙيءِ حساب ڪندو رهي ته ڪيئن مون تي ڪهڙي طرح وقت لنگهيو
جيڪڏهن نقصان سمجهي ان جو تدارڪ ڪري جيڪڏهن زيادتي ڏسي ان جو شڪر
ادا ڪري ۽ ان عمل ۾ ڪوشش ڪري - حضرت خواجه علاءُ الدين عطار قدّس سرهٗ
جن فرمائيندا هوا ته حضرت خواجه صاحب جن طالب کي اوّل قدم ۾ مراقبي جي
سعادت کان مشرف ڪندا هوا ۽ جي زياده توجّهه فرمائيندا هوا ته فنائي جي
مقام تي پهچائيندا هوا - ان وقت حضرت خواجه صاحب جن فرمائيندا هوا ته اڳوا
رڳو واسطو يعني وسيلو هوس هاڻي رڳو مون کان ڪجهه مقصود حقيقي سان
ملڻ گهرجي - فرمايائون جي تون اهل الله جي مرتبي تي پهچڻ گهرين ته پنهنجي نفس جي
مخالفت ڪر - فرمايائون هر هڪ مشائخ جي آئينه جا ٻه مُنهن آهن ۽ منهنجي آئينه
جا ڇهه مُنهن آهن - فرمايائون حضرت عزيزان قدّس سرهٗ جو فرمودو آهي ته
هن وليّن جي ٽولي جي سامهون سڄي زمين مثل دسترخان جي آهي ۽ اسين
ٿا چوان مثل چوٽي ناخن يعني نهن جي آهي ، مگر حضرت عزيزان جنهن
وقت اهو قول فرمايو هو تنهن وقت پاڻ دسترخان تي هوا - فرمايائون الله

موٽڪي دنيا جي خرابيءَ واسطي پيدا ڪيو آهي ۽ ماڻهون موٽڪان دنيا جي عمارت ٿا گهرن
فرمايائون ته اهل الله بار خلق جو هن سبب ٿا سهن ته تهذيب اخلاق جي ٿئي
يا ڪنهن وليءَ سگوري سان ملاقات ٿئي جو نه ڪو اهڙو ڏڏي ڪو نهي جنهن تي الله جل جلاله
عم نواله جي نظر نه آهي - جڏهن ان وليءَ الله سان ملاقات ٿي ٿئي ان نظر الهيءَ ڪان
فيضياب ٿو ٿئي - صد شغرة دشمن بڪشد طالب المقصود ٭ باشد ڪه يڪي دوست بيايد بضيافت [1]

فرمايائون جنهن شخص هڪ پير و منهنجي جتي سڌي ڪئي هوندي ان جي شفاعت
ڪندس - فرمايائون وليّن کي اسرارن تي واقفي ٿا ڏين مگر سواءِ اجازت جي ظاهر نٿا ڪن
فرمايائون برڪت حضرت رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جي هن امت جي صورة جو
مسخ بند ٿي ويو آهي پر دل جو مسخ يعني من جي وڃڻ ٿي ٿو -

اندر اين امت نباشد مسخ تن ٭ ليڪ مسخ دل بود اى ذوالفطن [2]

فرمايائون صحيح ڪرڻ نيت جو سڀ ڪنهن ڪم ۾ نهايت ضروري آهي، جو نه نيت وهبي
شيءِ آهي ڪسب کي تعلق ڪو نهي - فرمايائون مريد کي پير جي ڪنهن ڪم ۾ مشڪل ۽ شبهو
هجي ته صبر ڪري ۽ اعتقاد پنهنجو نه ڦٽائي ٿي سگهي ٿو ته ان ۾ ڪا حڪمت سمجهي هجي ۽
متوسط انهيءَ شڪ کي آسان ڪرڻ لاءِ چپ نه چوري جو ڙ واند آهي ۽ جي مبتدي يعني
جنهن اول سلوڪ ۾ شروعات ڪئي آهي اهو جي مرشد ڪان پڇي ٿو ته انکي حلال آهي
فائدو وٺو - "حدائق الوردية في حقائق اجلاء النقشبندية الخالدية"
تان نقل ڪيو آهي پڻ صاحب حديقة الندية جي آندو آهي ته هن سلسله جو
لقب حضرت افضل البشر بعد الانبياء ابابڪر صديق رضى الله تعالى عنه کان وٺي
حضرت بايزيد بسطامي رضى الله تعالى عنه تائين صديقي ڪوٺبو هو ۽ وري
حضرت بايزيد بسطامي رضى الله تعالى عنه کان حضرت خواجه عبدالخالق
غجدواني رضى الله تعالى عنه تائين طيفوري لقب هن سلسله جو ڪوٺبو
۾ آيو ۽ هو وري حضرت خواجه غجدواني قدس سره کان وٺي امام الطريق
ذو الفيض الجاري ذو النور الساري شيخ بهاؤ الدين محمد اويسي بخاري معروف

[1] مقصود جو طالب دشمن جون سؤ دعوتون هن ڪري ڪندو آهي ته ڪنهن هڪ دوست مهماني ٿي اچي
[2] هن امت ۾ بدن جو مسخ نه ٿيندو پر اي ڏاها! دل جو مسخ ٿيندو -

بہ شاہ نقشبند قدس سرہ تائين طريقو حضرات خواجگان جو عوامن ۾ ڦهلي آيو. ورِي خواجه عبيدالله غوث الاعظم احرار تائين نقشبنديءَ چوٿين ۾ آيو. اڳ حضرات سڳورا ذڪر قلبيءَ ذڪرجهر ٻئي ڪندا هوا. حضرت شاه نقشبند رضي الله تعالىٰ عنه ذڪر جهر اصل بند ڪرائي ڇڏيو. پر تڏهن به حد تائين جيڪڏهن سيد مير ڪلال قُدِّسَ سِرُّهٗ جي حضور ۾ ذڪر جهر ٿيندو هو ته اچي ويندا هوا جنهن جو احوال ڪن ورِي آيو آهي. انهيءَ ڳالهه ڏانهن اشارو عين الحيوٰة وارِي هن طرح آندو آهي "وَكُلَّمَا شَرَعَ أَصْحَابُ الْأَمِيرِ كُلَالٍ فِي الذِّكْرِ الْجَهْرِ كَانَ حَضْرَتُ الْخَوَاجَهْ يَقُومُ عَنْ هٰذَا الْمَجْلِسِ وَيَخْرُجُ" اھ ملخصاً ك (عين الحيوٰة معرب رشحات). ورِي قطب الطرائق غوث الخلائق حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قُدِّسَ سِرُّهُ النورانيءَ تائين طريقو احراري نقشبندي ڳجهو ۾ پئي آيو. اھ ملخصاً.

حضرت قيوم الجهان قُدِّسَ سِرُّهٗ آندو آهي ته حضرت خواجه بلاگردان قُدِّسَ سِرُّهٗ جن فرمايو آهي ته شيخ ابوالخير قُدِّسَ سِرُّهٗ کان پڇيائون ته اوهان جي جنازي جي اڳيون ڪهڙي آيت پڙهون، جواب ڏنائون ته آيت پڙهڻ وڏو ڪم آهي هيءَ بيت پڙهجو. چيست ازاين خوب تر در ہمہ آفاق کار دوست رسد نزد دوست يار بنزديڪ يار [2]

پوءِ حضرت خواجه صاحب پاڻ فرمايو ته منهنجي جنازي جي اڳيان هيءُ بيت پڙهجو

مفلسانيم آمده در ڪوئے تو شيئاً لله از جمال روئے تو [3]

صاحب حالات حضرات نقشبنديه جي هيءَ بيت زياده پڙهندا آهن.

دست بکشائي جانب زنبيل ما آفرين بر دست و بر بازوئے تو [4]

سانگهڙ ڪتاب ۾ صاحب حدائق الورديه جي آندو آهي ته پاڻ اڳ فرمايائون ته جڏهن منهنجو پورو وقت آيو ته هن سيني مرض سيڪار نيدس پوءِ جڏهن سندن پورو وقت آيو ته هن ٻئي هٿ دعا جي لاءِ کنيا ۽ گهڻي مدت تائين دعا گهريائون جڏهن دعا ختم ڪري هٿ

---

[1] ۽ جڏهن به حضرت امير ڪلال جا مريد ذڪر شروع ڪندا هوا ته حضرت خواجه ان مجلس مان اٿي هليو ويندو هو.
[2] دنيا ۾ هن کان وڌيڪ ڪو ٻيو سٺو ڪم آهي جو دوست دوست وٽ پهچي ۽ يار يار وٽ
[3] اسان تنهنجي گهٽيءَ ۾ سُڃا آهيون. خدا لاءِ پنهنجي منهن جي سونهن پساءِ!
[4] اسان فقيرن جي زنبيل ڏانهن هٿ کول! تنهنجي هٿ ۽ ٻانهن کي آفرين آهي.

مبارڪ چهري مبارڪ تائين آندائون ۽ رحلت فرمايائون. إِنَّا لِلّٰهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ
مرافق قول عمدة المقامات جي وفات سندن ڏينهن آچاري مهيني ربيع الاول سنه ٧٩١ ۾ ٿي. سندن عمر مبارڪ ٧٣ ورهه هئي. حضرت خواجه حافظ قدس سره تاريخ جو مادو ٿو فرمائي.

بها والحق والدين طاب مثواه ۔ امام ملت و شيخ جماعت [1]
چو ميرفت ازجهان اين بيت ميخواند ۔ براهل فضل و ارباب بلاغت [2]
بطاعت قرب ايزدي توان يافت ۔ قدم در نه گرت هست استطاعت [3]
بدين دستور تاريخ وفاتش ۔ برون آر از حروفِ قرب طاعت [4]

مولانا جامي ڏڏو قصيد و فرمايو آهي تاريخ جي مادي جو بيت هيءُ آهي.

منزل و مأواي او چون بود قصرِ عارفان ۔ قصرِ عارفان زان سبب آمد حساب رحلتش [5]

حضرت جن چار ڄڻا خليفا هوا. ٻيو غواص بحار انوار خواجه علاوالدين عطار، ٽيو حضرت امام الاولياءِ والاتقياءِ خواجه محمد پارسا ٽيون حضرت قطب رباني خواجه علاوالدين غجدواني ۽ چوٿون مفتدا حضرات نقشبندي مولانا يعقوب چرخي رضي الله تعالىٰ عنه. سندن اولاد مبارڪ نيائي مان ٿيو — جو اهاڪين سنت محمدي صلى الله عليه وسلم جي عنايت بين

## حالات حضرت يعقوب چرخي قدس الله سره الانور

هيءُ خدائي وات جو رهبر رهنماءُ ڏيو شهر ولايت جي جوءِ علم الهدىٰ مفسر جو معلم ۽ استاد علم ظاهر ۽ باطن جو رڪنڌ ٿي پيڙهه ۽ بنياد خدائي اسرارن جو واقف اوهن حڪمتن کي کولينڌ ٿي ۽ طريقت حضرات خواجگان جي ڪي سڌ اريندڙ، طالبن جي دلين کي اُلفت الهيءَ جي آگ سان ٻاريندڙ. سندن فيض لاءِ هر ملڪ جا مشائخ

---

[1] بهاوالحق والدين. ان جي. قبر خوش رهي. ملت جو امام ۽ جماعت جو شيخ آهي.
[2] جڏهن هو جهان مان اسريو ٿي ته هي بيت پڙهيائين فضيلت وارن ۽ بلاغت وارن تي.
[3] عبادت الله تعالىٰ جي ذريعه اِئين ٿو ملي سگهجي ٿي. تون وک رک جيڪڏهن توهه سگهه آهي
[4] ان جي وفات جي تاريخ هن طرح يعني "قرب طاعت" جي حرفن مان ڪيو
[5] ان جي منزل ۽ جاءِ جڏهن عارفن جي ماڙي هئي. انڪري ان جي رحلت جو حساب قصر عارفان مان نڪري ٿو
١ ٩ ٧

خواهان، خصوصًا بخاري ۽ بلخي - نالو مبارڪ خواجه يعقوب ۽ نسبت گونجي هن جي چرخي آهي قُدِّسَ سِرُّهٗ - حضرت خواجه مولانا يعقوب چرخي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي نسبت نقشبنديه حضرت خواجه بلاگردان شاهه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جي حڪم موجب حضرت خواجه علاءالدين عطار قُدِّسَ سِرُّهٗ کان پهتي آهي - صحبت ۾ پڻ پهتا آهن ۽ گهڻيون صحبتون فرمايون اٿن ڪذا في عمدة المقامات -

"حالات مشائخ نقشبنديه" جي مصنف آندو آهي ته حضرت خواجه علاءالدين قُدِّسَ سِرُّهٗ اول خليفو ۽ نائب مطلق حضرت خواجه بزرگ شاهه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جو هو وري حالات خواجه يعقوب چرخي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي ۾ آندو اٿس ته جڏهن ته حضرت يعقوب چرخي قُدِّسَ سره جي تڪميل حضرت خواجه علاءالدين عطار قُدِّسَ سِرُّهٗ وٽ ٿي آهي تنهن ڪري حضرت خواجه چرخي کي حضرت خواجه علاءالدين قُدِّسَ سِرُّهٗ جي خليفن مان شمار ٿا ڪن

حضرت خواجه يعقوب چرخي قُدِّسَ سِرُّهٗ جن ابتداء ۾ ڪجهه مُدّت جامع هرات ۾ ۽ ڪجهه مُدّت مصر ۾ پڙهيا ٿون - سيني علمن جي تحصيل کان پوءِ محبت الاهي جي ڇڪ سان حضرت خواجه بهاءالدين شاهه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جي خدمت ۾ مريد ٿيڻ لاءِ روانا ٿيا - ڪيئن رستي ۾ هڪ مجذوب مليس ان چيو اي يعقوب! سگهو سگهو ڪر ڪا اهو وقت آيو آهي جو تون مقبولن مان ٿين پوءِ ان مجذوب ڪجهه ليڪا زمين تي ڪڍيا، حضرت مولانا يعقوب چرخي قُدِّسَ سِرُّهٗ پنهنجي دل ۾ خيال ڪيو ته جي اهي ليڪا اڪي هوندا ته آئون سمجهندس ته مقصد حاصل ٿيندو - جڏهن ڳڻيائون ليڪا اڪي هوا تنهن کان پوءِ بخارا ۾ آيا قرآن شريف ۾ فال وڌائون پهرين سِٽَ ۾ هيءَ آيت نڪتي "اُولٰئِكَ الَّذِيْنَ هَدَى اللهُ فَبِهُدٰهُمُ اقْتَدِهْ" اهي اشاره غيبي مان گهڻو خوش ٿيا ۽ حضرت خواجه بلاگردان شاهه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا -

فرمايائون ته جڏهن مون حضرت خواجه بزرگ قُدِّسَ سِرُّهٗ جي خدمت ۾ پنهنجي مريد ٿيڻ جو ارادو ظاهر ڪيو مونکي جواب ۾ فرمايائون ته آئون خداءِ جل جلاله جي حڪم کان سواءِ ڪو ڪم نه ڪندو آهيان اڄ رات جو ڪجهه معلوم ڪندس جيڪي اشارو

ٿيندو ان موجب ڪيو ويندو. حضرت خواجه يعقوب چرخي قُدِّسَ سِرُّهٗ جن فرمايو ته
ته جهڙي اها رات مون تي سختيءَ سان لنگهي اهڙي رات مون تي ڪڏهن نه لنگهي، خوف ۽
بيم ته ڏسجي ته قبول ٿا ڪن يا نه. صبح جي نماز جڏهن مون حضرت خواجه صاحب
شاه نقشبند بلاگردان جي پٺيان پڙهي مونکي فرمايائون ته توکي مبارڪ هجي، انهيءَ فرمودي
مان مون سمجهيو ته مونکي قبول فرمايائون پوءِ مونکي وقوف عددي جي تعليم ڏنائون
۽ فرمايائون ته حَقَّ المَقْدُوْرِ رعايت اِکائي جي ذڪر ۾ ڪج. جڏهن مونکي حضرت
خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جي صحبت ۾ مُدّت گذري ته تڏهن مونکي سفر جي موڪل
ڏنائون ۽ هيءُ به مونکي فرمايائون ته جيڪي مونکان توکي مليو آهي، خدا جَلَّ جَلالُهٗ جي
ٻانهن کي پهچا، ۽ ٽي ڀيرا فرمايائون ته توکي خدا جي حوالي ڪيم. توکي خدا جي حواله
ڪيم. توکي خدا جي حواله ڪيم. ان وقت اشارو حضرت خواجه علاؤالدين قُدِّسَ سِرُّهٗ
جي متابعت جو ڏنائون جيئن ته آئون روانو ٿيس ۽ ڪيش ۾ پهتس اهو مُلَخّصًا.

صاحب "حدائق الورديه" ٻن ڳالهين موچاريون هن جاءِ تي آنديون آهن مگر
مون ڇڏي ڏنيون. — صاحب "عين الحيوٰة" ۽ مُعرب "رشحات" جو صاحب ٿو آڻي ته منهنجي
شيخ يعني حضرت خواجه عبيدالله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ تي فرمايو ته حضرت مولانا يعقوب
چرخي جن درس ۾ شريڪ مولانا زين الدين خافي رَحْمَةُ اللهِ عَلَيْهِ جا هوا، جنهن
وقت مصر ۾ رهندا هوا ۽ ٻئي شاگرد مولانا شهاب الدين شيرازي عَلَيْهِ الرَّحْمَة جا هوا
جو زماني جي وڏن عالمن مان هو. حضرت مولانا يعقوب چرخي قُدِّسَ سِرُّهٗ هن فقير
کي چيو ته ماڻهو ٿا چون ته مولانا زين الدّين خافي مريدن جي خوابن جا تعبير ٿو ڏئي
۽ انهن تي ڀروسو ٿو ڪري، توکي اها ڪا خبر آهي؟ جو تون خود ان سان رهندو هئين
مون چيو ها اَئون، مولانا زين الدّين جو احوال اهو آهي، جيئن اوهين ٿا فرمايو. پوءِ هٿ
مبارڪ پنهنجي سان ڏاڙهي مبارڪ ورتائون ۽ غائب يعني استغراق ۾ ٿيا ۽ سندن عادت
مبارڪ اهڙي طرح هُئي جو ساعت بساعت غائب ٿي ويندا هوا پوءِ پاڻ مٿي مبارڪ کي اُن
غيبت يعني استغراق ۾ سيني مبارڪ تائين لاٿائون اهڙيءَ حالت تائين سندن هٿ مبارڪ
۾ ڏاڙهي مبارڪ جا وار هوا پوءِ مٿو مبارڪ ساعت کان پوءِ کنيائون ۽ هيءُ بيت پڙهيائون

چو غلام آفتابم همه از آفتاب گويم نه شبم نه شب پرستم که حديث خواب گويم

يعني جڏهن غلام سج جو آهيان پڻ سج جي ڳالهه چوان مطلب ته جيڪي ڏينهن جو جاڳندي حالت ۾ جيڪي ڏسڻ ۾ اچي سو احوال ڪرڻ پسند ٿو ڪريان نه رات آهيان نه رات پوڄيندڙ آهيان جو ننڊ ۾ جو ڳالهيون ڪريان اهو بيت عين الحيٰوة واري عربي ۾ هن طرح آندو آهي.

وَاِنِّيْ غُلَامُ الشَّمْسِ اَرْوِيْ حَدِيْثَهَا　　　وَمَالِيْ وَلَيْلٍ فَارْوِيْ حَدِيْثَهٗ [1]

صاحب حدائق الوردية جي پڻ انهيءَ طرح روايت حضرت خواجه عبيدالله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ کان آندي آهي مگر هيترو وقوف ڪيو اٿس ته حضرت خواجه يعقوب چرخي قُدِّسَ سِرُّهٗ پنهنجي خليفه عبيدالله کي هن طرح فرمايو ته تون هرات ۾ هئين مولانا زين الدين کان پڇ ويا نه پيو هڪ ڀيرو فرق آهي ته سندن هٿ مبارڪ اُن ڏاڙهي مبارڪ ۾ وڌل هو جڏهن انهيءَ نقل ۾ ڪجهه لفظن جي ڪمي بيشي ڏٺم تنهن ڪري جنسه عبارت حدائق الوردية جي ٿو آڻيان.

وَقَالَ الشَّيْخُ عُبَيْدُ الْاَحْرَارُ كَانَ حَضْرَتُ الشَّيْخُ يَعْقُوْبُ وَالشَّيْخُ زَيْنُ الدِّيْنِ اَخَوَيْنِ فِيْ تَحْصِيْلِ الْعُلُوْمِ فِيْ مِصْرَ الْمَحْرُوْسَةِ عَلَى الْعَلَّامَةِ الشَّيْخِ شِهَابِ الدِّيْنِ الشِّيْرْوَانِيْ فَقَالَ لِيْ يَوْمًا سَمِعْتُ اَنَّ الشَّيْخَ زَيْنَ الدِّيْنِ يُعَبِّرُ الرُّؤْيَا الْمُرِيْدِيْنَ وَيَعْتَمِدُ عَلَيْهَا وَاَنْتَ كُنْتَ فِيْ هَرَاتَ فَهَلْ سَمِعْتَ بِهٰذَا فَقُلْتُ لَهٗ اَجَلْ وَكَانَ وَقْتَئِذٍ اٰخِذًا بِلِحْيَتِهِ الشَّرِيْفَةِ فَغَابَ وَكَانَ مِنْ عَادَتِهِ اَنَّهٗ يَغِيْبُ فِيْ اِثْنَاءِ كَلَامِهٖ حَتّٰى وَصَلَ رَأْسُهُ الصَّدْرَ ثُمَّ رَفَعَ رَأْسَهٗ بَعْدَ سَاعَةٍ وَاَنْشَدَ مَا مَعْنَاهُ [2]

اَنَا اِنْ كُنْتُ اِلَّا عَبْدَ شَمْسٍ　　　وَاِنْ حَدَّثْتُ اِلَّا عَنْ سَنَاهَا [3]

وَمَا اَنَا لَيْلًا اَوْ عَبْدَ اللَّيْلِ　　　يَرٰى فِي الْمَرْءِ بِالرُّؤْيَا يَرَاهَا [4]

[1] ۽ آئون سج جو نوڪر آهيان ان جي ئي ڳالهه ڪندس منهنجو رات سان ڇا واسطو جو انجي ڳالهه ٻڌايان.

[2] ۽ شيخ عبيدالله الاحرار فرمايو ته حضرت شيخ يعقوب ۽ شيخ زين الدين ٻئي مصر ۾ علامه شيخ شهاب الدين شيرواني وٽ علمن پڙهڻ ۾ هڪ ٻئي جا ڀائر ۽ ساٿي هوا. حضرت شيرواني ان هڪ ڏينهن مونکي چيو ته شيخ زين الدين مريدن جي خوابن جو تعبير ڪندو آهي ۽ ان تي ڀروسو ڪيو ويندو آهي جيئن ته تون هرات ۾ هئين ڇا؟ تون ان کي ٻڌو آهي. مون چيو ها ۽ ان وقت پنهنجي ڏاڙهي شريف ۾ سندس هٿ هو ايتري ۾ غائب ٿي ويو ۽ سندس عادت هوندي هئي ته ڳالهه ڪندي غائب ٿي ويندو هو. ايستائين جو سندس سر جي سيني ۾ پهتو. ص[10]

حضرت غوث الجن والانس قدس سره جن تائين ته هيئين رباعي پڻ سنڌ آهي[1]

درمسلخ عشق جز نکو را نکشند لاغر صفتان زشت خو را نکشند[2]

گرعاشق صادقي از کشتن مگريز مردار بود هر آنچه او را نکشند[3]

۽ هيءَ فرد پڻ حضرت يعقوب چرخي قدس سره جي فرمايل مان آهي

اي بنده بمن گر بزخود رابکن گرشاه جهان نگردي آنگه گلا کن

يعني اي بانهان مون ڏانهن پنهنجي پاڻ کي تکو ۽ دوڙندڙ ڪر جڏهن مون وٽ آئين تڏهن هوندي به جهان جو بادشاه نه ٿئين ان وقت گلا ڪر اهه -

حضرت خواجه يعقوب چرخي قدس سره جي فيض جي سخاوت جو دليل ۽ نشان اهو هڪ فرد ڪافي آهي - حضرت خواجه صاحب جن جا خليفا ته ڪيترائي مريد بيحد بي شمار هوا مگر انهن مان ٻه خليفه جنهن کي نسبت جي اسرار کان ممنون فرمايو ته شيخ هن سلسله جو سيدنا شيخ عبيد الله احرار قدس سره آهي جيئن صاحب حل الڪلوريه جي آندو آهي - وله قدس سره خلفاء عظماء واصحاب بلاحساب فاعظم

من سرى سره هذه النسبة المطهرة اليه شيخ هذه السلسلة الجليلة

سيدنا شيخ عبيد الله احرار رضوان الله تعالىٰ عليه - [4]

صاحب حالات مشائخ نقشبنديه جي آندو آهي ته حضرت مولانا خواجه يعقوب چرخي قدس سره جن صاحب تصانيف ۽ تفاسير ٿي گذريا آهن -

[1] اڳئين صفحي تان آندل - ٻيو ته ڪيترن ٻين هستين ڪري شعر پڻ هيا پئين جنهن جي عربي هي آهي [1] "صفحه جو حاشيه" - يعني حضرت خواجه شاه فضل الله سرهندي مجددي قدس سره جي تصنيف ڪيل ڪتاب "عمدة المقامات" ۾ لکيو آهي ته هيئين رباعي به حضرت خواجه يعقوب چرخي قدس سره جي چيل آهي - [2] عشق جي مقتل ۾ رڳو نيڪ کي قتل ڪندا آهن - ڏيرن، بڇ عادتن کي نه ڪهندا آهن [3] جي تون سچو عاشق آهين ته ڪهڻ کان نه ڀڄ - اهو مردار آهي جنهن کي نه ڪهن -

[3] آءُ رڳو سچ جو عبد آهيان ۽ آءُ رڳو ان جي روشني ۽ جي ڳالهه ڪندس -

[4] آءُ رات آهيان نه ان جو غلام آهيان جيڪا ماڻهوءَ کي خواب بابت ڳالهائي جنهن کي هو ڏسي -

[4] سندن (الله تعالىٰ سندن روح کي پاڪ رکي) وڏا خليفا ۽ ساٿي اڪيچار آهن سندن هن پاڪ نسبت جو وڏو سر هن معظم سلسلي جو شيخ سيدنا شيخ عبيد الله احرار آهي - الله تعالىٰ جو مٿس راضپو هجي -

وفات ان جامع الكرامات جي سال اٺ سؤ ايڪونجاهه ٨٥١ﮪ ۾ پيءُ ماءُ ۽ ابانوار شهر "هُلغتُو" (هي جو پيش لام کي جزم غين معجمه (نقطي سان) کي زبر تي مثناة فوقانيه کي پيش ۽ واو ساڪن) حصار جي گوٺن مان آهي -

جدا ٿي الوداع ڏيئي نه رکيل آهي ته نه زيارتگاهه عام، خاص جي آهي، مفتي صاحب مادو تاريخ جوهن طرح فرمايو آهي -

| | |
|---|---|
| شد براوج چرخ چون منزل گزين | حضرت يعقوب محبوب خدا [١] |
| رحلتش شمس الهدايت گفته اند | نيز حق آموز مطلوب خدا [٢] |
| وصل او کامل ملک سيرت بخوان | هم بدان يعقوب محبوب خدا [٣] |

# حالات حضرت خواجهء عبيد الله احرار قدس الله تعالى سره و نور مرقده

هيءُ قطب دَائِرَةُ الْعَارِفِيْن وَ بَحْرُ عِلْمٍ لَا يَنْقُصُهُ العارفون هادي گمراهن جو صاحب وڏن رتبن ۽ شانن جو، سالڪن کي ذات حق اليقين جي تجلي ڪار بينده مثل قلب مانهن جا جيا ربنده، مقبول درگاهه ايزدي، نالو مبارڪ سندن عبيد الله بن محمود بن شهاب الدين، نسبت وطن جي شاشي سمرقندي قَدَّسَ اللهُ تعالى سِرَّهُ العزيز — سندن نسب مبارڪ حضرت عبد الله ابن عمر ابن الخطاب رَضِيَ اللهُ تعالى عنه سان ٿو لڳي ۽ سندن والده سڳوري حسيني سادات مان هئي پاڻ حضرت شيخ خاوند طهور جا ڏهٽا آهن حضرت شيخ خاوند طهور قدس سره جي والده سڳوري پڻ سادات مان هئي ۽ سندن گهر ۾ پڻ مانهو اهل بيت مان هوا صاحب عين الحيٰوة حضرت خواجه داؤد بن حضرت خاوند طهور قدس سره جي حالات ۾ هيئين عبارت آندي آهي - "الخواجه داؤد قدس سره ابن الشيخ خاوند طهور ووالدة حضرت شيخنا (يعني خواجه عبيد الله) بنت بنته ووالدة خواجه داؤد کانت من بنات السادات من طرف آبائها الکرام

---

[١] آسمان جي چوٽي ۽ تي جڏهن منزل هنڌ ڪيو حضرت يعقوب خدا جو محبوب -
[٢] ته سال رحلت ان جو "شمس الهدايت" چيو اٿن پڻ "حق آموز مطلوب خدا"
[٣] ته وصال ان، ڪامل ملڪ سيرت، پڙهو - پڻ ڄاڻ "يعقوب محبوب خدا"

وڪانت والدة الشيخ خاوند طهور ايضًا من بنات طبقة السادات لله
حضرت خواجه عبيد الله قُدِّسَ سِرُّهٗ جي آباءُ اجداد جي حالات صاحب
رشحات جي چڱيءَ طرح آندي آهي — سندن ولادت رمضان شريف اٺ سو
ڇهن ۾ ٿي جيستائين سندن والده سڳوري نفاس کان پاڪائي نه ٿي تيستائين
ٿڃ نه پيتائون، ڪين آثار رشد جا ۽ انوار قبوليت ۽ عنايت الله جَلّ جَلالهٗ ڪا
حالت ٻاراڻي جي ۾ پيشاني مبارڪ ۾ ظاهر ۽ باهر هوا جنهن جي ڪري سندن جمال
مبارڪ تي نظر پوندي هئي بي اختيار حضرت جن جي حق ۾ دعا گهرندا هوا-

فَاِذَا رَاٰی مَلَكُ السَّمَاءِ جَبِيْنَهٗ اَثْنٰی عَلَيْهِ جَمِيْعُهُمْ كَوَاكِبُهٗ ٢ له

ڪين حضور بالله جي نسبت ٻاراڻي جي ڏينهن ۾ الله جَلّ جَلالهٗ جي طرفان
عنايت ٿي هئي ۽ پاڻ فرمائيندا هوا ته آئون جڏهن ٻاراڻي جي وقت ۾ حاضر
نه هوس منهنجو قلب هر وقت الله جَلّ جَلالهٗ سان هوندو هو ۽ ان وقت ۾
اعتقاد هوندو هو ته دنيا ۾ ٻيا به اهڙي حالت کان مشرف آهن — هيڪر منهنجو
پير ڳپ ۾ ڦٿي پيو ۽ جتي ڪري پئي، جڏهن ته سياري جي موسم ۽ سردي
گهڻي ۽ جهنگل هو، مونکي غفلت ٿي جو نسبت حضور جي کان اها غفلت مانع
ٿي پئي- پنهنجي نفس کي ملامت ڪيم ۽ دل کي اهڙي شڪستگي ٿي پئي جو روڄ
تمام گهڻو آيو ۽ پسگردائي ان جاءِ جي ۾ ڏٺم ته هڪ هرڻ پيو ڪاهي- پوءِ نفس
کي چيم ته هن نينگر ڏاهن ڏسي ڊڄي کي پٺ هڪلي ٿو ۽ هرڪاهڻ ۾ پيو مشغول
آهي، تنهن هوندي به الله جَلّ جَلالهٗ کان غافل نه آهي ۽ تون ٿوري ۾ غافل
ٿي پئين ۽ منهنجو ان وقت اهو گمان هو ته سڀني کي هر وقت اها نسبت
حضور بالله جي نصيب آهي — مولانا جعفر کان روايت آهي ته حضرت
خواجه عبيد الله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ ٿي فرمايو ته ٻارهن ورهن جي عمر
تائين مونکي گمان ڪونه هو ته ڪو غافل خدا جَلّ جَلالهٗ کان هوندو ۽

له خواجه داؤد قُدِّسَ سِرُّهٗ ابن شيخ خاوند طهور اسان جي شيخ يعني خواجه عبيد الله
جي والد ان جي ڏهٽي هئي ۽ خواجه داؤد جي ماءُ سادات جي ڌيائن مان هئي جن جا آباءُ اجداد هئا ۽
والدة شيخ خاوند طهور جي سادات مان هئي له پوءِ جڏهن آسمان جي ملڪ سندن پيشاني ڏٺي ته انهن
سڀني ۾ انهي تارن ان جي واکاڻ ڪئي-

اهو خيال هو ته جيڪا به خلق الله جل جلاله جي خلق آهي هڪ لمحو به الله جل جلاله کان غافل نه آهي - پوءِ معلوم ٿيم ته اهو حضور الله جل جلاله جي عنايتن سان، ڪن کي خاص طور تي ڪن کي رياضتن، سختين ۽ مجاهدن کان پوءِ حاصل ٿو ٿئي ۽ ڪن کي نه حاصل ڪونه ٿو ٿئي.

خواجه اسحاق حضرت خواجه عبيدالله قدس سره جي سئوٽ کان منقول آهي ته ٻاراڻي جي وقت ۾ ٻارن سان جن هن به راند جو ارادو ڪندا هوا سون راند ڪرڻ جو وقت نه ملندو هو، پاڻ ٻيو هو ته پاڻ راند ڪندا، جن هن راند جو ايندو هو ته هن جي وڃي اهو - معنيٰ عصمت جي منجهن ننڍي هوندي کان هئي حضرت جن فرمايو ته ٻاراڻي ۾ شيخ ابوبڪر قفال شاشي جي مرقد مبارڪ جي دروازي تي بيٺل حضرت عيسيٰ علىٰ نبينا وعليه الصلوٰة والسلام کي خواب ۾ ڏٺم سندن قدمن تي ڪري پيس پوءِ منهنجو متو مٿي ڪيائون حضرت عيسيٰ عليه الصلوٰة والسلام مون کي فرمايو " لَا تَحْزَنْ فَإِنِّي أُرِيدُ أَنْ أُرَبِّيَكَ " (يعني غمگين نه ٿي تحقيق آئون ارادو ٿو ڪريان ته توکي تربيت ڏيان) انهي خواب جو هڪ تعبير منهنجي دل ۾ آيو پوءِ اهو قصو مون هڪ کي ٻڌايو ان چيو ته توکي علم طب جو نصيب ٿيندو مون انکي چيو ته مونکي اهو تهنجو تعبير پسند نه آهي، مون ٻئي طرح تعبير ڪيو آهي - هن طرح ته حضرت عيسيٰ علىٰ نبينا وعليه الصلوٰة والسلام مُردن کي جيئرو ڪندو هو مونکي اهو ارشاد مليو آهي جو آئون مُردل قلب جيارينديس - حضرت جن فرمايو ته انهي خواب ڏسڻ کان پوءِ ٿوري مدت اندر مونکان ڪيترن فيض ورتا ۽ غفلت کان حضور ۾ داخل ٿيا - پڻ حضرت خواجه عبيدالله قدس سره جن فرمايو ته اول وقت ۾ مون حضرت رسول انور صلى الله عليه وسلم جن کي ڪيترن اصحابن سڳورن ۽ ٻين مردن ڪاملن سان جبل جي هيٺان خواب ۾ بيٺل ڏٺو مون ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون ته مونکي ڪُلهي جبل جي چوٽيءَ تي پهچاءِ، پوءِ حضرت جن صلى الله عليه وسلم کي مون ڪلهي جبل جي چوٽيءَ تي آندو - پوءِ مون تي گهڻو راضي ٿيا ۽ فرمايائون ته آئون ڄاڻندو هوس ته هيتري قدر توکي قوت آهي ۽ هوءَ ڪم توکان حاصل ٿيندو پر مون ماڻهن جي ڄاڻائڻ لاءِ ارادو ڪيو.

پڻ فرمايائون ته ابتدا ۾ حضرت خواجه بهاءالدين شاهه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ کي خواب ۾ ڏٺو ۽ اچي منهنجي باطن ۾ تصرف ڪيائون ايتري قدر جو منهنجا پير ساٿان نڪري ويا - پوءِ پاڻ دات ڏني هليا ويا وس آهر پويان پيس، پوءِ مونکي سامهون ٿي فرمايائون "اَللّٰهُ يُبَارِكُ فِيْكَ" (يعني اللّٰه جَلَّ جَلَالُهٗ توهان ۾ برڪت وجهندو) - عين الحيٰوة معرب رشحات ملخصًا -

صاحب حدائق الوردية جي آندل آهي ته حضرت خواجه عبيدالله قُدِّسَ سِرُّهٗ جن جي پيدائش کان اڳ شيخ نظام الدين خاموش قُدِّسَ سِرُّهٗ کي خبر ڏني هئي جيئن شيخ محمد مرڃي قُدِّسَ سِرُّهٗ ٿي فرمايو ته حضرت شيخ نظام الدين قُدِّسَ سِرُّهٗ منهنجي والد جي گهر هڪ ڏينهن آيو حضرت شيخ ۾ منهنجو والد تمام محبت ۽ اعتقاد رکندو هو - مٿيون شيخ مراقبي ۾ ويٺو هو اوچتو وڏي دانهن ڪري ويٺو منهنجي والد سبب دانهن جو پڇيو حضرت شيخ نظام الدين قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو ته ايرندي طرف کان هڪ مرد ظاهر ٿيو جنهنکي عبيدالله ٿا چون - قريب آهي جو شيخ يعني مرشدن وڏي شان وارو ٿيندو - جنهن جو سارو جهان تابع ٿيندو - راوي ٿو چوي ته مون سندن ناني بڌڻ کان پوءِ سندن ظهور جي انتظار ۾ گذاريندو هوس - اول سندن مريدي کان مشرف ٿيس -

حضرت غوث الجن والانس قيوم جهان قُدِّسَ سِرُّهٗ جن عمدة المقامات ۾ ٿا آڻن ته حضرت خواجه عبيدالله قُدِّسَ سِرُّهٗ جن والد شريف جي پاران فاروقي آهن - سندن والده شريفه حسني ساداتن مان هئي شيخ خاوند طهور قُدِّسَ سِرُّهٗ جي ڏهٽن مان آهن - ۽ شيخ عمر باغستاني سان پڻ نسبت رکن ٿا پاڻ علم ظاهري جي تحصيل ۽ رياضتن وڏن ۽ بعضي ڪمالت حاصل ڪرڻ کان پوءِ حضرت خواجه يعقوب چرخي قُدِّسَ سِرُّهٗ کان طريقو نقشبندي ورتائون - جيئن ته اڳ شان ٿي گذريو ۽ وڏي مرتبي ڪماليت جي کي پهتا آهن - ترويج ۽ تڪميل طريقي عاليه جي گهڻي فرمائي اٿن - سندن فيض ۽ ارشاد ڪماليت جي درجي کي پهتو ۽ جهان اجايل کي نامرادي جي وادي مان ڪڍي درياءِ فيض ۽ برڪتن کان انهن کي ڪامياب ۽ دادل ڪيائون - پاڻ اول ۾ ظاهري مسڪيني تمام گهڻي ٿي رکيائون - ديج ۽

ڇڪارڻ ۾ گهڻو دنيادار ٿيا جهڙي نموني ڪوتوارن وٽ طريقي ۾ ظاهري تونگري جي تهڙو هوندو. — وجود شريف سندن ظاهري ۽ باطني فيضن جو ڏو تلاءُ هو، جهڙيءَ طرح برڪتون باطنيءَ سندن ساري جهان کي روشن ڪري ڇڏيو، تهڙيءَ طرح سندن ظاهري احسان پڻ ساري جهان کي ممنون ڪيو- واه ايترا ڪنايا اٿن جو اڪثر ماوراءالنهر ۽ خراسان جا اميدوار آهن جو ڏينهن قيامت تائين ظاهري پوک جهان جي ڊاول رهندي- اهڙيءَ طرح طريقي فيض باطني جو ڏينهن قيامت تائين باطن وارن کي شاداب ۽ منوّر ڪري ڇڏيو آهي- زوال ۽ خَلَلُ کان محفوظ هوندا- بيان فيض ظاهري ۽ باطني حضرت جن جو تقرير جي قيد کان ۽ تحرير يعني لکڻ جي احاطي کان ٻاهر آهي.

بحر را گر آوري در کوزهٔ چند گنجد قسمت يک روزهٔ [1]

تَمَّ كَلَامُهُ مُلَخَّصًا.

حالات مشائخ مجدّديه نقشبنديه جو صاحب تو آئي ته حضرت خواجه عبيدالله قُدِّسَ سِرُّهٗ جو ڏاڏو سڳور، خواجه شهاب الدين رحمة الله عليه جو پنهنجي وقت جو قطب هو، جنهن پوين وقت وفات جو آين ته هن وداع لاءِ پنهنجن پوٽن کي گهرايائين- جنهن حضرت خواجه عبيدالله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ جو تمام ننڍي عمر جو هو، وٺي آيو، ته هن خواجه شهاب الدين جن اڳيان تعظيم لاءِ اُٿي بيناءِ هنج ۾ وهاري فرمايائون ته هن فرزند لاءِ مونکي حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم کان بشارت ملي آهي جو هيءُ پير عالمگير ٿيندو ۽ هن کان شريعت ۽ طريقت جي رونق ٿيندي.

حضرت خواجه عبيدالله قُدِّسَ سِرُّهٗ جن فرمايو ته مون هڪ سوداگر کان حضرت خواجه يعقوب چرخي قُدِّسَ سِرُّهٗ جا مناقب ٻڌي "هُلغتو" ڏانهن روانو ٿيس واٽ ۾ بيمار ٿي پيس، ويهن ڏينهن تائين تپ سيو آيم- انهيءَ وچ ۾ ڪن آدمن حضرت خواجه يعقوب چرخي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي مون سان گالهيون ڪيون- جنهن ڪري منهنجي دل ۾ حضرت خواجه صاحب جن ڪان نفرت ظاهر ٿي ۽ خيال ڪيم ته موٽي وڃان

[1] سمنڊ کي جيڪڏهن تون ڪوزي ۾ آڻين ته هڪ روزي جي ڀاڱي ۾ ڇا ماپندو.

وري ارادو ڪيم ته جڏهن هيتري قدر پنڌ ڪري آيو آهيان موٽي وڃڻ بي
عقلي آهي نيٺ حضرت خواجه صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. حضرت جن
نهايت لطف ۽ عنايت مون تي ڪيو پر جڏهن ٻئي ڏينهن حاضر ٿيس نهايت
غصي سان اڳيان آيا، مون دل ۾ خيال ڪيو ته هوءَ حضرت جن جي بدمزگي جو
اهو سبب آهي جو وات ۾ ڪجهه دل ٽٽي ڪئي هئم، مگر پاڻ ڳالهه ظاهر نه فرمايائون
ٽئين ڏينهن کان پوءِ وري عنايت فرمايائون ۽ حضرت خواجه شاهه نقشبند قدّس
سرّهٗ سان پنهنجي ملاقات جو حال بيان ڪيائون. تنهن کان پوءِ پنهنجو هٿ مبارڪ
بيعت لاءِ مون ڏانهن وڌايائون ۽ فرمايائون ته حضرت خواجه شاهه نقشبند
قدّس سرّهٗ جن منهنجو هٿ وٺي فرمايو هو ته تنهنجو هٿ منهنجو هٿ آهي
جنهن هي هٿ ورتو، انهن گويا حضرت خواجه بهاؤالدين شاهه نقشبند
جو ورتو. ان وقت مون بنا دير حضرت جن جو هٿ ورتو ۽ مونکي وقوف عددي
جي شغل ۾ مشغول ڪيائون ۽ فرمايائون ته حضرت خواجه بزرگ يعني شاهه نقشبند
قدّس سرّهٗ کان جيڪي مون کي پهتو آهي اهو هي آهي ۽ جيڪڏهن تون جذبي
جي وات سان طالبن کي تعليم ڏئين ته تنهنجو اختيار آهي، انهيءَ ڳالهه کان
حضرت مولانا خواجه يعقوب چرخي قدّس سرّهٗ جي ڪن مريدن کي غيرت
آئي، حضرت جن انهن کي فرمايو ته خواجه عبيدالله کي قوت ۽ تصرف
سڀ حاصل آهي، رڳو اجازت جي دير آهي — ۽ فرمايائون ته طالب کي پير وٽ ائين
اچڻ گهرجي جيئن عبيدالله آيو آهي جو تيل ۽ وٽ سڀ تيار آهي رڳو باهه ڏيڻ جي دير
آهي — حضرت جن فرمايو ته مونکي مرشد حضرت يعقوب چرخي قدّس سرّهٗ فرمايو ته
جيڪڏهن توکي حضرت خواجه بهاؤالدين قدّس سرّهٗ جي صحبت ۾ نسبت
حاصل ٿئي ۽ وري تون ڪنهن ٻئي بزرگ وٽ وڃي اتي پڻ اهائي نسبت حاصل
توکي ٿئي ته تنهن ڪهڙو خيال ڪندين — وري پاڻهي فرمايائون ته جنهن جاءِ کان
به اها نسبت حاصل ٿئي حضرت خواجه بهاؤالدين قدّس سرّهٗ کان خيال ڪجي
۽ ان جي مناسب هي ڳالهه ڪيائون ته شيخ قطب الدين حيدر قدّس سرّهٗ جو هڪ
مريد حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي رحمة الله عليه جي خانگاهه ۾ ويو

ٻڪ تمام گهڻي هئس - پنهنجي پير جي شهر ڏانهن مُنهن ڪري چوڻ لڳو "شيئًا لِلّٰهِ يا قُطبَ الدِّين حَيدَر" - شيخ شهاب الدين قُدِّسَ سِرُّهٗ جن انهيءَ احوال معلوم ڪري فرمايائون ته هن کي طعام کارايو - ماني کائڻ کان پوءِ ان مريد ورري پنهنجي مرشد جي شهر طرف مُنهن ڪري چوڻ لڳو "شُڪرًا لِلّٰهِ يا قُطبَ الدِّين حيدر" جواب ڏنائون ته هن کي جاءِ تي پر ٽنا وسار يو - هي حقيقت خادم حضرت شيخ شهاب الدين قُدِّسَ سِرُّهٗ کي اچي ٻڌائي ته هي درويش عجيب آدمي آهي جو ماني اوهان جي کائي ۽ شڪر قطب الدين حيدر جو بجا آڻي ٿو ڪري ٿو. حضرت شيخ شهاب الدين قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو ته مريدي هن کان سکڻ گهرجي - جو ظاهر باطن ۾ جنهن قسم جو فائدو ورتو پنهنجي پير کان خيال توڪري.

حضرت خواجه عبيد الله قُدِّسَ سِرُّهٗ جن جون بي حد ۽ بي شمار ڪرامتون ۽ عجب انگيز حالتون آهن هن ننڍي رسالي ۾ ماپڻ ممڪن نه آهن -

حضرت مولانا عبدالرحمٰن جامي رحمة الله عليه حضرت شاه نقشبند جي تعريف کان پوءِ ڪتاب تحفة الاحرار ۾ حضرت جن جي چڱي تعريف آندي آهي ۽ ڪتاب نامه محبت يعني يوسف زليخا ۾ حضرت مولانا جاميءَ سندن ان ڪُٽ تعريف جي باري ۾ چاند چگون فرمايو آهي

مقام خواجه برتر از گمان است ۔ برون از حد تقرير بيان است[1]

آئون مختصر کي ڪرامتون "حالات مشائخ نقشبنديه" وغيره تان هٿ ڪري ڪتاب نقل آهي ته حضرت خواجه عبيد الله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ جن مريدن سان ڪنهن جاءِ ڏانهن پئي ويا سج لهڻ کي ويجهو ٿيو منزل پري هئي ۽ رستو خطرناڪ هو رفيق سڀ فڪر ۾ پيا، پاڻ ڪشف سان معلوم ڪيائون ۽ فرمايائون ته ڪو فڪر نه ڪريو اِنْشَاءَ اللّٰهُ تَعَالىٰ سج لهڻ کان اڳي منزل تي پهچي وينداسون سندن فرمودي موجب ويا. جيستائين شهر جي ويجهو نه پهتا سج ان جاءِ تي بيٺو هو، جڏهن ڪنهن منجهه هڻي چڙهي اتي ۽ جڏهن شهر جي ٻئين جي ويجها پهتا ته سج غائب ٿي ويو ۽ ايتري قدر دير ٿي وئي هئي جو آچاڻ شفق جي پڻ ڪانه هئي، سڀ رفيق حيران ٿيا، نيٺ ڳالهه دل ۾ نه جهلي سگهيا، حضرت جن کان اها حڪمت پڇڻ لڳا حضرت جن فرمايو ته هي به طريقت جي عجيب حالتن مان آهي -

[1] خواجه جو مقام گمان کان مٿي آهي - تقرير ۽ بيان جي حد کان ٻاهر آهي -

نقل: آهي ته ٻه درويش پري پنڌ کان حضرت خواجه صاحب جي زيارت لاءِ آيا. جڏهن خانقاه ۾ پهتا ته هن انهن درويشن کي معلوم ٿيو ته حضرت خواجه صاحب جن بادشاه ڏانهن ويا آهن، اها ڳالهه ٻڌي حيران ٿي ويا ته هي ڪهڙو پير آهي جو بادشاه ڏانهن ٿو وڃي؟ "بِئْسَ الْفَقِيْرُ عَلٰى بَابِ الْاَمِيْرِ" جو مصداق بڻيو آهي (يعني جو فقير اميرن جي دروازي تي ٿو وڃي سو بڇڙو فقير آهي) اُتفاقاً اُن وقت ٻه چور بادشاه جي درٻار کان ڀڄي آيا هوا، انهن جي تلاش ۾ سرڪاري ڪامورا مشغول هوا، هي ٻئي درويش مٿي وين، انهن کي پڪڙي بادشاه وٽ وٺي ويا، بادشاه فرمايو ته شريعت موافق هنن چورن جا هٿ وڍيو، ان وقت خواجه صاحب جن بادشاه وٽ ويٺا هوا. بادشاه کي فرمايائون ته هي درويش منهنجي ملڻ واسطي آيا هوا، پوءِ حضرت جن انهن کي پنهنجي درگاه تي وٺي آيا ۽ درويشن کي فرمايائون ته آئون بادشاه وٽ انهي سبب ويو هوس جو اوهانکي هٿن ڪپائڻ کان بچايان. بِئْسَ الْفَقِيْرُ عَلٰى بَابِ الْاَمِيْرِ جو مصداق اهو فقير آهي جو دنياوي طمع سان بادشاه وٽ وڃي.

نقل: آهي ته هڪ عالم حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جي تعريف ٻڌي زيارت جي واسطي روانو ٿيو. جڏهن شهر جي دروازي تي پهتو ته ڏٺائين ته اُٺن تمام گهڻن پيو وڃي، ان عالم پڇيو ته هي ڪنهن جو اُٺ آهي، معلوم ٿيس ته حضرت خواجه صاحب جن جو آهي، اها ڳالهه عالم ٻڌي حيران ٿيو ته فقيري هيتري آن واري کي ڪٿان هوندي؟ دل ۾ خيال آيس ته موٽي وڃان، پر وري خيال ڪيائين ته هيتري ڏور، وڏو سفر ڪري آيو آهيان، ته هن حضرت جن سان ملاقات ڪرڻ ضروري آهي، جڏهن خانقاه تي آيو ته هن وقت حضرت خواجه صاحب جن حويلي مبارڪ ۾ هوا. هي اتي ويهي رهيو، هيوءِ ننڊ اوچتو وٺي ويس، ڏٺائين ته قيامت برپا آهي، هڪ شخص جنهن جو هي عالم قرضي هو، پنهنجو قرض پيو گهري بيٺو ڇا، ادو ٿو ڪي ته پاڻ سان دوزخ ۾ وٺي وڃيس، انهيءَ وچ ۾ حضرت خواجه صاحب تشريف آندي، پڇيائون ته تنهنجو ڪيترو قرض آهي، ان جيڪي ڏسيو سو حضرت خواجه صاحب جن پاڻ ڏئي ان کي قرضدار کان ڇڏايائون، ايتري ۾ هن جي اک کلي پئي، ڏٺائين ته حضرت خواجه صاحب جن حويليءَ

شريف کان تشريف نه آڻن، مُرڪي ان عالم کي فرمايائون ته مون انهيءَ واسطي
پاڻ وٽ مال رکيو آهي جو توجهان آدمن کي قرض کان ڇڏايان.

نقل آهي ته سلطان ابوسعيد مرزا حضرت جن کان مريد ٿيڻ کان پوءِ هيڪر
شراب پيئڻ جو ارادو رکيو، نوڪر کي چيائين ته ٻيت جي هيٺان اچ آئون مانيءَ تان ونڊس
جڏهن ان نوڪر شراب آندو ته تڏهن مرزا اٿي کو پٽي شراب جي باٽلي مٿي جي ڇجا هيٺ
ڀت سان ٽڪرجي ڀڄي پئي انهيءَ سبب مرزا کي گهڻو ڏک ٿيو، صبح جو حضرت خواجه صاحب
جي حضور ۾ آيو، پاڻ اول ئي گفتگو ڪيائون ته رات مون جو تنهنجي شراب جي باٽلي ڀڄڻ
جو آواز ٻڌو، جيڪڏهن باٽلي نه ڀڄي هان، ته هو ته منهنجي دل تو کان ڀڄي پوي ها، وري
منهنجي ملاقات تو سان نه ٿئي ها.

صاحب "حدائق الورديه" جي آندو آهي ته شيخ ناصرالدين اترارِي کان "جو حضرت جن جو
وڏو خليفو هو" روايت آهي ته حضرت خواجه صاحب جن ٿي فرمايو ته مون کي ڪنهن مرد
خواب ۾ چيو ته شريعت محمدي ﷺ، تنهنجي مدد سان سگهو گهڻي رواج ۾ وڌي قوت
واري ٿيندي، جڏهن جاڳيس دل ۾ خيال ڪيم ته هي ڪم بادشاهن جي مدد کان سواءِ
نه ٿيندو. انهيءَ سبب حضرت خواجه صاحب جن سمرقند ڏانهن جيڪي بادشاهن جي
رهڻ جي جاءِ هئي تشريف فرمايائون، ان وقت عبدالله مرزا بن شاهرخ هو
راوي ٿو چوي ته آئون پڻ حضرت جن جي خدمت ۾ هوس، جڏهن اتي پهتاسين هڪ شخص
بادشاهن جي اميرن مان سندن زيارت لاءِ آيو، حضرت جن اُن امير کي فرمايو ته آئون
بادشاهه جي ملاقات لاءِ آيو آهيان، تون ملاقات ڪرائڻ لاءِ سعيو ڪر ۽ سفارش ڪر جيئن
اسين بادشاهه سان ملاقات ڪريون، اَللهُ جَلَّ جَلَالُهٗ توکي اجر ۽ ثواب ڏيندو. امير
چيو ته اسان جو بادشاهه جوان مڙس سڀ خلق کان بي پرواهه آهي، ان جي ملاقات ڏکيائي
کان خالي نه آهي ۽ اوهان جهڙن مشائخن کي ائين ڪرڻ نه گهرجي جو بادشاهه جي ملاقات
لاءِ خواهان ٿيو. حضرت خواجه صاحب جن ڪاوڙ جي ان امير کي فرمايو ته آئون الله جل له
جي امر کان سواءِ ڪو نه آيو آهيان، جيڪڏهن تنهنجو بادشاهه مون وٽ ڪين ايندو ته ٻيو
ڪو بيو بادشاهه ايندو اِنْ شَاءَ اللهُ تَعَالىٰ، پوءِ جڏهن امير حضرت جن جي حضور کان اٿي
موٽي هليو ويو تڏهن حضرت خواجه صاحب جن بادشاهه جو نالو مسواڪ سان پٽ تي لکي

پوءِ انکي ٽيٽي مبارڪ سان ڌاڳي جهڙيا ٿون. تهن کان پوءِ پهنجي مريدن کي فرمايائون تہ تاشڪند ڏانهن موٽي ٿا هلون جيستائين ٻيو بادشاهہ اچي. پوءِ انهي ڏينهن حضرت جن پوئتي موٽي هليا. هفتہ کان پوءِ اهو امير بي ادب مري ويو اجان مهينو نہ گذريو جو سلطان ابوسعيد ترڪستان جي طرف کان آيو ۽ بادشاهہ عبدالله مرزا کي کنائين ۽ ان جي تخت تي ويٺو. "اَلْعَيَاذُ بِاللّٰہِ مِنْ غَيْرَةِ اَوْلِيَائِهٖ"

صاحب خزينة الاصفيا جي آئي واٽ هي تہ ابو سعيد شاهہ رخ جي پٽ کان نقل آهي تہ جڏهن حضرت خواجه عبيدالله احرار قُدِّسَ سِرُّہٗ جن هرات ۾ هوا هي غلام ڪڏهن ڪڏهن حضرت جن جي حضور ۾ حاضر ٿيندو هوس حضرت جن مون تي گهڻيون عنايتون فرمائيندا هوا. انهي وچ ۾ هڪ ڇوڪري سان عشق ڪيم ۽ هڪ ڏينهن اُن ڇوڪري سان منهنجي گڏجاڻي جو اتفاق ٿيو، جڏهن ارادو ڪيم تہ ڇوڪري سان ناجائز مشغول ٿيان اوچتو ٻاهران حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّہٗ جي آواز جهڙو آواز ٿيو تہ فرمائين ٿا تہ اي محمد سعيد ڇا توکي پنهنجي ڪنهن به حرڪت جو هن وقت توکان صادر ٿي ٿي، شرم ڪونه ٿو اچي. آواز ٻڌڻ شرط خوف مون تي غالب ٿيو ۽ شهوت صفا بند ٿي وئي. ڇوڪري کي موڪل ڏنم. پوءِ حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّہٗ جي خدمت کان مشرف ٿيس. حضرت جن فرمايو تہ "اي ابو سعيد جي توفيق حق تعاليٰ جَلَّ جَلَالُہٗ جي توکي مدد نہ ڪري ها تہ شيطان توکي واٽ کان ڪڍي ها.

نقل آهي تہ هيڪر حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّہٗ جن جهنگل ڏانهن ٿي ويا. هڪ شخص حضور ۾ اچي عرض ڪيو تہ منهنجو نوڪر، جو سارو ڪاروبار خاتو منهنجو ان تي هو ڪيترن ڏينهن کان ڀڄي ويو آهي، ڪٿي به ان جو پتو نٿو پوي. انهي عرض جو غور ٿئي تہ حضرت جن جي تمام عنايت. حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّہٗ جن هڪ لمحو مُتَوَجِّہُ ٿي ان کي فرمايو تہ فلاڻي ڳوٺ ۾، جو هڪ ڪوهہ کان پري نہ آهي، پنهنجي نوڪر کي وڃي ڳولهہ، اِنْشَاءَ اللّٰہُ تَعَالٰی پوءِ اتي لڀي پوندو. ان شخص عرض ڪيو تہ ڪيترا ڀيرا ان ڳوٺ ۾ جا چيو اٿم مگر مونکان اهو ٻاهر نہ ڪونہ لڌو. حضرت جن فرمايو تہ لهنديٰن پوءِ اهو شخص ان ڳوٺ ڏانهن ويو پنهنجي ٻانهي کي ڏٺائين تہ گهڙو ٻانهي جو اگيان رکي حيران ٿي ويٺو آهي. ٻانهي کي وڃي ڏٺائين

۽ احوال پڇيا ٿونس، چيائين ته جڏهن اوهان جي گهر کان ڇڄي ويو هوس خوارزم ۾ مونکي هڪ شخص ڏٺو جي ديوان جي خدمت ۾ گهڻا ڏينهن رهيو هوس اڄ مونکي ٻاهر پيرن لاءِ حڪم ڏنائين. دلو پاڻي جو ڪٽي کوه تي ويس - جڏهن دلي کي مٽي ۾ گهيرم پاڻ کي هٿ ڏنم - حيران آهيان ته ڪٿي ولايت خوارزم جي ۽ ڪٿي هي جاءِ - گهڙي ۾ ملڪ ۾ اچي پيو آهيان ۽ اڪ چنبي ۾ مونکي هٿ ڪنهن آندو - انهيءَ غلام جي حالت بدلي هئي سندس سردار بئي حالت تي ويو - انهيءَ وقت ٻانهي کي آجو ڪري حضرت جن جي حضور ۾ اچي مريد ٿيو

# سندن ارشاد ۽ خلفاء ۽ وفات

فرمايائون ته چياڻي ۽ کان انهيءَ شخص کي نصيب آهي جنهنجو دل دنيا کان سرد ٿئي ۽ الله جل جلاله جي ذڪر کان گرم - فرمايائون بعض اڪابرن کان مونکي هي ڳالهه حاصل ٿي ته جو ڪجهه چوندس مقبول ٿيندو مردود نه ٿيندو.

فرمايائون ته پير اهو آهي جو رسول الله صلى الله عليه وسلم جي جن ڪمن رضا هجي تن فنا هجي ۽ جيڪي حضرت رسول الله صلى الله عليه وسلم فرمايو هجي ان تي قائم هجي ۽ ان جون سڀ سنتون مثل آئينه جي هجن، جوان ۾ سواءِ عادتن ۽ وصفن حضرت رسول الله صلى الله عليه وسلم جي ڪجهه معلوم نه ٿئي -

فرمايائون مريد اهو آهي جو ارادي جي تاثير سان ان جون سنتون سڀ ڏيون ۽ ڪامراد ان وقت ٿئي هجي ۽ سڀني طرفن کان منهن ڦيري خالص پير پنهنجي ڏانهن خيال ڏي. آنرا که در سرای نگار است فارغ است ۔ از سیر بوستان و تماشای لاله زار

فرمايائون ته عملن ۽ اخلاقن جو اثر پي ساهن شين تي پٽ پوي ٿو جيئن ته جڏهن ڪو اهڙي جاءِ تي نماز پڙهي - جنهن جاءِ تي عمل ۽ اخلاق جا اثر هجن ته ڏهن اهانماز اهڙي برڪت ۽ نورن سان پيدا نه ٿيندي، جهڙي اها نماز جنهن جاءِ تي جمعيت وارن صاحبن يعني وليّن ڪاملن جي جمعيت جو اثر پهتو هجي اهوئي سبب آهي جو ٻه رڪعتون نماز ڪعبه جي حرم ۾ پڙهڻ ٻين جاين جي سترڪعتن جي برابر آهن -

---

ك جنهن کي گهر ۾ پيو نقش نگار آهي، سو باغ جي سير ۽ گلن جي تماشي کان فارغ آهي -

فرمايائون :- شيخ ابوطالب مڪي قُدِّسَ سِرُّهٗ جو چوڻ آهي ته ڪوشش ڪرڻ کا سنت الله جَلَّ جَلَالَهٗ کان سواءِ سمجهي دل ۾ ندر هي - جي اها نعمت تو کي حاصل ٿئي پوءِ تنهنجو ڪم پورو ٿي ويو، تڏهن تو کي گهرجي احوال ۽ مواجيد ۽ ڪشف ۽ ڪرامتون ظاهر ٿين يا نه ڏک نه ڪر -

فرمايائون ته حضرت سيد الطائفه قُدِّسَ سِرُّهٗ جو چوڻ آهي ته مريد سچو اهو آهي جو ويهن ورهن تائين کبي پاسي وارو ڪاتب ڪو ڪمان جو بچن ونه ڏسي جو دفتري لکي - انهيءَ جي هيءَ معنىٰ نه آهي ته ڪنهن مريد کا کجهه بدگناه نه ٿئي بلڪ معنىٰ هيءَ آهي ته ڪاتب کبي پاسي جي لکڻ کان اڳ ان گناه جو تدارڪ ۽ اِسْتِغْفَارُ ڪري جيئن ان کي لکڻ جي نوبت نه اچي -

فرمايائون :- حضرت مولانا نظام الدين خاموش قُدِّسَ سِرُّهٗ جن شريعت، طريقت ۽ حقيقت جو هن طرح مثال ڏيندا هوا ته ڪوڙ ڳالهائڻ منع آهي پوءِ جيڪو شخص ايتري ڪوشش ڪري جو ان جي زبان تي ڪوڙ جاري نه ٿئي پر دل ۾ خواهش هجي ته اها شريعت آهي ۽ جي دل کان خواهش کبي وڃي ته اها طريقت آهي ۽ جيڪڏهن اختيار ۽ بي اختيار زبان ۽ دل کان اها ڳالهه بلڪل کبي وڃي اها حقيقت آهي -

فرمايائون :- ڪشف قبور هيءُ آهي، جو ميت جو روح صورت مناسب ۾ صاحب ڪشف جي تي قبر ۾ ظاهر ٿو ٿئي پر جڏهن ته شيطان کي شڪل بدلجڻ جي گهڻي قوت آهي انهيءَ سبب کان حضرات خواجگان قَدَّسَ اللهُ اَسْرَارَهُمْ جن انهيءَ ڪشف جو اعتبار نه ڪن ۽ حضرات جو هيءُ طريقو آهي، جڏهن ڪنهن قبر تي تا وڃن پاڻ کي نسبت ۽ ڪيفيت کان خالي ڪري انتظار تا ڪن ته جيڪو ظاهر ٿئي پوءِ جيڪي معلوم ٿو ٿئي اهو حال صاحب قبر جو آهي ۽ اهو طريقو يقين جي نسبت دريافت ڪرڻ جو آهي

فرمايائون ته تحقيق وارن وٽ ثابت آهي ته ترقي موت کان پوءِ نسبت ۾ واقع ٿي ٿئي

فرمايائون :- باوجود ترڪ ادب جي جيڪڏهن ڪنهن جو حال باطني قائم تو رهي ته هن چئبو اهو مڪر آهي يا استدراج آهي -

فرمايائون :- هيءَ نسبت حضرات خواجگان جي مجلس ۽ تفرقي ۾، جو زياده ظاهر ٿي ٿيئي ان جو هيءُ سبب آهي ته هيءَ نسبت محبوبي آهي، محبوب کي جيڪڏهن خلوت ۾ ڪو ڏسندو آهي ته حياءَ وارو ٿيندو آهي.

**فرمايائون :-** وصل هيءُ آهي جو دل کي اَللّٰهُ جَلَّ جَلَالُهٗ سان هر وقت ذوق جي وات سان جمعيت وارو رهي ۽ انهيءَ حالت جي نسبت حضرت خواجه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جن فرمايو آهي "ما نهايت را در بدايت درج مي ڪنيم" يعني اسان نهايت کي بدايت ۾ داخل ڪيو آهي.

**فرمايائون :-** صحبت ناجنس کان پرهيز ڪرڻ مان مراد پرهيز مخالف طريقي ۽ دنيادارن جي صحبت کان آهي.

**فرمايائون :-** ته نماز سومهڻي کان پوءِ جنهن تي ننڊ غلبو ڪري ته هن ٽي ڀيرا قُلْ هُوَ اللّٰهُ ۽ ٽي ڀيرا قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ الْفَلَقِ ۽ ٽي ڀيرا قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ النَّاسِ پڙهي ۽ انهيءَ جو ثواب مٽن ۽ مماتين وارن کي جي جيڪي ان جا منتظر آهن بخشي جيئن ته اهي مماتين وارن کي آسايش پهچي ۽ الله تعالى انکي بخشيش ۽ رحمت ڪري. جناب حضرت رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو آهي. "اِرْحَمْ تُرْحَمْ"

خدا را بر آن بنده بخشايش است ؎ که خلق از وجودش در آسايش است [1]

**فرمايائون** ته سمهڻ کان اڳ پنهنجي وقت گذري جو خيال ڪري ته ڪيئن گذريو آهي جيڪڏهن عبادت ۾ گذريو آهي ته شڪر ڪري، جيڪڏهن مصيبت ۾ گذريو آهي ته توبه ۽ استغفار ڪري.

**فرمايائون** ته طريقي جي ادبن مان هيءُ به آهي ته هميشه وضوءَ سان رهي.

**فرمايائون :-** هميشه وضوءَ ۾ رهڻ رزق جي ڪشادگيءَ جو سبب آهي.

حضرت غوث الثقلين قيوم جهان "عمدة المقامات" ۾ آندو آهي ته حضرت خواجه عبيد الله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ جي وفات ٢٩ ماه ربيع الاول سنه ٨٩٤ هه جي ٿي سندن فرزند سڳورا خواجه عبد الله ۽ خواجه يحيٰ قُدِّسَ سِرُّهُمَا آهن حضرت خواجه عبد الله کي ست پٽ هوا، خواجه عبد الهادي، خواجه شهاب الدين محمود خواجه عبد الحق، خواجه عبد الحليم، خواجه عبد الشهيد، خواجه ابو الفيض، خواجه

[1] خدا جي بخشش ان بندي تي ٿيندي آهي. جنهن جي وجود کان خلق آرام ۾ هوندي آهي.

محمد يوسف - اهي ستئي بزرگوار صاحب كمالات ٿي گذريا آهن. خواجه احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ جي ٻئي فرزند يعني خواجه محمد يحيٰ کي ٽي فرزند هوا. خواجه ذڪريا ۽ خواجه عبد الباقي، اهي ٻئي پنهنجي والد سان گڏ شهيد ٿيا ۽ خواجه محمد امين جو فرزند ٽيون خواجه محمد يحيٰ شهيد جو آهي، حضرت ظهير الدين بابر بادشاه سمرقند کان پاڻ سان ڪابل ۽ هندستان ۾ آندو هئائين - اڄ ڏينهن اولادان جو گهڻن ڪابل ۾ آهي - فرزندن کان سواءِ حضرت خواجه احرار جا خليفا چاليهه آهن ويهه صاحب رشحات جي آندا آهن ۽ ويهه صاحب نفحات جي لکيا آهن - هن جاءِ ٻي هنن بزرگن جي نالن تي اکتفائي ڪجي - مولانا سيد حسين مولانا قاسم، مولانا مير عبد الاول، مولانا جعفر - مولانا برهان الدين ختلاني، مولانا لطف الله ختلاني، مولانا شيخ، مولانا ابو سعيد اوبهي، مولانا محمد قاضي مولانا خواجه علي تاشکندي، شيخ حبيب بخاري تاشکندي، مولانا نور الدين تاشکندي مولانزاده اتراري هندي، مولانا خواجه ترڪستاني، مولانا اسماعيل، مولانا اسماعيل شاماسي، ۽ مولانا اسماعيل ثالث ۽ ويهه بزرگ جي نفحات واري صاحب آندا آهن هن تفصيل سان آهن - مولانا فخر الدين علي، جو مصنف رشحات جو آهي شيخ عبد الله اوبهي سربيي، مولانا سيد عمادي، حافظ جلال الدين، حضرت خواجه مولانا زاهد وخشي، ۽ خواجه تاج الدين ڪاشغري، امير عبد الله يمني، شيخ عيون ڪازروني، مولانا اسماعيل شيرواني، مولانا خواجه خراساني، سيد بابا، خواجه امير مولى بخاري، مولانا عبد الوهاب سمرقندي، سونٽ مولانا عبد الله سربلي ذڪر ڪيل جو، خواجه مصطفى، مولانا نجم الدين، مولانا موسى، مولانا ميرقباد هروي، مولانا درويش سربيي قَدَّسَ اللّٰهُ تَعَالٰى اَسْرَارَهُمْ - هر هڪ هنن خليفن جو اولاد ۽ خليفا صاحب ڪماليت جا هوا، ذڪر انهن جو ڪرڻ ڊيگهاري تي پوندو - هن تذڪري کي حضرت مولانا جامي جي عبارت سان جا سندت احوال آئي جا ٿي ۾ ڪتاب نفحات ۾ آندي اٿس ختم ٿو ڪريان -

فرمائين ٿا ته ذڪر احوالن ۽ فرمودن خانزاده حضرات خواجگان ۽ بيان روشن ۽ طريقي، خصوصاً حضرت خواجه بهاؤالدين نقشبند ۽ خليفن

۽ مريدن ان جي ڪان معلوم ٿيو ته طريقو سندن، اعتقاد اهل سنت جماعت جو ۽ تابعداري احڪام شريعت جي ۽ پيروي سنتن حضرت سيد المرسلين صلي الله عليه وسلم جي ۽ دوام عبوديت جنهن ڪان مراد آگاهي هميشه جناب حق سبحانه و تعاليٰ جي ڪان آهي، پوءِ جا جماعت هنن سڀڪو ن جو انڪار ڦي ڪري. انهيءَ سبب ڪان هوندو جو بدعت ظاهر باطن جي انڌ ڪار انهن کي ويڙهي ويو آهي. گهڻا ئي حسد ۽ تعصب جي سبب انهن جون اکيون انڌيون ٿي پيون آهن لاچار حضرات خواجگان جي هدايت جي نورن ۽ ولايت جي اثرن کي نٿا ڏسن ۽ اهي انڌا انهن انوارن ۽ اثرن ڪان، جي مشرق مغرب تائين گهيرو ڪري ويا آهن، انڪاري ٿيا آهن. هيهات، هيهات،

**نظم:-**

نقشبنديه عجب طائفه قافلا راند — که برند از ره پنهان بحرم قافله را [1]

از دل سالک ره جاذبه صحبت شان — مي برد وسوسه خلوت و فکر چله را [2]

قاصري گر زند اين طائفه طعن قصور — حاش لله که برآرم بزبان اين گله را [3]

همه شيران جهان بسته اين سلسله اند — روبه از حيله چسان بگسلد اين سلسله را [4]

قدس الله اسراره الشريف — "حدائق الورديه" جي انهن بيتن کي هن طرح ڪري آندو آهي

لِلنَّقْشَبَنْدِيَّةِ الْعِلْمُ الْعَجِيْبُ بِمَا — يَحْمِلُ رَكْبَ الْهُدَىٰ بِالسِّرِّ فِي الْحَرَمِ [5]

تَمْحُوْا صُحْبَتُهَا عَنْ قَلْبِ سَالِكِهَا — هَمَّ الرِّيَاضَاتِ وَالْخَلَوَاتِ بِالْهِمَمِ [6]

لَهَا سَلَاسِلُ مِنْ نُطْمِ الْاُسُوْدِ فَهَلْ — يَحْتَالُ ثَعْلَبَةٌ فِيْ حَلِّ نَظْمِهِمِ [7]

إِنْ يَنْسُبْ قَاصِرُ الْفَهْمِ الْقُصُوْرَ لَهَا — فَحَاشَ لِلّٰهِ أَنْ يَجْرِيْ بِنَا الْكَلِمُ

[1] نقشبندي عجيب ٽولي جا سردار آهن، جو ڳجهي وات کان قافلي کي حرم تائين وٺي وڃن ٿا

[2] انهن جي صحبت جي جذب وارا ئي وات، خلوت جي خيال ۽ چلي جي فڪر کي ڪڍي ڇڏين ٿا

[3] جيڪڏهن ڪو قاصر هن گروهه تي ٽوڪ ڪندو، الله جي پناهه جو زبان تي هن گلا کي آڻيان

[4] هن سلسلي ۾ سڀ جهان جا شينهن ٻڌل آهن، لومڙ مڪر سان هن سلسلي کي ڇنندي

[5] نقشبندين لاءِ عجيب علم آهي، جنهن سان هدايت جا سوار مخفي طرح حرم ۾ پهچي وڃن ٿا

[6] انهن جي صحبت جي برڪت سان مريد جي دل تان رياضتن ۽ خلوتن جو غم همتن سان

[7] انهن جا سلسلا بزرگترين شخصيتن جي جماعتن آهن، چالاڪ ڪندي لومڙي انهن جي سلسلي جي ڇنڻ ۾ [8] جيڪڏهن ڪو گهٽ سمجهه وارو انهن سلسلن ڏي قصور جي نسبت ڪندو ته الله تعاليٰ جي پناهه جو منهنجي زبان تي اهڙو لفظ نڪري.

حضرت مولانا جامي رحمة الله عليه حضرات نقشبنديه جي شان ۾ ڇا نه چڱو فرمايو آهي -

تو نقشِ نقشبندان را چه داني | تو شڪل پيڪر و جان را چه داني [1]
گياه سبز داند قدر باران | تو خشڪي قدر باران را چه داني [2]
هنوز از ڪفر ايمانت خبر نيست | حقائق هاي ايمان را چه داني [3]

ڪَذَا فِي مقامات مظهريه -

صاحب حالات مشائخ نقشبنديه جو لکڻ آهي ته جنهن وقت حضرت خواجه عبيد الله قُدِّسَ سِرُّهٗ جي وفات جو وقت ويجهو آيو، ان وقت ڪيترن شَخْصُن ڏٺو، اوچتو سندن ٻنهي ڀرن جي وچ ۾ هڪ نور ظاهر ٿيو جو سڀني شَخْصَن جي نور کي گهٽ ڪري ڇڏيائين - زيارتگاه سندن سمرقند ۾ آهي - مفتي غلام سرور چشتي سال وفات جو ٨٩٥ھ جو آندو آهي تاريخ وفات هن طرح فرمائي اٿس

وصالش عارف مرشد رقم ڪن (٨٩٥ھ) | دگر فرما شهِ مسعود ابرار [4]
بسالش انتقالِ آن شهِ دين | بفرما هادي سردار احرار [5] (٨٩٥ھ)

## حالات حضرت خواجه محمد زاهد وخشي قُدِّسَ سِرُّهٗ

هي خلاصو متقين جو ۽ چونڊيل مرشدن راشدن جو، برگزيده اوليائن زاهدن جو - سندن شان جي حد ۽ نهايت ناپيد ا- سندن فيض ۽ ڪمال جي حسن ۽ جمال تي جِنَّ ملڪ مست ۽ شيدا - شريعت ۽ طريقت جي واديءَ ۾ سيبو ڪندڙ ۽ حقيقت ۽ معرفت جي ميدان ۾ هميشه رهندڙ - عالمن کان زور عالم، عابدن ۾ زيده عابد - نالو مبارڪ سندن خواجه محمد، لقب سڳورو زاهد آهي، قَدَّسَ الله تعاليٰ سِرَّهُ الْعَزِيْز. سندن حضرت جو انتساب فيض باطني جو خواجه عبيد الله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ سان آهي ۽ حضرت مولانا يعقوب

[1] تون نقشبندين جي نقش کي ڇا ڄاڻين، تون ساه جي شڪل ۽ صورت کي ڇا ڄاڻين -
[2] ساوو گاهه ئي برسات جي قدر کي ڄاڻي ٿو - تون سُڪل آهين مينهن جي قدر کي ڇا ڄاڻين
[3] اڃان توکي ڪفر ۽ ايمان جي سُڌ ئي نه آهي - تون ايمان جي حقيقتن کي ڇا ڄاڻين
[4] وصال ان جو عارف ۽ مرشد (لفظ) لک - ٻيهر چؤ ته هو نيڪ ۽ سعادت وارن جو بادشاهه آهي (٨٩٥)
[5] ان دين جي بادشاهه جي لاڏاڻي جو سال - چؤ ته هو هادي سردار احرار جو آهي (٨٩٥ھ)

چرخي قُدِّسَ سِرُّهٗ کان ويهاميءَ ۾ ڳن بلڪ ڪن چيو آهي ته ڏٺا هواءِ خواجه يعقوب
چرخي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي ڪنهن خليفه کان ذڪر جي تعليم وٺي خلوت نشين ٿيا هواءِ رياضتن
ءِ مجاهدن ۾ وقت گذاريائون - تنهن کان پوءِ حضرت خواجه عبيدالله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ
جي خدمت ۾ حاضر ٿيو - تفصيل انهي اجمال جو هن طرح آهي - جنهن حضرت مولانا
محمّد زاهد قُدِّسَ سِرُّهٗ جن حضرت خواجه احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ جي فيض جو
غلغلو ٻڌو، وخش کان جو حصار جي پسگردائي ۾ آهي سندن رهڻ ٿيندو هو، مولانا
ٿي سمرقند پهتا ءِ پاڙي وانسر ۾ اچي پهتا ءِ ارادو ڪيائون ته لباس مٽائي ڪنهن
جي پاڙي ۾ جتي حضرت خواجه عبيدالله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ جي رهڻ جي جاءِ هئي
ديا - حضرت خواجه عبيدالله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ کي ڪشف سان معلوم ٿيو ته حضرت
مولانا محمّد زاهد، جو ڪمالات ءِ مقامات ۾ موصوف آهن شهر ۾ ملڻ لاءِ
آيا آهن - جيئن ته انهيءَ وقت جو ٻن پهرن جو وقت تمام گرم هو، حضرت خواجه
عبيدالله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ جوان تي سوار ٿيا ان جي مهار ڇڏي ڏنائون ته جيڏانهن
ڪڍي اوڏانهن وڃي - اوچتو اهو ان وانسر جي پاڙي ۾ هڪ جاءِ جي اڳيان بيهي رهيو
حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن فرمايو ته هت ڪير لٿو آهي - ڪنهن چيو ته مولانا
محمّد زاهد جن لٿا آهن - هيءُ ٻڌي حضرت خواجهُ صاحب جن ان کان لهي پيا
مولانا محمّد زاهد قُدِّسَ سِرُّهٗ کي جنهن حضرت خواجه صاحب جي تشريف
آوري جي خبر پئي بي اختيار ٿي حضرت جن جي استقبال لاءِ ڊوڙ ۽ پوءِ سندن قدمبوسي
ڪيائين ءِ انهيءَ جاءِ ۾ خلوت ڪيائون، مولانا محمّد زاهد قُدِّسَ سِرُّهٗ پنهنجي حالات
ءِ مقامات کي حضرت خواجه عبيدالله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ جي حضور ۾ بيان ڪري
بيعت مريدي جي لاءِ عرض ڪيو، جيئن ته حضرت خواجه عبيدالله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ
جن مولانا محمّد زاهد قُدِّسَ سِرُّهٗ کي پنهنجي توجّه ءِ تصرّف سان انهيءَ مجلس ۾
ڪماليت کي پهچائي خلافت عطا فرمايائون ءِ موڪل ڏنائون، انهيءَ سبب حضرت خواجه عبيدالله
احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ جي اڳوڻن مريدن کي غيرت آئي ته مولانا محمّد زاهد وخشي
قُدِّسَ سِرُّهٗ کي ٿورو پائين صحبت ۾ حضرت خواجه صاحب جن خلافت ڏني ءِ اسين ڪيترن
ورهين کان درگاه تي رهون ٿا ڪو خيال ڪونه ٿا فرمائن، تنهن تي حضرت خواجهُ

عبيد الله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ جن فرمايو ته مولانا محمّد زاهد قُدِّسَ سِرُّهٗ، ڏيو، تيل
وٽ سان نهيل جو ڏيل آندو هو، مون ڳوان کي روشن ڪيو، تنهن کان پوءِ اڪي
موڪل ڏنم - هيءَ معاملو حضرت خواجه عبيد الله قُدِّسَ سِرُّهٗ جي تصرف عظيم
۽ حضرت مولانا محمّد زاهد قُدِّسَ سِرُّهٗ جي ڪمال استعداد ۽ قابليت تي
دلالت رکندڙ آهي - سندن وفات غره ربيع الاول سال ۹۳۶ هجري ۾ ٿي -
سندن زيارتگاهه وخش ۾ جو حصار جي متصل آهي، مشهور ۽ معروف آهي
راقم الحروف، صاحب حدائق الورديه جي حضرت خواجه مولانا محمّد زاهد
وخشي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي جاءِ تي مولانا محمّد قاضي آندو آهي - هيءُ مولانا محمّد
قاضي اهو آهي، جنهن ڪتاب سلسلة العارفين حضرت خواجه عبيد الله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ
جي حالات وغيره ۾ جوڙيو آهي - سندن وفات خزينة الاصفياء جي قول موافق سال
۹۳۶ آهي - اِها صاحب حدائق الورديه جي سهو آهي جو صاحب سلسلي خواجه محمّد
زاهد وخشي جي جاءِ تي خواجه محمّد زاهد قاضي آندو آهي - مادو تاريخ جو مفتي صاحب

چون باحق شد ازين دنيا وصالش [1] | محمّد زاهد آن شيخ معظّم
رقم ڪن شيخ زهدي ارتحالش [2] | ولي فيض دهم فيض الٰهي
۹۳۶ ۹۳۶

## حالات حضرت خواجه درويش محمّد قُدِّسَ سِرُّهٗ

هيءُ غوث الاولياء والاعلام ۽ غيث علماءِ الاسلام، محبّت جو جنهن مريدن
تي وسائيندڙ، گهڻو اعتقاد وارن ۽ بي همتن طالبن کي وڏي رتبي تي رسائيندڙ، فقر ۽
درويشيءَ ۾ بي نظير خوش خلقي جي منهاج ۾ جيئڻ ڪندڙ ۽ ڪير، ماهر رموزات محمّدي
نالو مبارڪ سندن محمّد ۽ لقب سندن خواجه درويش سمرقندي آهي قَدَّسَ الله
تعالىٰ سِرَّهُ الْعَزِيْز - هن حضرت پنهنجي مامي خواجه محمّد زاهد قُدِّسَ سِرُّهٗ
کان فيض باطني وٺي مشرّف ٿيو ۽ سندن تربيّت کان مقام تڪميل ۽ ڪماليت
جي کي پهتا - خواجه درويش محمّد قُدِّسَ سِرُّهٗ جي بيعت وٺڻ کان اڳ پند رهن
ورهه زهد ۽ رياضت ۾ مشغول رهيا - ڪاٺ، پيرن ۽ ننبرڪ کان سواءِ جهنگلن
۾ رهندا هوا - هڪ ڏينهن بک جي سبب کان نهايت لاچار ٿي آسمان جي طرف منهن

[1] محمّد زاهد اهو اعلىٰ شيخ جڏهن هن دنيامان اسرکيو ان جو حق سان وصال ٿيو
[2] ولي فيض ۹۳۶ ۽ ٻئي فيض الٰهي ۹۳۶ تائين، شيخ زهدي ۹۳۶ ان جو لاڏاڻو آهي -

مبارڪ ڪيائون ايتري ۾ حضرت خواجه خضر عَلَيهِ السَّلامُ جن تشريف فرمائي ۽ حضرت
خواجه صاحب کي فرمايائون ته جيڪڏهن صبر ۽ قناعت اوهانکي گهرجي ته حضرت خواجه
محمّد زاهد وخشي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي خدمت ۾ داخل ٿيو، جو اُهو توهانکي صبر ۽ توڪل
سيکاريندو. پوءِ حضرت مولانا درويش محمد قُدِّسَ سِرُّهٗ حضرت خواجه محمّد زاهد
وخشي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي خدمت ۾ حاضر ٿي مرتبي ڪماليت ۽ تڪميل جي کي پهتو ۽ سندن
وفات کان پوءِ بالاستقلال سندن نائب ٿيو ورع ۽ تقويٰ ۽ عزيمت تي عمل ڪرڻ ۽
حفظ نسبت ۾ شان عظيم رکندا هوا ۽ گمنامي ۽ پنهنجي احوال باطني جي لڪائڻ ۾ حد
کان زياده ڪوشش فرمائيندا هوا. ۽ اهوئي سبب هو جو قرآن شريف جو درس ڪرائيندا
هوا جيئن سندن احوال باطنيءَ کان ڪو واقف نه ٿئي

**نقل:-** نقل آهي ته هيڪرا تا هون مشائخ ترڪي جو لنگهڻ ٿيو، ان چيو ته هتان کهن
مرد جي بوءِ ٿي اچي ۽ حضرت مولانا درويش محمّد ڏانهن اشارو ڪيائين. سندن فرزند
ارشد حضرت خواجه امڪنگي قُدِّسَ سِرُّهٗ کان نقل آهي ته گهوڪي منهنجي والد جي
شهرت هن طرح ٿي جو هڪ ڏينهن هڪ درويش منهنجي والد شريف جي حضور ۾ شيخ
نورالدين خافي جي حالات جو ذڪر ڪيو ۽ چيائين ته اهو وڏو بزرگ آهي، جيڪڏهن
هت انهيءَ جي اچڻ جو اتفاق ٿئي ته ڏهن ضرور ان سان ملاقات ڪجي- انهي ڳالهه کي اڃان
ٿوري دير گذري هئي جو شيخ نورالدين موصوف امڪنه جي پسگردائيءَ مان منزل ڪئي
منهنجي والد شريف جڏهن انجي اچڻ جي خبر ٻڌي، ساڏن ۽ ميون کپڙن سان
ڪجهه هديو ڪئي شيخ نورالدين ڏانهن ويا- جڏهن اتي پهتا ته ڏهن شيخ نورالدين
منهنجي والد کي پاڪر پاڻي نهايت محبت سان گڏيو- گهڻي دير تائين ٻئي مراقبي ۾
ويٺا رهيا- جڏهن منهنجي والد شريف موڪلايو ته ڏهن نهايت تواضع ۽ نياز سان
شيخ نورالدين قُدِّسَ سِرُّهٗ حضرت جن سان ٻه ٽي قدم هليو- جڏهن منهنجي والد
شريف درگاه تي تشريف آندي ته ڏهن ان بزرگ حاضر مجلس کان پڇيو ته هن
جاءِ جا خدا اڳي طالب حضرت خواجه درويش محمّد قُدِّسَ سِرُّهٗ جي خدمت ۾ ابتدا
ويندا هوا ما تهن پڇيو ته هي پير نه آهي بلڪ قرآن شريف پڙهائيندو آهي- شيخ
نورالدين قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو ته سُبحان الله! اهڙن جا آدمي نهايت اندا ۽ مثل آهن

جو اهڙي ڪامل مڪمل شخص ڪان فيض باطني جو حصو نٿا وٺن - پوءِ اها ڳالهه شيخ نور الدين جي سيني ۾ مشهور ٿي وئي ۽ ماڻهن اچڻ کان اُن جي طلب لاءِ شروع ڪيو ۽ ايترا ڪماليت جي درجي کي پهتا پر جڏهن ته پاڻ لڳ ۽ گوشه نشيني کي پسند فرمائيندا هوا. تهن ڪري اهڙي خلق جي ، جو عادت ڪان نهايت دل تنگ رهندا هوا

نقل آهي ته شيخ خوارزمي ڪردي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي هيءَ عادت هئي جو جنهن جاءِ تي ويندو هو ، جنهن بزرگ سان بہ ملاقات ٿيندي هئي انهن جي نسبت باطني کسي وٺندو هو - جڏهن حضرت خواجه درويش محمّد قُدِّسَ سِرُّهٗ جي ولايت ۾ پهتو تڏهن اتاهون جي سيني مشائخن سندس ملاقات ڪئي هئي اهن ۾ حضرت خواجه صاحب جن پڻ فرمايو ته اسانکي پڻ انهيءَ جي ملاقات لاءِ وڃڻ گهرجي ۽ باطني توجّه سان ان بزرگ خوارزمي جي امانت کسي ورتائون بزرگ پاڻ کي خالي ۽ نلهو سمجهيو ، نهايت حيران ۽ پريشان ٿيو - جڏهن حضرت خواجه صاحب جن ملاقات لاءِ سوار ٿيا ، تڏهن بزرگ خوارزمي کي پنهنجي امانت جي بوءِ آئي ۽ ان خوشبوءِ جي ڳولهڻ لاءِ ان تي سوار ٿيو ۽ جيتري قدر اڳتي پيو وڃندو هو تيتري قدر حضرت خواجه صاحب جن کي اوڏو ٿيندو ٿي ويو ۽ اوتري قدر خوشبوءِ ان کي زياده پئي آئي - جڏهن حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ سان ملاقي ٿيو تڏهن خوشبوءِ بند ٿي وئي - بزرگ سمجهيو ته حضرت خواجه صاحب جن امانت منهنجي کسي آهي - نهايت عاجزي ۽ نيازي حضور ۾ ڪيائين ۽ بالجهار وڏي مسڪيني ۾ عرض ڪرڻ لڳو ته موکي خبر نه هئي ته ڪا هيءَ ولايت اوهان سان لاڳاپو رکندڙ آهي ، آئون موٽي توهان وٽ اچان - حضرت خواجه صاحب جن کي بزرگ جي نيازي تي رحم آيو ، انکي امانت کسيل موٽائي ڏنائين - بزرگ پنهنجي امانت وٺي انهيءَ وقت ٿي گهر ڏاهن روانو ٿيو -

معلوم ڪرڻ گهرجي ته آئون اختصار پٺيان آهيان جي زياده احوال حضرت خواجه محمّد زاهد ۽ حضرت خواجه درويش محمّد قُدِّسَ سِرُّهما جو معلوم ڪرڻ گهري ته ڪتاب روضة السّلام جو شيخ شرف الدين جو جوڙيل آهي ۽ تذڪرة الاصفيا ۽ حدائق الورديه ۽ حضرات القدس وغيرهم کي مطالعه ڪري -

حضرت خواجه صاحب قدس سره جا فيضياب خلفاء گهڻا ٿيا، سيني ۾ وڏو صاحب
اسرار هن نسبت جو سندن فرزند ارشد حضرت خواجه محمد امڪنگي آهي جيئن ته
صاحب حدائق الورديه ۾ جي آندو آهي۔ وَلَهُ اَصْحَابٌ كَثِيْرُوْنَ كُلُّهُمْ هَادُوْنَ
وَمَهْدِيُّوْنَ وَاَعْظَمُهُمْ سِرُّ اللهِ سِرُّ هٰذِهِ النِّسْبَةِ الْمُطَهَّرَةِ شَيْخُ
هٰذِهِ السِّلْسِلَةِ نَجْلُهُ الْمُجَلّٰى سَيِّدُنَا مُحَمَّدُ الْخَوَاجَكِي الْاَمْكَنَكِي رَضِيَ اللهُ عَنْهُ [1]
موافق قول حالات مشائخ نقشبنديه جي حضرت جن جي وفات سال نو سؤ ستر ٩٧٠
مهيني محرم جي ١٩ تاريخ اسفرار ۾ جا ءِ شهر "سبز" ماوراء النهر جي پسگردائي ۾
آهي واقع ٿي۔ زيارتگاهه پڻ اتي آهي۔ تاريخ وفات جو مادو از مفتي صاحب [2]

ز دنيا شد چو در خلد معلّٰی — جناب سرور اكبر محمد [3]
ز سرور نشست عشق آمد وصالش ٩٧٠ — كه دوباره عاشق رهبر محمد

## حالات حضرت خواجه محمد امڪنگي سمرقندي قدس سره

هي خلاصو خاصة الاولياءِ وارث علوم الانبياءِ، قبلو قلبي صالحن متقين جو ۽ فريادپهچندڙ طالبن صادقن جو، ڪشف ۽ ڪرامت ۾ يگانو ۽ لاثاني، پنهنجي وقت جو قطب ربّاني مشرب مبارڪ احمدي صلی الله عليه وسلم۔ نالو مبارڪ سندن محمد ۽ نسبت وطن جي بنا تي امڪنگي سمرقندي آهي قدس الله سره۔ هن حضرت کي سڪيا فيض باطني جي پنهنجي والد بزرگوار حضرت خواجه درويش قدس سره کان مليل آهي ۽ ويتائين مقام تڪميل ارشاد جي کي پهتا۔ تنهن ورهن تائين پنهنجي والد ۽ مرشد جي مسند شيخيت جي جاءِ تي ويٺا ۽ خدمت ايندڙن ۽ ويندڙن جي ڪندا رهندا هوا باوجوديڪ پاڻ نهايت وڏي عمر جا هوا۔ سندن هٿ مبارڪ ضعف جي سبب ڏکندا هوا تڏهن به مهمانن جي واسطي پاڻ طعام کڻي ايندا هوا بلڪ گهڻن وقتن ۾ ته مهمانن جي نوڪرن ۽ وهٽن جي پڻ پاڻ خبرگيري فرمائيندا هوا ۽ طريقي نقشبنديءَ جي نهايت گهڻي قدر رعايت فرمائيندا هوا۔ ذڪر جهر يعني آواز سان وغيره، جو طريقي ۾ محدث ۽ نئون رواج طريقت جي مخالف ٿي ويو هوا ان کان گهڻو پرهيز ۽ احتراز فرمائيندا هوا

[1] سندن ساٿي ۽ مريد گهڻا آهن جي سڀ هادي ۽ مهدي، هن پاڪ نسبت جو راز الله تعالیٰ جو وڏو راز آهي، هن سلسله جو بزرگ شيخ سيدنا محمد خواجگي الامڪنگي رضي الله تعالیٰ عنه آهي۔ [2] جڏهن دنيا کان بهشت بلند ۾ جناب سرور اڪبر محمد ويو
[3] سرور ڪان جي وصال ۾ "مست عشق" لفظ نڪتو۔ بيهر "عاشق رهبر محمد"۔

سندن ڪرامات ۽ قلب کي روشن ڪرڻ جو شيوو سج جي روشنائي کان زياده مشهور
هئي - پنهنجي وقت ۾ سندن درگاه طالبن خدا جي رجوعات جي جاءِ هئي - عالم ۽ فاضل
۽ امير ۽ فقير ان پير دستگير جي حضور ۾ حاضر ٿي فائدا ۽ فيض وٺندا هوا بلڪ
بادشاه مُلڪن جا تہ سندن چائنٺ مبارڪ جي خاڪ کي سُرمو ڪري اکين جو نور بنائيندا هوا
صاحب خزينة الاصفيا جي آندو آهي تہ باوجود انهيءَ جي حالا باطني لڪائڻ ۾ گهڻي ڪوشش
فرمائيندا هوا - نقل آهي تہ عبدالله خان والي توران جي خواب ۾ ڏٺو تہ هڪ
درگاه عظيم الشان آهي ۽ جناب سلطان الانبيا حضرت محمد مصطفیٰ صلی الله عليه
وسلم جن اُتي رونق افروز آهن ۽ هڪ شخص دروازي تي هٿ ۾ لٺ سان بيٺو آهي ۽ ماڻهن
جا عرض مشڪلات جا حضرت سرور عالم صلی الله عليه وسلم جي حضور ۾
عرض ڪري پوءِ ان جا جواب ٿو آڻي - جناب پيغمبر عليه الصلوٰة والسلام جن هڪ
ترار ان بزرگ جي هٿان عبدالله خان کي موڪلي ۽ ان بزرگ اچي ان جي چيله ۾ ٻڌي
جڏهن عبدالله خان جاڳيو، تڏهن ان بزرگ جا نشان صورت مبارڪ جا ياد ڪرڻ
لڳو - حاضرين مان ڪنهن عرض ڪيو تہ انهيءَ شڪل ۽ شباهت وارو مرد حضرت خواجه
امڪنگي قُدِّسَ سِرُّهٗ آهي - پوءِ اهو بادشاه تمام گهڻي شوق سان هدين ۽ تحفن سان
حضرت جن جي حضور ۾ داخل ٿيو ۽ جا نوراني شڪل خواب ۾ ڏٺي هوائين اها سڳي
صورت مبارڪ ڏسي ديدار کان مُشرف ٿيو - نهايت خوش ٿي نيازمندي ظاهر ڪري
تحفن جي قبول ڪرڻ لاءِ عرض ڪيائين - حضرت جن قبول نہ فرمايو ۽ ارشاد ڪيائون
تہ منهاج فقر جو نامرادي ۽ قناعت ۾ آهي - بادشاه نهايت عاجزي سان حڪم
"اَطِيعُوا اللهَ وَاَطِيعُوا الرَّسُولَ وَاُولِي الْاَمْرِ مِنْكُمْ" ڏانهن اشارو ڪيو تہ تڏهن
لاچار قبول فرمايائون - ان کان پوءِ بادشاه ڏهاڙي صبح جي وقت حضور اقدس ۾ حاضر ٿيندو هو
نقل آهي تہ باقي محمد خان سمرقند جو حاڪم هو - ان تي ٻئي ولايت جو بادشاه
پير محمد خان نالي پنجاه هزار سوار سان چڙهائي ڪري آيو، باقي محمد خان پاڻ ۾
مقابلي ڪرڻ جي توفيق نہ ڏسي نڪري حضرت جن جي حضور ۾ داخل ٿي دعا گهريائين
حضرت جن پاڻ ان بادشاه وٽ ويا انکي سمجهايائون تہ تون موٽي وڃ - مسلمانن کي
پاڻ ۾ جنگ ڪرڻ چڱي نہ آهي، مگر ان بادشاه حضرت جن جي نصيحت قبول نہ ڪئي

۽ حضرت خواجه صاحب جن گهڻي ڪاوڙ ڪري موٽي آيا. ان وقت باقي محمد خان کي فرمايائون ته تون توري لشڪر هٿ جو ڪو فڪر نه ڪر ۽ دشمن سان مقابلو ڪر اِنْشَاءَ اللّٰهُ تَعَالیٰ فتح ٿيندي. باقي محمد خان حڪم موجب لشڪر وٺي روانو ٿيو، حضرت جن درويشن جي جماعت سان ٻيان روانا ٿيا ۽ هڪ پراڻي مسجد ۾ قبلي جي سامهون ٿي مراقبي ۾ ويٺا ۽ وقت به وقت منهن مبارڪ کي ڦيرائون ٿي ته ڇا خبر آهي؟ نيٺ ڪنهن اچي چيو ته باقي محمد خان کي فتح ٿي. تڏهن پاڻ اتاهون اٿي گهر تشريف آندائون.

**نقل** آهي ته هڪ درويش بيان ڪيو ته آئون هڪ رات حضرات خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ سان گڏ پيرين اگهاڙو ويس منهنجي پير ۾ ڪنڊو لڳو پاڻ فرمايائون ته اي ياءُ! جيستائين ڪنڊو نٿو لڳي تيستائين گل هٿ نٿو اچي.

**نقل** آهي ته هڪ ٽي طالب العلم سندن خدمت ۾ روانا ٿيا. هر هڪ پنهنجي دل ۾ جدا جدا نيت ڪئي، هڪ هيءُ خيال ڪيو ته جي مونکي فلاڻو طعام کارائيندا ته پوءِ ڄاڻندس ته صاحب ڪرامت جو آهي. ٻئي خيال ڪيو ته جي فلاڻو ميوو کارائيندا ته هن چوندس ته ولي آهي. ٽئين خيال ڪيو ته، جي مونکي فلاڻو نينگر صاحب جمال جو ملندو تڏهن ڄاڻندس ته صاحب خوارق عادات جو آهي، جڏهن ٽئي حضور ۾ حاضر ٿيا تڏهن حضرت جن ٽنهي جون اميدون پوريون ڪيون، ٽنهي کي فرمايائون ته درويشن کي جي حالتون ۽ ڪماليتون نصيب ٿيون ٿين سي سڀ سبب متابعت صاحب شريعت صلي الله عليه وسلم جي آهين، انهن کان غير شريعت جو عمل صادر نه ٿيندو آهي. درويش سڀني کي مخاطب ٿي فرمايائون ته فقيرن وٽ مباح ڪم جي واسطي پڻ اچڻ نه گهرجي، ڇو ته اهڙن درويشن جا احوال مختلف ٿين ٿا، گهڻو ڪري اهڙين ڳالهين ڏانهن خيال نه فرمائيندا آهن. اهڙي حالت ۾ اچڻ واري کي نقصان آهي، ڇو ته اهڙن درويشن کان اهي محروم ۽ نااميد ٿا ٿين ۽ فرمايائون ته ڪرامت ڪنهن اعتبار ۾ نه آهي اهڙن درويشن وٽ لله ڪارڻ اچڻ جي جيئن اهڙن باطن کان حصو ملي. وفات کان اڳ ٿورا ڏينهن حضرت خواجه باقي بالله قُدِّسَ سِرُّهٗ يعني پنهنجي خليفه اعظم ڏانهن خط لکيائون جنهن ۾ هيءُ به شعر آخر ۾ لکيل هوا.

زمان تا زمان ياد مرگ آيدم — ندانم کنون تا چه پيش آيدم ١

جدائي مبادا مرا از خدا — دگر هر چه پيش آيدم شايدم ٢

تون ڏينهن کان پوءِ پاڻ وفات فرمايائون - حضرت خواجه امکنگي قدس سره جاجيڪي بر ڪشف هوا سي صحيح ۽ سالم هوا - پاڻ پنهنجي خليفه حضرت خواجه باقي بالله قُدِّسَ سِرُّهٗ کي فرمايائون ته هڪ هندستان ۾ مرد ڪامل پيدا ٿيندو جو امام رباني جو هوندو ۽ تنهنجي هٿان انکي فتوحات ٿينديون، تنهن وانڌا اهل وقت جو اهل الله اُنجي تشريف لاءِ منتظر آهن - جڏهن حضرت خواجه باقي بالله قدس سره جن بخارا کان هندستان ۾ آيا ۽ حضرت امام رباني مُجَدِّدُ الف ثاني قُدِّسَ سِرُّهُ النوراني کي ڏٺائون، فرمايائون ته تون اهو مرد آهين جنهن لاءِ مونکي حضرت خواجه امکنگي قُدِّسَ سِرُّهٗ بشارت ڏني هئي - بهجة السنيه واري عبارت بجنسه هي آهي

وَمِنْهُ مَاقَالَهُ مَوْلَانَا خواجكي الامكنگي لِخَلِيْفَةِ الْاَكْمَلِ مُحَمَّدِ الْبَاقِيْ قُدِّسَ سِرُّهٗ اَنَّهٗ يَخْرُجُ رَجُلٌ مِّنَ الْهِنْدِ يَكُوْنُ اِمَامَ عَصْرِهٖ وَيَصِيْرُ فُتُوْحُهٗ عَلٰى يَدَيْكَ فَاسْرِعْ اِلَيْهِ فَاِنَّ اَهْلَ اللّٰهِ مُنْتَظِرُوْنَ قُدُوْمَهٗ فَلَمَّا تَوَجَّهَ مِنْ بُخَارَا اِلَى الْهِنْدِ وَاجْتَمَعَ بِهِ الْمُجَدِّدُ اَخَذَ عَنْهُ قُدِّسَ سِرُّهُمَا قَالَ لَهٗ اَنْتَ ذَالِكَ الرَّجُلُ الْمُبَشَّرُ - [1]

سُبْحَانَ اللّٰه! حضرت خواجه امکنگي قَدَّسَ اللّٰهُ سِرَّهٗ جي ڪشف جي صحت عجيب طرح پوري ٿي - حضرت قيوم جهان قَدَّسَ اللّٰهُ سِرَّهٗ "عُمْدَةُ الْمَقَامَاتِ" ۾ آندو آهي ته حضرت خواجه امکنگي قَدَّسَ اللّٰهُ سِرَّهٗ جي عمر مبارڪ ۹۰ کان وڌيڪ هئي سال ۱۰۰۸ هجري ۾ وفات ڪيائون ۽ اَللّٰهُ جَلَّ جَلَالُهٗ جي وصال کان مشرف ٿيا

سندن فرزند حضرت ابوالقاسم، صاحب ڪمالات ۽ مرجع آيات جو هو مڪتوبات قدسي آيات حضرت مجدد الف ثاني رضي الله تعالیٰ عنه جي ۾ هن وٽ جي ضروري نصيحتن ۾ مڪتوب شريف سندن خدمت ۾ موڪليل آهن -

ص ۲۲۴ تان آندل - [1] گهڙي گهڙي مونکي موت ياد اچي رهيو آهي، پيو ته آهي ته هاڻي الائي ڇا مونکي اڳ آڏو ايندو - [2] شل منهنجي خدا کان جدائي نه ٿئي، ٻيو جيڪو منهنجي آڏو آيو ته پوءِ نه آهي - هن ص ۲۲۵ جو حاشيه - [1] ان کان اهو آهي جيڪي خواجه امکنگي خليفه اکمل محمد باقي قُدِّسَ سِرُّهٗ کي فرمايو ته هندستان مان هڪ شخص ايندو جيڪو پنهنجي زماني جو امام هوندو ۽ ان جي فتوحات تنهنجي هٿن تي ٿينديون ان ڪري اوڏانهن جلدي وڃ، ڇو ته اهل الله ان جي اچڻ جي اوسيئڙي ۾ آهن جڏهن خواجه باقي بخارا کان هندستان ڏانهن اسريو ته اُتي کين حضرت مجدد (الف ثاني) مليو ۽ خواجه صاحب کان فيض ورتو ۽ خواجه صاحب کين فرمايو ته تون اهو شخص آهين جنهن جي بشارت ملي آهي -

خليفا حضرت خواجه امڪنگي قُدِّسَ سِرُّهٗ جا ڙهن نڍن سميت ڏهه آهن جن جا نالا مبارڪ هت آڻجن ٿا - خواجه هاشم جو ولد خواجه بزرگ ڪمند سبزي جو آهي خواجه محمّد يحيٰ ولد خواجه صابر - خواجه احمد مشهور بخواجه عمڪ - مولانا محمد سعيد - حاجي عبدالعزيز، حاجي خير الدين، مولانا صوفي علي آباد ڪي خواجه لطيف ڪمند بادامي - سيني جو ٻئي ڄڻا ٻئي جو اڳواڻ ۽ مڙني کان اڳ گو مسند آراءِ نقشبندي، مشعل افروز مُجدّدي حضرت خواجه باقي بالله قدس الله اَسْرَارَهُمْ وَنَوَّرَ بِاَنْوَارِهِ - زيارتگاهه امڪنگ ۾ مشهور آهي - وفات جي سال جو مادو مفتي صاحب هن طرح آندو آهي -

چون شهِ خواجگي باوجِ بهشت جلوه گر گشت چون مہِ انور له

بست شيخ زمان وصال او هم بخوان خواجهٔ يقين اکبر ٢ له

# حالات حضرت خواجه محي الدين محمّد ملقب بخواجه بزرگ رضي الله تعالىٰ عنه

هي عارف فاني في الله والباقي بذاته الراقي في اوج الشهود الىٰ اوجه مقاماته ڪَانَ سِرًّا مِنْ اَسْرَارِ اللهِ وآيةٌ مِّنْ اٰيَاتِهٖ قائم مقام مشائخ عليه نائب مناب اکابر نقشبنديه، پهچايل ته نهاية النهايه تائين، ڏيندڙ زور متاهين درجن ولايت تائين، قطب مدار الخلائق، ڪاشف اسرار الحقائق، فرد ڪامل محبت ذاتي ۾ محقق، جامع ڪمالات، ولايت محمّديءَ ۾ خلاصو، عارفن جو برگزيده محققن جو، واقف اسرار لِي مَعَ الله، نالو مبارڪ سندن محمّد باقي لقب مبارڪ خواجه بي رنگ محي الدين باقي بالله آهي قَدَّسَ الله تعالىٰ سِرَّهُ الاقدس - ڪين نسبت عاليه نقشبنديه حضرت مولانا خواجه امڪنگي قُدِّسَ سِرُّهٗ کان ملي - سندن ولادت ڪثير السعادت شهر مبارڪ ڪابل ''صَانَهَا اللهُ عَنِ الْاٰفَاتِ وَالتَّزَلْزُلِ'' ۾ سال ٩٧١ھ ۾ واقع ٿي - جڏهن حضرت جن تعليم جي عمر کي پهتا، علمن جي تحصيل ان وقت جي عالمن مُدَقِّقَن مان، جو خواجه صادق حلوائي هو، ڪيائون ۽ انهيءَ جي

له جڏهن شاهه خواجگي، روشن چنڊ وانگر بهشت جي بلنديءَ تي جلوو ڪيو -
٢ له آهي ''شيخ زمانه'' ان جو وصال - پڻ پڙهو! ''خواجه يقين اکبر''
١٠٠٨

۾ فاقت سان سفر ماوراءالنهر جو فرمايائون ۽ انهيءَ سفر ۾ باوجود عمر ننڍي اٿڻ جي ۾ درويشي جي شغل ۾ پڙ پئي گذاريائون ۽ گهڻن وقت جي درويشن جي صحبت ۾ ڪي قدر رهي فائدا ورتائون - ڪامل ترين خواجه عبيدالله وٽ (جو خليفو مولانا لطف الله جو هو) رهيا ۽ شيخ يسوي جي خدمت ۾ وريا - وري جناب مير عبدالله بلخي کان ڪسب ڪمالات جو ڪيائون پر پوري تسلي ڪين ٿي آئي ۽ سڄي اضطراب ۽ پريشانيءَ ۾ رهندا هوا، نيٺ عالم باطن ۾ حضرت خواجه بزرگ يعني شاه نقشبند قُدِّسَ سِرُّهٗ جي زيارت کان مُشَرَّف ٿيا ۽ تلقين ذڪر جي ڪائنات ورتائون ۽ اهڙي طرح روحانيت حضرت خواجه عبيدالله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ کان پڻ عنايتون لڌائون ۽ باطني دروازن جون فتحون ڪين نصيب رونگار ٿيون ۽ ذڪر فڪر طريقي عاليه نقشبنديه جي گذاريندا رهيا، انهيءَ وچالي ۾ ڪشمير کي پهنجي تشريف مبارڪ کان رشڪ فردوس برين جو بنايائون - اُتي بدشيخ باباوالي وٽ جو حضرات خواجگان جي طريقي کان اجازت ورتل هُئس ڪجهه رهڻ فرمايائون، وري هندستان کي پنهنجي تشريف کان نوازيائون - اُتي فائدن جي ن يادي جو مٿن غلبو ٿيو ۽ سارا اشاري ارواح طيبهٖ حضرات خواجگان جي ماوراءالنهر ڏانهن موٽڻ جو ارادو فرمايائون، انهيءَ پيري سندن امید ترقي جي مُکڙي ڪين وصال جي هيرڳي ۽ ڪماليتن جي ڏر جڻ وڏڻ شروع ڪيو - سندن دل مبارڪ جو بوتو مثل باغ جان صفا ڪيتان وانگر ٽڙڻ لڳو -

ازين نسيم که از فيض صبح گاه وزيد — هزار غنچه شگفت و بهر کلاه رسيد [له]

شرف صحبت مولانا اعظم مظهر ڪمالات اتم حضرت خواجگي امڪنگي قُدِّسَ سِرُّهٗ کان مُشَرَّف ٿيا - تازي ڪمالات جو وٽن ۽ اڳين معاملات جي تصحيح فرمايائون ۽ ڏنائون اهو جيڪي ڏنائون ۽ پهتا انهيءَ جاءِ کي جيڪي پهتا ۽ ٿوري فرصت ۾ نسبت خاصه نقشبنديه جي کان مشرف ٿيا ۽ سندن خدمت کان اجازت مريد ڪرڻ جي ورتائون - بيامريد جي حضرت خواجه امڪنگي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي حضور ۾ هوا حيران ٿي چوڻ لڳا ته اسان جي عمر گذري وئي آهي جو ڪيترن رياضتن ۽ خدمت

له هن هير کا جيڪا سنه فيض صبح جو گهلي - هزارين مکڙيون کليون ۽ هر ٽوپيءَ ۾ اهڙا هير پهتي -

۾ مشغول آهيون پر هيتري قدر فياضي جو ٿورو به مُدت ۾ حضرت خواجه بيرنگ قُدِّسَ سِرُّهٗ تي ڪيائون ڪنهن تي نه ٿي۔ حضرت خواجه امڪنگي قُدِّسَ سِرُّهٗ جن کي خبر پئي فرمايائون ته ڪم انهيءَ (يعني خواجه بيرنگ باقي قُدِّسَ سِرُّهٗ) جو پورو ڪري تصحيح لاءِ مون وٽ آندو هوائون۔ لاچار جيڪو اُنين ايندو ان سان اهڙو معاملو ٿي گذرندو۔ حضرت خواجه امڪنگي قُدِّسَ سِرُّهٗ جن ٽي ڏينهن ٽي راتيون خلوت ۾ حضرت خواجه بيرنگ باقي قُدِّسَ سِرُّهٗ سان صحبت ڪيائون ۽ ڪن فائدن کان جي زياده هوا ڪين اطلاع ڏئي فرمايائون ته ڪم اوهانجو الله جَلَّ جَلالُهٗ جي عنايت سان ۽ تربيت ۽ تعليم روحانيت حضرات خواجگان جي سان پورائي کي پهتو۔ اوهانکي ورِي هندستان ڏيهن گهرجي۔ جو اوهانجي هٿان طريقي نقشبنديه کي اهڙي رونق عظيم ظاهر ٿيندي ۽ طالب عاليمقدار برڪت تربيت اوهان جي کان مطلب مقصود جي کي پهچندا۔ پوءِ حضرت خواجه صاحب جن ارشاد موجب ۽ اشاري ارواح طيبه حضرات خواجگان جي هندستان جي اُيايلن چين طالبن کي آبِ حيات ارشاد جي سرفراز فرمايائون ۽ زماني ان زبانن حال جي سان ڳائڻ لڳو۔

شڪرشڪن شوند همه طوطيان هند — زين قند پارسي ڪه به بنگاله مي رود [1]

جنهن هندستان ۾ آيا هڪ سال لاهور جي شهر ۾ رهيا۔ اتاهون جي ڪيترن عالمن فاضلن کانئن فيض ۽ فائدو ورتو۔ اتاهون ورِي دهلي شريف ۾ اچي سڪونت اختيار ڪيائون۔

زهي طالع بقعهٔ باصفا — ڪرد دي سڪونت ڪند اوليا [2]

سندن عادت مبارڪ سدائين حالات باطني کي لڪائڻ ۽ ڳجهائي ۾ رهڻ ۽ پرهيزگاري ۾ گهڻو ارڙو هو۔ عملن پنهنجن کي گهٽ ڪري ڄاڻڻ ۽ نيتن موچارن جي ڪوشش ڪرڻ ۾ ايتري قدر سعيو ڪندا هوا جو ڪهڙو بيان ڪري سگهجي۔ تعظيم ۽ تڪريم ساداتن سڳورن ۽ عالمن جي ۾ تمام تاڪيد فرمائيندا هوا۔ ٿورڙ گهڻو جي مسئله علم جي باري ۾ پرهيزگارن فقيهن ڏاهن رجوع ڪندا هوا جيڪڏهن ڪو طالب سندن آستان جنت نشان کان طلب جي لاءِ مشرف ٿيندو هو جيتري قدر

[1] هندستان جا طوطا کنڊ هاريندڙ ٿين، هن قند فارسي کان جا بنگال ڏي وڃي

[2] ان صفائي واري جاءِ جو ستارو ڪهڙو نه عمدو آهي، جنهن ۾ اوليا رهائش ڪن۔

لئي سگهندا وهُونَ پاڻ کي لڪائيندا اهواءِ عقر، ڪندا اهوا، جيڪڏهن اهو طالب سچو هوندو هو ته هر گز موٽي واري نه ڪندو هو. بمصداق هن فرمودي جي-

اگرچه از دو عالم گذر کرده ايم [1] ازاين در نه اريم ردي گذر
حواله بر ليش جگر کرده ايم [2] بيان نمک هائي اين مي کسلد [3]

ته هن طالب جي طلب کي محڪمائي ڏسي لاچار موافق حڪم "اِذَا رَأَيْتَ لِيْ طَالِبًا فَكُنْ لَهُ خَادِمًا" ان کي عنايت جي پاڪر ۾ آڻيندا هوا. هڪجوان خراسان کان مسافري ڪري گهڻي مُدّتُ مزار فيض الانوار حضرت خواجه قطب الدين بختيار (ڪاڪي) قُدِّسَ سِرُّهُ جي تي رهندو هو ۽ اڄي روحانيت کان مرشد ڪامل جي ڏس ملڻ لاءِ منتظر رهندو هو. جڏهن حضرت خواجه بيرنگ باقي بالله قُدِّسَ سِرُّهُ جن دهلي شريف ۾ پهتا ته هن ان جوان کي حضرت خواجه قطب الدين بختيار قُدِّسَ سِرُّهُ ظاهر ٿي فرمايو ته بزرگ طريقي نقشبنديه جو هت آهي. ان جي خدمت لاءِ ڪريو! حڪم موجب حضرت جن جي خدمت ۾ پهتو ۽ خواب وارو بيان پڌ ايائين. حضرت جن فرمايو ته هيءُ مسڪين پاڻ کي لائق ان جي نٿو ڏسي جنهن لاءِ توکي اشارو ٿيو آهي اهو ڪو ٻيو هوندو. اهو جوان وري موٽي ويو ۽ رات ٿي ڏٺو ٻي اشارو آيس ته اهو بزرگ اهو آهي جنهن جي خدمت ۾ تو پاڻ کي پهچايو هو ۽ ان جو نياز ان کان ڪا ته ڏٺو. ٻئي ڏينهن ٿي اهو جوان اهڙو محڪم اعتقادي آيو، جو وري موٽڻ جي نه ڪيائين ۽ قبوليت جي عزت کان مشرف ٿيو طُوبىٰ لَهُ-

خواجه حسام الدين احمد قُدِّسَ سِرُّهُ کان روايت آهي ته جڏهن حضور انور ۾ الحاح ۽ زاري بيعت وٺڻ لاءِ ڪيم پاڻ جماعت مريدن جي کي حڪم فرمايو ته وڃي مُلڪ جا طرف جاچيو، من ڪواهڙو ڏسو جو لائق خدمت ڪرڻ جي هجي ٻوءِ هن فقير کي پڻ اطلاع ڏجو ته ان جي خدمت ۾ هلان، جڏهن تاڪين گهڻو ن ڪيائون ته هن ديرهجڻ کي قبول ڪري آگري ڏانهن وليس اني پهچڻ

[1] هن دروازي کان اشاجو لنگهڻ نه ٿيو آهي - جيتوڻيڪ پنهنجي جهانن کان لنگهيا آهيون.
[2] هن غم متائيندڙ شراب جي مزن جو پيالو اسان جگر جي تڪ جي حوالي ڪيو آهي.
[3] جڏهن منهنجو ڪو طالب ڏسين ته ان جو خادم ٿي، مبالغو ڪري، زور ڪري

ڪان پوءِ نهايت حيران ۽ پريشان رهندو هوس نه ڪهڙو علاج ڪريان نيٺ دل ۾ خيال ڪيم نه حضرت جن جي آستان جنت نشان تي وڃي عرض ڪندس نه حضرت جن جو حڪم بجاءِ آندم، جهڙو وارهان شخص تي چيو اهڙو ڪونه لڳو. انهي وچ ۾ وات ۾ لنگهندي هڪ ڳالهه بيت سعيد سعدي عليه الرحمة جو ڪنن تي پيم جو ڪنهن دل ربائي پڙهيو - بيت

تو خواهي آستين افشان وخواهي دامن اندر ڪش مگس هرگز نخواهد رفت از دڪان حلوائي [1]

اهو بيت ٻڌي بي اختيار ٿي بي هوشي وانگي سندن حضور انور ۾ پهتس ۽ سندن حضور انور ۾ اهو چيم جيڪي ڏٺم ۽ ٻڌم - حضرت جن جي فروتني، پاڻ کي ننڍائڻ ۽ انڪسار جو تفصيل نسمات الانس ۽ زبدة المقامات ۾ ڏسڻ گهرجي -

وات مريدي ڪرڻ جي سندن هن طرح هئي، جنهن کي به قبوليائون تي هوبا انکي توبه ڪرايائون، پوءِ جي عشق طالبن جو پاڻ ڏانهن گهڻون تي ڏٺائون انکي وات رابطي يعني پنهنجي صورت مبارڪ جي نگاهه رکڻ جو ارشاد ڪيائون، انهي صورت مبارڪ جي نگاهه رکڻ سان طالب کي تمام گهڻون فائدو حاصل ٿي ٿيو - خواجه برهان الدين ڏهه پيڍي وارن خواجگان مان هو ۽ پنهنجي وڏن کان پڻ نسبت فيض جي رکندو هو، جنهن هن حضرت خواجه بيرنگ قدس سره جي حضور انور ۾ آيو ۽ فيض ۽ فائدي جو خواهان ٿيو - حضرت جن انکي صورت نگاهه رکڻ جو ارشاد ڪيائون، اڃان ٻه ڏينهن نه گذريا جو صورت مبارڪ جو اثر ان تي گهيرو ڪري ويو ۽ نسبت عظيم ان تي غلبو ڪيو نيٺ بي هوشي جي حالت غلبو رهيو، باوجود تمڪين ۽ وڏي عمر هجڻ جي ٻه هٿ زمين کان ٿي ٿيو ۽ سيڪهن طرف پاڻ کي پٽڻ ۽ پهڻن سان ٿي هنيائين ۽ ڪيترن جوانن انکي روڪيو ٿي - مگر انهن جي قوت ڪارگر نه ٿي ٿي، نيٺ خواجه برهان ڏٺو اهو جيڪي ڏٺائين، پر حضرت جن گهڻون ڪري قلبي ذڪر جي وات، جا حضرات خواجگان جي اصل کان مقرر آهي طالبن کي ٻڌايائون ۽ گهڻن کي ذڪر نفي اثبات ۽ گهڻن کي ذڪر اسم ذات جي عنايت ٿي ڪيائون - گهڻا نه سندن ديدار انوار جي

[1] تون ڪيترو به دامن کي لوڏين، پر مک حلوائي جي دڪان کان مور نه ويندي - ١٢

مشرف ٿيڻ وقت بي هوش ٿي ويندا هوا، مجذوب، مخلوق جي درجي کي پهچندا هئا۔ ليڪن تاتہ هيڪر خطيب ممبر تي خطبو پڙهيو، انهيءَ نظر، جمال بي مثال حضرت جن تي پيئي، بي اختياريءَ ۾ ڌاڙهون ڪري ممبر تان ڪري پيو۔

آندو ويو آهي تہ رمضان شريف جي مهيني ۾ حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جن هڪ رات خادم جي هٿان حضرت خواجه بيرنگ قُدِّسَ سِرُّهٗ ڏانهن حلوو موڪليو، ان خادم سبحان ساده طبع جي خاص دروازي تي دڳي ڪڙ کڙڪايائين۔ حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن دروازه مبارڪ تي تشريف آڻي خادم کان حلوي جو ٿالهو وٺي فرمايائون "از ڪجائي" (ڪٿان جو آهين) خادم چيو تہ "خادم شيخ احمد" (رخن متڪار حضرت مجدد الف ثاني جو آهيان) تڏهن حضرت خواجه صاحب جن فرمايو "چون خادم شيخ احمدي بامائي" (جڏهن تون حضرت مجدد الف ثاني جو آهين تہ هن مون سان آهين) مونڌ شرط ان خادم کي جذبي جي حالت اهڙي وڻي جو پاڻ کي فرياد ڪندو، ڪرندو بعضي اٿندو، حضرت مجدد الف ثاني رضي الله تعالیٰ عنه تائين پهچايائين۔ حضرت مجدد الف ثاني رضي الله تعالیٰ عنه جن ان خادم کي فرمايو تہ تنهنجو حال ڪهڙو ٿي ويو آهي، تمام شورش سان جواب ڏنائين تہ هر جاءِ، ڇا ڌرتي ۾، ڇا پٿر ۾، ڇا آسمان ۾، ڇا زمين ۾ بي ڪيفيت، بيرنگ نور بي نهايت ايترو تہ ڏسان ٿو جنهن جو بيان ڪري نٿو سگهان۔ حضرت امام رباني مجدد الف رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنْهُ جن فرمايو تہ البت حضرت خواجه صاحب جن جي عنايت هن بي جان تي ٿي آهي، صبح ٿي جڏهن ان خادم کي خواجه صاحب جن جي حضور ۾ پهچايائون، حضرت خواجه صاحب جن ان خادم کي ڏسي مرڪڻ فرمايو ؎

بروز حشر شهيدان چو خون بها طلبند ـ تبسمے ڪن خاموش ڪن زبان همہ [له]

آندو تہ هڪ سپاهي لشڪر جو حضرت جن جي حضور ۾ آيو هو، جلدي حضرت خواجه جن وضوءَ لاءِ ٻاهر نڪتا، ان سپاهيءَ جو نوڪر گهوڙي جي واڳ جهليو بيٺو هو، حضرت جن جو نظر، ڪيميا اثر "تنخنخ" يعني ڪنگهڻ وقت

[له] قيامت جي ڏينهن جڏهن شهيد خون جو ملهه گهرندا تہ تون مرڪي بيٺي جي زبانن کي ماٺ ڪرائجان ٿو۔

ان خادم گهوڙي جهليندڙ ٿي بيو، جڏهن حضرت خواجه صاحب جن مسجد ۾ پهتا ڪن خبر آندي ته سپاهي جو نوڪر جذبي ۽ بيخوديءَ ڪان خاڪ ۾ پيو آهي ۽ گهوڙن جي وچ ۾ ڏيڍيءَ وانگر بيٺي ٿو، اها حالت شام ڪان ڪجهه اڳ شروع ٿي ۽ رات تائين انهيءَ پريشانيءَ ۽ اضطراب ۾ هو ۽ وڏو شور ڪيائين. منهن پاڻ ڀر ۾ رکيائين. اهڙيءَ طرح جهنگل ڏانهن هليو ويو، ڪنهن کي به ان جي خبر نه پئي. حضرت خواجه صاحب جن جو زهد ۽ دنيا ۽ متاع ڪان ايتري قدر بي پرواهي هئي جو مسجد شريف ۾ دنيائي ڪمن جو گفتگو ڪرڻ هن نه ٿي ڏنو. بعضي ارادي وارا دنيادار عرض ڪندا هوا ته فقيرن جي لاءِ ڪجهه معاش لاءِ مقرر ڪجي. حضرت جن، جو نسبت معنوي سان پوري پختل هئي. انهن لاءِ رضاه رونه ڏيکاريندا هوا. جڏهن وقت حضرت خواجه صاحب جن ارادو حجاز جي سفر جو ٿي ڪيو. عبدالرحيم خان جنهن کي خان خانان ڪوٺيندا هوا، حضرت جن جو محب ۽ مخلص هو انکي حضرت جن جي سفر جي خبر پئي هڪ لک رپيو وات جي خرچ ۽ ثمرات درويشن جي لاءِ موڪليائين ۽ عرض ڪيائين ته قبول ڪري جو مون تي احسان ڪريو. حضرت جن قبول ڪرڻ ڪان انڪار ڪري فرمايو، مون جهڙي جو حج وڃڻ انهيءَ واسطي پسند نٿا ڪن، جو اهو مرتي سون رپيو مسلمانن جو خرچ ڪيان، پوءِ اهو لک رپيه موٽائي ڏنائون.

حضرت جن رهڻ جي جاءِ ۽ لباس ۽ طعام ۾ ايتري حد تائين بي تڪلف هوندا هوا، جو جيڪڏهن هڪ طعام ناپسند جهڙو به ٿي ڏٺائون بگو بگ حضرت جن جي حضور ۾ حاضر ٿي ڪياٿون نه ٿي فرمايائون ته ڪو بيو طعام حاضر ڪيو ۽ اهڙي طرح جيڪڏهن ڪپڙا ڪجهه ڏٺائون سندن بدن مبارڪ تي سٺا ٿي ويا ٿي ته ٻين ڪپڙن جي طلب نه ٿي فرمايائون پر جيتري قدر به گهرا وندا هئي ۾ روشنائي ڪان سواءِ، يا رهڻ جي جاءِ کهٽي ٿي ٿئي يا خاڪ ۽ ڪکن سان ڀري ٿي ويئي پاڻ جاءِ جي مرمت، يا تعمير، يا روشني ڪرڻ لاءِ رجوع هن تره ياءِ تسليم ۽ رضا جي ۾ غرق هوا، خيال ڪونه ٿي فرمايائون. هميشه وضوءِ سان ۽ گهڻو عبادت ۾ گذاريندا هوا ۽ ڪيترائي راتيون نماز سومهڻي جي ٻڌڻي حجري ۾ تشريف

فرمائيندا هوا ۽ لوءِ اُني مراقبي ۾ مشغول ٿيندا هوا - جڏهن عضون جي ضعف غلبو ٿي ڪيو، اُن ٿان وضوءِ ڪري ته رڪعتون پڙهي ورِي به مراقبي ۾ ٿي ويٺا، ورِي به جي عضون ۾ درد يا ضعف ٿي ٿيو سا ڳو متين طرح شغل فرمائيندا هوا ۽ هن طرح گهڻي رات گذاري ويندي هئي - لقمي جي پرهيز گاري ايتري قدر هئي جو هديو يا نذرانو موافق حڪم حديث صحيح [1] "عَنْ لَا نَرُدُّ الْهَدِيَّةَ" جي نه مو ٽائيندا هوا پر ان کي خرچ نه ڪندا هوا بلڪ موچاري جاءِ وٽان قرض حَسَنَهُ وٺندا هوا، اهو هديو ان جي بدلي ۾ ڏيندا هوا. موجب حڪم فقيهن جي اهو درجو پيو حلال هجڻ ۾ پيدا ٿو ڪري ۽ تمام تاڪيد سان فرمائيندا هوا ته ڪاٺ پر هيزگار بيءَ جو گهر جي ۽ پچائيندڙ طعام جو پڻ وضوءِ سان هجي بلڪ صاحب حضور ۽ صفا جو هجي ۽ وقت طعام پچائڻ جي دنيائي گفتگو پڻ نه ڪري - حضرت جن جي ديدار ڪان جيڪو به مشرف ٿي ٿيو حديث [2] "مَنْ اَرَادَ اَنْ يَّنْظُرَ اِلٰى مَيِّتٍ يَّمْشِيْ عَلٰى وَجْهِ الْاَرْضِ فَلْيَنْظُرْ اِلَى ابْنِ اَبِيْ قُحَافَةَ" ياد ٿي ڪيائين، باوجود انهيءَ جي هيبت ۽ دهشت سندن ديدار جي جنهن جاءِ تي ۽ جنهن تي به ٿي پئي نقش ديوار ٿي ٿيءُ -

هيبت حق ست اين از خلق نيست     هيبت اين مرد صاحب دلق نيست [3]

جنهن به زيارت ڪان شرف ٿي لڌو، انکي اَللّٰهُ جَلَّ جَلَالُهُ جي يادگيري حديث شريف [4] جي مطابق بي اختيار ٿي آئي - هڪ ڏينهن سندن لنگهڻ يهودين جي شهر ڪان ٿيو جڏهن يهودين حضرت جن کي ڏٺو، هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا ته هيءَ عجيب مرد آهي جنهن جي ڏسڻ سان اسانکي خدا ياد آيو - حضرت جن باوجود ايتري شان عالي جي ڪڏهن جوش ۽ قلق (بي قراري) ۽ اضطراب (پريشاني) کان هيڪلا ٻاهر بن جي گهٽين ۾ ٿي گهميا ۽ پٽ جي ٻاچي ۾ مٽيءَ ۾ ويهي ٿي رهيا، باوجود ايتري

---

[1] يعني اسين هديي (تحفي) کي نه موٽائيندا آهيون - [2] جيڪو ڪنهن اهڙي مئل ماڻهوءَ کي ڏسڻ گهري جيڪو زمين تي هلي رهيو هجي ته اهو ابو قحافه جي پٽ (ابوبڪر صديق) کي ڏسي [3] اها هيبت خدا ڪان آهي خلق ڪان نه هن گودڙيءَ واري جي هيبت نه آهي - [4] اِذَا رُءُوْا ذُكِرَ اللّٰهُ جنهن وقت (الله وارن کي ڏٺائون) ته الله (تعالى) کي ياد ڪيائون

تنهائيءِ حيرت جي وارجي متي جو قدر شريعت جي ڪمن ۽ عمل عزيمت جي ڪاڪر نه ڪيو ويندو. نه ئي فرمايائون. سماع ۽ رقص نه ڪيو ويندو، اهڙي حد تائين جو سندن حضور ۾ ڪنهن اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ وڏي آواز چيو، حضرت خواجه صاحب جن فرمايو ته انهي کي چئو ته اسان جي مجلس جو قدر ڄاڻي پوءِ اسان جي مجلس ۾ اچي.

مصرعه:- اى تو مجموعهٔ خوبى ازكدامت گويم (١)

صاحب زبدة المقامات جي آندو آهي ته ڪيترا مشائخ صاحب حال ۽ قال جاهندستان ۾ مُدّت ستر سال جي شيخيّت جي گادي تي ويٺا. حضرت خواجه بيرنگ باالله قُدِّسَ سِرُّهٗ جن چاليهن ورهين کان پوءِ هندستان ۾ آيا ۽ ورهه گادي شيخيّت جي تي ويٺا. ايترو فيض انهي ٿوري مُدّت اندر پکڙيائون جو سارو جهان فيض کان ڀرجي ويو ۽ تا ڏينهن قيامت جي باقي رهندو. اوائل ۾ وچ ۾ حضرت خواجه صاحب جن توحيد وجودي جي درياءَ ۾ مستغرق هوا، اگرچه پڇاڙي ۾ انهي مقام کان ترقي ڪيائون ۽ وحدت شهود ۾ پهتا آهن. پر سندن رباعيات مان معنيٰ وحدت وجودي معلوم ٿي ٿي. سندن رباعيات جو حضرت امام ربّاني مُجَدِّدُ الف ثاني رضي الله تعالىٰ عنه جن شرح ڪيو آهي ۽ معنيٰ انهي وحدت شهودي تي آندي اٿن. ابتدا ۾ سندن ڪلام مبارڪ مان معلوم ٿو ٿئي ته وحدت وجود ڏانهن لاڙو هئن پر آخر ۾ نهايت پرهيزگار اهوا ۽ فرمائيندا هوا ته برڪت حضرت شيخ احمد (مجدّد الف ثاني) جي معلوم ٿيو ته توحيد وجودي سوڙهي گهٽي آهي، شاهراه ٻي آهي.

ڪمال طفل هنرمند زينت پدرست شود زآب گهر نام ابرنيسان سبز (٢)

حضرت خواجه باقي بيرنگ قُدِّسَ سِرُّهٗ جي والده شريفه حسني سادات مان هئي پرهيزگاري ۾ بي نظير ۽ بي مثل هئي. حضرت خواجه صاحب جي بلوغ جي خدمت سڀ حضرت بي بي صاحبه ڪندي هئي. هٰذا كُلُّهٗ مِنْ عُمْدَةِ الْمَقَامَاتِ مُلَخَّصًا (٣)

---

(١) تون ته خوبين جو مجموعو آهين، تنهنجي ڪهڙي خوبي بيان ڪريان. (٢) هنرمند ٻار جو ڪمال ئي پيءُ جي زينت آهي. موتي جي آبياري ڪري، ڪڪرن جو نالو سرسبز ٿيندو آهي. (٣) هي سڀ بيان ذڪر ڪيل ڪتاب "عمدة المقامات" مان مختصر آندل آهي.

ڪتاب نفائس السانحات في تذييل الباقيات الصالحات ۾ علامه محمد مراد
مڪي آندي ته حضرت خواجه صاحب جي والد شريف جن جو نالو مبارڪ قاضي
عبدالسلام هو. نهايت رقيق القلب ۽ گهڻي روئڻ وارا ۽ "يَبْكُوا كَثِيرًا" کان
حظ وٺندڙ هو ۽ حضرت خواجه صاحب جن جي والده شريفه پڻ صالحات
۽ پرهيزگارن سادات جي گهراڻي مان هئي. اگرچه جوڻي مبارڪ ۾ ڪيترو
ٻانهيون هيون مگر درويشن جي خدمت جا خانگي معاملن سان لڳو آهي پاڻ ڪندي
هئي. هڪ ڏينهن حضرت خواجه صاحب جن حضرت بي بي صاحبه رضي الله تعالى عنها
کي فرمايو ته خدمت ڪرڻ لاءِ ٻيا موجود آهن. اوهين ويهي راحت وٺو. حضرت
بي بي صاحبه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالىٰ عَنهَا ورندي فرمايو ته مون کان ڪهڙو گناهه صادر
ٿيو آهي، جو اللّٰهُ جَلَّ جَلَالُهٗ پنهنجي ٻانهن خاصن ۽ طالبن جي شرف خدمت
کان روڪي ٿو پيو ۽ حضرت خواجه جن وري ڪين ڪجهه نه فرمايو. حضرت جن کي
جهڙي طرح رحم گهڻو هو اهڙي طرح سندن غيرت جا في الحقيقت غضب الهي جو
سايه نهايت تکو تاثير فرمائيندڙ هئي. سندن رحيم ۽ ڪريم هجڻ ۽ غيور هجڻ لاءِ
صاحب حالات مشائخ نقشبنديه مُجَدّديه جي گهڻو آندو آهي، هت مختصر ٿو ڪجي
نقل:- هڪ ڀيري حضرت خواجه صاحب جن نماز تهجد واسطي اٿيا
سندن سوڙ مبارڪ ۾ ٻلي ويٺي هئي، باوجود سردي گهڻي جي ان ٻلي تي
شفقت جي نظر ڪري ڪجهه نه چيائون. صبح تائين سردي جوابين اوسهيائون
نقل آهي ته هڪ چشتي شيخ زاده سندن مريد ٿيو، اوچتو انکي مرض غالب
ٿيو جو حياتي جي اميد نه رهي، اها ڳالهه ڪنهن حضرت خواجه صاحب جي
حضور ۾ عرض ڪئي، حضرت خواجه صاحب جن فرمايو ته انجي دل ۾ هيءُ
خيال آيو هو ته هن طريقي نقشبندي کي ڇڏي پنهنجن ٻزرگن چشتن جي
نسبت حاصل ڪيان. اها حقيقت مون تي ظاهر ٿي، ۽ مون کي غيرت آئي
اهو ئي سبب ان جي بيماري جو آهي ان شخص اهو احوال مريض سان وڃي ڪيو
ان مڃيو ۽ توبه، استغفار ظاهر ڪيائين، انهي گهڙي ۾ تندرست ٿيو.
نقل آهي ته حضرت خواجه صاحب جن جي پاڙي وسيءَ ۾ حاڪم جي نائب گهڻو

ظلم ڪيو ۽ ارادو ڪيائين ته ان کي گهر کان ڪڍي ڇڏي اها خبر حضرت خواجه صاحب جن کي پهتي - حضرت جن ان نائب کي سمجهايو ته هن پاڙي ۾ فقير تو رهي ان کي معاف ڪر - حضرت جن جي نصيحت بد بخت قبول نه ڪئي تنهن تي حضرت خواجه جن فرمايو ته اسان جا حضرات خواجگان نهايت غيور، يعني گهڻي غيرت وارا آهن - رڳو توکي نه بلڪ ٻين جا ساٿاوَ ويندا - ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ ان نائب تي چوريءَ جو الزام پيو، انڪري ان جي مائٽن سيني کي بادشاهه قتل ڪرائي ڇڏيو -

نقل آهي ته هڪ پوڙهي عالم ڪنواري عورت سان شادي ڪئي، مگر جماع جي طاقت نه ڇاتائين، بلڪ شرمسار رهندو هو - دهلي جي شهر ڇڏڻ جو خيال ڪيائين - حضور جن کي خبر پئي نهايت ڪين رحم آيو - هيڪر حضور جن گهوڙي تي چڙهي ٿي ويا ۽ وات تي اهو عالم ڪين گڏيو، پاڻ علم جي تعظيم ڪري گهوڙي تان هيٺ لٿا ۽ انکي سيني سان لائي زور سان ڀاڪر پاتائون - انکي بلڪل گهڻي طاقت پيدا ٿي - آخر اهو اولادي به ٿيو -

نقل آهي ته هڪ زال سني حضور ۾ اچي حاضر ٿي عرض ڪيائين ته مونکي ٻار ٻچو ڪونه ٿو ٿئي، انهيءَ سبب منهنجو مڙس ٻيو نڪاح ڪرڻ ٿو گهري انهيءَ ڪري مان ڏک ۾ ٿي گذاريان، حضور جن ان وقت معجون فلاسفوني کاڌو - ٿورو کائي باقي ان کي ڏنائون ۽ فرمايائون ته بالفعل مادة الحيٰوة حاضر آهي - ان عورت مادة الحياة حضرت جن وٽي کاڌو - سني پيٽ جو مرض سندن ڪرامت سان دفع ٿي ويس ۽ ڪيس الله پاڪ اولادي ڪيو - مڙس انجي نڪاح ٻئي ڪرڻ جو خيال ڇڏي ڏنو --- حضور اقدس جو توجه طالبن تي بالڪل زور اثر وارو ٿيندو هو - جيئن ته شاهه عبدالعزيز محدث دهلوي قدس الله سره تفسير عزيزي ۾ اِقْرَأ جي سوره ۾ حضور جن جي اتحادي توجه جي تاثير جي باري ۾ لکي ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت خواجه صاحب قدس سره جن وٽ مهمان آيا، انهن جي کاڌي لاءِ ڪجهه موجود نه هو تنهن ڪري حضور جن بالڪل فڪر ۾ رهيا - هڪ نانوائي کي جنهن جو گهر حضور جن جي حويلي شريف سان لڳو

هو، انهيءَ کي حضور جن جي فڪر ۾ رهڻ جي خبر پئجي ويئي، ماني پچائي جنهن سان گڏ ٻيءَ سنئين هو خدمت ۾ آڻيندا ئين. حضور جن تمام خوش ٿيا نانوائي کي فرمايائون ته جيڪي گهرڻو هجيئي سو گهر. ان عرض ڪيو ته مونکي پاڻ جهڙو ڪريو. حضور جن فرمايو ته انهيءَ حالت کي تون نه سهي سگهندين ٻيو ڪجهه گهر. حضور جن ڪيترو ئي ٽاريو ٿي مگر هن انهيءَ پهرين سوال کي ورتو ٿي آيو. آخر جڏهن هن جي گهڻي التجا ڪئي نائون لاچار ڪيس حجري ۾ وٺي ويا تاثير اتحادي توجهه وارو ان تي ڪيائون. جڏهن حجري کان ٻاهر نڪتا. حضرت خواجه ۽ نانوائيءَ جي صورت ۽ شڪل ۾ ڪو فرق نه رهيو. ماڻهن ٻنهي جي وچ ۾ فرق نه لڌو. هيترو فرق ظاهر هو ته حضور جن هوش وارا رهيا ۽ نانوائي بي هوش هو. آخر ٽن ڏينهن کان پوءِ ان نانوائي انهيءَ بي هوشيءَ جي حالت ۾ وفات ڪئي رحمة الله عليه انتهیٰ.

سندن حالات ملفوظات ۽ ڪرامات ۾ راقم الحروف وٽ خلاصو ڪتاب حيات باقيه نالي آهي، جي حياتي وفا ڪئي ته سارو ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمون ڪري شائع ڪيو ويندو. جو هڪ يو ڪنڊ س - بي انتها ڪمالات تي دلالت ڪندڙ هيٺيون نقل ڪافي آهي.

صاحب نفائس الساغات جي آندو آهي ته شيخ حضرت تاج الدين جو حضرت خواجه صاحب جي وڏن خليفن مان آهي. حضرت خواجه صاحب کان پوءِ حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رضي الله تعالیٰ عنه جي صحبت کان پڻ مشرف ٿيو آهي. پوءِ حرمين الشريفين جو مجاور ٿيو اتي فيض سندن جي شهرت ۽ آواز گهڻو هلي ويو. ڪيترن اڪابرن حرمين جي طريقو نقشبندي کانئنس ورتو، جهڙوڪ ابن علان وغيره.

وفات حرم مڪي ۾ ڪيائين. جبل قيقعان ۾ مدفون ٿيو. سندن مزار اتي مشهور معروف آهي. تنهن کان روايت آهي ته هڪ ڀيري حضرت خواجه صاحب باقي بالله قدس سره جن نهر جي ڪناري تي وڃي رهيا هوا آئون سندن حضور ۾ آيس مونکي پاڻ فرمايائون ته اي تاج الدين! جامون ٿي

پالوٽ فيض سبحاني جي آهي، جي هيءَ نه مس ٿئيءَ توڻي ان کي لکڻ هوندي
نه ڪتي ڏجي مگر منهنجي ڪمالات نه ڪتي. هٰذا ڪِفَايَة لِمَنْ لَهُ دِرَايَة
سندن ارشادات ته آهن جو لکي سگهجن. حياة باقيه، زبدة المقامات
حضرات القدس، حالات مشائخ نقشبنديه وغيره سندن ارشادن جي
موتين ۾ گتا پيا آهن.

راقم الحروف جڏهن ته اختصار جي پٺيان آهي، تنهن ڪري سندن
وفاتي جو بيان ٿو آڻي. صاحب حالات مشائخ نقشبنديه جو ٿو آڻي ته جڏهن
عمر مبارڪ حضرت خواجه صاحب جن جي چاليهن ورهن کي پهتي ته جنهن
به وفات کيل جي خبر پئي نه اهوا فرمائيند اهوا ته چگون چتو. انهن ڏينهن
۾ پاڻ هڪ حرم پاڪ کي فرمايائون ته جڏهن منهنجي عمر چاليهن ورهن جي
ٿيندي مونکي هڪ واقعو عظيم پيش ايندو. ورڳي هڪ ڏينهن فرمايائون ته
مونکي ڪو خواب ۾ ٿو چوي ته جنهن غرض لاءِ توکي آندو هو سو ان اهو
پورو ٿيو. هڪ ڏينهن فرمايائون ته تون ڏينهن ۾ نقشبندي طريقي
مان ڪنهن جي وفات ٿيندي. هڪ ڏينهن فرمايائون ته ڪو چوي ٿو ته وقت
جو قطب وفات ڪندو، آئون ان وقت قصيدو پنهنجي مرثيي ۾ ٿو پڙهان
جنهن ۾ منهنجي تعريف آهي. غرض ته ۵ تاريخ جمادي الثانيه جي موت جو
مرض شروع ٿيو. انهن ڏينهن ۾ هڪ ڏينهن فرمايائون ته حضرت خواجه
عبيد الله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ کي خواب ۾ ڏٺم فرمائين ٿا ته پهريان ڏکي
پوءِ پاڻ مرڪي فرمايائون ته جيڪڏهن جيئرو هوندس ته ڏکيندس نه ته پڙهيا
ڪفن آهي. موافق قول عمدة المقامات جي ڏينهن ڇنڇر ويهين جمادي الثانيه
سنه ۱۰۱۲ھ جي وفات ڪئي. حضرت قيوم جهان قُدِّسَ سِرُّهٗ آندو آهي ته تاريخ جو
مادو هڪ مُحِبّ هن طرح آندو آهي.

ذاتي که بدوست بود باقي ۔ واز خود همه فاني الصفت بود[1]
بر خالق خويش جملگي عشق ۔ بر خلق تمام عاطفت بود[2]

[1] اها شخصيت جيڪا دوست سان باقي هئي، پنهنجي مٿين صفتن کان فاني هئي
[2] پنهنجي خالق لاءِ سراپا عشق هئي. خلق خدا جي بنهه مهربان هئي

دي تشنه لبِ بسالِ وصلش خوش گفت که بحرِ معرفت بود ؎۱

مادو تاريخ جو "نقشبندِ وقت" پڻ چيواٿن - ٻه وضو متبرڪ دهلي کهڻي جي قريب قدم حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي آهي - پنهنجي ملفوظن ۾ گاه لاءِ اڳ اشارو ڪري چڪا هوا - جيئن ته فرمايو اٿن سه

در ديده ڪشم قبول خود را خاکِ قدمِ رسولِ خود را ؎۲

حالات مشائخ نقشبنديه ۾ جو صاحب تو آئي ته هڪ ڏينهن حضرت خواجه باقي بالله قدس سره جن انهي جاءِ تي تشريف فرمائي هوائون، اها جاءِ پسند ڪري وضو ڪيائون ۽ ٻه رڪعتون نماز پڙهيائون، اتاهون جي تو ري خاڪ سندن دامن مبارڪ کي لڳي وئي، پاڪ فرمايائون ته هتئون جي خاڪ دامن گير ٿي ٿئي - حضرت خواجه صاحب جن جو وفاتي کان بعد اوتر وئي فيض جاري آهي، اها به هڪ ڪرامت عظيم جيئي - جيئن ته خزينة الاصفيا دار و صاحب درّ المعارف تان نقل تو ڪري - راقم الحروف درّ المعارف ۾ ۽ مقامات مظهريه ۾ ساڳو نقل ڏنو آهي ته حضرت شاه غلام علي محدث دهلوي قدس سره جن ني فرمايو ته هڪ ڏينهن حضرت خواجه باقي بالله قدس سره جن جي مزار پرانوار تي حاضر ٿي متوجه ٿيس عرض ڪيم ته يا حضرت اوهانجي توجه جي برڪت سان حضرت امام رباني شيخ احمد سرهندي مجدد الف ثاني ٿيو - آئون پڻ اوهانجي عطا ۾ اميدوار آهيان ڏنم ته حضرت خواجه صاحب جن مزار پرانوار کان نڪري آيا ۽ توجه کان مشرف ڪيائون - جنهن ته وقت بن پهرن جو موسم گرمي جي هئي تنهن ڪري تو ري ٿي اٿيس - پر انهي ڏينهن جو افسوس اڃا تائين باقي آهي - انهي گهڙي ۾ جيڪي مون تي عنايتون ڪيائون سي بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهن - مون گهڻيون ترقيون ڏٺيون جي اڃان ڪجهه تر سان ها ته ڪي ياد مهربانيون ٿين ها - ا هـ -

؎۱ هڪ اجابل ان جي وصال جي سال بابت پلو چيو ته "بحر معرفت (دريا معرفت) هو
؎۲ اکين ۾ پايان پنهنجو قبول ڪيل پنهنجي رسول جي قدم جي مٽي کي

صاحب حياة باقيهه جو آئي تہ تہ حضرت خواجه باقي بالله قدس سرهٗ
جا ٻه فرزند هوا - خواجه محمدؒ عبيد الله - خواجه محمدؒ عبد الله - سندن
خليفا بي شمار آهن مگر مشهور ، جن مُلڪ کي فيض کان منوّر ڪري روشن
ڪيو سي چار آهن - شيخ تاج الدين سنبهلي - خواجه حسام الدين احمد -
شيخ الهداد سيني کان پوءِ سڀني ۾ اعليٰ خزينة الرحمة افضل الاولياء حضرت
امام رباني مُجَدِّدُ الف ثاني قُدِّسَ سِرُّهٗ العزيز آهي - هڪ هڪ فرزند
۽ خُلفاءِ جا احوال وڏن ڪتابن ۾ موجود آهي - تاريخ از مفتي صاحب

چو باقي راهيِ مُلڪ بقا شد — باهلِ دهر گفت هٰذا فراقي له
ندا آمد ز هاتف وقت ترحيل — بجائے مُلڪ باقي رفت باقي ٢ له

ايضاً ٣ له

چو شد از عالم فاني مقيم جنتِ الا — معلّٰي خواجه عالي شه دار البقا باقي ٤ له
بخوان قطب زمان مخدوم باقي سال ترحيلش — دگر قطبِ زمين شد وائے دار التعاقي ٥ له

تمت بعونه تعاليٰ

غرة رمضان المبارڪ سنه ١٤١١ه مطابق ١٨ مارچ سنه ١٩٩١ع روز سومر
ڪتبه احقر العباد نور احمد عفا عنه الصمد
مدرسه مجدديه ڏيهاٽ شريف

---

له جڏهن بقا واري ملڪ جي واٽ ورتائين تہ زماني وارن کي چيائين: هي منهنجو فراق آهي

٢ له لاڏاڻي وقت هاتف کان آواز آيو تہ باقي ، بقاواري ملڪ ڏانهن ويو

٣ له پڙهو

٤ له جڏهن فاني دنيا کان اسري متاهين بهشت ۾ ويو ، بلند خواجه دار البقا جو شاه باقي

٥ له قطب زمان مخدوم باقي سندن لقب آهي ، ٻيو زماني جو قطب ، بقاواري ملڪ جو والي
باقي ٿيو - بفضله تعاليٰ پورو ٿيو ڪتاب حصو ٻيون انوار احمديه في حالات مشائخ نقشبنديه
ٻيو حصو حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قُدِّسَ سِرُّهٗ جي حالات جميل آهي -

## شجره طيبه حضرات خواجگان نقشبنديه مجدديه فاروقيه رحمانيه قدس سرهم

بسم الله الرحمن الرحيم

سڀڪا صفت ساراهه ٿي مالڪ لڳي واسطي
صلواة حضرت تي پڙهان پنهنجي شفاعت جي واسطي

يا الاهي ڪر ڪرم ڏي ڏان ڏي ٻي لوءِ ڪامل
پنهنجي مٺي محبوب حضرت مصطفىٰ جي واسطي

محبت ڏيو پنهنجي مٺي ايمان جي ڏيو ڪا چني
حضرت بوبڪر صديق باصفا جي واسطي

سڪ ڏي سچي مون ۾ سند تا موتيا نهين نيڻ
سلمان صاحب دل سچي مخزن حيا جي واسطي

عاشق شريعت تي ٿيان پائي پريت جوش پيار
قاسم امام الڪاملين ذوالاتقيا جي واسطي

ڏيو جام محبت جام مان سڪ جا ڏيو ساغر سنا
جعفر صادق امام اصفيا جي واسطي

سولي ٿيي سڪرات ۾ ڏيا سات تنهنجي تات
شاهِ مردان بايزيد بادشاه جي واسطي

هيڻي جي حالن ڏي ڏسو عين طرح جهڙا پسو
شيخ عالم بوالحسن پير هدىٰ جي واسطي

محبت محمد جي ڏيو شل ڏيو سچي موٽڻ ڪان بعد
بوعلي ڪامل ولي بدر الدجىٰ جي واسطي

جيسين جهان ۾ سو جيان شل يا سچي هجان
هيئن سنت حامي يوسف لقا جي واسطي

چانئن جهان شل سلجان صحبت ذوالمنن
عبد الخالق غجدواني رهنما جي واسطي

حرص دنيا جو ڇڏيان ۾ شل اکيان کوڙ دعا
عارف راهِ حقيقت مهتدا جي واسطي

وحدت تون تنها نجيءَ ذي ورائن شل حمد ۾
حضرت محمود خواجه بي ريا جي واسطي

خاتمو ايمان سان ڪر يا تنهنجي احسان سان
خواجه علي سيف الجلي حق نما جي واسطي

ڏوهن ۾ قائل آهيان ڍڪي ٿئي ياد اٿيان
بخشڪر بابا سماسي پارسا جي واسطي

اڪ دل سنڌ روشن ٿيي پيئي آئي ورق
سيد سچي ڪامل ڪلال اولياء جي واسطي

هستيءَ جو نقش ڪيئن جئن بو نور ڀر ۾ منهنجي دل ڪيو
غوث اعظم نقشبند مشڪل ڪشا جي واسطي

شل خوف ۾ هر دم رهان سڪ سيد جي پيرو رهان
خواجه يعقوب چرخي پيشوا جي واسطي

بعد طريقت کان لهان ماهر حقيقت جو ٿيان
شه عبيد الله فخر الاتقيا جي واسطي

ڏيکار نورِ سرهندي ڏي بوءِ عشق احمدي
خواجه زاهد محمد پارسا جي واسطي

شل من محبت ۾ گتو ٿيان ڏاڍ درويش ڪتو
خواجه درويش محمد مقتدا جي واسطي

موکي ڪيو ڪاڏو ڪرڻ سِڪ پنهنجي جو ڪر
فاني هُجان شل شوق ۾ ذاڪر هُجان شل ذوق ۾
ترقي پنهنجي علم ۾ ڏي اي منهنجا مالڪ
حضرت مُجدّدِ الف ثاني شاهه لاثاني منو

ان سرهندي سردار کي وليّن سنديءَ مهندئين کي
قيوم جي خاصي لقب حسنيءَ فاروقي نسب
ديدار دلبر جو ڏسان پنهنجي پيغمبر جو پسان
سُنّت جماعت تو گهران شل ڪين ترڪ ٿين ڪا تران
ڏي عشق پنهنجو ياخدا سِڪ م گڏ ان پاڪ پيو سدا

ڪو دستي جو دان ڏيو دين ۽ ايمان ڏيو
مار پوءِ منا مؤمن ڪري ڪريو نه مونپاڻ پري
ڏيو صبر جي توفيق ڪا سڀ ڪا هي سد مالڪ منهنجا
روضه مُجدّدِ جو ڏسان ديدار پيشاني پسان
ڏي شوق سنت خير جو ڪا ترڪ ٿيان تهڪان اجدا

محشر ۾ ٿيان شل سرخرو ديدار ڪريان دلبرو
سوالي ٿيس خالي نه ڇڏ موکي محبت سان ڪڏ

سد منهنجي سڻ ذوالمنن مرشد منهنجي محمد حسن
مالڪ منهنجا ڪر ڪا مهر ڪر نظر محمد تي نظر

خواجه محمد آمڪنه اهل صفا جي واسطي
باقي بحق واصل خدا بحرِ سخا جي واسطي
شيخ احمد شاهه امام الاولياء جي واسطي
حامي ٿيو سهڻو سچن شاهه وڏا جي واسطي

يا الٰهي ڪر وسيلو بينوا جي واسطي
ٿيندو اجهو آڌار شل هن رهنما جي واسطي
خواجه محصوم مصباح الهدىٰ جي واسطي
صبغة الله شاهه آن شمس الضحىٰ جي واسطي
شاهه امام العارفين دافع بلا جي واسطي

حضرت محصوم ثاني حق نما جي واسطي
شاهه غلام محمد سخي صاحب غنا جي واسطي
سائين صفي الله ذي نور و ضيا جي واسطي
شاهه فضل الله ذي فيض و عطا جي واسطي
شاهه عبد القيوم عاشق باوفا جي واسطي

مرشد منهنجي شاهه عبد الرحمٰن امقتدا جي واسطي
عاشق ٿيان شل مير محمد مجتبىٰ جي واسطي

وارث تاج و سرير انبياء جي واسطي
سيني سندي تسليم صبر و رضا جي واسطي

## پورو ٿيو شجره طيبه

حضرت فخر العارفين زيب زينت مجدّدين خواجه عبد الله جان سرهندي مجدّدي المعروف به حضرت شاهه آغا قدس سره جي مناجات منظومه جا سنڌي سليس زبان ۾ تحرير فرمائي شايع فرمائي هئائون ساهن ڪتاب ۾ داخل ڪيان ٿو تنهن اوسُبحانه و تعالىٰ ارواح متبرڪه جي طفيل اسانکي هن ڪتاب پڙهڻ مان الله وارن جي محبت ۽ انهن جي نقش قدم تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي آمين ـ

# مناجات

بدرگاه قاضي الحاجات بتوسل مشائخ نقشبنديه و سلسله حضرات مجدديه از حضرت صديق اكبر رضي الله تعاليٰ عنه تا حضرت خواجه محمد حسن جان قدس سره

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ط

حمد اول ۾ چوان رب العليٰ جي واسطي — شڪر بيحد خالق ارض و سما جي واسطي
پوءِ چوان دل جان سان لک صلوٰتون سلام — سيد الڪونين ختم الانبياء جي واسطي
ڪر ڪرم مون تي خدا يا مصطفيٰ جي واسطي — حضرت صديق اڪبر با صفا جي واسطي
رک سلامت دين ۽ ايمان منهنجو اي خدا — حضرت سلمان فارس پارسا جي واسطي
نيڪ ڪر قسمت اسانجي ۽ سعادت ڪر نصيب — حضرت قاسم امام الاتقيا جي واسطي
صادقن سان حشر ڪر منهنجو اله العالمين — جعفر صادق امام الاوليا جي واسطي
ڪر زياده دين ۽ ايمان اسانجو باليقين — بايزيد بو سطامي پيشوا جي واسطي
بوالحسن سو خرقاني شهر جو ساڪن هيو — صاحب ڪشف و ڪرامت مقتدا جي واسطي
حضرت شاهه بوعلي عالي حسب عالي نسب — صاحب علم و عمل نور الهديٰ جي واسطي
حُسن ظاهر حُسن باطن شيخ يوسف هيو — ذي اسانکي حُسن نيت اُن مهلقا جي واسطي
عبد خالق غجدواني هو امام العارفين — خلق جو رهبر ٿيو خاص خدا جي واسطي
معرفت بخشي عطا ڪر ۽ محبت ڪر نصيب — پير ڪامل عارف راهه هديٰ جي واسطي
نيڪ بختي ڪر عطا ۽ عاقبت محمود ڪر — حضرت محمود شاهه اصفيا جي واسطي
سلسله جو پير ڪامل هو علي رامتني — حضرت بابا سماسي با صفا جي واسطي
پير پيرن جو ٿيو هو سيد مير ڪلال — ڪم ڪند و ڪنيار ڪوهوني رجا جي واسطي
نقش بند نقشبندان هو بهاء الدين ولي — تنهن ڪيو روشن طريقو هي خدا جي واسطي
دل ۾ ذڪر حق جو چرخو چويان هر روز شب — حضرت يعقوب چرخي پيشوا جي واسطي
بند نفس و قيد شيطان کان خدا آزاد ڪر — خواجه احرار شاهه بي ريا جي واسطي
زهد ۽ تقويٰ طهارت علم ۽ حلم و حيا — زاهد و درويش خواجه امڪنگي جي واسطي
ڪر بقا بالله سان موصوف فاني غير کان — شيخ عبد الباقي باقي بقا جي واسطي

جنهن ڪيو روشن شريعت ۽ طريقت جو ڏيو — تنهن مجدد الف ثاني مقتدا جي واسطي
ڏي اسان کي يا الاهي تون گناهن کان پناه — خواجه معصوم ولي خوش نما جي واسطي
رنگ اسان کي دين ۽ ايمان جو ڏي اي خدا — صبغة الله شاه بي رنگ و ريا جي واسطي
شاه اسماعيل جو هو صاحب تقوى عجيب — جنهن کئي قربان جا تنهن جا فدا جي واسطي
خواجه معصوم ثاني شاه غلام محمد ولي — صاحب فيض و ڪرامت باصفا جي واسطي
دل اسان جي صاف ڪر ۽ زنگ ظلمت دور ڪر — شاه صفة الله امام الاصفيا جي واسطي
شاه فضل الله جو هو فيض جاري سنڌ ۾ — فضل ڪر يا رب اسان تي اوليا جي واسطي
حضرت شاه عبد قيوم هو اهڙو جو جانشين — صاحب علم و عمل فيض و هدى جي واسطي
حضرت شاه عبد رحمن هو سراج الاولياء — آفتاب معرفت نور الهدى جي واسطي
هو آهي پير اسان جو مخلصن تي مهربان — حضرت خواجه حسن جان رهنما جي واسطي
هيڪ تون پيرن وليّن کي اله العالمين — تنهنجي در تي ميڙ آهن التجا جي واسطي
آهيان بيڪار ۽ بدڪار، ڏاڍو ٻي عمل — ڪر ته ڪيو ڪرم تون عمل خالص خدا جي واسطي
نفس پرور، بي اثر، ڪاهل، ڪميڻو آهيان — ڏي مون کي توفيق تون حمد و ثنا جي واسطي
ناامين کي ڪامل ڪر اي شاه آغا شاد رهو — فضل هن جو آهي دافع هر بلا جي واسطي
سڀ مرادون پوريون ڪر ۽ دعائون مستجاب — تنهنجي رحمت آهي واسع هر گدا جي واسطي
اهل ۽ اولاد اسان جو شاد رک آباد رک — اهل بيت مصطفى خير الورى جي واسطي
پرده رک يا رب اسان جو ننگ ۽ ناموس جو — فاطمه بنت النبي خير النساء جي واسطي
سڀ مريدن مخلصن کي رک سلامت اي خدا — غازين بدر ۽ حنين و ڪربلا جي واسطي
آفتون سڀ دور ڪر ۽ گهر سندن معمور ڪر — ۽ دل سندن مسرور ڪر حمد و ثنا جي واسطي
مشڪلات آسان ڪر ۽ دشمنن کان ڏي پناه — حرمت شير خدا مشڪل ڪشا جي واسطي

تمت

٢٦ رجب سنه ١٤٠٨ھ

# ترتيب ختم خواجگان

(مراحة القلوب تان نقل ڪيل)

اسانجي طريقه نقشبنديه ۾ حضرات مجدديه ۽ خلفاء طريقه نقشبنديه ۾ هي ختم خواجگان مشهور ومعروف، باعث فيوض باطني ونزول برڪات وحصول مقامات سير وسلوڪ آهي - مقاصد ديني ودنيوي، حل مشڪلات وقضاءِ حاجات لاءِ مُجَرَّب آهي - قديم زمانن کان اهيو وظيفو معمول آهي مگر هن زماني ۾ هن جو رواج گهٽجي ويو آهي تنهن ڪري اسين هن جي ترتيب لکون ٿا ۽ پنهنجن مخلص دوستن عزيزن کي هن جو تاڪيد ڪيون ٿا

اسان جي ڏاڏي (حضرت سراج الاولياء خواجه عبدالرحمٰن قُدِّسَ سِرُّهٗ) ۽ والد شريف (حضرت خواجه محمد حسن جان قُدِّسَ سِرُّهٗ) جو طريقو هي هو ته عصر نماز کان بعد مسجد شريف ۾ باجماعت حاضرين حلقو ڪري ويهندا هوا ۽ اڇي چادر وچ ۾ وڇائيندا هوا تنهن تي هڪ سؤ عدد پٿريون پکيڙيندا هوا ۽ ٻيون ڏهه پٿريون حساب جي واسطي پنهنجي اڳيان محفوظ رکندا هوا، پوءِ پاڻ پڪ ڪري باجماعت سورة فاتحه پڙهندا هوا پوءِ درود شريف ١٠٠ ڀيرا پڙهندا هوا، پوءِ انهن سؤ پٿرين مان ٢١ پٿريون کڻي باقي ٧٩ پٿرين تي سورة اَلَمْ نَشْرَحْ ٧٩ ڀيرا پڙهندا هوا پوءِ اهي ٢١ پٿريون وري انهن سان گڏي سو عدد پورو ڪندا هوا ۽ جماعت تي تقسيم ڪري قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ شروع ڪندا هوا ۽ هزار ڀيرا قُلْ هُوَ اللّٰهُ شريف پڙهائيندا هوا وري پڪ ڪري سورة فاتحه پڙهندا هوا ۽ تنهن کان پوءِ درود شريف سؤ ڀيرا پڙهي، لَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ ٥٠٠ ڀيرا پڙهندا هوا وري درود شريف سؤ ڀيرا پڙهي، حَسْبُنَا اللّٰهُ وَنِعْمَ الْوَكِيْلُ پنجسؤ ڀيرا پڙهندا هوا، وري درود شريف سؤ ڀيرا پڙهي لَا اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ سُبْحَانَكَ اِنِّيْ كُنْتُ مِنَ الظّٰلِمِيْنَ پنج سؤ ڀيرا پڙهندا هوا ۽ درود شريف سؤ ڀيرا پڙهي يَا قَاضِيَ الْحَاجَاتِ سؤ ڀيرا يَا كَافِيَ الْمُهِمَّاتِ

سوءِ ڀيرا، يَا كَاشِفَ الْمُشْكِلَاتِ سوءِ ڀيرا، يَا دَافِعَ الْبَلِيَّاتِ سوءِ ڀيرا يَا مُجِيْبَ الدَّعْوَاتِ سوءِ ڀيرا، يَا شَافِيَ الْاَمْرَاضِ، سوءِ ڀيرا، يَا اَرْحَمَ الرّٰحِمِيْنَ سوءِ ڀيرا پڙهي ختمون پورو ڪندا هوا پوءِ ايصالِ ثواب ڪرڻ جي ٻاري ۾ دُعا هن طرح پڙهندا هوا - الٰهي تو قبول گردان ثواب اين ختمات مباركات بروح پرفتوح حضرت محمد مصطفٰى احمد مجتبىٰ صلى الله عليه وسلم واهلبيت اطهار ايشان واصحاب اخيار ايشان وتابعين ايشان خصوصًا ثوابِ ختمِ اوّل (يعني قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ) بروحانيت حضراتِ خواجگانِ نقشبنديه - قَدَّسَ اللّٰهُ تَعَالٰى اَسْرَارَهُمْ از حضرت صديق اكبر رضى الله تعالىٰ عنه تا بحضرت مرشدي ومولائي خواجه محمد حسن جان "جيڪو سنڌس پير مرشد هجي انهيءَ جو نالو وٺي" برسان - الٰهي ارواح متبركهٔ ايشان بدرگاه تو شفيع آوردم ووسيله ساختم حاجات ديني ودنيوي از تو مي خواهم اَللّٰهُمَّ اقْضِ حَاجَاتِنَا وَحَاجَاتِ مَنْ اَوْصَانَا بِالدُّعَاءِ وَحَصِّلْ مُرَادَاتِنَا وَمُرَادَاتِ مَنْ اَوْصَانَا بِالدُّعَاءِ وَصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَسَلَّمَ

"پوري ٿي ترتيب ختم خواجگان جي"

---

**فَائِدَه** :- حضرت صاحبن جو مضمون رسالهءِ مناجات ۾ لکيل، تاريخ ١٥ شعبان جي فضيلت ۾ دعاءِ لَيْلَةُ النِّصْفِ مِنْ شَعْبَان ۽ دعا جي ترتيب بابت ناظرين جي فائده لاءِ هت داخل ڪيو ويو آهي، جن صاحبن کي دعا هت نه اچي ته هن ڪتاب مان فائدو وٺي سگهندا - وَ هُوَ هٰذَا

اڄ هن اکر لکڻ وقت تاريخ ٣ شعبان سنه ١٣٨٤ آهي ١٥ تاريخ هن مهيني جي شب برأت آهي - اها تمام مبارڪ ۽ پلاري رات آهي - خدا تعالىٰ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان هن رات آسمان دنيا تي نزول فرمائي ٿو ۽ پنهنجي مخلوقات جا فيصلا ڪري ٿو ۽ عملدارن کي انهن جي تعميل لاءِ احڪام صادر فرمائي ٿو -

آئنده سال ۾ ماڻهن جي رزق روزي جي تقسيم ۽ ماڻهن جي جيئڻ مرڻ جي تقدير ڪري مخلوقات ۾ ڪارساز ۽ حادثن بلائن ۾ مصيبتن جي نازل ٿيڻ بابت آسمانن زمينن، دريائن ۽ جبلن نتي اوڏا، سنها ٿلها جيئن ڪم ڪرڻا ۽ سندس مشيت موجب ٿيڻا آهن تن جو اظهار ٿئي تو ۽ فرمان جاري ٿئي تو. انهن موافق ملائڪ سماوات وارضين انهن جي تحميل ڪن ٿا. اوهانکي جي ته انهي رات دعائن، استغفارن، وظيفن پڙهڻ ۾ ڪوشش ڪريو خدا تعالیٰ کان گناهن جي معافي گهرو ۽ پنهنجن مقصدن، مطلبن جي درخواست درگاه الهي ۾ پيش ڪريو. پنهنجي رزق جي ڪشادگي ۽ ناگهاني آفتن ۽ بلائن کان پنهنجي واسطي ۽ پنهنجن عزيزن، دوستن جي واسطي پناگهرو ۽ هن ترتيب سان ٽي پيرا سورة يٰس ۽ لکيل دعا پڙهو.

## ترتيب دعاء لَيْلَةُ النِّصْفِ مِنْ شَعْبَانَ

رات جو ضروري ڪمن کان فارغ ٿي نماز پڙهي ماني کائي پوءِ ٻه رڪعتون يا چار رڪعتون نفل پڙهي پوءِ ٣ دفعا سورة يٰس پڙهي - پهريون دفعو عمر دراز ٿيڻ لاءِ ٻئي دفعي رزق روزي ڪشادي ٿيڻ لاءِ ٽئين دفعي آفتن ۽ بلائن دفع ٿيڻ لاءِ پوءِ هي دعا هڪ پيرو يا ٣ پيرا پڙهي -

اَللّٰهُمَّ يَا ذَا الْمَنِّ وَلَا يُمَنُّ عَلَيْهِ يَا ذَا الْجَلَالِ يَا ذَا الطَّوْلِ وَالْاِنْعَامِ ظَهْرَ اللَّاجِيْنَ وَجَارَ الْمُسْتَجِيْرِيْنَ وَاَمَانَ الْخَائِفِيْنَ اَللّٰهُمَّ اِنْ كُنْتَ كَتَبْتَنِيْ فِيْ اُمِّ الْكِتٰبِ شَقِيًّا اَوْ مَطْرُوْدًا

اَوْ مُقْتَرًا عَلَیَّ فِی الرِّزْقِ فَامْحُ اللّٰھُمَّ بِفَضْلِکَ شَقَاوَتِیْ وَطَرْدِیْ

وَاِقْتَارَ رِزْقِیْ وَاَثْبِتْنِیْ عِنْدَکَ فِیْ اُمِّ الْکِتٰبِ سَعِیْدًا مَّرْزُوْقًا

طَوِیْلَ الْعُمُرِ مُوَفَّقًا لِّلْخَیْرَاتِ فَاِنَّکَ قُلْتَ وَقَوْلُکَ الْحَقُّ فِیْ کِتَابِکَ

الْمُنْزَلِ عَلٰی نَبِیِّکَ الْمُرْسَلِ یَمْحُو اللّٰہُ مَا یَشَآءُ وَیُثْبِتُ وَعِنْدَہٗ

اُمُّ الْکِتٰبِ ؕ اَللّٰھُمَّ اِنِّیْ اَسْئَلُکَ بِالتَّجَلِّی الْاَعْظَمِ لَیْلَۃَ النِّصْفِ

مِنْ شَعْبَانِ الْمُکَرَّمِ الَّتِیْ یُفْرَقُ فِیْھَا کُلُّ اَمْرٍ حَکِیْمٍ وَّ

یُبْرَمُ اَنْ تَکْشِفَ عَنَّا مِنَ الْبَلَاءِ مَا نَعْلَمُ وَمَا لَا نَعْلَمُ

وَمَآ اَنْتَ بِہٖ اَعْلَمُ اِنَّکَ اَنْتَ الْاَعَزُّ وَالْاَکْرَمُ ؕ

وَصَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلٰی سَیِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِہٖ وَسَلَّمَ

کتبہٗ احقر نور احمد عفی عنہ مدرسہ مجددیہ دیہات
تحلقہ کنڈیارو ضلع نوشہرو فیروز
تاریخ ۲۴ محرم الحرام سنہ ۱۴۱۲ھ مطابق ۶ اگست سنہ ۱۹۹۲ع